# نادر بيگ مرزا جون ڪهاڻيون

نادر بيگ مرزا، سنڌي ادب جي ابي، شمس العلماء قليچ بيگ مرزا جو سڀ کان وڏو پٽ هو. سندس جنم 1891ع ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ ٿڌهن ٿيو، جڏهن سندس والد اُتي مختيارڪار هو. ابتدائي تعليم ڪوٽڙي، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي اسڪولن ۾ ورتائين. 1906ع ۾ پندرهن ورهين جي ڄمار ۾ لنڊن اُسهيو، جتان 1912ع ۾ بئريسٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪري موٽيو ۽ لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. سگهوئي پوءِ مئجسٽريٽ مقرر ٿيو ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ خدمت سرانجام ڏنائين.

لکڻ جي ترغيب کيس پنهنجي عظيم والد کان ورثي ۾ ملي هئي. هن شاعري بہ ڪئي، پر 1920ع کان 1933ع دوران، ڪهاڻيون لکي پنهنجي همعصرن وچ ۾ نمائنده نثر نگار ۽ ڪهاڻيڪار جي حيثيت سان پاڻ مڃرايائين. 1933ع ڌاري هن ان وقت جي مشهور سنڌي مخزن "سنڌوءَ" جي ايڊيٽر وسومل راجپال جي چوڻ تي پنهنجي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو سهيڙيو، پر اُهو ڇپجي نہ سگهيو. انهيءَ سهيڙيل مجموعي ۾ هاڻي سندس ٻيون رهيل ڪهاڻيون شامل ڪري، هن مجموعي جي صورت ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

هُن انگريزيءَ ۾ شاعري ڪرڻ سان گڏوگڏ "Dilkusha" (دلڪشا) نالي هڪ ناول بہ لکيو، جيڪو هن وقت ناپيد آهي. هُن اِهو ناول سنڌيءَ ۾ بہ ترجمو ڪيو، جيڪو پڻ ڇپيل آهي.

هُو ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر هو ۽ ڪتاب لکڻ ۽ پڙهڻ کانسواءِ ڊرائنگ، نقاشي، موسيقي ۽ راڳ سان بي انتها دلچسپي هيس.

هُن 3 فيبروري 1940ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ سندس اباڻي ڳوٺ ٽنڊي ٺوڙهي جي بلند شاهہ واري قبرستان ۾ آهي.

# نادربيگ مرزا جون ڪهاڻيون

مرتب

نصير مرزا

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ
ڄام شورو
1992ع

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر 157

پهريون ايڊيشن: 1991ع

عبدالقادر جوڻيجي، ڊائريڪٽر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، يونيورسٽي آف سنڌ، ڄامشوري سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

ولي رام ولڀ، ايڊيٽر، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي نگرانيءَ ۾ رائل ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر، روم نمبر 31، اٺون ماڙ، آرڪي اسڪوائر ايڪسٽينشن، شاهراهِ لياقت، نيوچالي ڪراچي ۾ ڪمپوز ٿيو

روشني پبليڪيشن: ڪنڊياري/حيدرآباد ڇپيو.

ملهه 200/=

ISBN 969 - 405 - 037 - 5

**NADIR BAIG MIRZA JOON KAHANYOON (In Sindhi)**

(SHORT - STORIES by NADIR BAIG MIRZA)

Compiled by

**Naseer Mirza.**

Published by

Institute of Sindhology, University of Sindh, Jamshoro,
District Dadu, Sindh, Pakistan.

Composed by

Royal Computer Composing Centre, Room No 31, 8th floor, Arkay Square Extention, Shahrah-e-Liaquat, Phone 245717 Karachi.

Printed by

Roshni Publication Kandiaro/ Hyd, Sindh.

First Edition ء1992

Price : Rs 200/=

# پبلشر پاران

ڪهاڻي - ڪلا جي جديد حقيقت نگاري جو دور 1930ع واري ڏهاڪي کان شروع ٿيو هو. انهيءَ دور جا مک ڪهاڻيڪار امر لعل هنگوراڻي، نادر بيگ مرزا، آسانند مامتورا ۽ عثمان علي انصاري هئا، جن سنڌي ڪهاڻيءَ کي اوج ڏني. امرلعل هنگوراڻيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "ادوعبدالرحمان" (1981ع)، آسانند مامتورا جي ڪهاڻين جو مجموعو "ڳنوارڻ" (1978ع) ۽ عثمان علي انصاريءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "پنج" (1937ع) ڇپيا، پر نادر بيگ مرزا جي ڪهاڻين جو ڪوبہ مجموعو ڇاپيل نہ هو.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي انهيءَ کوٽ کي محسوس ڪندي حقيقت نگاريءَ جي دور جي هن اهم ڪهاڻيڪار جي ڪهاڻين کي سهيڙڻ جو ڪم سندس ئي خاندان سان وابستہ مشهور شاعر ۽ ليکڪ نصير مرزا جي حوالي ڪيو. جنهن رسالن ۾ سندس ڇاپيل توڙي اڻ ڇاپيل ڪهاڻيون ترتيب ڏيئي پنهنجي پيش لفظ سان اسان جي حوالي ڪيون. پر ڏٺو ويو تہ اجا ڪجهہ ڪهاڻيون رهجي ويون هيون ، جيڪي پوءِ محترم عبدالقيوم صاحب جي ذاتي لائبرريءَ ۾ پيل ماهوار "سنڌو" شڪارپور جي فائيلن مان حاصل ڪري هن مجموعي ۾ شامل ڪيون ويون آهن. اسان انهيءَ وڙلاءِ انهن صاحبن جا ٿورائتا آهيون.

اسان کي اها پڪ نہ آهي تہ اسان مرزا مرحوم جي سڀني ڪهاڻين کي هن مجموعي ۾ شامل ڪري سگهيا آهيون. جيڪڏهن رهيل ڪهاڻين جي نشان دهي ڪئي ويندي تہ اسان کي اهي ڪهاڻيون ٻئي ايڊيشن ۾ شامل ڪندي خوشي ٿيندي.

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
جامشورو سنڌ
12 مئي 1991ع

ڊائريڪٽر

# فهرست

# مهاڳ

**نادر بيگ مرزا** بابت ڪجهه لکڻ ۽ تاريخ جي اوجهل ورقن مان ڪيس ڊسڪور ڪري اچڻ، منهنجي هڪ پراڻي خواهش به هئي ۽ خواب به. ۽ ڪڏهن ڪڏهن خواب مان اک ڪيڏو نه دير سان کلندي آهي، ۽ يقين فرمايو ته، پنهنجي ڪيترن ئي سالن کان چاهيندي به جڏهن هن ڪم ۾ هٿ وجهي نه پئي سگهيس تڏهن مايوسي ٿي، سوچيم: منهنجي هيءَ، خواب واري رات به، فتني جي رات وانگر ڪيڏي نه طويل ٿيندي پئي وڃي. خاص ڪري 1987ع کان سموري حيدرآباد ۽ پنهنجي خاندانِ عزيز تي غير محفوظ حالتون مسلط ٿيندي ڏسي، قصد ڪيم ته، ان کان اڳ جو ڪنهن دهشت گرد جي برسٽ جو بکُ بڻجي، ماڪ ترڪي جيان اڏامي ختم ٿي وڃان، جلد از جلد نادر بيگ جي تخليقي اگرين ۽ آگرين جي پورن ۾ لهي، هن جي تخيل جي انڊلٺ کي معزز ناظرين جي اکين اڳيان تاڻي، ۽ فاضل ليکڪ جيأن ڊسڪورڊ، ۽ اونڌاهين گهٽين ۾ لهي، ڪيس ڳولي ڦولهي ڏينهن جي روشنيءَ ۾ آڻي ئي رهندس. سوچيم: ان بهاني چاچا نادر بيگ سان گڏوگڏ خاندانِ عزيز جي تهن ۾ لهي مان پنهنجن Roots جو به اتو پتو لهي ايندس ۽ ان ادبي ايڊونچر ۾، اڄ جڏهن مان چاچا نادر بيگ بابت هي ڪجهه زگ زيگ چاڻ ڪنهن ريسرچ پيپر لکڻ بدران تذڪري جي فارميٽ ۾ لکي ورتي آهي، تڏهن مون کي پنهنجي سترهن ساله ادبي جفاڪشيءَ ۾، نادر بيگ سڀ کان وڌيڪ پسنديده ۽ محبوب موضوع محسوس ٿي رهيو آهي ۽، عزيزو، پنهنجي انهيءَ محبوب موضوع تي لکندي، اڃا به سمجهه ۾ نه پيو اچيم ته، نادر بيگ مرزا بابت منهنجي هيءَ ڳالهه لفظن جي هن ڦهلاءَ ۾ سمينجي ختم ٿي

چڪي آهي يا دراصل شروع ئي هاڻي ٿي آهي. منهنجي ان بي يقينيءَ جو بہ هڪ ڪارڻ آهي ۽ اهو هي تہ: چاچا نادر بيگ جون، ڪجهہ ڪهاڻيون تہ هتان هُتان ڳولي ڦولهي ئي ورتم. پر عرض ڪريان تہ، انهن ڪهاڻين جي ڪهاڻيڪار بابت ڄاڻ وٺڻ لاءِ ڪنهن وٽ وڃان؟ سو ڪيترا دفعا مايوس ٿي سوچيم: سريندر ٿو ڪريان ... پر ٻيءَ گهڙي اکين پورڻ سان اهوئي خواب ..... ساموهون. ڊونٽ بي ڊسڪريجڊ ڪٿري آن ... خير هڪ دفعو وري همٿ ڪري جڏهن دروازا ڪڙڪايم تہ، لڳو ازل کان بند آهن ۽ ابد توڻي بند رهندا. نادر بيگ جي پٽن جو پتو لڳائڻ تي خبر پئي تہ اهي ٽئي پنهنجن بحري جهازن جي نوڪري باعث اڌ صدي کان ڪـــــــن نامعلوم ملڪن جي زمينن ۽ آسمانن وچ ۾، سمونڊ جي سطح تي، ڪٿي رهائش پذير آهن. ڪاٿئن وجي، سندن بيءَ بابت ڪجهہ معلوم ڪرڻ لاءِ، نہ مون ڪي موسمون موزون لڳيون ۽ نہ حالتون. وڏي ڳالهہ تہ، اها منهنجي پهچ ۽ وس کان بہ ٻاهر جي ڳالهہ هئي. ان ڪري سڀ کان پهرين چاچا نادر بيگ جي ننڍي ڀاءُ، ستهتر سالہ چاچا اسد بيگ (وفات: ڪراچيءَ ۾ 10 اپريل 1990ع) جي يادن جي ڪال بيل تي وڃي آڱريون رکيم. دروازو کليو تہ بي شڪ، پر اندر جنهن چاچا اسد بيگ سان منهنجي ملاقات ٿي، اهو ذهني طرح پنهنجون يادگيريون وڃايل هڪ اهڙو شخص نظر آيم، جنهن جي زندگي جي ڪتاب مان، يادن وارا صفحا، مڪمل طرح سان گم هئا. مايوس ٿي نيٺ چاچا نادر بيگ جي ڌيءَ، مسز فيروز نانا ڪي رِنگ ڪيم. لڳو ائين تہ، هر دفعي ڊائل گهمائڻ کان پوءِ، ٽون تہ وڃي پئي، پر فون رسيو ڪرڻ لاءِ رسيونگ اينڊ تي ڪو موجود ئي ڪونهي. نيٺ لاچار ٿي پنهنجي هن عزيزه کي ڪنهن مائٽ وٽان اپروچ ڪرايم تہ سهي، پر چوهتر سالہ هي بيمار خاتون، پنهنجي اڪيلاين ۾ اهنجن مان مون لاءِ، ڪي گهڙيون وقف ڪري تہ آخر ڪيئن؟ خير منهنجي لاڳيتين شنوائين کان پوءِ هن جڏهن ڪجهہ ڪلاڪن جي سٽنگ لاءِ، وقت ڏنو، تيستائين مان پنهنجو ڪافي ڪم، ٻڌ سڌ جي سهاري وائينڊ اپ ڪري چڪو هئس... خير نادر بيگ مرزا جي ڌيءَ، ادي بيبي يعني مسز فيروز نانا سان ملاقات جو مذڪور منهنجي لڪيل تذڪري جي آخر ۾ چڻ چاچا

نادر بيگ جي فضائل کان پوءِ بطور مصائب جي موجود آهي ۽ ملاحظہ فرمايو. ۽ ان تي هاڻي هنن سٽن مان موڪلائيندي، ويندي ويندي وينتي ته، تذڪرو ۽ ادي بيبيءَ جو انٽرويو پڙهندي، فوٽ نوٽ کي نظر انداز قطعي نہ ڪجؤ، جو، اهي بہ اوهان جي فائدي واسطي لکيا ويا آهن. لکڻو تہ، مون کي اهو بہ آهي تہ ٿورائتو آهيان مان ازحد: سنڌ جي عظيم الشان علمي ادبي ۽ ثقافتي اداري جي ڊئريڪٽر مانواري عبدالقادر جوڻيجي، مانواري سائين ولي رام ولڀ، پنهنجي سؤٽن، محمد حبيب بيگ مرزا، شعيب مرزا، پنهنجن عزيز ترين دوستن، طارق عالم ابڙي، رميش ڪمار رامناڻيءَ ۽ پنهنجي جيون ساٿياڻيءَ دردانہ نصير جو، جن سيني هن ڪم کي End تائين پهچائڻ لاءِ وِک وک تي مون سان سهڪار ڪيو.

۽ چيو حضرت دائود پنهنجي فرزند ارجمند کي: جيڪي وجي چڪا، اُهي سُٺا رهيا.

زنده آهن جيڪي
بدنصيب آهن اُهي
۽ ياد رک پٽ
سڀ کان وڌيڪ بدنصيب اُهي آهن
جيڪي انهن کان پوءِ ايندا.
وما علينا....
(او شانتي— شانتي شانتي)

نصير مرزا.

حيدرآباد سنڌ
5. 4. 1990

# وَفي عَهدڪ (1)
## (تذڪرَو)

اها ڪيڏي نہ دکدائڪ حقيقت آهي تہ، آخر ڪار
اسان کي مرڻو ئي آهي.

**گوتم ٻُڌ**

ڇڏي جي نامور ويا پنهنجو نالو
ڪريون تن جان اسين پڻ اج ڪشالو
وڻون موتي جڏهن رستو رباني
ڇڏيون ڪا پاڻ پوين لاءِ نشاني
تہ من ڪو رهگزر ان ڏي نهاري
لنگهي هن رج مان، پهچي ڪناري.

**تلميح**

باسمہ سبحانہ. سڀ ساراهون پرڻوي جي ان مهان سرجڻهار لاءِ جنهن خلق ڪيا آدم ۽ حوا. لکين ڪروڙين سلام و درود ان هستيءَ لاءِ، جنهن جي ڪاڻ ڪائنات جو هي تانجو اڻيو ويو. ڌرتيءَ کي بي پناهہ پکيڙ ۽ آسمان کي بي ڪنار ڦهلاءُ مليو. ۽ مليو جنهن جي ڪاڻ اوندہ کي سوجهرو، ڏينهن کي سورج، سانجهيءَ کي ستارا، چندرما، ڪتيون، ٽيڙو ۽ ڪيرڌارا. درياهن کي رستا، سمونڊ کي جواهر، لعل و مرجان ۽ مستي. جهرڻن کي سونهن ۽ سرمستي. ويرانين کي نصيب ٿي آبادي. برباد نگر ٿيا آباد ۽ منجهہ انهن جي جهومڻ لڳا باغ بستان ۽ امان بعد: سلام ان ابوالبشر تي جنهن چکي ڪڻڪ جو داڻو، نافر ني ڪئي خدائي فرمان جي ۽ ڪيس خلائي گهر مان اچلايو ويو، امڙ حوا سوڌو هيٺ ڌرتيءَ جي

(1) ڪربلا جي ميدان ۾ امام حسين عليہ السلام جا پنهنجي شهادت کان اڳ ادا ڪيل لفظ: معنيٰ بارِ الاها. اڄ مون پنهنجو وعدو پورو ڪيو.

ڏورڙ ۾. بعد ان جي چاٽڻ گهرجي عزيزو تہ: منجهائڻ جرقّل مثل قتّي نڪتو هر رنگ ۽ هر قسم جو نسل ۽ اسريو چؤڦير ۽ عزيزانِ گرامي! بيان ڪهڙو ڪجي ان آدم جو جنهن جي نطفي مان عظيم ذهن، اڪيون مهنّي سجاڳ ٿيا ۽ قسم پاڪ پروردگار جو تہ هن ّپر خطر ۽ جنگين سان پرپور خساري واري دنيا کي، امن جو گهوارو بنائڻ لاءِ، جوڙ مڻائي، ڪڏهن ليڪڪ بڻجي تہ، ڪڏهن شاعر، ڪڏهن مصور بڻجي تہ، ڪڏهن موسيقار ۽ ڪڏهن اولياءَ جو روپ ڌاري تہ، ڪڏهن پيغمبر ٿي مسلسل ڌرتيءَ تي جنم وٺندا رهيا آهن. ۽ اهو سلسلو تا حال جاري و ساري آهي ۽ ڏينهن قيامت تائين جاري رهندو.

بعد حمد و ثنا ۽ درود جي، راوي هن تذڪري جو يعني مان: نصير مرزا ابن ناصر علي مرزا خاندان عزيز جي معتبر تذڪري بہ عنوان سائو پن يا ڪارو پنو(1)، مان روايت ٿو ڪريان تہ، اسان جي ليڪڪ نادر بيگ مرزا بئريسٽر (جو هو پنهنجو نالو ڪهاڻين مٿان ائينءَ ئي لکندو هو) جي والد ۽ عظيم ليڪڪ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جا بہ وڏا (جن ڪان وڌيڪ اڳتي وڏن جو نالو ڪنهن کي ياد بہ ڪونهي) نانو مرزا خسرو بيگ ۽ والد فريدون بيگ مرزا، اصل ۾ روس جي شهر جارجيا جي گرجستان قصبي جا ۽ عيسائي واسي هئا. (۽ هڪ عدد پرڳڻي جا مالڪ پڻ.) نادر شاهہ جي وفات کان پوءِ ايران جي تخت تي بادشاهہ محمد خان وينو تہ، ان وقت گرجستان روس جي قبضي هيٺ هو، ۽ ايران جي بادشاهہ سان هن علائقي جي لاءِ روس سان جنگ ٿيندي رهندي هئي. 1797ع ڌاري گرجستان تان، ايران- روس ويڙهہ ۾ شدت ايندي وئي ۽ هي خاندان ڪوهہ قاف جي پهاڙن جي ڇانو ۾ دربدر ٿيندو جارجيا گرجستان کان ايران، ايران کان تبريز ۽ اصفهان ۾ ڪشت ڪاٽيندو رهيو. مومنو! يقين فرمايو تہ، موت هر واٽ، هر گهاٽ تي هنن پن ڪمسن ۽ معصوم ٻارن تي تلوار تاٽي ۽ خوشا نصيب! زندگيءَ هر موڙ تي هنن کي سويڪار ڪيو. چاٽڻ گهرجي تہ، انهن خانہ جنگين ۾ جڏهن هنن جا ماءَ پيءَ پيٽيون پائر، عزيز اقربا حاڪمِ وقت جي لشڪر هٿان مارجي ويا تڏهن

(1) ليڪڪ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ

برن پٽن، بيابانن، گجگاهه گهاٽن ٻيلن پناهه ڏيڻ لاءِ هنن آڏو ٻانهون ڊگهيري چڙيون هيون ۽ غريب الوطن ٿيڻ کان پوءِ هنن لاءِ هر شهر، هر وستي، هر واهڻ جڻ ڪوفه و شام سمان هئو. اِ قسم پاڪ پروردگار جوا در بدري خاڪ بسري وقتي طرح هنن جي جنم پتري ۾ جڻ لکجي چڪي هئي. بعد ان جي هو قيدين جي قافلي مان ائين جدا ٿي ويا، جئن وڻن منجهان پن ڇڻي جدا ٿي ويندا آهن ۽ ملاحظه فرمايو اڄ به دنيا جي نقشي ۾ غريب الوطن ماڻهن جا قافله ميدانن ۽ درياهن جي ڪنارن تي خانه‌بدوش ۽ جپسي بڻجي پٽڪندا پيا وتن. اِ ڪيئن پيا اهي اتي جيئن- نامعلوم.)

ناظرين حضرات! نادر بيگ جي انهن وڏن يعني، انهن ٻن انتهائي خوبصورت ۽ ذهين ٻارن جي ڊگهي دک پري ياترا جو اختصار هن ريت ٿو بيان ڪجي ته، انهن کي ڪنهن همدرد انسان ايران ۾ پاڻ وٽ رکيو. سندن پرورش ۽ تعليم جو انتظام ڪيو. هيڏانهن انهن ڏينهن ۾، سنڌ تي ٽالپر حاڪم حڪومت ڪندا هئا ۽ مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان حاڪم وقت هئا. سنڌ جا تعلقات ايران سان نهايت سٺا هئا ۽ انهن ڏينهن ۾ روايت هئي ته، هتان جا بي اولاد حڪمران، ايران مان حسين ۽ هوشيار ٻار گهرائي انهن کي اولاد وانگر پاليندا هئا.

1805ع ڌاري سنڌ جي حاڪم مير ڪرم علي خان جي خواهش تي، انهن ٻن ٻارن مان پهرين مرزا خسرو بيگ سنڌ آندو ويو. ڪيس مير صاحب پٽيلو ڪري پاڻ وٽ رکيو. چمار ان وقت ان ٻار جي پنڌرهن ورهيه هئي. بعد ان جي مرزا خسرو بيگ جي خواهش تي ٻئي ڪمسن ٻار فريدون بيگ مرزا کي به ميرن جي درٻار ۾ آندو ويو. جنهن جي چمار ڏهه ورهيه مس هئي. نهايت لاڏ ڪوڏ سان مير صاحبن جي ديرن تي، هنن جي پرورش ٿي ۽ کين اندر حويلين ۾، عزت آبروءَ سان اولاد وانگر تربيت ڪيو ويو. جوان ٿين تي کين انتظاميه ۾ وڏا وڏا منصب عطا ڪيا ويا ۽ کين پرڻائي حويلين ۾ اندر رهايو ويو. (اِ عزيزو! تاريخ سنڌ گواهه آهي ته، انهن ٻنهي، نوجوانن، مير صاحبن جي ترسٽ کي ڪڏهن به ڇيهو ڪونه رسايو ۽ سدائين ساڻن وفادار رهيا- اجر ڪه من الله!

۽ هاڻ عزيزو! چرخِ ستمگار جا هاڃا ۽ زماني جو ڦيرو ملاحظہ فرمايو. انهن ٻن معصوم ٻارن جي عروج جي End ورِي تباهيءَ تي اچي ٿي. سچ جي لهندڙ پاڇولن وانگر جڏهن هو جواني مان بزرگيءَ ڏانهن موٽيا پئي تہ، ميرن جي صاحبيءَ جو زوال شروع ٿيو ۽ اي واءِ قسمت! 1843ع ڌاري انگريزن، ميرن کان سنڌ ڦٻائي ورتي. تخت تاراج ٿيو، محل ماڙيون ۽ ديرا ڇڏي ميرن جو لٽيل قافلو مع مرزا خسرو بيگ ۽ فريدون جي اهلِ خانہ جي، وڃي سائينداد جي ٽنڊي ۾ سڪونت پذير ٿيو. قلعي تي ڪمپنيءَ جو جهنڊو لهرائڻ لڳو ۽ مير قلعي مان قيد ٿي ڪلڪتي نيا ويا. تذڪره نويس بيان ٿو ڪري هاڻي هڪ واقعي جو جيڪو قليچ بيگ مرزا هن ريت رقم ڪيو آهي: اوچتو ٽنڊي سائينداد جي ڪچن گهرن ۾ الائي ڪيئن باهہ پڙڪي پئي. ڪيترو سامان هيرا جواهر موتي سڙي چٽ ٿي ويا. ميرن جي ديرن ڏاڍي مشڪل سان جان بچائي. اتان پوءِ مير ڪرم علي خان جا ديرا مير محمود جي ٽنڊي لڳ اچي وسيون اڏي ويٺا. جتان مرزا خسرو بيگ ۽ سندس نائي فريدون بيگ، نواب ولي محمد خان لوڙهي جي جاگير ٽنڊي لوڙهي ۾ اچي ڪوٽ اڏي ويٺا. (۽ جتي سندن پونئير اڃا تائين رهندا اچن). هم زبانو! مرزا قليچ بيگ صاحب پنهنجي سوانح حيات ۾ وڌيڪ رقم طراز آهي تہ، ٽنڊي سائينداد جي گهرن ۾ باهہ لڳڻ سبب جيڪي موتي هيرا ۽ جواهرات سڙي رک ٿي ويا هئا، انهن سان پوءِ هو پنهنجي ٽنڊي لوڙهي واري ڪوٽ جي گهرن ۾ رانديون پيا ڪندا هئا ۽ دل وندرائيندا هئا.

[اي واءِ حسرتا- جو ڪجھہ جنهن جي ڀاڳ ۾ لکيل هو. ٿيو بہ اهوئي ڪجھہ جو- وقت جو اٽل قانون بہ اهوئي تہ، چوي ٿو!]

عزيزانِ گرامي! نادر بيگ مرزا جو بيان اچڻ کان اڳ، مير صاحبن جي زوال جي مختصر وارتا بيان ٿي چڪي. هن بيان مان نڪري هاڻي اڳتي ٿا هلون. زماني جو پنهنجو رخ ڦيرايو تہ اسان چو نہ! انگريزن جي راڄ ۾ مير صاحبن جا پاڻ ۾ جاگيرن تان جهيڙا شروع ٿياتہ، خاندان ڇڙوڇڙ ٿي رياستن ۾ ورهائجي ويا. مخبري جي آڇن ۽ انگريز سرڪار جي خوشامد ڪي پاپوش تي هٽي زماني جو قسم تہ نادر بيگ جا

اهي وڏڙا، يعني مرزا خسرو بيگ ۽ سندس نائي فريدون بيگ مرزا، عزت ۽ ضمير جو آواز ڪنائي ، پنهنجي خوش خطيءَ ۽ حڪمت جو هنر ساڻ کڻي، نواب ولي محمد خان ٽوڙهي جي جاگير، ٽوڙهي جي ٽنڊي ۾ اچي خاموشيءَ سان گوشه گير ٿيا ۽ پنيان وڏو آل اولاد ۽ اثالو ڇڏي نيٺ راهه رباني وٺي، لاڏاڻو ڪري، عزت آبروءَ سان وڃي جنت مڪاني ٿيا. انا لله وانا اليه راجعون.

وفات مرزا خسرو بيگ 1860ع مدفن ميرن جا قبا حيدرآباد
وفات مرزا فريدون بيگ 1871ع مدفن بلند شاهه حيدرآباد.

پيغمبر اسلام ۽ اهل بيت اطهار تي درود سلام ڪان پوءِ، ناچيز تذڪره نويس بيان پنهنجي ۽ نادر بيگ مرزا جي خاندان عزيز جو هن ريت ٿو ڪري ته، زماني ماضيءَ ۾، گرجستان جي شهر تفلس مان جيڪي ٻه ڀار، ريفيوجي ٿي تبرين، اصفهان ۽ ايران مان ٿيندا حيدرآباد سنڌ پهچايا ويا هئا، آخر ڪار زوال جي ڏينهن ۾ اچي ٽنڊي ٽوڙهي ۾ پناهه گزين ٿيا ۽ ان ڪي پنهنجي تخيل سان آباد ۽ شاداب بنائي واهه جو ڪٺي ڪري ڇڏيائون. هو جي ازل کان وڏا ذهين تخليق ڪار هئا، انهن جي آباد ڪيل ڳوٺ - ٽنڊي ٽوڙهي جي عروج جو مان تذڪره نويس به اڪين ڏٺو گواهه آهيان، جنهن جي گهٽين ۽ گهرن ۾ اسان جي ڪهاڻيڪار نادر بيگ مرزا پنهنجي ننڍپڻ ۽ جواني جا ڪجهه البيلا ۽ تخليقي ورهيه گذاريا هئا. لڳ ڀڳ ڏيڍ سؤ ورهين کان آباد هن ڳوٺ جو منظر، ٽيهه سال ڪن اڳ ٻنهه ائين هو، جئن تارن وچ ۾ چنڊ. چوڌاري ساوا ستابا باغ ۽ انهن وچ ۾ هي ڳوٺ جڻ ماڻهن جو آباد بيٽ. رات جو ڳوٺ مٿان ستارن پريل وشال آسمان، ڏينهن ڀر سج جا سنهري شيڊ ۽ گهاٽن وڻن جا ننڍا نار چانورا. وڻن تي ٻولينڊڙ رنگ رنگ جا پکي، ڪاٺ ڪٽو، ڏوبياڻي، ڳيرا، تتر، ڪوئلون، جهرڪيون، ڪانگ ۽ ڪبريون. ڳوٺ جي ٻنهي پاسي واهه. واهه جي ڪنارن سان گهاٽا جهنگ، جهنگن ۾ وري عجب عجب جانور- ڪتا، ٻلا، گدڙ، بگهڙ، ڳوريٽ... ۽ انهن ڳوٺ جي باغن ۽ جهنگن ۾ ڪڏهن بندوقون کڻي بي خوفيءَ سان شڪار ڪندڙ، ڪڏهن پيڙيون

ڪاهي واهن ۾ سير ڪندڙ (نادر بيگ مرزا) سميت هن خاندان جا شهزادن سمان پار. ڳوٺ ۾ انهن شادابين جي وچو وچ ريل جو بند. آمدرفت لاء وڏو ڦاٽڪ. ڦاٽڪ جي ٻئي پر ريل جي بند تان سامهون نظر وجهو تہ، ميرپورخاص روڊ سان مرزا خاندان جون وڏيون وڏيون حويليون، اوطاقون، امام بارگاهون، وڏا وڏا اڱڻ، ايوان ۾ انهن ڪان بہ سربلند حضرت عباس علمدار جا اوچا اوچا لاتعداد انگاس پري ڪان واضح نظر ايندڙ...يقين فرمايو تہ، ڏيڍ سؤ سال اڳ، نادر بيگ مرزا جي ڏاڏي فريدون بيگ مرزا ۾ سندس والد شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ جي ناني مرزا خسرو بيگ پنهنجي محنت سان جن بي آباد پوٽن کي اچي آباد ڪيو هو ۾ ان کان پوء انهن جي پوٽيرن، انهن حويلين اندران، علم ادب، آرٽ ۾ ڪلچر جا جيڪي سرچشما جاري ڪيا، انهن پوء سڄيءَ سنڌ کي چڻ پنهنجيءَ مهڪار سان معطر ڪري ڇڏيو هو. اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، نثر نظم لکڻ کان وٺي، ويندي سوز خواني، مرثيہ خواني عزاداري تائين هن خاندان جي فردن وضعداريءَ جو، جيڪو انوکو انداز اختيار ڪيو ان جي هاڪ سنڌ ۾ هنڌين ماڳين اڄ بہ سڻي وڃي ٿي.

۾ توجہ حضرات! جناب اميرالمومنين موليٰ علي عہ مشڪل ڪشا فرمايو آهي تہ: جيڪي ڪجهہ مان چاٺان ٿو، اوهان کي اهو ٻڌايان تہ، اوهان جا هيانو ڦاٽي پون. دليون ڏري پون اوهان جون- چريا ٿي پئو اوهان....

المختصر طرح گوش گذار ٿيو مومنو تہ: اوڻهين صديءَ جي آخر ڏاري هن خاندان جي مياڻ مان جڏهن قليچ (1) جي نالي واري تلوار نڪري جهرڪڻ لڳي تہ، ان جي روشنيءَ ۾ عاليشان ادبي خدمتن کي ڏسندي، انگريز سرڪار کيس 1924ع ۾ شمس العلما جو خطاب عطا ڪيو ۽ سندس وڏي پذيرائي ڪئي. چاٺڻ گهرجي تہ، قليچ بيگ مرزا جي آس پاس هن جا ننڍا وڏا پائر بہ ستارن وانگر جهرڪي رهيا هئا. وڏو پاءُ صادق قلي بيگ مرزا، سنڌ سڌار اخبار کي ايڊٽ ڪري رهيو هو. ٻيو پاءُ علي قلي بيگ سچل سائين جو ڪلام سهيڙي رسالو مرتب ڪري رهيو هو. ٽيون پاءُ جعفر قلي بيگ مرزا، (2) ايف- آر- سي- ايس پاس ڪري

(1) قليچ ترڪي ٻولي جو لفظ آهي، معنيٰ اٿس تلوار.

(2) نادر بيگ مرزا جو سڳو ننڍو چاچو- بعد ۾ سندس سهرو.

ڊاڪٽر ٿي ڪراچيءَ ۾ ڪلينڪ کولي فري خدمتون سرانجام ڏئي رهيو هو.

حضرات! فلسفي جي ڪتابن ۾ جاٿايل آهي تہ اسان جا سڀ ابا ڏاڏا، پڙڏاڏا، اسان جي وجود اندر زنده هوندا آهن جسماني ۽ مابعدالطبعاتي- پنهي طرح ..... سو انهن جا گڻ، اوگڻ بہ سپاريڪ نسل در نسل منتقل ٿيندا رهندا آهن. ۽ ان جو مثال ملاحظہ فرمايو تہ پنهنجن انهن مهان ليکڪن جي ڇانو ۾ ويهين صديءَ ۾ جيڪا سيڪنڊ لائن پيدا ٿي پئي، ان ۾ جيتوڻيڪ ٽئلينٽ بي پناهہ هو، پر شهرت اها، نہ ماڻي سگهيا جنهن جا مستحق بهرحال هو هئا ضرور. خود مرزا قليچ بيگ جي لائق فرزندن مان جديد سنڌي ڪهاڻي جو سرجڻهار نادر بيگ مرزا، همايون بيگ مرزا،(1) اجمل بيگ مرزا (2) اسد بيگ مرزا (3) ۽ مرزا قليچ بيگ جو ماروٽ مرزا علي نواز بيگ (4) سنڌي ادب جي تاريخ ۾ بطور ليکڪ جي اڄ بہ وڏي مڃتا رکن ٿا.

عزيزو! بيان پنهنجي ان خاندان عزيز جي علمي ادبي عظمتن ۽ شاهاڻي شوڪت جو کهڙو ۽ ڪيترو ڪريان، سو قلم جي نب جو رخ موڙي ڪن بين حيرت انگيز ۽ دلچسپ واقعن ڏانهن ٿو ڪريان، جن کي اسان جي ليکڪ نادر بيگ مرزا يقينن مشاهدي هيٺ آندو يا وڏڙن کان ٻڌي بطور ليکڪ Enjoy ڪيو هوندو. مثال طور، نادر بيگ جي وڏڙن مان هڪ بزرگ جي شاديءَ رات جڏهن ٻوڙان ٻوڙ مينهن وسي پيو، تڏهن گهوٽ ۽ ڪنوار جي گهر واري وچ فاصلي کي، جيڪو اڌ فرلانگ کن جيترو هو، پاڙي اوڙي جون ڪنون هڪ ٻئي پرسان رکي جڃ لاءِ رستو تيار ڪيو ويو ۽ ڪنوار کي انهن ڪنن تان لنگهائي رخصت ڪيو ويو. هڪ ٻئي بزرگ ڳوٺ جي ڦاٽڪ وٽ ويٺل هڪ بزرگ اوليا کي محض ان لالچ تي شهيد ڪري ڇڏيو جو، ان اولياءَ هڪ ڏينهن ترنگ ۾ پنهنجي مصلي جو پلئہ هٽائي کيس هيرن جواهرن جي وهندڙ نديءَ جو درشن ڪرايو ۽

(1) مصنف: حيات قليچ ۽ فرعون جي معشوقہ ۽ ڪي ٻيا ڪتاب.

(2) مترجم: شاهنامہ اسلام ۽ ٻيا ڪتاب.

(3) بهترين شاعر ۽ رسالي "قليچ" جو ايڊيٽر.

(4) مصنف ۽ مشهور مترجم: ڪتاب ملڪ سرفراز ، گلدستہ ء عشرت.

هن جڏهن مرزا صاحب جي بي جد اسرار تي ان مان ڪيس ڪجھ ڪڍڻ نہ ڏنو، تڏهن هو چپ چاپ گهر آيو ۽ چري ڪٿي سجدي ۾ پيل ان اوليا کي وچي شهيد ڪيائين (1). بعد ان جي مصلو ڪٿي ڏٺائين. هيٺان ڪاري وارا ڪک هئا. نادر بيگ جي والد صاحب جي ناناڻن ۾ هڪ بزرگ اهڙو بہ ٿي گذريو آهي، جنهن، جڏهن ٽنڊي ٺوڙهي ۾ پنهنجي حويلين پرسان ميونسپل وارن کي لنڪ روڊ ٺاهڻ جي اجازت محض ان بنياد تي نٿي ڏني تہ، آمدرفت سبب ديرن جي بي پردگي ٿيندي ۽ اتان نامحرمن جو گذر عام جام ٿيندو. ان ڏس ۾ هن اسٽريٽ لائٽس نہ لڳائڻ جي بہ، جنبي انگريز سرڪار سان مخالفت ڪئي. موت ۾ مٿس انتظاميہ جي نافرماني ڪرڻ جو الزام مڙهي، هن وضعدار شخص کي انگريز سرڪار ڪنهڙي ۾ گهرايو. بہ ٽي شنوايون هليون ۽ مرزا صاحب ڪيس هارايو. نتيجي ۾ انگريز سرڪار ڪيس محض سزا طور "ٽڪو" ڏنڊ پري ڏيڻ لاء وارنٽ ڪڍيو. هيڏانهن مرزا صاحب ڏنڊ پريو، هوڏانهن پنهنجي بي عزتيءَ جي ڏک ۾ اچي کٽ سنياليائين ۽ چپ چاپ گذاري ويو.

ناظرين، خاندان عزيز جي غيرت، سادگين، روايتن ۽ علمي ڪارنامن جو بيان ڪندي اچانگ راقم الحروف کي ياد پيو اچي تہ ڪيس پهرين جنوري اوڻيهہ سو پنجاسيءَ تي خواب ۾ آڌيءَ رات جو بشارت نصيب ٿي. چا ڏسان تہ،(2) چاچا نادر بيگ ڪارن ڪپڙن ۾ ملبوس، پريشان حال، هٿ ۾ وڪريل ورقن جو انبار- ڪجھ ثابت و سالم، ڪجھ اڌوهي کاڌل فرمايائون: ڪاڪا! جاڳ غفلت جي ننڊ مان... هان وٺ، هي اوراقِ پارينہ...سنيالڻ چاهين تہ، سنيال. جيترو وقت سنيالي سگهيس، سنياليم.'اسان جو وقت پورو ٿيو. هاڻي اوهان جي ٽهيءَ جو وقت آهي. منهنجي هيءَ موڙي بطور امانت هان وٺ... ۽ حفاظت جو حق ادا ڪر... ۽ ياد رک جناب امير فرمايو آهي تہ... ۽ اچانگ منهنجي اک کلي پئي... دل ۾ چيم خدايا هي کهڙو خواب... ڪٿي آهن اڌوهي کاڌل ورق، ڪٿي آهن، اهي وڪريل پنا. هتڏ تہ ڪوري ڪاگر مثل خالي هو. سخت

(1) داتا جمن شاهہ شهيد جي سندس شهادت واري جاء تي ٽنڊو ٺوڙهو ۾ ڦاٽڪ لڳ مزار موجود آهي. سندن آخري آرام گاهہ ٽنڊي آغا ۾ موجود آهي.
(2) چاچانادر بيگ، بابا جو سڳو ماروٽ هو. ان حوالي سان سنگ ۾ ... منهنجو چاچو هو. (مرتب)

پريشانيءَ جي عالم ۾ ذڪر ان جو هڪ عزيز آڏو ڪيم. تعبير سيني وٽ ساڳي: پٽ، صدقو ڪيڍي ڇڏ. ڪو وفات پاتل عزيز خواب ۾ ڪجهه ڏئي تہ خير آهي... البتہ ڪجهه گهري تہ، اهو نحس آهي. تڏهن آڏي رات جو آسمان ڏانهن نهاريندي، خواب جو تعبير مون پاڻ ڪڍيو ۽ اشارو سمجهيم. چاچا نادر بيگ جي هٿ ۾ جهليل وکريل ورق، سندس اهي لکڻيون لاتعداد شاعري، ناول، ۽ سندس ڪهاڻيون هيون، جن جي کوجنا لڳائڻ کان پوءِ پتو پيم تہ، انهن مان ڪئي مسودا عزيزه شيرين (1) عرف بيبي وٽ لاڪرز ۾، ڪجهه قليچ بيگ صاحب جي ذاتي ڪتب خاني جي ڪٻٽن ۾ (2)، ۽ ڪجهه سنڌ جي مختلف لائبريرين جي بند المارين ۾ اڌوهي جو انتظار ڪري رهيا آهن... مون سوچيو ان کان اڳ جو، سڀ ڪجهه اڏوهي کائي ناس ڪري ڇڏي، ان کان اڳ جو ڪجهه بہ نہ بچي، مان انهن کي هٿ ڪري، چاچا نادر بيگ ۽ سندس خاندان عزيز ۽ ذاتي مشغولين جو پتو لڳائي، ناظرين حضرات جي خدمت ۾ پيش ڪندس. اهو قصد ڪندي ٻئي ڏينهن صبح جو ڪم شروع ڪرڻ کان اڳ مون، حضرت عباس علمدار جي علم آڏو بهي گريو ڪيو ۽ دعا گهري: يا ابوالعباس! المدد!! المدد!!! المدد!!!!

عزيزانِ گرامي! پوءِ ٿيو هيئنءَ جو مون پنهجي جاکوڙ چاچا نادر بيگ جي قبر ڏسڻ کان شروع ڪرڻ جو قصد ڪيو. ۽ مقصد ان سان، جڏهن ڳوٺ جي ريل جو بند اڪري بلند شاهہ واري قبرستان ۾ پهتس ۽ اتي پهچي ڪٽي اکين جو شتر مٽي ڪنيم : سامهون نظر آيون قبرون ئي قبرون. نيڻ نهار تائين ڪتبا ئي ڪتبا. مري وڃڻ وارن جا وزيٽنگ ڪارڊ. (اها ڳالهہ ياد ڏيارڻ لاءِ تہ، ڪڏهن اسين بہ جيئرا هئاسين ۽ متان وساريو تہ، نهايت جلد مري اوهان کي بہ اچي اسان سان هتي گڏجڻو آهي) ۽ چوڦير نگاهہ ڦيرائي ڏٺم. هر قبر ۾ خاندان عزيز جي نيڪ سيرت، نيڪ صورت شخصيتون‌چپ چاپ ستل. ڪنهن قبر ۾ بارايٽ لا، ڪنهن ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪنهن ۾ خان بهادر، ڪنهن ۾

(1) نادر بيگ جي ڌيءَ جو نالو.
(2) انهن ڪتابن جو وچور ۽ نادر بيگ جي شعرن جو نمونو هن ڪتاب جي صفحي 58 کان 62 تي ملاحظ فرمايو.

شمس العلماءَ ڪنهن ۾ صوبيدار، ڪنهن ۾ جاگيردار، ڪنهن ۾ ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ، ڪنهن ۾ عورت، ڪنهن ۾ ٻار ۽ ڪنهن ۾ بي روزگار، ....ڪن کي گوليون هڻي شهيد (1) ڪيو ويو، ڪن (2) آپگهات ڪري. دنيا مان پاڻ کي آزاد ڪيو ۽ انهن ئي قبرن وچ ۾ چاچا نادربيگ جي تربت ڳوليندي، مون اچانڪ سوچيو ته، هنن ڪتبن تي موجود نالن وارا چهرا ڪيڏانهن هليا ويا؟ ڇا، محض، ان ڪري دنيا ۾ آيا ته، صرف سنگ ڪتبن تي انهن جا نالا رهجي وڃن. مون شدت سان چاهيو ته بلند شاھ جي قبرستان ۾ سنگ انهن شخصن مان مرزا قليچ بيگ، خانبهادر سڪندر بيگ مرزا، فرخ بيگ مرزا، اجمل بيگ مرزا، نادربيگ مرزا، ۽ ڪن ٻين جا مجسما، اسٽيچو موجود هجڻ گهرجن، سنڌ جي مکيه درسگاهن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽيز جي انٽرنس وٽ.. شهر جي مکيه چؤنڪن تي لائبريرين ۽ عجائب گهرن جي سامهون. افسوس! سامهون ديوارن ۽ ڪنڌ وٽ بيٺل وڻن ڪان زيتون جي وڻن ۾ فلم ناگن، ۽ انصاف اور قانون،جا پوسٽر ٽنگيل هوا. بلند شاھ جي ان قبرستان ۾ پنهنجن پرکن جا پيرا ڪڍندي، پنهنجون Roots ڳوليندي مون ڏٺو، اچانڪ آسمان تي هلڪا هلڪا بادل پکڙجندا ويا ۽ پوءِ اک ڇنڀ ۾ ڇٽڻ لڳيون بوندون آسمان جي ڇاٽيءَ مان. تڪڙيون تڪڙيون وکون کڻي شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي تربت مٿان ٺهيل ڇپري هيٺان پناھ لاءِ پهتس ته جيئن رڃ ۾ اوچتو هرڻ کي ڪو پاڻي نظر اچي وڃي تيئن مون کي سامهون چاچا نادر بيگ جي تربت جو ڪتبو نظر تي چڙهي ويو. مان اتاولو ٿي ويس. اکين اڳيان پنهنجي منزل جي ميل جو پٿر ڏسندي بوندن جي بوڇاڙ ۾ اچانڪ کليل آسمان هيٺان هليو آيس. بي پناھ عقيدت منجهان جهڪي قبر کي سلام ڪيم ۽ کيسي مان ماچيس ۽ اگربتين جو پيڪٽ ڪڍي، تيلي روشن ڪري، هوائن کي معطر ڪيم. پوءِ سيراندي ڪان بهي رومال مان گلاب جون پنکڙيون ۽ نازبوءَ جا گل ڪڍي،

(1) تازو يارهين مارچ تي سنڌي ڪاليج حيدرآباد جي دروازي وٽ مهاجرن خاندانِ عزيز جو حسين شهزادو حيدرقلي بيگ مرزا، بي گناھ شهيد ڪري ڇڏيو.

(2) منهنجي ماسات جابرعلي مرزا خودڪشي ڪئي هئي 1976ع.

ڪتبي اڳيان پڪيڙي شيعہ روايت مطابق تربت تي اگريون ڪپائي، دعا پڙهڻ لڳس. مون اکيون پوري ڇڏيون ۽ تصور ۾ ڏٺو : هيٺ قبر جي تهہ خاني ۾ پرنس چارمنگ، نادر بيگ مرزا چپن تي مرڪ پکيڙي اکيون پوري پرسڪون انداز ۾ گهري ننڊ ڌاڻيو ستو پيو هو. اچانڪ مون تصديق ڪئي تہ هي اهوئي چهرو آهي، جنهن ڪجهہ ڏينهن اڳ خواب ۾ مون کي بشارت ڏني هئي. مون تصور ئي تصور ۾ پهرين هن جون آگريون ۽ پوءِ چرٽڻ چهيا ۽ دل ۾ افسوس ڪيو، ۽ عزيزو! دل ۾ افسوس ڪيو ان ڳالهہ جو تہ منهنجي ۽ چاچا نادر بيگ جي وچ واري نسل مان بہ ڪئين هٿن ۾ لکڻ جي سگهہ ۽ ڏات هئي. ڪئين مرزا صاحب، قلم قرطاس جا ڌڻي بہ هئا. پر صد افسوس جو، انهن مان ڪنهن وٽ، نہ خاندان عزيز جو تذڪرو لکڻ لاءِ فرصت هئي، نہ امنگ. ها! جائيداد ۽ جاگيرن جي ورهاست لاءِلاشڪ تہ، هنن وصيتن ۽ نصيحتن جا بياض لکي پويان ڇڏيا آهن. هاڻي مون اکيون کڻي آسمان جو جائزو ورتو. بادل بوندون ڇاٽي وچي چڪا هئا ۽ شام جو پهريون ستارو آسمان ۾ جرڪي رهيو هو. منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. مون سوچيو: روز لکين ڪروڙين ستارا دنيا جي آسمان مان آلوپ ٿيندا ٿا رهن. ڪير ٿو سوچي انهن لاءِ ؟ ڪير ٿو پرواهہ ڪري انهن جي ؟ ڪل نفس ذائقتہ الموت...... جناب امير فرمايو آهي تہ دنيا هڪ مهمان خانو آهي، ۽ مهمانن جو ان تي ڪوئي حق ڪونهي. جيترو دنيا مهمان کي ڏئي، اهوئي غنيمت سمجهي هن کي قبول ڪرڻ گهرجي.

۽ پنجاب جي صوفي شاعر، شاهہ حسين چيو آهي. خاموش ! دنيا ذڪر جي لائق جڳهہ ڪانهي.

عزيزو! ڄاڻڻ گهرجي تہ، نادر بيگ مرزا جي تربت ڏسڻ سندس ڪتبو پڙهڻ کان پوءِ اسين پنهنجي اصل موضوع يعني نادر بيگ جي شخصيت ۽ ادبي حيثيت جي ريجهو پهچي چڪا آهيون ۽ ان ڏس ۾ ئي پنهنجي لفظن ۽ قلم جي ڪئميرا جو رخ ڦيرائي قليچ لائبريريءَ جي بند ڪبٽن ۾ محفوظ رکيل ان سوانحي ڪتاب "سائو پن يا ڪارو پنو" تي فوڪس

ٿا ڪريون، جنهن جي متفرقہ صفحن تي عظيم پيءُ، شمس العماءَ مرزا قليچ بيگ پنهنجي لائق فائق فرزند ارجمند نادربيگ جي جنم کان طهر ۽ طهر کان تعليم جو احوال مختصراً رقم ڪرڻ فرمايو آهي. ناظرين حضرات ! مرزا صاحب جي انهن پئراگرافس سان گڏ، ڏنگين ۾ منهنجا فوٽ نوٽس، توقع آهي تہ اوهان سيني لاءِ دلچسپي جو باعث بڻجندا. انشاءَالله . .......... تہ خواتين وحضرات ! هاڻي اُهي پئراگرافس مع منهنجي فوٽ نوٽس جي ملاحظہ فرمايو ۽ ٿوريءَ دير لاءِ لطف اندوز ٿيو.

25 ڊسمبر 1888ع جي سرد ۽ خوشگوار رات. ڪراچي شهر جو هڪ وڪٽورين انداز بنگلو. جعفرين واري ان بنگلي جي لان، ورانڊي ۽ ڪمرن ۾ خواتين و حضرات جي چهل پهل. شاديءَ جو معرڪو. شادي بہ ڪنهن جي ؟ مرزا قليچ بيگ جي-ڪنهن سان ؟ حيدرآباد صدر جي شيخ فيمليءَ جي نياڻيءَ خيرالنساءَ (1) سان. شاديءَ جي معرڪي ۾ خاندان جون خواتين سوسيءَ جي شلوارن تي گهيردار وڏن گهاگهرن ۾ ملبوس. پيرن ۾ ٺئور جتيون، مٿي تي پانڊٽي وارا وڏا روا! ڪجهہ معزز خواتين ساڙهين ۽ لينگن ۾. ڪن جي ساڙهين تي چمڪندڙ سونهري بروج لڳل (يا مظهرالعجائب، ديسي شاديءَ ۾ ساڙهين ۽ لينگن ۾ هي ميمون، مندمون ڪير؟ معزز ناظرين، ٿورو تحمل. ٿورو Wait. انهن جو ذڪر بہ اڳتي ايندو) ان شادي جي فيسٽيويل ۾، خاندان جا معزز مرد بہ گهٽو ٽٽو (ان وقت ۾ رائج پوشيده لباس ۾ ملبوس. بزرگن کي وڏيون شاهي گهيردار شلوارون، ڊگهيون قميصون مٿان سهٽيون زري دار صدريون پاتل. پڙهيل ڪڙهيل نوجوان وري ٿري پيس ۾، وٽ نيڪ ٽاءِ. چاچين ۾ گهٽائي اهڙين شخصيتن جي ________ جيڪي ان سماج جا اعليٰ تعليم يافتہ، وڏن سرڪاري منصبن جا مالڪ ۽ وڏا جاگيردار......۽ خواتين وحضرات ! نوجوان قليچ بيگ مرزا ۽ نادر بيگ جي والده ماجده خيرالنساءَ جي شاديءَ جو اهو ڏيک وقت جي چڪ تي اکيون رکي، اوهان ڏسڻ فرمايو. هاڻي هي روسي نژاد تذڪره نويس، اوهان کي مرزا قليچ

(1) والده نادر بيگ مرزا

بيگ جي ڊائري جا ورق ٿو ڏيکاري ۽ ڏنگين ۾ راقم جا رمارڪس بہ، جيڪڏهن اوهان غور سان ملاحظہ فرمايا تہ، نقصان بدران اوهان کي فائدو ئي نصيب ٿيندو.

از قليچ : پنهنجي شادي جي ڏينهن کان وٺي مون پنهنجي خانگي ڊائري شروع ڪئي. جا اڃا تائين هلي پئي ۽ جنهن ۾ لکڻ جهڙيون ڳالهيون داخل ڪندو اچان.

روهڙي ۾ رهندي مون ۽ زال (1) گڏجي صلاح ڪري بہ سنڌي ڪتاب لکيا ( 2 ). هڪڙو زينت ۽ ٻيو صحت النساء (ٿورو غور فرمايو انهن ڪتابن لکڻ دوران ڪن گهڙين ۾ هنن ٻنهي گڏجي، لاشعوري طرح، صحبت ڪري نادر بيگ کي دنيا ۾ آڻڻ لاء جتن پئي ڪيا هوندا. ( 3 )

[ 16 مارچ 1891ع تي اسان جي ڪهاڻيڪار نادر بيگ مرزا ڪوٽڙي جي هڪ سرڪاري بنگلي ۾ جنم ورتو.(4) اهائي ڪوٽڙي جيڪا سنڌي ٻولي جي ٻن مهان ڪهاڻيڪارن موهن ڪلپنا ۽ علي بابا جو بہ جنم آستان آهي (۽ اي ڪوٽڙي تو تاريخ کي ڪيڏا نہ عظيم افسانہ نگار پيدا ڪري ڏنا آهن. تون ڪيڏي نہ اتم آهين. مهان آهين توتي سلام آ.]

(1) والده نادربيگ مرزا.
(2) مرزا صاحب هيءَ 1890ع جي ڳالهہ پيو ڪري. ان سال ساڌو هيرانند سرسوتي مخزن بہ شروع ڪئي هئي.
(3) نادر بيگ جو جنم: مارچ 1891ع
(4) سندس والد مرزا قليچ بيگ ان وقت ڪوٽڙي ۾ بطور مختيار ڪار مقرر هو.

ناظرين!

اتفاقات جو سلسلو بہ ڪيڏو نہ عجيب آهي، نادر بيگ جي جنم کان صرف هڪ سال پوءِ ساڳئي آسمان هيٺان، دنيا جي نقشي ۾ يوگاسلاويا اندر 1892ع ۾ ڏرينہ جي پل، ناول جو نوبل انعام يافتہ ليکڪ، آئيو واندرچ بہ پيدا ٿيو هو... ۽ جاڻڻ گهرجي تہ، 1890وارو ڏهو عجيب ڏهو هو، جنهن ۾ برصغير کان ويندي بر ڪبير تائين، چوڌير عظيم ذهن پيدا ٿي رهيا هئا يا، انهن ئي سالن جي آس پاس پيدا ٿيڻ وارا هئا. برصغير جو جدت پسند نثرنگار ۽ قرة العين جو والد سيد سجاد حيدر: جنم 1880ع بلبل هند ۽ انگريزيءَ جي شاعره سروجني نائيدو: جنم 1879ع. علامہ اقبال ۽ مولانا شبليءَ جي معشوقہ برصغير جي حسين ترين عورت، عطيہ فيضي: 1897ع اردو افسانيءَ جو امام پريم چند: جنم: 1880ع. نامور تاريخ نويس مولائي شيدائي: جنم 1894ع. شمس العلماءَ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو: جنم 1896ع. بهترين نثرنويس ميران محمد شاهہ: جنم 1898ع. جديد سنڌي نثر جو ليجنڊ ڪاڪو لعل چند امر ڏنو مل: جنم 1885ع.....۽ ڪهڙا نالا وٺي ڪهڙا وڻان...... مقصد چوڻ جو رکيو هي تہ، 1891ع ۾ جڏهن نادر بيگ ڪوٺڙي ۾ جنم ورتو هو، تڏهن برصغير جي هڪ ڪنڊ تي ٽئگور پنهنجي شخصيت ،شانتي نڪيتن، ۽ شاندار لکڻين سبب لوبان جي خوشبوءِ سان پکڙجي رهيو هو تہ، ٻئي پاسي حيدر آباد سنڌ جي هڪ ننڍڙي ڪوٺ، ٽوڙهي جي ٽنڊي مان، سنڌ جي آسمان تي چمڪڻ لاءِ مرزا قليچ بيگ جي ذات جو سورج نمودار ٿيڻ وارو هو.

(مرزا قليچ: 1900ع ۾ منهنجي پٽ نادر بيگ ۽ ننڍي ڌيءَ کي رچتو ڪالرا جو اثر ٿي پيو. هنن جي بچڻ جي بلڪل اميد ڪانہ هئي. آخر ڌيءَ مري وئي ۽ نادر بيگ بچيو. 1904ع ۾ اسان جي گهرن ۾ ڪئا مرڻ لڳا. تنهن ڪري اسين پنهنجا گهر ڇڏي پنهنجي باغ ۾ وڃي ويٺاسين. اتي منهنجي زال (نادر بيگ جي والده) کي پليگ جي بيماري ٿي پئي. پيٽ سان هئي، تنهن ڪري ويامي پئي . ڌيءَ ڄڻيائين. پر اهابہ ترت مري وئي ۽ پاڻ بہ وفات ڪيائين. اها اوڻيهين مارچ ۽ محرم جي پهرين تاريخ هئي، سن هو 1904ع. هن سان شادي ڪئي، پندرهن ورهيہ ۽

ادائي مهينا ٿيا هئا ۽ 33 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين (1). سندس فوٽو اڳئي ورتل هو. بلڪ سندس آواز بہ فونوگراف ۾ ورتل هو (2) اڄ تائين ڪڏهن ڪڏهن ٻڌي هن کي ياد ڪندو آهيان. هن مان، مون کي ٽي ٻار هئا: نادر بيگ، اختر بيگ (3) ۽ هڪڙي ڌيءُ فخرالنساءِ.

1906ع (4) ۾ منهنجي ننڍي ڀاءُ ڊاڪٽر مرزا جعفر قلي بيگ جي مڏم (ايڊي ليڊ بئٽرس مارٽن) سندس ڀيڻ سڊني مرزا ۽ اسٽينڊلي مرزا ۽ ڌيءُ مس گريس (5) ولايت ويا. انهن سان گڏ مون نادر بيگ کي بہ موڪلي ڏنو تہ، اتي تعليم وٺي ۽ بئريسٽريءَ جو امتحان ڏئي. هر مهني آءُ نادر بيگ کي خرچ پهچائيندو رهيس.

1912ع ۾ منهنجو پٽ نادر بيگ بئريسٽر ٿي آيو. تنهن کان پوءِ هو لاڙڪاڻي ۾ بئريسٽري ڪرڻ لڳو. سگهوئي پوءِ هو ريزيڊنٽ مجسٽريٽ مقرر ٿيو، ۽ ٻن ٽن هفتن تي رهيو پر پوءِ جڏهن منهنجي ڀاءُ ڊاڪٽر مرزا جي ڌيءَ (گريس) سان شادي ڪيائين. (ياد رهي تہ نادر بيگ سان شادي ڪرڻ کان اڳ مس گريس پنهنجي ٻئي سڳي سوٽ جي مڱ هئي، پر نادر بيگ سان رومينس ٿي وڃڻ سبب، ٻنهي حويلين مان صلاح ڪري اڌي رات جو روانگي اختيار ڪري، وڃي ڪورٽ-مئرج ڪئي. جيتوڻيڪ هيءَ قسم جي حرڪت خاندان جي شان وٽان نہ هئي ۽ ازان سواءِ مرزا قليچ بيگ جي خلاف توقع بہ هئي، پر هن عظيم پيءُ ۽ شريف‌النفس ماڻهوءَ، پٽ خلاف ٻڙ بہ ڪان ڪڍي. پاڻ خاندان پاران پهچندڙ عقوبتون چپ چاپ برداشت ڪندو ۽ صبر ڪن ڪم وٺندو رهيو).

عزيزو! واقعي ان دکدائڪ ڪان پوءِ عظيم پيءُ، نوجوان پٽ نادر بيگ سان نيٺ ڪيئن پرتيو؟ ان واقعي جو راوي اڳرچ

---

(1) ماءُ جي وفات وقت نادر بيگ صرف تيرهن سالن جو هو. جڏهن مرزا صاحب ٻي شادي ڪئي ان وقت نادر بيگ سورهن سالن جو ڳڀرو جوان هو.
(2) هاڻي اهو آواز موجود ڪونهي. ڪٽي الوپ ٿي چڪو. مشهور براڊڪاسٽر مرادعلي مرزا صاحب جو چوڻ آهي تہ، جي اهو رڪارڊيڊ آواز اڄ موجود هجي تہ اهو دنيا جو پهريون رڪارڊيڊ آواز مڃيو وڃي ها.
(3) وفات 1958ع.
(4) ان سال ئي مرزا قليچ بيگ کي قيصر هند جو لقب مليو هو ۽ اهائي خاتون اڳتي هلي نادر بيگ جي بيلوڊ ۽ پوءِ زال بڻي.
(5) ۽ اهائي خاتون اڳتي هلي نادر بيگ جي بيلوڊ ۽ پوءِ زال بڻي.

ڪمزور آهي، پر سندن پرچاءَ جو واقعو نهايت ميلو ڊريميٽڪ آهي. انگريزي همہ تن گوش ٿي ٻڌو تہ، تن ڏينهن ۾ نادر بيگ مرزا لاڙڪاڻي ۾ سٽي مئجسٽريٽ هو ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر شمس العماءَ مرزا قليچ بيگ اتي شيعہ ڪانفرنس جي صدارت ڪرڻ لاءِ پهتو هو. معزز مهمان ۽ اعليٰ عهديدار يعني ڊپٽي ڪليڪٽر جو استقبال ڪندڙن ۾ سٽي مئجسٽريٽ نادر بيگ جو هجڻ بہ سياويڪ هو. راوي، روايت ڪئي تہ، معزز مهمان جو استقبال ڪندي جڏهن ٻين هٿ پئي ملايا تڏهن نادر بيگ جهڪي مرزا صاحب جي پيرن تي هٿ رکڻ لاءِ جيئن ئي هيٺ نوڙيو تہ عزيزو ڏسڻ وارن ڏٺو تہ عظيم پيءُ پئي ٻانهون ڊگهيري، پٽ کي پيرن مان اٿاري ٻي اختيار ڇاتيءَ سان ڪٽي لائي ڇڏيو.

ازقليچ: نادر بيگ ٿياسافيڪل سوسائٽي جو ميمبر آهي. هن کي لکڻ پڙهڻ جو شوق آهي. ڊرائنگ، نقاشي، ميوزڪ ۽ راڳ چاٽي ۽ واڍڪو ۽ اُکر جو ڪم بہ اچيس ٿو. انگريزي شعر بہ چوندو آهي [اي‌واءِ حسرتا، بجز هڪ ٿاهيل ڪپٽ جي تصوير جي (1) هن جو ڪيل اهو سوررو ڪم ۽ انگريزي شاعري الائي ڪٿي گم آهي. الائي اها ڪٿي موجود بہ آهي يا اڌوهي کائي ڪم خلاص ڪيو.الاس!]

جڏهن لکي پڙهي تڪجان ٿو، تڏهن زال جي صحبت چڱي آهي.(2) پر اها بہ ويچاري منهنجي ۽ منهنجي ٻارن جي خدمت ۽ چاڪريءَ ۾ مس پوري آهي. پٽن مان بہ وڏو (نادر بيگ) صحبت جهڙو ڪراچيءَ ۾ گذاري، ٻيا ننڍا آهن [۽ 3 جولاءِ 1929ع کان پوءِ پنهنجي پٽ نادر بيگ جي باري ۾ ڪجهہ،ڊائري ۾ لکڻ لاءِ مرزا قليچ بيگ صاحب هن دنيا ۾ هاڻي موجود ڪونہ هو] سو مرزا صاحب جي ڊائريءَ جا پنا، اتي پورا ٿيا!Thats all.

وفات شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ 3 جولاءِ 1929ع. تدفين: بلندشاهہ حيدر آباد.

والد صاحب جي وفات واري ڏينهن، نادر بيگ اڪيلن ۾ آلاڻ ڪٽي ڪراچي کان حيدآباد پهتو هو، ۽ اوطاق جي ورانڊي ۾ پلر جي

(1) اها تصوير هن ڪتاب ۾ ڏسي سگهو ٿا.

(2) مرزا صاحب جي ٽين ۽ آخري گهر واري.

پرسان ڪنڌ لاڙي چپ چاپ عزيزن، قريبن کان فاتح ونندو رهيو. ان صدمي جي اثر هيٺ يا ڪنهن سبب ڪري ان سال ئي هو ڪراچيءَ مان فيمليءَ سوڌو شفٽ ٿي ڪجهہ سالن لاءِ حيدرآباد جي صدر علائقي ۾ رهائش پذير اچي ٿيو هو. چاڙهڻ گهرجي تہ، صدر، ان دؤر ۾ بہ اڄ ئي وانگر نهايت محفوظ پرسڪون ۽ رهائش لاءِ آئيڊيل علائقو هئو. چوڌاري، رستي جي ڪنارن سان وڏاوڏا جعفرين وارا خوبصورت بنگلا. بنگلن جي چوڌير عاليشان بائونڊري والز. اندر بنگلن ۾ لان. لان ۾ رنگارنگ گلن جي بهار. يوڪلپٽس، گل عباس، گل نشتر ۽ صنوبر جا دراز قامت وڻ. ماحول سڳنڌيريو.(1) نادر بيگ پنهنجي بنگلي جي جنهن ڪمري ۾ وڇايل گاديلي اڳيان رکيل ٽپائي تي ويهي لکندو هو، ان جي سامهون، باغ ڏانهن کلندڙ دريءَ، دريءَ سامهون باغ جي بائونڊري وال ان جي پرسان اوريان پريان نظر ايندڙ وشال ميدان هو. بنگلي جي مين گيٽ اڳيان صاف سٿرو پڪو رستو. رستي تان، رکي رکي دير دير سان لنگهي ويندڙ ڪنهن شيورليٽ يا وڪٽوريا گاڏي جي گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ (2). ماحول ۾ مڪمل سيڪيورٽي ۽ سڪون. رستي جي موڙ وٽ، ڪنڌ سان بجليءَ جو بنبو، هيٺ نهايت سهڻو ڳاڙهو ليٽر باڪس. (اڃا خبر هن پنهنجون ڪهاڻيون، ماهوار سنڌو شڪارپور جي ايڊيٽر کي ان ذريعي ئي هتان روانيون ڪيون هجن) ٿورو اڳيرو رستي جي پاسي کان ميل جو پٿر کتل. ان کان ٿورو پريرو مهربان ايراني ريسٽورانٽ. ريسٽورانٽ جي ديوارن تي فريمن ۾ ايران جا لينڊ اسڪيپ ۽ امام رضا جي روضي پاڪ جا دلفريب دلڪش منظر ٽنگيل. هوٽل جي گيٽ سان ڪائونٽر تي ويٺل ايراني ريسٽورانٽ جو گول مٽول، ببل گم جهڙو گلابي مُک وارو ايراني مالڪ. سندس آڏو ڪائونٽر تي موجود نمڪين بسڪيٽن ۽ لذيذ ڪيڪ سلائيسز سان لبالب پريل شيشي جون برنيون. ٽئبل تي ويٽرس جي نهايت شائستي سروس. رات جو نادر بيگ پنهنجي دوست ڊاڪٽر شيخ ابراهيم خليل سان سندس ڪلينڪ تي تاش راند کيڏڻ کان پوءِ،

(1) نادر بيگ جو اهو پراڻو صدروارو گهر هاڻي صفحہ هستي تان مٽجي چڪو آهي. (قدرت جي ستم ظريفي)

(2) هن بيان جو راوي نادر بيگ جو ننڍو ڀاءُ چاچا اسد بيگ آهي.

ان ئي ايراني هوٽل تي پهچي گڏجي چانھ پيئندو هئو.(1) ۽ اتي ايندڙ، ان وقت جي ناميارن ليکڪن سان گپ شپ ڪري رات جو ٻالهيون ٻولهيون ڪندا سگريٽ پيئندا، هو پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي ويندا هئا. اِهو تصور ۾ چاچا نادر بيگ جي صدر واري ان گهر ڏانهن ويندڙ پيرن جي انهن نشانن کي ڏسندي سوچان ۽ دلگير پيو ٿيان ته، پنجاهه پنجونجاهه سال اڳ چاچا نادر بيگ، جيڪو پنهنجو سمورو تخليقي ڪم، صدر واري ان گهر ۾، يا گارڊن ايسٽ ڪراچيءَ واري ڪنهن بنگلي ۾ ويهي ڪيو ته، ڇا محض ان لاءِ ته، نهايت جلد صرف اوڻونجاهه سالن جي ڄمار ۾ هن کي بلند شاھ واري قبرستان ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪرڻي هئي. (يا صاحب العصر والزمان الامان، الامان الامان).

ناظرين! هاڻي ٻيو قصو ٻڌو:

ويهين صديءَ جي ابتدا هئي ۽ نادر بيگ پنهنجي ڦوهه جوانيءَ ۾ بار ايٽ لا ٿي ولايت مان موٽيو هو. مغربي معاشري مان موٽڻ ڪري، سياڻيڪ هن ۾ تبديلي هئي ۽ ڪوٽ جي ڪالر کان نيڪ ٽاءِ ٻڌڻ تائين، هاڻي هو پنهنجي خاندان وارن کان هڪ الڳ نظر ايندڙ شخص هو. هن جي سوچ ۽ لائيف- پئٽرن مڪمل طرح سان فارورڊ ۽ ترقي پسند ماڻهوءَ وارو هو. 1933ع (2) ۾ هن جڏهن پنهنجي نياڻيءَ شيرين،جي نسبت آخوند خاندان جي چشم و چراغ فيروز نانا سان طئي ڪئي ته، پنهنجيءَ لو- مئرج، ڪان پوءِ ان ٻي ٻولڊ وک کڻڻ تي هڪ دفعو وري هن کي خاندان جي اختلافن سان منهن مقابل ٿيڻو پيو. ياد رکڻ گهرجي ته، اها ڪنهن پهرين چوڪريءَ جي شادي هئي جيڪا خاندان کان ٻاهر غيرن ۽ ڌارين (۽ وڏن جي چوڻ مطابق گهٽ ذات ۾) ٿي رهي هئي. ان ٻولڊ وک کڻڻ تي، نادر بيگ ان دؤر ۾ خاندانِ عزيز جي

(1) هيءَ ڳالھ مشهور اديب ۽ وڪيل عبدالقيوم صائب مون کي ٻڌائي.
(2) يادش- بخير، 1933ع ڀڳت سنگھ جي ڦاسيءَ جو ٻه سال آهي.
(3) هن 1933ع کان اڳ انقلاب جي عنوان سان خط جي فارم ۾ ڪهاڻي لکي هئي. ۽ ان ڪهاڻي ۾ هن شادي جي سطح تي، عورت کي خود مختاري ڏيڻ لاءِ ڀرپور حمايت ڪئي آهي. (مرتب)

بزرگن وٽان بيا ڪهڙا رماڪس پڌا ۽ برداشت ڪيا. ان جو رڪارڊ هن ڪنهن بہ لکت، ڪنهن بہ روزنامچي ۾ شايد ڪونہ ڇڏيو آهي (3) ۽ افسوس تہ ڏيءَ جي شاديءَ کان پوءِ، ڪهاڻيون لکڻ بہ هن جهڙوڪر ڇڏي ئي ڏنيون هيون. نہ تہ شايد، سندس اندر جي ڪيفيتن جي ڪا ريک، هن جي ڪنهن سٽ ڪنهن جملي، ڪنهن پيرا ۾ ضرورpreserve هجي ها.

قارئين ڪرام! شخصي توڙي ذاتي زندگيءَ ۾ نادر بيگ مرزا هرلحاظ کان اوهان جي خدمت ۾ مٿين مثالن جي روشنيءَ ۾، پاڻ کي پنهنجي قول فعل ۽ عمل ذريعي هڪ روشن خيال شخص طورprove ڪري چڪو هوندو. مان وڌيڪ گذارش ڪريان تہ، پنهنجي شادي کان ڏيءَ جي وهانو تائين هن پراڻن خانداني قدرن،Taboos۽ رجعت پسندانہ سوچ کي ٽوڙي پويان ايندڙن لاءِ رستو صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي (پر هاءِ ويچارو اڪيلو نادربيگ مرزا ڇا ٿي ڪري سگهيو!) سنڌي افسانوي ادب جي ڪيتر ۾ بہ، هن اهڙيون ئي ڇرڪائيندڙ ۽ بولڊ وکون کنيون آهن. ۽ ان وقت موجود مسلم، هندو ۽ پارسي سماج کي هڪ بئي جي ويجهو آڻڻ لاءِ بطور اديب ۽ انسان دوست سفير جي، پنهنجين ڪهاڻين ۾ مکيہ رول ادا ڪرڻ جي ڪوشش بہ پئي ورتي آهي. ان کان بہ اڳتي فني سطح تي، ڪهاڻي- هن وٽ اسلوب، ٽيڪنيڪ، ٽريٽ مينٽ ۽ ٻوليءَ جي سطح تي انتهائي سڌريل، صفاصاف ۽ جديد شيپ ۾ نظر اچي ٿي. نادربيگ کان اڳ فڪشن، قصہ گوئي ۽ شاعراڻي نثر جي ريشمي رومال ۾ ويڙهيل هو. هن ننڍ مان سجاڳ ٿي پنهنجي چوگرد موجود زندگي مان نوان ۽ فريش موضوع چونڊي، انهن کي افساني جي نئين مٽيءَ ۾ ڳوهي، نئين انداز سان پاٺڪ آڏو نروار پئي ڪيو. ۽ ڇاڪاڻ گهرجي تہ، نهايت اعليٰ تعليم يافتہ هجڻ سان گڏوگڏ، هو هڪ برلئنٽ وڪيل بہ هو ۽ ان ناتي سان بجا طور تي تہ هن جو واهپو، سماج ۾ موجود هر طبقي سان ٿيو هوندو. مشاهدي جي انهن مڙني حوالن کي نظر ۾ رکي ڪنڪليوين ڪڍبو تہ، نادر بيگ اسان کي سنڌي افساني جي اتهاس ۾ منفرد، ۽ نئين پوز سان داخل ٿيندڙ، نئين شروعات ڪندڙ، پهريون ماڊرن سنڌي افسانہ نگار نظر ايندو.

صاحبو! هتي هي بہ گوش- گذار ڪريان تہ، نادر بيگ مرزا جي ٻنهہ ويجهو عظيم نثر نگار مرزا قليچ بيگ موجود هو. هممعصر ڪهاڻيڪارن ۾ نوان نوان امنگ، اتپڻ ڪرڻ وارو جديد نثرنگار

لعل چند امرڏنومل ۽ ٻـ ٻيا پيچي آسانند مامتوراء ۽ امرلعل هنڱوراڻي پڻ ڪهاڻيون لکي رهيا هئا، هوڏانهن غزل ۾ نوان احساس اٿلائيندڙ، ان ڪي نئون لهجو عطا ڪندڙ شاعر مير عبدالحسين خان سانگي(1) ۽ نظم جي ڪيتر ۾ ڪشنچند بيوس جهڙا چند ستارا هن جي آسپاس جهرمر لايو بيٺا هئا ۽ هن پنهنجي انهن همعصرن جي ٿي وچ ۾ چاٽڻ گهرجي تـ ،بطور اسٽائلسٽ نثرنگار ۽ افسانہ نگار جي، پنهنجي فن جو انگاس اوچو ڪيو ۽ پاڻ موڪيو پئي. ۽ اهو زمانو 1926ع کان 1936ع تائين جو سمجهڻ گهرجي. ان زماني کي ٿي نادربيگ جي شهرت وارو زمانو سمجهڻ سان گڏو گڏ ڦوهہ جواني کان موٽندڙ وهيءَ وارو زمانو بہ سڏي سگهجي ٿو. ان ئي زماني ۾ 1932ع ڌاري بولچندراجپال، شڪارپور مان "سنڌو" رسالو جاري ڪيو. هن رسالي ۾ نادربيگ مرزا جي افسانن کان سواء، امر لعل هنڱوراڻي(مصنف: ادوعبدالرحمان)، آسانند مامتوراء (مصنف ناول شاعر ۽ ڳنوارڻ)، محمد عثمان ڏيپلائي (مصنف ناول "سانگهڙ" ۽ ٻيا )ڪتاب، عثمان علي انصاري (مصنف: افسانن جو مجموعو پنج ۽ ٻيا) ۽ محمد خان غني وغيره جا افسانہ بہ باقائده شايع ٿيندا هئا..... انهن افسانہ نگارن جي افسانن تي راء ڏيندي سنڌي نثر جي تاريخ (2) ۾، ڪاڪا منگهارام ملڪاڻي رقم طراز آهي تہ، انهن افسانن ۾ خاص ڪري، مرزا نادر بيگ جا افسانہ جذباتيت جي ڪري يادگار آهن. هن معاشري جي معاملن ۽ جذباتي ڪيفيتن کي افسانن ۾ آڻي تمام اعليٰ درجي جا، جذباتي افسانہ لکيا، جن ۾ سماجي حالتن ۽ محبتن جي واردات کي آندائين. سندس بهرين افسانو مُوهني جي ڊائري، آهي، جيڪو سنڌوءَ ۾ (ٽي) شايع ٿيو. (3) حقيقت ۾ هڪ نئين ڪنوار جي ڊائري جا هي ورق، سماج جو اهڙو عڪس پيش ڪن ٿا جيڪو اڄ بہ (۽ واقعي اڄ بہ-ن) نظر اچي ٿو. نادر بيگ کي ٻيا بہ افسانا لکيا. جهڙوڪ موهنيءَ جي دل جو داغ، موهني جي آهہ، موهنيءَ جي غلطي (ناٽڪ)، موهنيءَ جي فتح، معشوق موهني، موهنيءَ جو گهر، گهر جي چڪ، انقلاب .........۽ مرزا نادر بيگ

(1) وفات مير عبدالحسين خان سانگي- 1924. مدفن.ڀٽ شاه هالا
(2) سنڌي نثر جي تاريخ، صفحو 54.
(3) ان کان اڳ ۾ نادر بيگ جون ڪهاڻيون. موهنيءَ جي آهہ ۽ موهني (بن قسطن ۾)- سنڌو رسالي جي مئي ۽ مارچ - اپريل 1932ع وارن پرچن ۾ شايع ٿيل نظر اچن ٿا. (مرتب).

جا اڪثر افسانا موهنيءَ جي نالي آهن. انهن ۾ جيڪا جذباتيت لڪل آهي سا محبت جي ڪنهن نہ ڪنهن عنوان هيٺ آهي (1).

ناظرين حضرات! ياد رکڻ گهرجي تہ، منگهارام ملڪاڻيءَ، موهنيءَ جي ڊائري، کي نادر بيگ مرزا جي پهرين ڪهاڻي شمار ڪيو آهي....۽ ڄاڻڻ گهرجي تہ، بنهہ پهريون دفعو هن ڪهاڻي جو تانيجو ان ريت آڻي، نادربيگ مرزا، پنهنجي جدت پسند طبعيت ۽ نئين ڊڪشن جو آرنپ بہ هن ڪهاڻي ذريعي ئي چڻ ڪري ڇڏيو هو. هن ڪان اڳ يقين فرمايو تہ مرزا قليچ بيگ کان وٺي ميران محمد شاه تائين ڪنهن بہ ليکڪ ڪهاڻيءَ کي ڪهاڻي- ٽيڪنيڪ جي سطح تي ڊيل ئي نہ ڪيو هو. ظاهر ٿيو تہ، نادر بيگ پنهنجي پهرين ڪهاڻيءَ سان ئي، ادب ۾ نئين انداز ۽ نئين پوز سان داخل ٿيڻ جا امنگ ڪٽي پڌاريو هو. وڌيڪ عرض تہ، نادر بيگ کان اڳ سنڌيءَ ۾ ماڊرن يا جديد افساني جو ڪوئي ماضي ڪونہ هو. هن نئين شروعات جي ابتدا ڪندي، ڪهاڻيءَ کي فن، فارم ۽ ٽيڪنيڪ جي سطح تي ڊيل ڪرڻ سان گڏو گڏ نوان موضوع ڏئي ان وقت جي مسلم پارسي ۽ هندو سماج کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ جا بہ جتن پي ڪيا هئا.

اوهان مٿي ملاحظ فرمائي آيا هوندو ۽ يقنن، تذڪره نويس کان معلوم بہ ڪرڻ چاهيندا هوندؤ تہ: نادر بيگ جو، پنهنجيون هيتريون ساريون ڪهاڻيون موهنيءَ جي نالي سان لکيون آهن تہ، آخر ڪهڙي خوشيءَ ۾ ؟ اها موهني هئي ڪير ؟ ڇا مخص نادربيگ جي تخيل جو ڪرشمو؟ يا واقعي هڏ چم واري ڪا دوشيزه؟ موهني جي باري ۾ ڊيٽيل سان ڪجهہ ٻڌائڻ جي سلسلي ۾ خود نادر بيگ بہ ٽال مٽول ڪئي آهي. لکيو اٿس تہ، ڪئين دوستن مون کان پئي پڇيو آهي تہ، اها موهني آهي ڪير جا، تو مان اچي ڦاٿي آهي. انهن کي جواب اهوئي آهي تہ موهني، اها جا دل کي موهي. هان! هي ڇا؟ نادر بيگ تہ، ڳالهہ گول ڪري، هڪ جملي ۾ ئي موهني جو قصو وائينڊ اپ ڪري ڇڏيو. هوئنن ائين هو ڪونہ. موهني واقعي هڪ وجود رکندڙ سانوري سلوٽي چنچل نينگري نادر بيگ مرزا جي آس پاس هئي ضرور(2). ڪير هئي؟ ڪيڏانهن وئي؟

(1 ۽ 2) موهني جي نسبت سان، نادر بيگ جي لکيل هڪ ڪاني، ڪتاب جي صفحي 62 تي ڏسو.

اهو معلوم ڪرڻ لاءِ ٿورو تحمل. اڳتي هلي ان راز تان پردو کڄندو ضرور- تيستائين Wait, please في الحال صرف ايتري گذارش ڪريان، تہ موهني نادر بيگ جي آئيڊيل هئي. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ موهنيءَ کي هر ڪردار ۾ ٽراءِ ڪيو آهي. ڪٿي هو، چنچل، ذهين ۽ ڪاليجي نينگر آهي جنهن کي چاڪليٽ ڏاڍا وڻندا آهن.(ڪهاڻي، موهنيءَ جي فتح)، ڪٿي وري هڪ شڪي مزاج زال جي روپ ۾ آهي (ناٽڪ موهنيءَ جي غلطي)، ڪٿي تہ هوءَ نهايت سنجيده، وفادار هائوس وائيف آهي ۽ ڪٿي وري، بي حد فارورڊ ۽ نهايت مخلص محبوبا جي روپ ۾ پاڻ پسائي ٿي (ڪهاڻي: موهنيءَ جي دل جو داغ). مثال طور هن ئي ڪهاڻيءَ ۾، موهنيءَ کي ٿورو نادر بيگ جي نظر سان ملاخظ فرمايو: موهني کي پارسي فئشن جي ريشمي ساڙهي، جنهن جو پلئہ سوني بروچ سان اٽڪيل هو، پيل هئس. وڏي ڪڙيءَ واري جتي. جوراب اهڙا سنها ۽ قدرتي رنگ جا هئا جڻ تہ مريا پيا ڏسجن. مطلب تہ، هر نموني وڻندڙ ۽ نازنين لڳي رهي هئي. انهن ڪهاڻين کان قطع نظر، نادربيگ پنهنجين بہ بهترين رومينٽڪ ڪهاڻين ۾ خورشيد نالي واري هڪ خوبصورت نائڪا بہ بہ انٽروڊيوس ڪئي آهي. انهن بہ ڪهاڻين موهني جو گهر، ۽ پاڪ محبت مان ڪهاڻي پاڪ محبت جو هيرو جڻ نادر بيگ پاڻ آهي. ثبوت ان جو هي تہ ان ڪهاڻي جو نائڪ، نہ فقط ذات جو مرزا آهي پر نادر بيگ وانگر پيشہ ور بئريسٽر بہ آهي. ۽ چاهجي تہ، هن ڪهاڻي کي نادر بيگ جي آٽو بايو گرافيءَ جو هڪ خوبصورت چئپٽر بہ سمجهي سگهجي ٿو. هن ئي ڪهاڻي ۾ موهني سان نادر بيگ جي سچي محبت ۽ بي پناهہ چاهت جو پتو بہ ملي ٿو. ان جو ثبوت هي آهي تہ ڪهاڻيءَ جي هڪ انتهائي نازڪ موڙ تي، هو موهنيءَ کي پنهنجي سچائي جو ثبوت ڏيندي چوي ٿو، خورشيد ڪهڙي؟ خورشيد نہ ڪا هئي نہ ڪا ٿيندي .......هميشہ کان تون ئي تون هئينءَ موهني. خورشيد بہ، تون تہ- موهني بہ تون!

عزيزو! موهني لاشڪ تہ، نادر بيگ جي ڪهاڻين جو هڪ سگهہ پريو ريفرنس آهي. پر، موهني هن جي ڪهاڻين جو حرف

آخر ڪانهي. ان کان سواءِ بہ ڪي پيا سماجي موضوع ڪٿي هن ڪي سوشل بغاوتون پنهنجن ڪهاڻين ۾ ڪيون آهن. مثال طور ڪهاڻي: ماءُ جي محبت ۾ هن عورت سان مرد جي استحصال ۽ ان سان ٿيندڙ ايمان تي ڪراءِ ڪيو آهي. ڪهاڻي (انقلاب) خط جي فارميٽ ۾ لکيل، هڪ اهڙي پڙهيل لکيل نينگريءَ جي وارتا آهي جنهن کان بنا رضامندي وٺڻ جي ڪيس هڪ اهڙي شخص سان پرڻايو ويو جنهن کان آخرڪار ڪهاڻي جي نائڪا زاهده، هڪ رات جو گهر ڇڏي، پاڻ آزاد ڪرائي ٿي. ڪهاڻي پاڇائيءَ جي آڳ ۽ پاڇائيءَ جي مضمون نويسي، ڏير ۽ پاڇائيءَ وچ ۾ هلڪي ڦلڪي نوڪ جهونڪ تي مشتمل نادر بيگ جون بہ انتهائي دلچسپ ڪهاڻيون آهن. ڪهاڻي معشوق موهني، نهايت سهڻي اسڪرين پلي، ٽيڪنيڪ ۾ لکيل فينٽسي آهي، جنهن جي منظر نامي ۾ ، پر پيچ رستا، طوفان کنوڻ جا چمڪاٽ، طلسمي ماحول، پهاڙن جو ڦاٽڻ... ۽ انهن مان اڪري پار پوڻ جو درس ڏنل آهي. ڪهاڻي (محبت) جو معجزو سنڌ جي وسيع قبرستان مڪليءَ جي ٻن قبرن جي پس منظر ۾ تخليق ڪيل، هڪ خيالي رومانوي وارتا آهي. هي ڪهاڻي پڻ فينٽسي اسٽائيل ۾ لکيل آهي. ڪهاڻي (بيگم جو خواب) اهڙي عورت جي ڪامپليڪسن جي نفسياتي وارتا آهي جنهن کي پاڻ کان ننڍي ڇوڪري سان پرڻايو ويو آهي. ڪهاڻي، اسانجي دعا ۾ جيئن عنوان مان ظاهر آهي دعا جي تصور کي نادر بيگ ڊسڪس ڪيو آهي. ۽ هر مذهب ۾ دعا گهرڻ جي انداز کي هن لکڻيءَ ۾ سمويو آهي. نادر بيگ جي هيءَ لکڻي، انشائي ٽيڪنيڪ جو اعليٰ نمونو پيش ڪري ٿي. ان ڏس ۾ وڌيڪ عرض ڪريان تہ، اوهان جڏهن هنن ڪهاڻين جو مطالعو بغور فرمائيندو تہ، نادر بيگ کي اوهان موضوع جي چونڊ، پلاٽ، ڪردار نگاريءَ ۽ ٽريٽ مينٽ جي سطح تي هڪ پرفيڪٽ افسانہ نگار ڏسندو. علاوه ازين هن جي ڪٿا سنسار ۾ اوهانکي ان وقت جي مسلم، هندو ۽ پارسي سوسائٽيءَ جي عجب عجب ڪردار سان پڻ مڪا ميلو ٿيندو. پڙهيل لکيل بي اي، ايم اي، ايم بي بي ايس ۽ بار ايٽ لا ڪردارن کي ڇڏي ڪري پورهيت، هاري،

زميندار، وياج خور واڻيا، ڪانگريس جا ميمبر، محبت ڪندڙ مائون، وضعدار پيءُ، وفادار دوست ۽ ٻيا ڪئي اهڙا ڪردار پنهنجي پنهنجي گيٽ اپ ۾ پاڻ سان گڏ پنهنجي سماجي صورت حال کان بہ اوهانکي متعارف ڪرائيندا نظر ايندا. اهو صحيح آهي تہ، نادر بيگ جي اسلوب ۾ رومانيت وڌيڪ آهي. ۽ ان جو بہ هڪ جواز آهي. جنهن سماج ۾ هو موجود هو، اها هر لحاظ کان، هڪ مڪمل ۽ ريليڪسڊ سوسائٽي هئي. ان يگ جي ماحول ۽ ڪلچر جو عمراني جائزو وٺو تہ، اوڻيهين صديءَ جي آخر ۽ ويهين صديءَ جي ٻئي، ٽوٽي ٽئين ڏهي ۾ ماڻهو پنهنجي جوڻ ۾ هئا. ننڍي کنڊ جي قومن وچ ۾ ڪلچر ۽ ثقافت جو ڪوئي ڪلئش ڪونہ هو. برصغير جون سڀ قومون پنهنجي پنهنجي رخ سان ثقافتي سوئمبر ملهائي رهيون هيون. هتي رهندڙن کي هوا، موسمن، ميون ۽ درياهن تي هڪ جيترو آڌيڪار هو. اختلاف ڪو، جي ڪنهن سان ڪندو بہ هو تہ، ادب ۽ ڏيرج سان. ها! نفرت هئي تہ صرف انگريز سان. ڪو سياسي سلوگن قوم پرستن وٽ هو تہ فقط هي! انگريزو! هندستان خالي ڪريو. پيار ۽ همدردي هئي تہ، ان طبقي سان جنهن سان انگريز بهادر ويل وهائي رهيو هو. ڇوڪريون ان وقت جون اديبن شاعرن کي وڻنديون هيون تہ، صرف عامل هندن ۽ پارسين جون. دانشورن ۽ مذهبي اڳواڻن وٽ ڪا، فڪري يڌ هئي تہ، صرف مذهب ۽ سائنس جي وچ ۾. المختصر تہ ماحول ۾ هر طرف آنند، شانتي ۽ ڪلياڻ جو راڄ هو. نہ جهيڙا، نہ جنجال. نہ ڦيٽا جام هڙتالون، نہ احتجاجي جلوس، نہ بينرس، نہ پوسٽرس، نہ پٿين تي چاڪنگ، نہ پٿراءُ، نہ ڳوڙها گئس جو آزار، نہ ڪلاشنڪوف جا سڌا برسٽ. وڏي ڳالهہ تہ، با اختيار انگريز سرڪار جي دهشت جي باوجود، عام شهريءَ کي تحفظ ميسر هو. حد اِها آهي تہ، سياست بہ شرافت سان ڊيل ڪئي ويندي هئي. اُن وقت جي ماڻهوءَ جو تصور اڄ جي ماڻهو کان يقين ڪريو تہ، بلڪل مختلف هو. ان وقت جو عام ماڻهو، گهڻي حد تائين غير سياسي هو. اڄ جي ماڻهوءَ جو تصور، مڪمل سياسي ماڻهوءَ جو تصور آهي...... پر ياد رکو، نادر بيگ پنهنجي ان زماني کي پرسڪون ۽

ننڍاڪڙين سان قطعي ڪونہ پئي ڏٺو. ھن پنھنجي زماني جي انھن روحاني ۽ رومانسي وارتائن کي ھڪ نفيس ۽ نازڪ خيال مفڪر ۽ ذھين ڪھاڻيڪار جي اکين سان نہ فقط ڏٺو پئي پر ساڳي وقت پنھنجي ڪھاڻين ۾ ان جو ثبوت بہ پيش ڪيو پئي.

حضرات! ۽ ھاڻي ھن پئراگراف ۾ اوھان جي توجہ جو ڪجھ وڌيڪ گھرجائو آھيان. سنڌي نثر جي تاريخ جو ليکڪ، منگھارام ملڪاڻي لکي ٿو تہ، نادر بيگ مرزا پنھنجي لائق والد قليچ بيگ مرزا جو لائق فرزند ھو. جنھن مشھور سنڌي مخزن سنڌوءَ ۾ 1932 کان 1936ع تائين درجن کن نئين زماني جون سڌريل بناوت واريون سماجي اوٺاين بابت آکاڻيون ڇپايون ھيون .....ھتي مان راقم الحروف پڇان ٿو تہ، ان کان پوءِ ھن ڇا لکيو؟ ۽ جي لکيو تہ ڪٿي ڇپايو؟ جواب ان جو نھايت آسان آھي تہ، ان کان پوءِ ھن صرف پنھنجي ڪيسن جا دليل پئي لکيا، يا ذاتي ڊائري. لڳي ائين ٿو تہ، 1936ع کان پوءِ ھو ڪن انتھائي ذاتي اھنجن سبب، ڪھاڻيون لکڻ ڇڏي، مزاحيہ شاعريءَ ۾ پاڻ کي وائينڊ اپ ڪري رھيو ھو، ۽ ڪيڏي عجيب ڳالھہ آھي تہ 1936ع ۾ جڏھن دنيا جي ٻئي ادب سان گڏ، سنڌي ٻوليءَ جي ادب بہ، ترقي پسنديءَ جي اثر ھيٺ ايڪٽيو ٿيڻ شروع پئي ڪئي تڏھن نادر بيگ، پنھنجي زندگيءَ جي ان اينڊ تي ھو، جتي ھن کي السر جي بيماريءَ ۽ ھٿ جي تنگيءَ گھٽو گھيري ورتو ھو. ھيڏانھن ننڍي کنڊ جي ادب، آرٽ ۽ تنقيد تي، اشتراڪي تحريڪن جو اثر پئجي رھيو ھو. ۽ ھوڏانھن نادر بيگ ترقي پسند تحريڪ جو اثر قبول ڪرڻ کان اڳ ئي پنھنجي ڪھاڻين کي توڙ تائين پھچائي چڪو ھو. مون کي تہ، ائين ٿو وسھي تہ؛ 18 آڪٽوبر 1936ع تي ھوڏانھن اردو ڪھاڻيءَ جي امام، پريمچند اکيون ٻوٽيون. ھيڏانھن نادر بيگ جي ھٿ مان بہ قلم ڪري ٽئبل جي ھيٺان گم ٿي ويو- (والسلام)

حضرات! نادر بيگ مرزا جو مطالعو ڪھڙن ڪھڙن ڪتابن تائين پکڙيل ھو، اھو نقطو ھتي غور طلب آھي. ان سمي ھن جي ٽئبل ڪبٽ ۽ شيلف تي ڪھڙن ليکڪن جا ڪتاب ھر وقت موجود رھندا ھئا. اھو ٻڌائڻ کان نادر بيگ جي ڌيءَ شيرين بہ

معذرت ڪئي البت، راقم الحروف جو انومان هي آهي تہ، برصغير ۾ ان وقت ۾ موجود ليکڪن مان هن ٽئگور، مولوي نذير احمد، مولوي عبدالحليم شرر، پنڊت رتن ناٿ، مولانا شبلي، علامہ اقبال، سروجني نائيڊو ۽ منشي پريمچند جي لکيل ادب کي ضرور ڇَٽ ڪيو هوندو. ڇاڪاڻ تہ هو ننڍي ڄمار کان ادب ۾ ۽ ادب مان بہ فڪشن ۾ گھري دلچسپي رکندڙ شخص هو. ان ڪري ڇاٽڻ گھرجي تہ ولايت ۾، پنهنجي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ دؤران هن ان وقت جي مشهور ليکڪن، برنارڊشا، موپاسان، ڊي ايڇ لارنس، ٿامس مان، ڪاميو، ڪافڪا،وليم جيمس، جيمس جوائس، ورجينيا وولف، اوهينري، گورڪي ۽ ٽالسٽاءِ وغيره جو لکيل ادب بہ ضرور نظر مان ڪڍيو هوندو. وڏي ڳالهہ تہ، ان صديءَ ۾، نفسيات جا وڏا ماهر فرائڊ ۽ ايڊلر بہ موجود هئا، ۽ نہ فقط موجود هئا پر فرائڊ جي فلسفي جنسي جبلت ۽ ايڊلر جي متي تحليل نفسي کي يورپ جي ادب ۾ وڏي مڃتا ملي رهي هئي. ۽ ويهين صديءَ جي شروعاتي ڏهاڪن ۾ يورپ ۾ اسرندڙ تخليقي ادب انهن ٻنهي نظرين جي زير اثر بہ هو. علاوه ان جي، جڏهن نادر بيگ اجا ڇويهن سالن جو جوان هو ۽ 1914ع ۾ هيڏانهن لوَ مئرج ڪري رهيو هو. هوڏانهن پهرين مهاڀاري يڌ ڇڙي پئي هئي. 1917ع ۾ روس ۾ زار شاهي جو تختو اونڌو ٿيو ۽ لينن کي مزدور ۽ پورهيت پيڙهيءَ جي حمايت حاصل ٿي ۽ روسي ليکڪن پشڪن، دستو فسڪي، ترگنيف ۽ گوگول جو لکيل ادب ان وقت سنڌ ۾ نہ فقط پهتو هو پر ايترو پسند بہ ڪيو پئي ويو جو گوگول جو هڪ اسٽيج ناٽڪ، انڪوائري آفيسر (1) جي ناٽي سان نادر بيگ جي والد قليچ بيگ سنڌي ۾ ترجمو ڪري انکي اسٽيج بہ ڪرايو هو. هڪ ٻي تاريخي ڳالهہ پڌو، 1933ع ۾ جڏهن نادر بيگ سنڌو مخزن جي ايڊيٽر ٻولچند لاءِ پنهنجي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو سهيڙي رهيو هو، تن ڏينهن ٽئگور وشو ڀارتي يونيورسٽي قائم ڪرڻ ۽ انجي واڌاري لاءِ امداد گڏ ڪرڻ جي خيال سان پنهنجا سهائتا پير سنڌ اچي گھمايا هئا ۽ جنهن

(1) ياد رهي تہ مرزا قليچ بيگ هي ڊرامو 1896ع ۾ ترجمو ڪيو هو. (مرتب)

ڏينهن بيسنت حال ۾ ان ڪم لاءِ اچي خطاب ڪيو هو، چاچا اسد بيگ گواهي ڏني تہ، نادر بيگ ان ۾ نہ فقط شرڪت ڪرڻ لاءِ پر بہ نفسِ نفيس چندو ڏيڻ لاءِ بہ ويو هو..... تہ مون چيو پئي تہ، پهرين مهاياري يڌ، زار شاهي جو خاتمو، انقلاب فرانس، فرانس جون جديد تحريڪون، سوشلسٽ ريئلزم ۽ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون بيون اوٽ پٽانگ تحريڪون هر حال ۾ بارايت لا ۽ ڪهاڻيڪار نادر بيگ جي مطالعي هيٺ ضرور آيون هونديون. يقين سان اهو، ان ڪري ٿو چئجي تہ، جيڪڏهن هن ڪي انهن تحريڪن ۽ ادبي لاڙن جي سڌ بڌ ڪانہ هئي تہ، پوءِ هن وٽ سندس ذاتي زندگي ۽ ڪهاڻين ۾ هي جيڪي سوشل بغاوتون نظر اچن پيون، انهن لاءِ هن اتساهہ آخر ڪٿان حاصل ڪيو!؟

۽ عزيزو! خلا مان رڳو وحي ۽ فرشتا لهندا آهن. نادر بيگ جهڙا ڪهاڻيڪار نہ.

معزز خواتين و حضرات! مٿينءَ وضاحت ڪان پوءِ، اوهان ڪي ناچيز تذڪره نويس سان متفق ٿيڻو ئي پوندو تہ، سنڌ ۾ ماڊرن يا جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جو پايو وجهندڙ نادر بيگ مرزا بئريسٽر ئي آهي، جنهن جي جاڪوڙ ۽ ذهني پورهئي سان نہ فقط جديد سنڌي ڪهاڻيءَ ڪي نئين انرجي، پوٽينسي ۽ فريش بلڊ ميسر ٿيو پر ان سان گڏوگڏ اهو ويساهہ پڻ مليو تہ، بين صنفن جي موجودگيءَ ۾ وزنائتي ڳالهہ ڪرڻ لاءِ ڪهاڻي جو ماڌيم ئي وڏي اهميت جو حامل آهي.

يادش بخير. نادر بيگ مرزا سان گڏ، سنڌي افسانـي جي تاريخ ۾ بہ چهرا، بہ نالا بيا بہ انتهائي اهم آهن... آسانند مامتورا ۽ امر لعل هنگوراڻي. باوجود ان جي تہ، نادر بيگ انهن سان گڏ سنڌي افساني جي تہ مورتيءَ جو هڪ اهم ڪارنر ۽ اهم ڪڙي هو، ۽ (وا، حسرتا) سنڌ ۾ هو روايتي بي حسي ۽ بي توجهيءَ جو شڪار ٿي ويو. ان جي برعڪس، هندستان ۾ سنڌ پبلشرس پاران آسانند مامتورا ۽ امر لعل هنگوراڻي جون چونڊ لکڻيون اشاعت هيٺ آئي، هنن ٻنهي ليکڪن جي پورهئي کي جڻ اڌوهي جو کاڄ بڻجڻ کان اڳ ئي بچائي ورتو ويو.خدا گواهہ آهي تہ، انهن ٻنهي ليکڪن جي پيٽ ۾

نادر بيگ مرزا ڪجھ وڌيڪ گهيير، نئون ۽ ورسٽائيل لکيو آهي. هن جي لکڻين جي انڊيڪس ۾، سنڌ جي ثقافت جي پس منظر ۾ لکيل انگلش ناول "دلڪشا" واقعہ ڪربلا ڪي موضوع بنائي لکيل بيون ناول، "محبوب ڪربلا" مزاحيہ شاعري جو جزليات تي مشتمل ننڍڙو مجموعو ۽ غزلن جو ديوان، ازان سواءِ لاتعداد اهي مضمون ۽ بيو لکڻيون جيڪي ان وقت جي رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپيون، ان کان سواءِ هن جو ٺاهيل عاليشان فرنيچر، نقاشيءَ جو ڪم، پينٽنگس، لينڊ سڪيپ، نيچرل فوٽو گرافي... ۽ جن مان صرف نشاني طورٿورو ڪجھ، قليچ لائبريريءَ جي ڪبٽن، گودامن ۾ ۽ ڪجھ نادر بيگ جي ڌيءَ مسز فيروزه نانا وٽ لاڪرز ۾ اجائين محفوظ (يا الائي غير محفوظ پيو آهي.

والله اعلم باالصواب. ۽ مومنو! تذڪري جو بيان ان تي پورو ٿيو.

اسان جي ليکڪ نادر بيگ مرزا، 16 مارچ 1891ع تي ڪوٽڙيءَ جي هڪ ڊاڪ بنگلي ۾ جنم ورتو ۽ 49 بهارون (الائي خزائون) ماٺي 12 فيبرووري 1940ع تي بلند شاهہ ۾ وڃي ابدي آرامي ٿيو. خير سان هيءَ صدي بہ اجھو هاٺي پوري ٿيڻ واري آهي. ۽ هڪ صدي تہ، نادر بيگ مرزا جي جنم کي بہ، 1991ع ۾ ٿي ويندي ۽ عزيزو! ان سان گڏ ئي چاچا نادر بيگ مرزا جو نالو، هن ڪتاب جي اشاعت سان پرھ جي پهرين جهرڪندڙ ستاري وانگر آسمان تي نڪري نروار ٿيندو، يا هڪ دفعو وري سڀ ڪجھ تاريخ جي صفحن پويان ڏنڌ ۾ گم ٿي تاراج ٿي ويندو. (نامعلوم)

۽ عزيزو! انهيءَ تي مان ۽ منهنجو خاندان، نادر بيگ مرزا جو هي معاملو، هاڻي وقت ۽ ادب جي عدالت جي حوالي ٿا ڪريون.... زياده حد ادب.

عزيزانِ گرامي قدر! نادر بيگ مرزا جي باري ۾ جيڪي ڪجھ، هن ناچيز تذڪره نويس جي ناليج ۾ هو، ان جو مٿي تذڪري ۾ بيان اچي چڪو، ۽ جڏهن اهو تذڪرو فيئر ٿي چڪو، تڏهن اوچتو وري خيال آيو تہ ڇو نہ هڪ دفعو مزيد، نادر بيگ مرزا جي چوهتر سالہ ڌيءَ گڏ اولڊ ليڊيءَ شيرين عرف بيبي زوجہ جسٽس فيروز نانا،

حال ساڪن پٽيل ڪورٽ فليٽ نمبر 2 باٿ آئلڊ کي تراء ڪجي.
ممڪن آهي ملاقات لاءِ ڪي گهڙيون متان ڏئي وجهي ... سو عزيزو! خوش قسمتيءَ سان هن دفعي منهنجي ڪوشش بارآور ثابت ٿي ۽ ملاقات لاءِ اپائنٽمينٽ ملي. بيان ان ملاقات جو ڪجهه هن ريت رقم ڪجي ٿو تہ، لاتعداد سوال ۽ مني ڪئسيٽ رڪارڊر کڻي، ڪلفٽن برج لهي، ڪابي هٿ تي محمد علي بوگره روڊ تي آيس ۽ اتان ٽين گهٽيءَ جي ڪابي هٿ تي پٽيل ڪورٽ جي فليٽ نمبر ٻئي جي دروازي تي، مقرر وقت مطابق اچي پهتس. ڪال بيل تي هٿ رکڻ کان پوءِ پٽيل ڪورٽ جي فليٽ نمبر ٻئي جو دروازو ان گهر جي پوڙهي ۽ وفادار سريلينڪين ملازم سلويسٽرا کوليو. اندر ان نالو ڪنفرم ڪرڻ کان پوءِ، ناتر وانگر گائيڊ ڪندي، هڪ ڪمري مان ٻئي ۽ اتان ٽئين مان هوءَ مون کي نيندي پئي وئي، ۽ مان حيرت سان هر ڪمري جو جائزو وٺندو پئي ويس ۽ عزيزو، بيان ڪهڙو ڪجي ان گهر جو، جنهن جي ڪمرن مان ناچيز لنگهي رهيو هو. ديوارن تي، ڪمرن جي ڪنهن جهوني يگ جون رنگين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ لائن ورڪ ۾ ٺهيل چغتائيءَ جون پينٽنگس ٽنگيل. ڪمرن جي ديوارن سان وڪٽورين ايج جو اولڊ اسٽائيل فرنيچر سليقي سان رکيل ۽ ڪنڊن ۾ نوادرات بطور شو پيس موجود. هيٺ فرش تي نصرپور جون رنگين فراسيون وڇايل.ياالله! هي گهر آهي يا اينٽيڪ سان پريل عجائب گهر. (مون دل ۾ سوچيو): مان جو ازل کان پراڻين شين ۽ جهونن ماڻهن جو عاشق رهيو آهيان، ان سوچ ۾ لڳي ويس تہ هن کان انڪوائري ڪندس: ڪٿان ورتيون آهن اوهان اهي شيون ؟ ڪنهن ڏنا آهن اوهان کي هي تحفا؟ ۽ ڪمرن مان لنگهندي مون کي اهو تہ وسري ئي پئي ويو تہ، مان هتي آيو ڪهڙي ڪم سان آهيان! اوچتو سلويسٽرا موڙ مڙي ڪمري ۾ داخل ٿي ۽ مان بہ ڊو، سندس پويان....... هوءَ جا، پنهنجي بيڊروم ۾ ڊريسنگ ٽئبل جي پرسان راڪي چيئر تي، نوادرات جي وچ ۾ ويٺي لڏي لڏي ننڍنگ ڪري رهي هئي، ڪنڌ کڻي مون تي جڏهن اُچا تري نظر وڌائين تڏهن اچانگ مون کي انهن نوادرات سان گڏ پهرين نگاهہ ۾ ادي بيبي ڪنڊ

۾ رڪيل چڻ ڪنهن اينٽيڪ جيان ٿي لڳي. هن جي لڏٽي ڪرسيءَ اڳيان، ايڪس ٽنگن واري ٽيبل ڏريل هئي ۽ ٽيبل تي رکيل هو، ڪتان باهران ڪالس لاءِ منتظر ۽ الرٽ نظر ايندڙ، اورينج رنگ جو اولڊ اسٽائيل ٽيليفون سيٽ. کابي هٿ تي، ننڍڙي رائونڊ ٽيبل موجود، جنهن جي ڪنڊ سان رکيل ايش ٽري مائلڊ سيون سگريٽ جي لاتعداد ٽوٽن سان ٽمٽار. مون ۽ مون سان گڏجي آيل منهنجي نهايت محبي دوست طارق عالم نهايت نوڙت سان کيس سلام عرض ڪيو.سيد کان اول مون پنهنجو ۽ پوءِ پنهنجي دوست طارق عالم جو سائين تعارف ڪرايو. معلوم رهي تہ پنهنجي خاندان عزيز جي ان بزرگ هستي کي، ان کان اڳ مون روبرو يا ڪنهن فوٽي ۾ اڪئين ڪين ڏٺو هو. جڏهن بئي جڻا سندس پرسان ڪرسين تي ويهي رهياسين، تڏهن اکيون کٽي بزرگن وانگر هٿ مٿي کٽي پڇائين : بابا...... ڪهڙو حال آهي؟ ۽ ائين چوندي هن کي اوچتو الائي ڇا ياد اچي ويو. هوءَ پنهنجي لڏٽي ڪرسيءَ جي نرم ۽ آرامده ڪشن تان اٿي، سامهون وڪٽورين اسٽائيل جي ڪبٽ ڏانهن وڌي وئي. ڪبٽ مان ڪاشيءَ ڪيدي هوءَ مڙي تہ هن گڏ اولڊ ليڊيءَ جي هٿ ۾ مائلڊ سيون سگريٽ جو پڪيٽ ۽ لائيٽر هو. آرام ڪرسيءَ تي ويهڻ کان پوءِ هن سگريٽ جو کليل پاڪيٽ مون ڏانهن وڌائيندي پڇيو?Do you smoke baba. مون Thanks چئي پاڻ ڏانهن وڌيل پاڪيٽ مان سگريٽ ڇڪي ڪڍيو ۽ لائيٽر سان پنهنجو سگريٽ دکائيندي هن جوسگريٽ بہ روشن ڪيو. کيس ڪش هڻندي ڏسي مون سوچيو سگريٽ بہ ڪن ڪن شخصيتن کي پيئندي ڪيڏو نہ ٺهندو آهي. پنهنجي ڪنهن سؤٽ سان ائين ويهي فري اسٽائيل ۾ سگريٽ پيئندي مون کي نئون ڪجهہ لڳي رهيو هو. انڪري مان اچانڪ خوشيءَ ۾ سرشار ٿيندو پئي ويس. هوا ۾ سگريٽ جا ڇقَ پکيڙيندي مون سوچيو: جيڪڏهن هن عزيزه مون کي پنهنجي موجوده اهنجن مان ڪي گهڙيون ڪيدي ڀيهر ملاقات جو شرف بخشيو تہ، مان هن لاءِ مائلڊ- سيون سگريٽن جو ٽن ء بمبئي بيڪري جو ٻن پائونڊن وارو چاڪليٽ ڪيڪ بطور پريزنٽ ضرور وٺي ويندس (1) هن سلويسٽرا کي چانهہ لاءِ سڏي

(1) ۽ ترت پوءِ ٻئي ملاقات ۾ مان هن لاءِ اهي شيون وٺي ويس

چيو پئي ۽ ڪمري ۾ موجود نوادرات ڪي ڏسندي مون کي لڳو تہ انهن اينٽيڪس۾سونهن دراصل ادي بيبيءَ جي سليقہ منديءَ ۽ حفاظت سبب ئي انهن شين ۾ موجود هئي. شايد انهن شين سان محبت هن کي ورثي ۾ ملي هئي- ڪجهہ پنهنجي والد نادر بيگ ۽ ڪجهہ پنهنجي گهر واري جسٽس فيروز ناناه کان مون کي لڳو چڻ هرشيءِ هن سان گڏ زنده هئي ۽ ساهہ پساهہ کڻي رهي هئي. جهوني يگ جي رائيٽنگ ٽيبل، وارڊ روب، ڪاٺ جي پيتي، آرام ڪرسيون، ايشٽري، پٽ تي وڇايل ۽ پٽ تي ٽنگيل قالين، ۽ مون ڏٺو، ڪمري ۾ هرشيءِ مقدس عبادت گاهن ۾ رکيل شين وانگر سليقي سان ۽ ترتيب ۾ رکيل هئي ۽ هرشيءِ تي چڻ ٽڏ ۽ مانار جو غلاف چڙهيل هو. منهنجون نگاهون ڪنهن ريدار ۾ گول ڦرندڙ سئيءَ وانگر ڪمري ۾ ڦرنديون رهيون، تڏهن اوچتو منهنجون نگاهون بنگلا جي برک چترڪار زين العابدين جي هڪ چارڪول سان بنايل جڳ مشهور پينٽنگ تي کپي ويون، جنهن ۾ اڌ اگهاڙا‌هڙ‌ باٺيون ۽ پاسرا ٽيون نڪتل پارڙا ۽ هڪ پارڙي پنهنجي سڪل چٽيل پن جهڙي ماءُ جي، ان هٿ ڏانهن پوري شدت سان گهوري رهي هئي، جيڪا پنهنجي آڏو رکيل پٽ واري ٿالهيءَ مان گراهہ ناهي رهي هئي. پارڙن کان ڪجهہ پريان بہ بکيا ڪانگ بہ پنهنجيون چهنبون کولي پٽَ کي تڪي رهيا هئا.

زين العابدين جي ان تصوير ڏانهن شدت سان مون کي گهوريندو ڏسي اوچتو ادي بيبيءَ سڄاڳ ڪير. ها، نصير هاڻي چئہ .... چا تو پچڻ چاهين بابا جي باري ۾!

منهنجو ڌيان اڃا بہ تصوير ڏانهن هو، پر چيم، گهڻو ڪجهہ پچڻ تو چاهيان ادي. چيائين، گهڻو ڪجهہ تہ، وسري ويو اٿم نصيرا يادون ڏنڌ ۾ گم آهن. حافظو بہ ڪٽي رهيو آهي، هاڻي اهو جوانيءَ وارو. اُها زندگي جا اڌ صدي اڳ وڃائجي چڪي آهي، ظاهر آهي ان جي داستان جا ورق بہ پيلا ٿي چڪا هوندا.......... سو Continuity ۾ تہ ڪابہ ڳالهہ نٿي ٻڌائي سگهئين. تون پڇ. ڪنهن يادگيريءَ جو ڪو سرو، متان پڪڙي وٺان.

مون چيو: ادي جي ائين ٿئي، تڏهن بہ چڱو.

چيائين: اها ڳالهہ سوچيندي نصيرا! ڪيڏو عجيب پيو لڳي تہ، بابا کي هن دنيا مان گذري پنجاهہ سال ٿي چڪا آهن ۽ اهو وقت - ماضي بعيد ٿي چڪو آهي.

مون چيو: چاچا جي ڪابہ ڳالهہ ڪٿان بہ شروع ڪيو. مان پاڻهي ان کي ارينج ڪري وٺندس. چيائين ڳالهيون تہ گهڻيون ئي آهن بابا نصير. پر سڀ پاڻ ۾ مڪس آهن. پتو نٿو پوي تہ ڪهڙي ڳالهہ ڪٿان ٿي شروع ٿئي ۽ ڪٿي ختم.

مون ڳالهہ کي وائينڊاپ ڪندي چيو، ٺيڪ آهي مون کي پهرين چاچا نادربيگ جي ننڍپڻ جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو ۽ ان کانپوءِ سندس اڪيڊمڪ تعليم ۽ تربيت جي باري ۾..........

چائين : بابا جي ننڍپڻ کان تہ مان ڪا گهڻي باخبر ناهيان. ان بابت ڪجهہ اشارا ڏاڏا قليچ بيگ جي آتوباءِگرافيءَ "سائو پن يا ڪارو پنو" ۾ موجود آهن. اهي تون ڏسي چڪو هوندين. جيتري قدر لکڻ جي تربيت جو سوال آهي تہ ان لاءِ باباڪٽي لکيو آهي تہ مون کهاڻيون ننڍي هوندي کان ئي لکيون آهن، جو والد مرحوم (قليچ بيگ) جي ستي پيٽ ۾ پيل هئي. جڏهن ڪڏهن ساٿڻ گشت تي ويندو هئس تہ منزل منزل تي پنو ۽ پينسل ڏيندا هئا تہ جيڪي واٽ تي ۽ اڳين منزل تي ڏٺو، ٻڌو اُتئي سو لکي ڏيکار......سو لکڻ واري اها ڏات تہ هن کي ڄڻ ورثي ۾ ملي هئي. جيتري قدر تعليم جي ڳالهہ آهي تہ مئٽريڪيولشن سنڌ نيشنل ڪاليج ڪراچي مان ڪئي هئائين. ان کان پوءِ 1906ع ڌاري ڏاڏا بابا کي بارايٽ لا لاءِ ولايت روانو ڪيو، جتي بابا جو چاچو ڊاڪٽر جعفرقلي بيگ ۽ ان جي مسز ايڊي ليٽ بئٽرس مارٽن (1) اڳ ئي رهندا هئا. ڪجهہ وقت کان پوءِ بابا جا بہ ٻيا سڳا سؤٽ مرزا منوچهربيگ ۽ مرزا فرخ بيگ پڻ ساڳي تعليم لاءِ ولايت روانہ ٿيا هئا ۽ ساڳي ئي گهر ۾ ۾ رهندا ۽ تعليم حاصل ڪندا هئا. ها سچي!... هڪڙي مزيدار ڳالهہ هتي ٻڌايائين تي: ادي بيبيءَ پنهنجن منديں وارين آڱرين مٿي تي ڦيرائيندي مرڪندي چيو، جنهن ڏينهن ڏاڏا قليچ بيگ بابا کي لنڊن روانو پئي ڪيو، ان ڏينهن سندس

(1) Adelaide Beatrice Moreton.

روانگي جي يادگار طور پنهنجي ننڍي ٺوڙهي واري ڪتب خاني جي اڳڻ ۾ نم جو ٻوٽو پوکيو هئائين. 1912ع ۾ بابا جي بئريسٽر ٿي موٽڻ کان اڳ ئي اهو نم جو ٻوٽو وڻ بڻجي پنهنجي پوريءَ لينٽ بريٽ سان ڏاڏا جي ڪتب خاني تي ٿڌي ڇانو پکيڙي رهيو هو. بابا ڇهه ست سال ولايت ۾ آرام سان رهيو. خوب مطالعو ڪيائين. گهميو ڦريو. آئوٽنگ ڪيائين. لائبريريون اٿلايائين. دنيا جي ادب، آرٽ، پينٽنگس ۽ موسيقيءَ جو جائزو ورتائين......۽ جڏهن هو اتان موٽي واپس سنڌ آيو ته هڪ مڪمل بئريسٽر ۽ مڪمل ليکڪ بڻجي چڪو هو. اڇا چاچا نادر بيگ جي اوهان جي والده يعني آنٽي گريسيءَ سان شاديءَ بابت ٻڌو اٿئون ته، ڪورٽ مئرج هئي اُها ؟.

Yes. yes It was a love marriage. امان جيتوڻيڪ پهرين پنهنجي هڪ ٻئي سڳي سؤٽ فرخ بيگ مرزا جي منگ هئي. پر چاڪاڻ ته امان ۽ بابا نادر بيگ جي ڳجهه ڳوهه ۾ ڪا ڳالهه ۾ انڊراسٽينڊنگ ٿي وئي هئي، ان ڪري هو ٻئي خاندان جي روايتن سان بغاوت ڪندي هڪ رات جو ننڍي ٺوڙهي مان چپ چاپ نڪري ويا ۽ ڪراچي پهچي نڪاح (۱) ڪري ڇڏيائون. اها 1914ع جي ڳالهه آهي. نڪاح جي گواهن ۾ هڪ ته خود منهنجو وڏو مامو سدني بيگ مرزا شامل هو. جڏهن ته ٻيو گواهه شايد بابا جو ماروٽ مير ايوب خان هو. خانداني رنجش ۽ اختلاف سبب ڏهه سال ڪن ته، بابا کي ننڍي ٺوڙي ڏانهن لڙڻ ئي ڪونه ڏنو ويو. مان سمجهان ٿي، انهن سالن دوران ئي هو سٽي مئجسٽريٽ ٿي، ماتلي، لاڙڪاڻي ۽ نوشهري فيروز ۾ سرڪاري نوڪري ڪندو ۽ ٽائيم پاس ڪندو رهيو هو. نوشهري فيروز کان پوءِ ڪجهه وقت هن ڪراچيءَ ۾ به سرڪاري نوڪري ڪئي هئي، پر پوءِ خبر ناهي ڪهڙي آفيشنل ڳالهه تان ناراض ٿي، استعفيٰ ڏئي ڇڏي هيائين......... ها سچي! بابا نادر بيگ، ادي بيبيءَ ٺئون سگريٽ دڪائيندي چيو: ماهر بڪ- بائنڊر به هو. جن ڏينهن ۾ هو نوشهروفيروز جو سٽي مئجسٽريٽ هو، هن نوشهري جي سرڪاري لائبريريءَ جا سڀ ڪتاب هڪ هڪ ڪري پاڻ پنهنجي هٿن سان بائينڊ ڪيا هئا. گهڻو گهڻو وقت اڳي اها لائبريري ۽ ان جا خوبصورت

(1) نڪاح نامو هن ڪتاب جي صفحه 55 تي ڏسو.

بائنڊ ٿيل ڪتاب، مون ۽ فيروز نانا ٻـ اکين سان وچي ڏٺا هئا (1). ايتري ۾ ڪال بيل وڳي، دروازو کليو ۽ مون ڏٺو تـ ادي بيبي ۽ فيروز نانا جي ڌيءَ پنهنجي زماني جي مشهور انگلش نيوز ڪاسٽر ماهر تعليم انيتا غلام علي ڪمري ۾ اينٽر ٿي. ادي بيبيءَ اسان جو هن سان تعارف ڪرايو ۽ تعارف کان پوءِ مون ادي انيتا کي ٻـ وينتي ڪئي تـ جيڪڏهن پنهنجي ناني نادر بيگ مرزا جي باري ۾ ڪا ياد هن جي ذهن ۾ هجي تـ اها هوءَ مون کي ضرور ٻڌائي.

مان موٽي هاڻي ٻيهر ادي بيبيءَ سان مخاطب ٿيس. چيم بقول توهانجي، اهڙي طريقي سان شادي ڪرڻ کانپوءِ، هن کي ٽنڊي ٺوڙهي ۾ اچڻ جي اجازت ڪانـ هئي. منهنجو سوال هتي هي آهي تـ، پوءِ اهي خانداني اختلاف ختم بـ ٿيا يا؟

خانداني اختلاف پوريءَ طرح سان تـ مرڻ گهڙيءَ تائين هن سان ختم ڪونـ ٿيا هئا. البتـ 1927ع يا 1928ع ڌاري، ڏاڏا قليچ بيگ، بابا جي ننڍي ڀيڻ ڦڦي دلشاد بيگم جي شادي جڏهن امان جي اڪوٺي مڱيندي فرخ بيگ جي، ٻئي پاءَ حيدرقلي بيگ سان رٿي تـ، اهو شرط رکيائين تـ هاڻي، جهڳڙا ختم ڪريو ۽ شاديءَ ۾ نادر بيگ کي وهاريو........ سو وقتي طرح اختلاف ختم ٿيا ۽ امان بابا ٽنڊي ٺوڙهي مان نڪرڻ کانپوءِ خيرسان پهريون ڀيرو موٽي ڳوٺ ۾ قدم رکيا.

اڇا، چاچا نادر بيگ جڏهن وري اوهان جي شادي خاندان کان ٻاهر، فيروز نانا (2) سان طئي ڪئي، تڏهن ٻڌو اٿم، خانداني اختلاف هڪ دفعو وري ........

چوهتر سالہ ادي بيبي منهنجي سوال تي وڏو ٽهڪ ڏئي کلي پئي. چيائين: هتي وضاحت ڪريان تـ، فيروز سان شادي(3).....

(1) نوشهري جي نوجوان ليکڪ لياقت رضويءَ ٻڌايو تـ، اها لائبريري ڊهي تـ، الائي ڪيڏانهن پٽپئي! پراڻا لاوارث لائبريري جا ڪتاب مختلف ماڻهن وٽ اڃا موجود آهن. بقول لياقت رضويءَ جي تـ، ڪجهہ بائينڊ ٿيل ڪتاب ان لائبريريءَ جا هن وٽ بـ بطور سوينئر موجود آهن.
(2) فيروز نانا ۽ ادي بيبيءَ جي شاديءَ جو سال 1933ع، هند ڪراچي.
(3) فيروز نانا جي وفات 1976ع. دفن: ميوه شاه قبرستان، ڪراچي.

It was purely my choice چاهوٿ. نانا فيمليءَ وارن سان بابا وارن جا گهرا دوستيءَ جا ناتا هئا. اٿ ويهه هئي. فيروز نانا کي پسند ڪري، پنهنجي چوائس ۽ فيصلي کان جڏهن بابا کي آگاهه ڪيم تڏهن براڊ مائينڊيڊ شخص انڪار بلڪل ڪونه ڪيو. مون چيو: ڏاڙين ۾ اوهان کي پرڻائيندي، هن کي خاندان جي اختلافن ۽ رنجش جو ڪو خوف نه هو؟

ادي بيبيءَ ٻڌايوته، هن چاتو ٿي ته اهو ڪجهه ته ٿيندو ئي !

ڇا ٿيندو ؟

يعني اهوئي ته، تنهن ٿوڙهي مان ڪوبه ان ۾ شريڪ نه ٿيندو ۽ واقعي ڪو آيو به ڪونه. شادي ته خير ٿي وئي پر نتيجو اهو نڪتو جو، پوءِ منهنجي تنهن ٿوڙهي اچڻ تي به ban لڳايو ويو. جڏهن 1940ع ۾ بابا رضا ڪئي ۽ هن کي وصيت مطابق حيدرآباد نيو ويو، تڏهن مون کي حويليءَ ۾ گهڙڻ جي اجازت خاندان وارن نه ڏني. مون کي ياد آهي، حويليءَ کان ٻاهر، ڏاڏا جي اوطاق ۾ ماڻهن کي ٻاهر ڪڍي مون کي ۽ فيروز نانا کي بابا جو منهن ڏيکاريو ويو هو.اڇا...... ؟......... ۽ ان سلسلي ۾ مون هن کان جيتوڻيڪ اڃا به ڪجهه وڌيڪ پڇڻ پئي چاهيو. پر هن ڪئسيٽ رڪارڊر جي پاز تي آڱر رکندي چيو: چڏ مون کي، بابا تون نادر بيگ جي ڳالهه ڪر.مون چيو: Sorry ادي. ٺيڪ آهي. مون کي ٻڌايو ته، چاچا نادر بيگ بطور پيءُ اوهان کي ڪيئن لڳو هو؟نهايت سٺوءِ بهترين دوست. ان کان به وڌيڪ هو اسان پنجن ئي ڀيڻ ڀائرن لاءِ هڪ انتهائي مهربان ۽ انتهائي شاهه خرچ پيءُ هو. مون کي ياد آهي ته شام ٿيندي ئي اسان جو گهر، بابا جي دوستن سان ڀرجي، ڪلب جيان ٿي ويندو هو. سڀ ڀاڻ ۾ وڏا وڏا ٺهڪ ڏئي ملندا ۽ ڪچهريون ڪندا رهندا هئا. اسان ٻارن جي انهن مهمانن جي آئو ڀڳت ۾ وڏي عياشي هوندي هئي. خوب خوب ڌمچر مچائيندا هئاسين ۽ هن ڪڏهن اسان کي اف به ڪونه چيو.

ڪڏهن به نه ؟

شايد هڪ دفعو.... ۽ اسين تڏهن ڪراچي جي الائي کهڙي ايريا ۾ رهندا هئاسين. بنگلي ۾ وڏو لان هو، ۽ (ان ۾ انبن،

چيڪن ۽ چمن جا وڻ سڄو ڏينهن هوا ۾ جهولندا ۽ پن ڇاڻيندا رهندا هئا ۽ اسين انهن وڻن جي هيٺان زانديون ويٺا رهندا هئاسين. هڪ دفعي منهنجي همعصر ۽ هڪ جيڏي پڦي، شهزاد بيگم (1) جڏهن حيدرآباد کان گهمڻ لاءِ اسان جي گهر آئي هئي تڏهن مون کي ياد آهي، اسين پئي نندڙيون هيوسين ۽ سڄو ڏينهن باغ ۾ ڪچا چمون ڇاڻي کائينديون، وڻن مان پن ڇاڻينديون رهيون سين.... شام جو امان جي ڪمپلينٽ تي، بابا صرف ايترو دڙڪو ڏنو ... ۽ جي ڪچا چمون کائڻ سان بيمار ٿي پيون ته، اڳتي باغ ۾ اينٽري بند اوهان جي........

بي مزيدار ڳالهه ٻڌايائين ٿي. امان کي سدا گهر تبديل ڪرڻ جوشوق هوندو هو. ۽ امان جي ان شوق باعث. ڪراچيءَ جي هر سٺي ايريا ۾ رهيا آهيون. ڪڏهن گارڊن ايسٽ، ڪڏهن رام باغ وٽ، ڪڏهن عيدگاهه وٽ، ته ڪڏهن صدر ۾، ڪڏهن کارادر وٽ، ته ڪڏهن باٿ آئيلنڊ.... سستائي جو زمانو هو. آبادي گهٽ هئي ۽ چوڏاري بورڊ لڳا پيا هوندا هئا. امان جڏهن ڪنهن گهر ۾ رهي بور ٿي پوندي هئي ته، اعلان ڪندي هئي: هاڻي هلوهتان.ٺئين گهر جو جائزو وٺڻ لاءِ، پهرين پهرين بابا ويندو هو. گهر ڏسي ان ۾ گهر جو سربستو نقشو ٺاهي، امان کان اڇي پاس ڪرائيندو هو. هتي بيڊروم آهي، هتي ڊرائنگ روم ۽ هتي ٽوائلٽ. هتي ڪچن، هتي لان ۽ امان کي گهر جي پسند اچي ويو ته فوراً اوڏانهن شفٽ ٿي ويندا هئاسين. جيئن ئي اسان اتان شفٽ ٿيندا هئاسين، گهر جون رونقون ۽ دوستن جون محفلون به چڻ امان بابا سان شفٽ ٿي اوڏانهن هليون هلنديون هيون.

انهن محفلن مان ڪن ماڻهن جا ڪي نالا ٻڌائيندو؟

حامد ڄي طيب ڄي، حسن علي عبدالرحمان ۽ جسٽس طفيل احمد. هي پئي پائر ولايت ۾ بابا جا بئريسٽري ۾ ڪلاس فيلوز به هئا. غلام محمد پرڳڙي، شيرازي، هاسانند، ڊاڪٽر ابراهيم خليل ۽ پيا ڪيترائي پارسي ۽ هندو ڪميونٽي جا دوست، جن جا نالا هن وقت وسري ريا اٿم،

(1) پڦي شهزاد بيگم وفات 1951ع، مدفن: بلندشاه حيدرآباد.

بابا جا سٺا دوست هئا.

انهن مان چاچا جو ڪو تمام گهرو دوست؟

سيٺ سنت داس ..... بابا جو گهرو دوست هو. باباجي تدفين ۾ شامل ٿيڻ لاءِ هو حيدرآباد به آيو هو. جڏهن منهن ڏسڻ لاءِ، حويليءَ پرسان ڏاڏا جي اوطاق ڏانهن ويس پئي تہ هو اتي مون کي آلين اکين سان ماڻهن جي ميڙ ۾ بيٺل بہ نظر آيو هو. فيروز ٻڌايو هئم تہ، تدفين وقت، هو بلند شاهہ واري قبرستان ۾ بہ موجود هو.... ان ڪانپوءِ سنت داس کي مون وري ڪڏهن بہ نہ ڏٺو. شايد ورهاڱي ڪانپوءِ سمجهان ٿي تہ، هندستان هليو ويو هوندو.

اڇا ادي! ٻڌو اٿئون، چاچا نادر بيگ جي ڪجهہ خواتين سان بہ گهري دوستي هئي. مون هن کان انڪوائري ڪئي.

ادي بيبيءَ کلندي بي ساختہ چيو: الاهي بابا الاهي خواتين سان هن جي دوستي هئي.

مثال طور ڪي نالا تہ وٺو ؟

هڪڙي اها هئي.... چا نالو : اٿس........ پر نہ بابا، نالا ڪانہ وٺنديس، اها ڪا چڱي ڳالهہ ٿوري ٿي آهي....... اوچتو ادي بيبي ٻڌائيندي ٻڌائيندي، ڪا ڳالهہ ياد ايندي، نالا ٻڌائڻ کان انڪار ڪيو تہ، مون سوچيو تہ هن نسل سان تعلق رکندڙ خواتين کي بہ پنهنجي زماني جي معزز عورتن جي Prestige جو ڪيڏو نہ شدت سان احساس آهي.

مان خير مڙيس تڏهن بہ ڪونہ. مٿس فورس وجهندي وينتي ڪيم: ٻڌايو ڪٿي ادي........ ڪهڙو ٿو فرق پوي هاڻي نالا وٺڻ سان ........ هو تہ ويون هونديون ويچاريون مري کپي......

ادي بيبي اوچتو الرٽ ٿي وئي. چيائين نہ بابا....... اڃا ڪجهہ مڙهيون جيئريون ويٺيون آهن.

اڇا تہ معنيٰ توهان کي انهن جي باري ۾ ايتري بہ خبر آهي تہ اهي اڃا بقيدِ حيات آهن، مون کلندي چيو.

چيائين تہ، نصيرا! جڏهن بابا ڪنهن هڪڙيءَ کي نہ لفٽ ڪري ڪنهن ٻيءَ ڏانهن رجوع ڪندو هو تہ، اها پهرين روئيندي پٽيندي امان وٽ فرياد ڪٺي ايندي هئي ۽ سفارش لاءِ امان جو سهارو چاهيندي هئي.

اهڙين خواتين جي خاطر تواضع لاءِ امان منهنجي ڊيوٽي مقرر ڪئي هئي. جيئن ئي ڪا اهڙي عورت امان وٽ اچي فرياد ڪندي هئي، امان فورا مون کي سڏي چوندي هئي.... بيبي هن ويچاريءَ کي چانهه وغيره تہ ڏاهي پيار.

مون پڇيو: پوءِ پلا اوهان جي والده، يعني آنٽي گريسي انهن لاءِ ڇا ڪندي هئي؟

امان ان جي دل جوئي ڪندي هئي، ڪين آٿت ڏيندي هئي تہ Don't worry نادر ان نئين خاتون سان He is not serious

پر چاچا نادر بيگ موهنيءَ نالي واري ڇوڪريءَ سان تہ ڪافي سيرئس ٿو لڳي؟ ۽ ان جي نالي سان تہ، هن، اڌ درجن کن ڪهاڻيون بہ لکيون آهن، ۽ اهو بہ لکيو آهي ڪنهن هنڌ تہ Mohini, who has inspired and encouraged my laziness to action

اوهين ٻڌايو تہ اها ڪا واقعي هئي بہ يا نہ .... ڇا ڪڏهن اوهان ان کي اکين سان ڏٺو هو؟

ادي بيبي ٻڌايو: ها. اڪثر هوءَ پنهنجي (شايد) پيٽيوي مسٽر هاسانند سان گڏ اسان جي گهر شام واري گهريلو ڪلب ۾ ايندي پئي هئي. موهني سانوري، سلوٽي، سلم، انتهائي ڪل مک ۽ پياري هندو ڇوڪري هئي. بابا هن کي "نماڻي نماڻي" ڪري بہ سڏيندو هو. بابا جي وفات ڪانپوءِ سندن فيملي جڏهن هندستان شفٽ ٿي رهي هئي تہ هوءَ اوستائين Un married هئي. بابا سان هن جا ڪهڙا افيئرس هئا، مان نٿي ٻڌائي سگهان. ممڪن آهي هندستان ۾ هوءَ اڃا حيات هجي. ممڪن آهي هاڻي هن جو ڪرياڪرم ٿي چڪو هجي....... Poor soul ويچاري موهني.

مون چيو: بقول اوهانجي ايتريون خواتين جو چاچا نادر بيگ جي آس پاس هيون تہ، ڇا هو ايترو هينڊسم هو؟

ادي بيبي بي ساختہ چيو:.yes yes, he was

هو پنهنجي سنگت ۾ پرنس چارمنگ هو. هڏڪاٺ جو مضبوط، شڪل شبيهہ جو وجيهہ، پوري پني قدقامت وارو هڪ ٺاهوڪو مرد هو. هن جا وار براڻون ۽ ماٽڪيون ناسي هيون. ٿري پيس ۾ هو هڪ مڪمل پرسنلٽي لڳندو هو. مغربي ملڪن ۾ رهائش، تعليم ۽ مطالعي جي ڪري هن جو مزاج نفيس ۽ سياءُ شاهاڻو هو. اهڙين ظاهري خوبين ۽ برلئنٽ

ذهن هجڻ جي باوجود هن ۾ اڊمبر قطعي ڪونہ هوندو هو. هو پنهنجي Behavior ۾ نهايت ٻاجهارو، سهڻن اخلاقن ۽ نرمي سان خوبصورت ڳالهيون ڪندڙ شخص هو.

پلا، گهريلو لباس؟

گهر ۾ تہ اڇو پهراڻ ۽ پٽي جو پاجامو پائيندو هو. ڪورٽ وڃڻ لاءِ اڇي زين جي پينٽ، اڇي قميص ۽ مٿان ڪارو گائون پائيندو هو. البتہ نجي محفلن يا ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي فنڪشنس ۾ موسم مطابق پينٽ شرٽ واپرائيندو هو.

سواري ڪهڙي پسند ڪندو هو؟

شروع ۾ تہ، اسان وٽ وڪٽوريا گاڏي هوندي هئي. ان تي چڙهي هو ڪورٽ ويندو هو. گهڻو پوءِ موٽر بائيڪ (1) بہ ورتائين، جنهن کي هو پاڻ Drive ڪندو هو.

سگريٽ پيئندو هو؟

بي تحاشا (2) هڪڙو سگريٽ اڃا ختم ئي ڪونہ ٿيندو هوتہ، ان مان ٻئون سگريٽ دکائيندو هو. هڪ دفعو تہ هن کي نڪوٽين پوائزننگ بہ ٿي پئي هئي. پر هن پوءِ بہ سگريٽ نہ ڇڏيا -سونہ ڇڏيا.........

خوراڪ ڇا کائيندو هو؟

نهايت سادي ۽ مختصر. امان ۽ بابا سخت ويجيٽيرئن هئا. بلڪل ويشنو. سو گوشت وغيره تہ چکيندا ئي ڪونہ هئا، باقي کائيندا صرف ايترو هئا جو زنده رهي سگهن Thats all

سندس لائيف روٽين؟

صبح جو تمام سوير اٿندو هو. فجر جو نماز پڙهي، تلاوت ڪلام پاڪ ڪري، پوءِ ان ڏينهن اڪلائنٽ وارن ڪيسن جو مطالعو ڪري، آرگيو مينٽس لکندو هو. نيرن ڪري اٿين وڃي وڪٽوريا ۾ چڙهي ڪورٽ هليو ويندو هو........ ها نصير ! مون کي ياد آهي هو ڪلائنٽس جي ڪيس فائلن تي، ياد گيري طور پنهنجي ڪلائنٽس جي چهري جو اسڪيچ ضرور ٺاهي ڇڏيندو هو ۽ شنوائي تي ويندي مهل هڪ نظر فائل تي

(1) ان موٽر بائيڪ جي تصوير هن ڪتاب جي ابتدائي صفحن ۾ موجود آهي.
(2) چاچا اسد بيگ راوي آهي تہ، هو ٻگهلي پاڪيٽ وارا سگريٽ پيئندو هو.

موجود ڇهري مٽان ضرور وجهندو هو.... ها تہ مون چيو پئي، ٻنپهرن جو ڪورٽ مان موٽي وڪيلن واري چيمبرس ڏانهن هليو ويندو هو. وڪيلن جا اهي چيمبرس ڪراچي ۾ ميونسپل ڪارپوريشن وٽ آس پاس ڪٿي هوندا هئا. حيدرآباد ۾ بابا جي آفيس پرڳڙي هائوس صدر جي پرسانڀ يا شايد بيسنت هال وٽ ڪٿي هوندي هئي. اسين ننڍي هوندي پنهنجي وڪٽوريا ۾ چڙهي بابا وٽ ويندا هئاسين ۽ شوق سان اتي گلور واري سوڍا راز بري ڊرنڪ پيئندا هئاسين..... هلا سو مون توکي ٻڌايو پئي تہ، لڪڻ وارو هر طرح جو ڪم هو گهٽو تٽو صبح جو آڪلائي ڇڏيندو هو. شام جو تہ، جئن مون ٻڌايو تہ دوستن ۽ مهمانن سان اسان جو گهر پرجي ويندو هو. جڏهن مهمان موٽي ويندا هئا تہ بابا، امان اسان ٻار پڙهڻ جي ڪرت ڪندا هئاسين. رات جو بابا گهڻو ڪري جلدي سمهي پوندو هو. منهنجو اندازو آهي تہ تخليقي قسم جو اڪثر ڪم هن هڻ وٽ ۽ پيچ ڊڪ ۾ ڪيو هو. مان ڏسندي پئي هئس تہ، هو هلندي گهمندي محفلن يا ميٽنگس ۾ وچهہ ڪڏي لکندو رهندو هو ۽ ٽيندو ائين هو جيو اخبارن ۽ رسالن وارا ايڊيٽر يا ڪي دوست، هن ڪان اتان ئي اها لکٽي ڦيرو ڏئي وٺي ويندا هئا.اهوئي سبب آهي جو اڄ هن جون گهٽيون لکٽيون، اسان وٽ محفوظ ڪونہ آهن.

لکڻ کان سواءِ هن جون ڪي ٻيون هابيز بہ تہ هيون؟ مون چيو.

ها نصير ! ادي ٻيبيءَ ٽڏو ساهہ پريندي تصور ۾ گم ٿي ويئي. جڻ آخري دفعو پنهنجي پيءَ سان ملڻ لاءِ هلي وئي هئي. ڪجهہ گهڙيون ترسي چيائين، بابا پنهنجي زماني جو هڪ اهڙو شخص هو، جنهن جي وجود ۾ ڪئي وجود هئا. هن جي ذات ۾ ڏات مجموعو هئي شايد فن جو ڪرمنل ڪيسز ۾ هو برلئنٽ وڪيل هو. سنڌي نثر ۾ هن دلنواز اسلوب تخليق ڪيا هئا. بطور ڪهاڻيڪار هن ادب ۾ پهريون دفعو ڪهاڻي جي سطح تي جديد فارميٽ متعارف ڪرايا ها. هو نهايت نفيس ۽ نازڪ خيال مفڪر، ميٽر آف فيڪٽ، بردبار ۽ محنتي انسان هو.... مون کي ياد آهي تہ آچر ڏينهن موڪل هوندي هئي ۽ ان ڏينهن بہ، هو بيڪار ڪونہ ويهندو هو. هن کي نقاشيءَ ۽ واڊڪيءَ جو نفيس ڪم ڪرڻ ايندو هو. باغن مان ساڳوان ۽ شيشم جي وڻن جا ٽڙ وڍائي گهر آڻي رکندو هو. ۽ آچر ڏينهن انهن مان مختلف عجيب عجيب شوپيس،

ڪرسيون ۽ ٽپايون ۽ ڪبٽ (1) وينئو ٺاهيندو ۽ ٺاهي دوستن کي پريزنٽ ڪندو رهندو هو. رات جو ماني ٽڪي مان واندو ٿي، ڪتابن جي بائنڊنگ کي لڳي ويندو هو... بابا جي انهن ڳالهين کي هاڻي ڪڏهن ڪڏهن ياد ڪندي نصير... لڳندو اٿم ته هو وقت کان گهڻو اڳ هن بي قدر زماني ۾ پيدا ٿي پيو هو. ۽ ڪجهه ماڻهو پنهنجي زماني کان ڪيڏو نه اڳي پيدا ٿي پوندا آهن نصير.....هن جي صلاحيتن کي ياد ڪندي اڄ انهن زمانن ۽ زمينن ڏانهن ڌسان پئي ته هن جو ڪوبه همعصر، مون کي هن جو جوڙ ثاني نظر نٿو اچي.

مون چيو : انتهائي نجي زندگيءَ ۾ چاچا هڪ ڪامياب شخص هو يا ناڪام ؟

نجي ۽ گهريلو زندگيءَ ۾ نهايت عاليشان پيءُ ۽ شاندار هسبنڊ هو. پر نصير ....... بدقسمتيءَ سان الائي ڪيئن ۽ الائي ڪنهن جي نظر اسان جي گهر کي کائي وئي.

مون اتاولو ٿي ڪائنس پڇيو ڇو، ڇا ٿيو هو ادي......

امان ۽ بابا جي وچ ۾ ڊائي وورس ——— طلاق!

طلاق، طلاق، طلاق......... اچانڪ منهنجي ذهن ۾ ڪئي آواز گونجڻ لڳا. ۽ انهن آوازن ۾ ادي بيبيءَ جو خزان ۾ ڇڻندڙ پنن جهڙو آواز اُڀريو. شايد 1927ع يا 1928ع ڌاري هنن بنهي رضا خوشيءَ سان هڪ ٻئي کان علحدگي اختيار ڪئي........ ۽ امان ۽ اسين پيڻ ڀائر بابا کي اڪيلو ڇڏي پوءِ ماما سدبني بيگ (2) جي بنگلي ڏانهن شفٽ ٿي وياسين. مون کي ياد آهي، آءٌ ان وقت تيرهن سالن جي ۽ ننڍي ۾ ننڍو ڀاءُ، ٽن سالن جو هو... ۽ ان سان گڏ ئي، بابا سان گڏ گذريل سمورو سونهري زمانو ڪٿي پٺيان رهجي ويو نصير.......!

اڇا انهيءَ کان پوءِ وارو زمانو چاچا نادر ڪيئن گذاريو ؟

ائينءَ سمجهه ته.......هن جي زندگيءَ جو گهاگهميءَ وارو دؤر هاڻي ختم ٿي چڪو هو. شايد انهيءَ دؤر ۾ ئي هو ٿياسافيڪل سوسائٽي ۽ سماجي بهبودي جي ڪمن ۾ به وڌيڪ ائڪٽو ٿي ويو هو. ڪراچي ۾ جڏهن نابينائن لاءِ آئيڊرويو، اسڪول کولڻ جي اسڪيم ٺهي ته هن ان جي

(1) نادر بيگ جي ٺاهيل هڪ ڪبٽ جو فوٽو، هن ڪتاب ۾ ملاحظه فرمايو.
(2) وفات سدبني بيگ مرزا 1943ع، دفن: ميوه شاهه قبرستان، ڪراچي.

لاء فائونڊر ميمبر ۽ ورڪر جي حيثيت سان بنيادي ڪم ڪيو هو. گهمڻ ڦرڻ لاء هو اڳ بہ گهٽو ڪيڏانهن ڪونہ ويندو هو. پوء ايترو ٿيو جو، طلاق جي سانحي کانپوء ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ پاران منعقد ٿيندڙ فنڪشن ۾ البتہ ڪڏهن ڪڏهن ويندو رهندو هو. اڇا نہ فقط .... ادي بيبي ڪجهہ ياد ڪندي ٻڌايو.... انهن ۾ وچي هو باقاعده حصو بہ وٺندو رهندو هو.

ڇا اوهان سان چاچا نادر بيگ جو پوء ميل جول ٿيندو رهندو هو. مون هن کان دريافت ڪيو؟

چيائين: ها....اسين باقاعده هن ڏانهن ۽ هو اسانجي گهر ايندو رهندو هو. اتفاق سان گارڊن ايسٽ ڪراچي ۾ جنهن هنڌ هن جو بنگلو هو، اسين بہ ان ئي رينج ۾ ماما سڌنيءَ سان گڏ رهندا هئاسين. گارڊن ايسٽ جي جنهن بنگلي ۾ بابا پنهنجي خدمتگار درمحمد سان گڏ رهندو هو، ان جي اپر پورشن ۾ بابا جي ماروٽ حسنا پنهنجي گهرواري ميرمقبول سان رهندي هئي. صبح صبح جو پام ۽ ناريل جي وڻن واري ان بنگلي جي ماڪ هاڻي ڇپر تي، مون اڪثر اسڪول ويندي ڏٺو هو. بابا اڪيلو لان ۾ پير اگهاڙا ڪري واڪ ڪندو رهندو هو. اتان لنگهندي مان وڪٽوريا مان هن کي هٿ لوڏي باء باء ڪندي هئس........ ها، هو انتهائي بهترين باغبان بہ هو، سو هن نهايت جلد ان بنگلي جي لان کي طرحين طرحين گلن سان ڪلرفل بنائي معطر ڪري ڇڏيو هو....

سندس مذهبي طور طريقو ڇا هوندو هو ؟

چيائين فرقيورانہ يا ڪنهن مذهبي مت ڀيد جي مسئلي تي هو ڪنهن حد تائين ٿياسافسٽ ٿي ڪري سوچيندو هو... يعني ڪنهن بہ مذهب سان نفرت نہ. شخصي زندگيءَ جي عمل ۾ هو نہ قدامت پسند هو نہ رجعت پسند. روزمره جي زندگيءَ ڏانهن هن جو رويو نهايت روشن خيال شخص وارو هو. ان کانسواء ويشنو پڻ هو، جو ڪاٺڻ ۾ گوشت ۽ پيون اهڙيون شيون واپرائڻ کان مڪمل پرهيز ڪندو هو يعني ويجيٽيرئن هو. پر محرم جي مهني ۾ مون هن کي امام حسين عليہ السلام ۽ سندس ساٿين جي سوڳ ۾ ٽيجهي تائين ڪارن ڪپڙن ۾ ۽ سينہ زني ڪندي بہ ڏٺو هو. هو سوزخوانيءَ ۾ باقاعدي حصو وٺندو هو. سندس لکيل نوحا، سوز،

سلام ۽ واقعہ ڪربلا جي پس منظر ۾لکيل ناول محبوب ڪربلا، ڇاپيل آهي ۽ اڄ بہ ٽنڊي ٺوڙهي وارين مجلسن ۾ سندس اهي لکيئون محرم ۾ پڙهيون بہ وينديون آهن

ادي انيتا غلامعلي اتي وچ ۾ ٻڌايو تہ نانا جي وفات بہ 3 محرم 1359هجري تي ٿي هئي ۽ مون کي ياد آهي مان پهرين محرم تي، شام جو هن جي عيادت لاءِ وئي هئس. هو چپ چاپ ستو پيو هو ۽ مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ هن سان ڳالهيون ڪندي رهي هيس. بلڪل ئي نٿي لڳو تہ هاڻي هو فقط ٻن ڏينهن جو مهمان آهي.

مون ادي انيتا کي وينتي ڪئي تہ، اوهان وٽ ڪابي ياد هجي تہ اها بہ ٻڌايو ؟

چيائين: نانا نادر جي بنگلي سامهون 'اوم منڊلي' (1) هئي. اوم منڊليءَ جي بائونڊري وال سان ۽ گيٽ وٽ بڙ جا گهاٽا ”پراسرار وڻ بيٺل هوندا هئا... ۽ ڏينهن سڄو اڇن مقدس لباسن ۾، مٽي تي اڇي رنگ جا وڏا نيٽ جا روا پائي ڪئي پراسرار عورتون، ان منڊليءَ ۾ اينديون وينديون

(1) اوم منڊلي، ان زماني ۾ دادا ليکراج نالي هڪ دولت مند ڀائيبند برپا ڪئي هئي. جنهن ۾ اڪثر زالون اچي رهنديون هيون. ان منڊلي ذريعي زالن ۾ همٿ، چڙواڳي ۽ آزادي جو احساس ڦوڪيو ويندو هو ۽ هو ڪلر ڪلا ڇوڙ لڳيون هيون سيئي مرد، زالن جا سر پرست ٿي ڪين رکو پوڳ ولاس ۽ ٽهل ڪرائڻ لاءِ ڪم آڻي رهيا آهن. مڙس ۽ اولاد جنجال آهن، ڇو تہ اهي زالن کي غلامن وانگر ٻنڌن ۾ رکن ٿا، تنهن ڪري گهر گهستيءَ جو تياڳ ڪري اوم منڊليءَ جي گرو جي شرڻ وٺي اهي اچي اتي پناھ ماڻينديون هيون. ان منڊليءَ جي برپا ٿيڻ سان مردن ۾ مانداڻ مچي ويو، جو ڪئين ويچارا رلي خراب ٿيا- جو زالن جي ان رويي ڪري ڪين نہ ڏينهن جو آرام نصيب نہ رات جي ننڊ. شهر ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو. نيٺ مڙدن مڙسي ڏيکاري ڪي مقدما داخل ڪيائون، جن ۾ هارائي آيا. مجبور ٿي منڊليءَ جي جڳھ تي حملا ڪيائون، تنهن جو بہ زالن، سروٽن تتل تيل ۽ گوگائي مرچن سان ڪامياب مقابلو ڪيو. اخبارن وارن بہ ان زماني ۾ دادا ليکراج تي ڏوڙيو وسايو ۽ ائين سنڌ ۾ اوم منڊليءَ مان مردن نجات ماڻي. (هيءَ معلومات لوڪرام ڏو ڏيجا جي ڪتاب منهنجو ملڪ، منهنجا ماڻهو، مان حاصل ڪيم- مرتب)

رهنديون هيون ۽ وٽن تي وينل ڪانگن جي ڪان ڪان جا آواز اوم منڊليءَ جي سنّاٽي کي ويتر پوائتو بڻائيندا رهندا هئا ۽ مان جڏهن ننڍي نانا وٽ ايندي هيس، اوم منڊلي جي اها پراسراريت هميشه مون کي هانٺ ڪندي هئي.

ها ادي انيتا، توهان سوير ٻڌايو پئي ته، اها محرم جي پهرين تاريخ هئي. ۽ توهان چاچا نادر جي عيادت لاءِ ويا هئا.........

هاته، مون چيو پئي ته، اها محرم جي پهرين تاريخ هئي. مان شام جو هن وٽ وئي هئس. ان ڏينهن هن کي ڪارو سنهو لان جو پهراڻ ۽ ڪارو پاجامو پاتل هو. مون ڏٺو پئي ته صرف ڪجهه ڏينهن جي بيماريءَ سبب، هو ڪافي نحيف ٿي ويو هو. ڪاري پهراڻ مان هن جو اڇو بدن ۽ سفيد سهڻو چهرو بلڪل پيلاڻ مائل ٿي ويو هو. مختصر بيماريءَ، مون ڏٺو ته، هن کي بنهه مختصر بنائي ڇڏيو هو.

اتي بيبيءَ پنهنجي ڇڏيل اڌوري ڳالهه جو سرو پيهر پڪڙيندي ٻڌايو: مشهور ٿيا سافسٽ ڊاڪٽر اينڪر، بابا جو معالج هو. هن کي جگر جي تڪليف هئي ۽ انهن ڏينهن ۾ چاڪاڻ ته، اينٽي بائٽڪ ڪونه هئي، ان ڪري نهايت جلد هن جو ليور برسٽ ٿي ويو ۽ زهر بدن ۾ پکڙجڻ سبب هو نه بچي سگهيو. مون کي ياد آهي، وفات ڪانپوءِ نصير، بابا کي جڏهن غسل لاءِ نيو ويو، ان وقت به هو ڪارن ڪپڙن ۾ هو ۽ جڏهن وصيت مطابق بلند شاهه حيدر آباد واري مقام ۾ دفن ڪرڻ لاءِ هن جو جسد خاڪي حيدرآباد نيو ويو تڏهن به ٽنڊي ٺوڙهي جي گهرن ۾ محرم جي ڪري ڪٺون اونڌيون، پينگها لٿل ۽ تڏو اڳ ئي وڇايل هو. عورتون، ٻار، نوجوان ۽ بزرگ سڀ ڪارن ڪپڙن جي ڪنٽينيوٽيءَ ۾ هئا. نادر بيگ جي وفات جو ڏک هر دل ۾ موجود هوندو، پر آه وبقا يا گريه و زاريءَ جي اجازت نه هئي، جو، محرم ۾ امام صاحب جي سوڳ ۾ هجڻ ڪري پنهنجي غم ۾ روئڻ جائز ڪونهي. بابر قليچ آڏو ڪنهن شيعه مولانا هن جي جنازي نماز پڙهائي هئي. پنهنجي عظيم پيءُ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي بلڪل پيراندي کان، جڏهن کيس تربت ۾ لاٿو ويو ته، باقائده شيعه روايت مطابق تلقين به پڙهي وئي ۽ جڏهن قبر پڪي ٿي ته، سربستو ڪلمو علي ولي الله کان بلا فصل تائين هن جي سيراندي کان

لکيو ويو. پيراندي کان لکيو ويو: نادر بيگ مرزا وفات 12 فيبروري تي 1940ع بمطابق 3 محرم 1359هه عمر 49 سال. ۽ ادي بيبيءَ گلوگير ٿيندي ٻڌايو پئي... بابا، چاچڏيو پئيان !؟ لاتعداد لکڻيون، ڪجهه ناول، افسانا، شاعري، پنهنجي هٿ جو هنر... پنج پار، هڪ ڌيءَ يعني مان چار پٽ زاهد، ذاڪر، ضامن، زائر، ۽ طلاق يافته زال... ان ڪانسواءِ نه گهر نه گهاٽ، نه بئنڪ بئلينس نه زمين. ادي بيبيءَ اکيون اگهي رومال واپس پرس ۾ رکندي چيو: نصير ! اها هئي زندگي ويچاري بابا جي.........

ادي بيبيءَ جو بيان جاري هو ۽ ائينءَ ڪندي اوچتو سلويسٽرا پليٽ ۾ پيالو ۽ پيالي ۾ دکيل گلال ٽاندو کڻي ڪمري ۾ داخل ٿي، ۽ پهرين ادي انيتا جي اڳيان ايي ٿي بهي رهي. مون ڏٺو، ادي انيتا، پليٽ مان ڪنهن شيءِ جي چپٽي پري ٽاندي مٿان ٻرڪي. اهوئي عمل ادي بيبيءَ به دهرايو. سندس پيرويءَ ۾ مون ۽ طارق عالم به ان ايڪٽوٽيءَ ۾ حصو ورتو، ۽ اک ڇنڀ ۾ مون محسوس ڪيو ته مغرب جي ٻانگن سان گڏ لوبان جهڙي خوشبو سان سمورو ڪمرو مهڪڻ لڳو هو. ادي بيبيءَ منهنجي تجسس کي واچ ڪندي پاڻ ئي وضاحت ڪئي ته، ورهين کان اها اسانجي روايت آهي ته روز شام جو ڪمرن ۾ لوبان جو واس ڏئي ڇڏيندا آهيون.

ڇو؟ مون پڇيو!

ان ڪري جئن مڇر وغيره نه اچن ۽ ڪمرو به معطر رهي. وڏي ڳالهه ته لوبان جي خوشبو مون کي وڻندي به آهي.

مون کلندي چيو..... ڇو نه ادي. پراسرار روح لوبان جي ئي خوشبو کي پسند ڪندا آهن. تڏهن ادي بيبي منهنجي جملي کي Enjoy ڪندي کلي پئي هئي. کلندي ادي بيبيءَ يعني چاچا نادر بيگ جي آخري اکين ڏٺي گواهه، جي چوهتر سال پراڻي، پر وڻندڙ ڇهري ڏانهن ڏسي مون سوچيو : پيري به ڪن ڪن عورتن تي ڪيڏو نه ٺهندي آهي. ادي بيبيءَ کي اوچتو خوش گوار موڊ ۾ ڏسي مون چيو، ڪيڏو نه سٺو ٿئي جي اوهان مون کي نشانيءَ طور پنهنجو هڪ عدد فوٽو ۽ يادگار طور آٽوگراف ڏيو. ڪجهه سوچي...... ڊائري وٺي ان تي ڪجهه لکي سگنيچر ڪري ڊائري

موٽائيندي چيائين، آئوٽ ڊيٽيڊ ڇهري جي تصوير کي ڇا ڪندين نصير!... Leave it Baba هيءَ دنيا ڪم عمر ۽ تروتازه ڇهرن ۽ انر جيٽڪ ماڻهن سان ڀري پئي آهي. اسان تہ وڃڻ وارا مسافر ۽ تڪل مهاندن وارا ڇهرا آهيون. ڪوئي ڇا ڏسي ڪندو اسان جي تصوير کي.....؟

هوءَ اوچتو پنهنجي لڏڻي ڪرسيءَ تان اٿي، سامهون ڪبٽ ڏانهن وئي ۽ پراڻي يُگ جي ڊائري ۽ تصويرن جو البم ساڻ کڻي واپس اچي ڪرسيءَ تي ويٺي. نهايت آهستگيءَ سان هن هڪ پلاسٽڪ جي ٿيلهيءَ مان هڪ ڊائري ۽ فوٽو ڪڍيا.

اتاولائي سان مون جڏهن ڊائريءَ ڏانهن بہ هٿ وڌايو تہ چيائين نہ نہ ان کي ڏيکارڻ جي وصيت ۽ اجازت ڪانهي.

ڇو ڪانهي، مون پڇيو. چيائين: ان ۾ ڪجهہ انتهائي ذاتي قسم جا فيملي سيڪريٽس آهن....... ۽ چاچا نادر بيگ جي ذاتي ڊائري هٿ ڊگهير جي فاصلي تي موجود هوندي بہ ڪيڏو نہ ظلم هو جو، مان انکي ڏسي نٿي سگهيس. منهنجي بي حد اصرار تي جڏهن ادي بيبيءَ پري کان چاچا نادر بيگ جا هٿ اکر ۽ هڪ عدد قلم ڏيکاريو تہ، انهن شين مان جڻ، هن جي هٿن، وجود ۽ ان زماني جي خوشبو، ايئن نڪرڻ لڳي، جئن برسات ۾ پچندي نيلام جي پراڻن ڪوٽن مان ڪئي خوشبو اوچتو نڪري، نروار ٿي انهن ماڻهن جي ياد ڏيريندي آهي جن ڪڏهن انهن کي پاتو هوندو آهي. تڏهن چاچا نادر بيگ جي انهن شين کي ڇهڻ لاءِ ۽ ڏسڻ لاءِ منهنجي اندر جي اڻ تڻ، ويتر بيٺي ٿيٺي ٿيندي وئي. انهن تصويرن مان آنٽي گربسيءَ سان، شاديءَ جي صرف پنجين ڏينهن گڏ نڪتل تصوير ڏسي (1) ادي بيبيءَ کان پڇيم، چاچا نادر بيگ وفات وقت آنٽي ڪٿي هئي؟

چيائين امان پنهنجي پٽ ضامن وٽ پنچ ڪني، انڊيا ۾ هئي. ضامن اتي پاڻيءَ جي جهازن تي جاب ڪندو هو. ان کان پوءِ ضامن جڏهن لنڊن جي شهر هٿرو، شفٽ ٿيو تہ، امان بہ ان سان گڏ اتي مستقل رهائش اختيار ڪئي هئي...... بابا جي وفات وقت مون ڪانسواءِ امان سوڌو، بابا جي اولاد مان هتي ڪوبہ موجود ڪونہ هو.

ها نصير..... هڪ اهم ڳالهہ مون توکي ٻڌائي الائي نہ ادي بيبي ڪجهہ سوچيندي مون کان پڇيو.

(1) اها تصوير بہ هن ڪتاب ۾ موجود آهي.

مون چيو : الائي ڪهڙي ڳالهہ ادي ؟
چيائين: باوجود قانوني علحدگي اختيار ڪرڻ جي... امان ۽ بابا جي هڪ ٻئي کان سواءِ سرندي ڪانہ هئي (1) . مان سمجهان ٿي تہ، ممڪن بي شڪ، علحده ٿيڻ جو جذبتي فيصلو ڪري ڇڏيو هو. پر ذهني طرح، هڪ ٻئي کان هو علحده نہ ٿي سگهيا هئا. ان جو ثبوت هي آهي تہ، امان بابا سان ملڻ لاءِ ۽ بابا اسان ۽ امان سان ملڻ لاءِ ماما سدنيءَ جي گهر باقاعدي ايندو رهندو هو. نہ فقط ايندو رهندو. پر هو باقاعدي هڪ ٻئي سان ملندا ۽ کلندا ۽ ڪچهريون بہ ڪندا رهندا هئا. ..... ۽ امان تہ، ڪڏهن ڪڏهن کلندي کلندي بابا کي چوندي هئي :
Nadir, you are so much better as friend than you were as husband.
مون چيو: ادي ٻڌو اٿئون، اوهان جي والده تہ مسلمان هوندي بہ ڪرسچنس وارو عقيدو اختيار ڪيو هو. ازهان ڇا آهيو؟
بابا مان آهيان لامحالہ لامڪان. نہ سني نہ شيعہ. نہ پارسي، نہ ڪرسچن، ....
ادي ٻيبي کلندي چيو...... مون تہ باب وصيت ڪري ڇڏي آهي تہ ڪهڙي بہ مذهب جو مون کي سمجهو، پر پور جو بلند شاهہ واري قبرستان ۾... جتي بابا ۽ ڏاڏا ستو پيو آهي. مان مري انهن سان وڃي ملڻ ٿي چاهيان، وفات کان پوءِ.
مون چيو : ڇ توهان کي بلڪل يقين آهي تہ. توهان وفات کان پوءِ انهن سان وڃي گڏجندؤ؟

---

(1) آنٽي گريسي يعني مسز نادر بيگ مرزا، 1970ع ۾ ڪراچي ۾ وفات ڪئي. ان کان اڳ هوءَ پنهنجي پٽ ضامن سان لنڊن جي شهر هئرو ۾ گڏ رهندي هئي. پنهنجي زماني جي ماڊرن عورت، پيريءَ ۾ سخت خفقاني ۽ وهمي ٿي پئي هئي. ڪيس ڪنهن نجوميءَ ٻڌايو تہ، 1970ع، تنهنجي ڊيٿ جو سال آهي. هو چپ چاپ هئرو لنڊن مان ڪراچي هلي آئي ۽ سڪون سان انهي سال ئي گذاري وئي. وصيت، ۽ اختيار ڪيل ڪرسچن عقيدي مطابق، ڪيس ڪرسٽانن واري گورا قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. ۽ ائين نادر بيگ سان گڏ هوءَ بہ آخرڪار زمين جي تہہ خاني ۾ لهي وئي. دنيا ۾ موجود سندن بہ قبرون جڻ ڪتابِ زيست جا بہ قاتل ورق. هڪ ورق حيدرآباد واري بلند شاه جي مقام ۾ عيان، ٻيو ورق ڪراچي واري گورا قبرستان ۾ نمايان. (قدرت جو اٽل قانون)

اهي ڳالهيون سوچڻ بي معنيٰ آهن نصيرا! ادي بيبيءَ جو آواز هاڻي اندرئون هو، چيائين، هو تہ، ويا ماضيءَ ۾.... ڏاڏا قليچ ، بابا نادر، ماما سڌني، امان گريسي، جسٽس فيروز نانا.......سيني جا روح ويا الائي ڪيڏانهن .... شايد عالمِ ارواح ۾. تون پڇين ٿو تہ مان مرڻ کان پوءِ انهن سان وڃي گڏبيس؟ يا مان چوان ٿي، ڪهڙو ٿو فرق پوي هُنن کي تہ مان هُنن سان وڃي گڏجندس يا نہ ...... پوءِ چپ ڏانهن ڏسندي چيائين. خدا ڄاڻي هُنن جا ورح ڪٿي آهن بہ يا ....... الائي نہ. !

هوءَ جنهن پنهنجي زندگي ۽ وصيت بابت مون سان ڳالهيون ڪيون پئي اوچتو پڇيائين..... باباجي ڳوٺ ٽنڊي ٺوڙهي جا ڪهڙا حال آهن بابا؟

مون ڄاتو ٿي تہ هوءَ جا سڄي دنيا ڪي پنهنجي اکين سان ڏسي چڪي هئي، پنين ويهن پنجويهن سالن کان پنهنجي پيءُ جي ڳوٺ ڏانهن لڙي بہ ڪانہ هئي ۽ هاڻي صرف وفات ڪانپوءِ پورجڻ لاءِ هن اچڻ چاهيو ٿي.... مون هن کي گوش گذار ڪيو تہ ..... زمانو ڏاڍي تيزي سان تبديل ٿي رهيو آهي. گهرن جا نقشا، گهٽين جا رخ هاڻي بيا آهن. نسل وڌڻ ڪري اگڻ سوڙها ۽ جائيداد جي ورهاڱي سبب اڪثر اندر ميرا ٿي چڪا آهن اوهان جن ٻارن کي پنجويهہ سال اڳ ڏٺو هو انهن جا مٿا هاڻي اڇا آهن. جن کي اڌ عمر ۾ ڇڏيو هو. انهن مان اڪثر ڪوچ نقاري جو آواز ڪنائي وڃي چڪا آهن. جيڪي موجود آهن. بيمار آهن ۽ ڳوٺ جي حالت ابتر آهي ۽ مون اکيون کڻي هن ڏانهن ڏٺو تہ ادي بيبي اڪيلي آرام ڪرسيءَ تي اکيون پوريو، ريلڪس ٿي منهنجيون ڳالهيون ٻڌي رهي هئي ۽ سامهون ڪليل دريءَ مان ستارا، هن جي سينڊ مان رستا ٺاهي آسمان ۾ اپري رهيا هئا.

شايد گهڻيءَ دير کان، مون سان مسلسل ڳالهيون ڪرڻ سبب هوءَ ڪافي ٿڪجي چڪي هئي. واچ ۾ ٽائيم ڏٺم: رات جا اٺ. موڪلائي، ڪائنس چاچا نادر بيگ جا ڪجهہ فوٽو گرافس وٺي، اٿي کڙو ٿيس. هوءَ پنهنجي لڏڻي ڪرسيءَ تان اٿي ۽ منهنجي پٺيان آهستي آهستي هلندي ڪار پورچ تائين اسان کي ڇڏڻ آئي. مون مڙي ڏٺو هوءَ فليٽ نمبر ٻئي جو دروازو بيڪڙي چپ چاپ موٽي واپس اندر وڃي رهي هئي. شايد زندگي بہ انهيءَ آئوٽ بيڪ جو نالو آهي، مون دل ۾ چيو. ذهين ليڪڪ ۽

برلئنٽ بئريسٽر نادر بيگ مرزا جهڙي پيءُ ...... انڪم ٽيڪس ڪليڪٽر سدني بيگ مرزا جهڙي مامي، ۽ جسٽس فيروز نانا جهڙي هسبند سان، هڪ شاندار زمانو گذارڻ کانپوءِ، هاڻي افسوس هن جو پنهنجو زمانو بہ عنقريب گذرڻ وارو هو......

پٽيل ڪورٽ جا ڏاڪا لهي، آسمان ڏانهن ڏٺم. سانوري بانوري آڪاس ۾ ستارا ٽچ پياڪ ٻار جي ٽهڪ ڏئي ٽڙي پيل ڦڏ۾ ڇڙوڇڙ ڏندن جيان لياڪا پائي رهيا هئا. آسمان تان نگاهون کسڪي، پوءِ پٽيل ڪورٽ جي بائونڊري وال پرسان چمپا جي اڌ روشن وڻ، ۽ هوا ۾ جهومندڙ چنبيليءَ ۽ رات جي راڻيءَ جي جهڳٽن هيٺان پيل اڪيلي سيمينٽيڊ بينچ تي کپي ويون هيم. مون ڏٺو، ان بينچ تي چاچا نادر بيگ لان جي اڇي پهراڻ ۽ پاپلين جي اجري پاجامي ۾ ملبوس، ٽنگ تي ٽنگ رکي، چمپا جي پنن ۽ ٽارين وچان ڇڻي ايندڙ ستارن جي پراسرار سهائيءَ ۾، ساڄي هٿ جي ٻن آڱرين ۾ نفاست سان سگريٽ ڦٻائي، رکي رکي هلڪا هلڪا ڪش وٺي رهيو هو. مون کي سامهون کان ايندو ڏسي، خيالن جي دائري مان نڪري هڪ وار مون کي ڏٺائين ۽ سندس چپن تي مرڪ جو ٽانڊاڻو، جرڪڻ لڳو، سگريٽ جو ڦلهو ڇاڻي ڇڻ، بند چپن ۾ چيائين : مهرباني نصير.... مون خواب ۾ جنهن ڪم لاءِ توکي بشارت ڏني ۽ اتساهيو....تو ان جو حق ادا ڪيو ۽ ...... ۽ ان ڪان اڳ جو مان چاچا نادر بيگ جي آواز جي سرل ڏور جهلي هن ڏانهن وڌان ئي وڌان، ساموندي هوا جي تکي جُهوٽي گهلي، چنبيليءَ جي گهاٽن وارن کي ڏوڙي هڳاوَ ڦهلائي، جڻ اڪين اڳيان خوشبوءِ جي سنهڙي چنري تاڻي ڇڏي. مون کي ائين پاسيو، جڻ اک چنپ ۾، چاچا نادر بيگ چمبيليءَ جي سرهاڻ سان هيڪ ميڪ ٿي، ستارن مان ڇڻندڙ روشنيءَ ۾ سمائجي ويو آهي. مون ڏٺو، چمپا جي ٽارين مان ڪجھ گل ڇڻي، بينچ تي ان هنڌ ٽڙي پکڙي ويا، جنهن هنڌ چاچا نادر بيگ ويٺو هو. مان بينچ ڏانهن وڌيس، جُهڪي هيٺان ٽڙيل پکڙيل چمپا گل ٻڪ ۾ چوندي آهستگيءَ سان پنهنجي چهري جي آڏو آندا ۽ اکيون ٻوٽي، پُوري عقيدت سان چيم، ٿئنڪس فار دس ڪامپليمينٽس ڊيئر انڪل،۽ ستارن جي ڇانوَ ۾، چمپا جا گل سگهندو، پٽيل ڪورٽ مان نڪري پنهنجي دوست طارق عالم سان ٻاهر نڪرڻ لڳس.

## بوئنگ بوئنگ

تاريخ جي موونگ فنگر ٽورو ڪجھ لکندي، گھڻو ڪجھ ڇڏيندي سرڪل ۾ ڦرندي ٿي رهي. تاريخ نويس ڪوڪراماڪاتبين تہ آهي ڪونہ جو سڀ ڪجھہ نکندو وڃي. ڪجھہ تہ پويان ايندڙ پانڌيئڙن لاءِ بہ رهجائڻو آهي جئنءَ پيرا سلامت رهن ۽ ابد تائين سفر جاري رهي الله الصمد.

نصير مرزا

## ارپنا

پنهنجي سنجهوري واري دوست ڊاڪٽر رميش ڪمار راهنمائيءَ جي نالي.

**جيئن مينهن ڪُنڌي پُور**
**تيئن دوست وراڪو دل ۾**
**(شاهه)**

نصير مرزا

## تصويرن جا سرا (Captions)

1- پنهنجي گهر آڏو، وڪٽوريا ۾ ويٺل مسز نادر بيگ مرزا. هي اهوئي گهر آهي جنهن مان پوءِ پنهي هڪ ٻئي کان علحدگي اختيار ڪئي هئي.

2- نادر بيگ مرزا جو ٺاهيل ڪپٽ، جيڪو پاڻ پنهجي دوست شعبان ميراٽيءَ کي تحفي طور ڏنو هيائين. هي ڪپٽ نادر بيگ انهن ڏينهن ۾ ٺاهيو هو، جڏهن کيس پٽ ذاڪر ڄائو هو.

3- ڊاڪٽر جعفر قلي بيگ.
سنڌ جو پهريون مسلمان ايف آر سي ايس.
نادر بيگ جو چاچو ۽ پوءِ سهرو.

4- نادربيگ پنهنجي، ٽئين ورتل ڪار ۾ پٺين سيٽ تي پنهنجي والد مرزا قليچ بيگ سان گڏ ويٺل. ڊرائيو نگ سيٽ تي نادربيگ جو سوٽ ۽ سالو سڊنيبيگ مرزا.

5- نادر بيگ مرزا ۽ سندس زال گريسي مرزا (19-3-1914) لو مئرج کان اَٽ ڏينهن اڳ نڪتل فوٽو.

6- نادر بيگ مرزا جا مختلف پوز.
ڪورٽ ڊريس ۾،
ڪارن ڪپڙن ۾،
آفيس وڃڻ جي تياري،
پَٽ تي وڇيل گاديلي مٿان مطالعي ڪندي.

7- نوجوان نادربيگ مرزا

# نادر بيگ جي شاعريءَ مان چوند

چاڻن گهر جي تہ، نادربيگ مرزا اعليٰ پائي جو نثرنگار ۽ ڪهاڻيڪار هجڻ سان گڏو گڏ بهترين ۽ پرگو شاعر بہ هو. هن ڪتاب جي تذڪري ۾ هن جي شاعريءَ جو چاڪاڻ تہ ذڪر آهي ان ڪري ضروري سمجهيم تہ ان جي جهلڪ بہ اوهان کي ڏيکاريان، سو عزيزو تبرڪ طور پهرين ديوان نادربيگ مرزا مان، ڪجهہ غزل ۽ ڪجهہ غزلن جا چوند شعر، بطور نمونو ڏسو.

نصير مرزا.

## غزل

(1)

تون سندم دل ۽ جان، اي پيارا!
جان تون ۽ جهان، اي پيارا!

پيئي پڌجي هي مدعا دل جي،
آهي جيسين زبان، اي پيارا!

حسرتن جو هي داغ سيني ۾،
دوستيءَ جو نشان اي پيارا!

تنهنجي تعريف ۾ غزل ٺاهڻ،
عشق جو امتحان، اي پيارا!

پيو آهي ڪير خانہ دل ۾،
تنهنجو آهي مڪان، اي پيارا!

هر ادا تنهنجي حسن دلڪش جي،
آهہ نادر جي جان، اي پيارا!

(2)

پري پيار ساقي کو اهڙو شراب،
ٿئي دور پردو، لهي پئي حجاب.

ربابي، اچي پنهنجي سازن کي ڇيڙ،
وڄن ها، وڄن هاڻ چنگ ۽ رباب!

اچي هاڻ نادر بہ مستيءَ ۾ ڪي،
پري پيار ساغر کو اهڙو شتاب.

(3)

وري مون سان دلبر، جدائي نہ ڪر،
وڃڻ جي سگهو هاڻ وائي نہ ڪر.

وفا جي ڪريں مهر مون تي پرين،
وري مون سان تون، بي وفائي نہ ڪر.

اچها آءُ، رکان تنهنجي قدمن تي دل،
اها ملڪ پنهنجي پرائي نہ ڪر.

ذڪايل ۽ بڪايل حي اي آشنا!
تون نادر سان، نا آشنائي نہ ڪر.

(4)

ڏيکار شڪل پنهنجي، منهن تي نقاب ڪهڙو،
اڄ وصل ۾ هي دلبر، آهي حجاب ڪهڙو.

قاصد هٿان وٺي خط، پرزا ڪري اڏايئين،
ظالم مڪو هي موٽي، خط جو جواب ڪهڙو.

حسن ازل ڪان تنهنجي آهن هزار گهايل
خورشيد آهه ڪهڙو ۽ ماهتاب ڪهڙو.

انگور جي پنن سان نادر جي لاش ڍڪجو،
ميخوار جي جنازي تي ڪيمخاب ڪهڙو.



دلبر پيارا عينڪ وارا
واهه اوهانجا عين اشارا.
ناهه لڄارو پاڻ پيارو، ناز جهنيجا نازن وارا
دلبر پيارا.
ڪليو ڪلايو نيڻ لڙايو، هاء ڪريو ٿا دل تي وارا،
دلبر پيارا.
ناڳ بلائون زلف رسائون، وار پرون سڀ ڪارئي ڪارا،
دلبر پيارا.
ڪين اڄايو، پاڻ ستايو، اسين اوهانجا سار ئي سارا،
دلبر پيارا.

# غزل ۽ هزليات

[مزاحيه نظمن ۽ هزليات واري مجموعي مان چونڊ]

## مزاحيه غزل

مون ڪيو ديدار حسنِ يار جو،
پيو ڪري پردو جڏهن مننار جو.

اي پرين توکي ڏسي هر هر اُٿي،
سور سيني ۾ دل بيمار جو.

اي سجڻ مون کي ڪرڻ ڏيندين ڪڏهن،
حال پنهنجي عشق جي آزار جو.

ڪهڙي لذت ساڻ ويو سارو لنگهي،
هي زمانو عيش جي اسرار جو.

ڇئو منا هاڻي ڪيان يا پيو هجي،
پيچ جو تو ساڻ پاتم پيار جو.

ڪر ذرا آهسته پل زياده هلي،
مون اگيان هي داستان دلدار جو.

واءِ حسرت ويو سکهو نادر ڇُٽي،
آسرو دلبر سندي ديدار جو.

## سگريٽ (نظم)

وڃي تون اي سگريٽ ! ڇپ ڇم، عجيب،
ٽئي شال منهنجو ٻه اهڙو نصيب.

چلي جان جانب اگيان ڏي مگر،
جيل جيئن جدائي ۾ منهنجو جگر.

هتي توکي عزت ۽ حرمت ملي،
هتي هڪڙو عاشق مري پيو پلي.

هتي تنهنجون ڦوڪون پري گلبدن،
هتي دل مان آتش جا دونهان اٿن.

○

[ھاٺي موھني جي نسبت سان لکيل نادر بيگ مرزا جي ڪافي ۽ پوءِ سندس نڪ نيم نماٺيءَ جي حوالي سان لکيل غزل جو مطالعو فرمايو.]

## ڪافي

ڪيو موھنيءَ، مون کي موھي ديوانو،
ڦران ٿو آءٌ گھر گھر ٿي ھاٺي ديوانو.
پرينءَ جا ڏئي پار، پنڌڙا پڇايان،
لکائي آءٌ تعويذ فالون وجھايان،
نہ آيو ملڻ جو مگر ڪو بھانو،
ڪيو موھنيءَ، مون کي موھي ديوانو.

محبت جا پي جام، آءٌ ٿيس موالي،
آھيان تنھنجي ديدار جو آءٌ سوالي،
ٿي عاشق لٽايوم دل جو خزانو،
ڪيو موھنيءَ، مون کي موھي ديوانو.
ھلي آءُ موٽي، جدائي ٿي ماري،
پرين ڇو وئين پنھنجو عاشق وساري،
اچي دل ۾ نادر جي ڪر آستانو،
ڪيو موھنيءَ، مون کي موھي ديوانو.

## نماٺيءَ جي نالي غزل

نماٺيءَ جا نماٺا نيڻ جي منھنجي نظر آيا،
سي منھنجي حق ۾ جڻ بڻجي، سبب سوزجگر آيا.

نماٺا ٿي ڪري قالب، نماٺي دل نماٺيءَ جي،
نماٺائي ڏسي چڪر ۾ پئي شمس و قمر آيا.

نماٺاڻي ھجي شامل، نزاڪت حسن سان جت پي،
يقيناً سر تي عاشق جي اتي ظلمن ولر آيا.

نہ ھو جن قدر تنھنجو ڪو حياتيءَ ۾ اڙي نادر،
نماٺي دل ڪٽي تنھنجي قبر تي سي مگر آيا.

# نادر بيگ جون تصنيفون

شمس العماءَ مرزا قليچ بيگ جي ذاتي ڪتب خاني ۾ موجود نادربيگ مرزا جي ڇاپيل ۽ اڻ ڇاپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

## ڇاپيل ڪتاب:

1- ناول "دلڪشا"

لکيل انگريزي ۾.

مـوضوع Romance of Sindh

ڇاپجڻ جوسال : ڄاڻايل ناهي.

ارپنا: نادر بيگ جي دوست آءِ سي ايس مسٽر حامد عليءَ جي نالي آهي.

ڇاپائي؟ نهايت عمده ٽيل اٽس.

پبلشر :سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي.

صفحہ 228.

نوٽ : انو مان آهي تہ هي ڪتاب نادر بيگ جي حياتيءَ ۾ 1935 کان 1930 ڌاري ڇپيو هوندو.

2- ناول "محبوب ڪربلا" (بہ ڇاپا)

ٻولي: سنڌي.

موضوع : يزيد ابن زياد ۽ واقعہ ڪربلا. صفحا 258

ڇاپائي جو سال : ڄاڻايل ناهي.

پبلشر: انجمن اماميہ قدم گاهہ موليٰ علي، حيدرآباد

نوٽ: انومان هي آهي تہ هي، ناول بہ نادر بيگ جي حياتيءَ ۾ 1940 کان اڳ ڇپيو هو.

برهم وديا مالا 7
3- ڪتاب جو نالو: ”تناسخ ۽ اسلام“
موضوع: پنر جنم بابت مختلف مذهبن جا ويچار.
صفحا : 112
قيمت: اٺ آنا
ڇاپائي جو سال : ڇاپيل ڪونهي.
ڇاپائيندڙ : چيتمل پراسرام گلراج
Blavat skey Press and published at the Bandhu Ashram Hyderabad Sindh.
وضاحت : مٿئين ڪتاب جو جواب، جناب محمد بخش واصف صاحب تحرير فرمايو ۽ نالو رکيائينس: ”ردِ تناسخ“. اهو ڪتاب ڇاپيل آهي. ۽ سنڌالاجيءَ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي.

## اڻڇاپيل ڪتاب

1- نالو : ڀهاڪن جي حڪمت (الف - بي وار)
ٻولي: سنڌي ۽ انگريزي.
موضوع : سنڌي ڀهاڪا ۽ انهن سان مناسبت رکندڙ انگريزي ڀهاڪن جوانتخاب ۽ سنڌي وارن ڀهاڪن جو مفهوم ۽ پس منظر ڄاڻايل آهي.
صفحا:فل اسڪيپ 175
سهيڙڻ جو سال : مسودي ۾ ڄاڻايل ناهي.
2- نالو : ديوان نادر بيگ مرزا
موضوع : الف - بي وار غزلن جو ديوان.
سهيڙڻ جو سال : 1937ع
نوٽ: هن ديوان کان الگ ڪجهه مختلف موضوعن تي نظم بہ آهن جن جا عنوان آهن: 'شام' 'پروانو'. زالن جي سوسائٽي شروع ٿيڻ تي، ڇانهه ۽ لسيءَ جو مناظرو، آل انڊيا ڪٿا آپريشن ڊي، رياضي سگريٽ وغيره.
3- نالو: منهنجون آڪاٽيون (ٻاگو ٻيو)
ڪهاڻيون: منڊي جي مصيبت، عينڪ جو آزار، ڏٿو ويندو، مسٽر جانسن....... ۽ ٻيون
نوٽ: (هن مجموعي جو صرف هڪ هنڌ اشتهار موجود آهي. ڪهاڻيون ڪٿي آهن؟ ڪا خبر ڪانهي).

# ضميمو

گلڻ فقير ڏاهري جي عريضي

نادر بيگ مرزا جنهن سال نوشهري فيروز ۾ سٽي مئجسٽريٽ جي حيثيت سان وڃي چارج ورتي هئي، ان ئي سال گلڻ فقير ڏاهريءَ نالي وارو ڪو سنڌ جو سدا ملوڪ سگهڙ قتل جي الزام ۾ گرفتار ٿي، نوشهري جي جيل ۾ اچي قيدي ٿيو هو. چاڪاڻ تہ ڪيس سزا جزا ڏيڻ جو آڌيڪار سٽي مئجسٽريٽ يعني علمي ادبي خاندان جي چشم چراغ نادر بيگ مرزا وٽ هو. ذهين سگهڙ گلڻ فقير ڏاهريءَ ڪيو هيئن جو پنهنجي بي گناهہ هجڻ جي روداد، سانوڻ فقير جي ڏوهيڙن واري انداز ۾ تحرير ڪري، جيل مان سٽي مئجسٽريٽ ڏانهن اماڻي ڏني. منهنجي خيال ۾ سگهڙ گلڻ فقير ڏاهريءَ جي اها منظوم ۽ مغموم روداد سنڌي ادب لاءِ بذات خود هڪ عظيم الشان شهہ پارو آهي.

نادر بيگ مرزا، مغموم سگهڙ جي فرياد جو ڪهڙو داد ڪيو، ان جو ڪنهن کي بہ، ڪوبہ پتو ڪونهي. باقي توقع آهي تہ، هن ان جي دادرسي ڪئي ضرور هوندي. چاچا اسد بيگ مرحوم راوي هو تہ، نادر بيگ جڏهن پنهنجي عظيم والد- قليچ بيگ مرزا کي اها روداد پڙهي ٻڌائي تہ، هن ان کي ايتري قدر تہ پسند فرمايو جو، ان کي پنهنجن هٿ اکرن سان اتاري، پنهنجي پسند جي شعري انتخاب 'گرجي نامہ' ۾ سدائين لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيائين.

گلڻ فقير ڏاهري جي اها منظوم فرياد "گرجي نامہ" جي قلمي مسودي ۾ مٿين وضاحت سان موجود آهي. مان ان روداد جو صرف هڪ بند اوهان جي دلچسپيءَ ۽ مطالعي لاءِ هتي نقل ڪريان ٿو.

تون آهين گلابي گل،
مرڪين ويٺو ميز تي،
ڏئي سزائون سالم.

ڪڏي ڏس ڪتاب ۾

ڪوفائدي جو قلم

معافي ڏي مسڪين کي،

ڪري ريذيڊنٽ رحم ،

دعا ڪريئين ٿودل سان،

تنهنجي ڪچهري قائم،

هنن بتين مان ٿئي،

توکي مرد سڀ معلم

هاڻي ظاهر ڪر نہ ظلم،

ڦٽو ڪر فقير کي.



# ديباچو

مون تہ آکاٽيون ننڍي هوندي کان پئي لکيون آهن، جو والد مرحوم جي ستي پيٽ ۾ پيل هئي. جڏهن ڪڏهن ساڻن گشت تي ويندو هوس تہ منزل منزل تي پنو ۽ پينسل ڏيندا هئا تہ جيڪي واٽ تي ۽ اڳين منزل تي ڏٺو ٻڌو اٿيئي، سو لکي اچ پر انهن آکاٽين مان اجا پرايو ڪي بہ ڪين اٿم. اجا ڪا آکاٽي پوري مس ٿيندي هئي تہ ڪونہ ڪو سنگتي ايڊيٽر لامارو ڏئي ڪٽي ويندو هو، يا ڪنهن نہ ڪنهن دوست جي فرمائش ٿيندي هئي تہ فلاڻا اهڙي ڪي اهڙي آکاٽي تہ موڪلي ڏي. آکاٽيءَ جي عوض ۾ انهي اخبار يا رسالي جون بہ يا ٽي ڪاپيون مون ڏي موڪلي ڏيندا هئا. گهڻا ڏينهن تہ آءٌ انهيءَ ۾ خوش هوس تہ منهنجو نالو بہ اخبار ۾ ٿو ڇاپجي . پر نيٺ چري بہ ٿٺ ۾ گهڻا ڏينهن خوش رهندي. آخر لالچ ۾ منهن وڌم ۽ ڀاءُ لالچند کي گهنتريون ٻڌي ڦاسايم جو هيئن پنج اٺ آکاٽيون آزمودي خاطر ڪتاب جي صورت ۾ ڇاپائڻ لاءِ تيار ٿيو آهي. نقصان ۾ آءٌ ٻڌل ڪونہ آهيان. آءٌ اميد ٿو ڪريان تہ آکاٽيون بہ پڙهڻ جي لائق آهن ۽ پڙهندڙن کي وند رائيندڀون ۽ وٽنديون. پر جي آکاٽين خاطر يا منهنجي فائدي خاطر نہ تہ ويچاري ڀاءُ لالچند کي نقصان کان بچائڻ خاطر اوهين ڪتاب وٺو ۽ ٻين کي وٺرايو.

حيدرآباد 1 جنوري 1933ع

نادر بيگ

# موهني ●

ڪاشيءَ جي ويجهو گنگا نديءَ جي ڪناري تي هرنامپور نالي هڪڙو ننڍو ڳوٺ آهي. پنڊت گوري شنڪر انهيءَ ڳوٺ جو رهاڪو هو. زمينداريءَ جو ڪم ڪندو هو ۽ چڱي آرام سان وقت گذريندو هوس. هن کي هڪڙي نياڻي موهنيءَ نالي هئي جا هن جي اک جو تارو ۽ سر جو تاج هئي. انجو آواز اهڙو مٺو هو جهڙي بلبل جي ٻولي بهار جي موسم ۾ مٺي لڳندي آهي. موهنيءَ جا ڳوٺائي هن کي حسن جي ديوي ڪري ڪوٺيندا هئا. اڃا هن چوڏهن ورهين ۾ پير ئي مس پاتو هو ته سندس مڱڻي لاءِ پيغام اچڻ لڳا. پر پنڊت جيءَ کي رتن لعل کان سواءِ ٻيو ڪو جوان پسند نه آيو. رتن لعل بي اي پڙهندو هو. هوشيار ۽ قابل به هو پر مرداني طاقت، همت ، حسن ۽ لياقت ۾ به گهٽ نه هو. هو به پنڊت گنگا پرشاد جو هڪڙو ئي پٽ هو. نيٺ دستوري ڳالهين کان پوءِ مڱڻو پڪو ٿيو ۽ اهو فيصلو ٿيو ته ڦڳڻ جي مهني ۾ شادي ٿيندي. آسمان ۾ بادل ڇانيل هوا، ساوڻ جو مهنو هو ۽ اهو پورنما جو ڏينهن هو. موهنيءَ جي گهر جي دروازي اڳيان هڪڙو وڏو نم جو وڻ هو. انهيءَ ۾ سندس پينگهه ٽنگيل هئي، ۽ سندس هم سن ڇوڪريون جن جي هٿن تي مينڌي لڳل هئي، پينگهه ۾ پي لڏيون. ملهار پئي ڳايائون ۽ موهنيءَ کي چوڌاري ائين گهيري ويون هيون، جيئن راڌا کي برج جون گوپيون ويڙهي وينديون هيون. چوڌاري بهار جي ساوڪ نظر پئي آئي. جت ڪٿ گل ٽڙيا بيٺا هئا ۽ وڻن ۾ ٻور هئو. ڪارڙا ڪارڙا ڪڪر آسمان ۾ هوا تي هيڏانهن هوڏانهن پئي اڏاٽا. وقت بوقت مينهن جي ڇانڊ به پئي پيئي. سيئي ڇوڪريون ڳائڻ ۽ خوشيءَ ۾ نچڻ ٽپڻ لڳيون. شام تائين اهو اسرار لڳو پيو هو، ۽ سج لٿي مهل سيئي ڇوڪريون نچنديون ڪڏنديون پنهنجي پنهنجي گهر هليون ويون ۽ موهني اڪيلي رهجي وئي. ٿوري دير ڪانپوءِ ڪنهن هن جو نالو وٺي سڏ ڪيو. موهنيءَ منهن ڦيرا ئي ڏٺو ته مکي

● هيءَ آکاڻي ماهوار ”سنڌو“ رسالي ۾ ٻن قسطن ۾ مارچ 1932ع ۽ اپريل 1932ع وارن پرچن ۾ شايع ٿيل آهي.

رام لعل جو پٽ هيرو بيٺو آهي. موهني هيري کي تمام چڱي طرح سان سڃاڻندي هئي ۽ ننڍي مکيءَ جي گهر هڪڙي ئي گروءَ وٽ انهن گڏجي رامائڻ پڙهيو هو. پر جڏهن کان وٺي هيرو انگريزي پڙهڻ ڪاشيءَ ويو هو، تڏهن کان وٺي انهن جي گهٽ ملاقات ٿي هئي. اهي ٻاراٽا ڏينهن هئا. هاڻي ٻئي جوان هئا.هيري کي گهڻن ڏينهن کانپوءِ ڏسي موهنيءَ هن کي چيو تہ "دادا، چڱو ڀلو تہ آهين. ڪاشيءَ کان ڪڏهن آئين؟" ائين چئي ڦڪائي کان اکيون هيٺ ڪري سرجهڪائي چڏيائين. هيري مئٽرڪ پاس ڪئي هئي ۽ هاڻ ايف اي ۾ هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن موڪل جي ڏينهن ۾ هرنامپور ايندو هو. مکيءَ جو پٽ هو تنهن ڪري ڳوٺ جا سيئي ماڻهو هن کي عزت ڏيندا هئا. حقيقت ۾ انهيءَ ڳوٺ مان هيرو ئي هيو جو انگريزي پڙهيل هو. ڪنهن کي ڪو خط لکائڻو هوندو هو تہ هيري کان ئي لکائيندو هو ۽ انهن ڏينهن هيرو نہ فقط نالي جو هيرو هو پر هڪڙو انساني هيرو هو ۽ جڏهن ڳوٺ ۾ ڪوٽ پتلون ۽ ٽوپلو پائي نڪرندو هو تہ ڳوٺ جا ڇوڪرا هن کي صاحب ڪري سڏيندا هئا، ننڍا ٻار تہ ڊپ کان گهرن ۾ لڪي ويندا هئا. ڪي ڪي ٻڍا تہ پاڻ ائين بہ چوندا هئا تہ هيرو جهڙو صاحب لوڪ پيو لڳي ۽ شڪ نہ آهي تہ ڪرستان بہ ٿي پيو هجي. هيري بہ اڄ موهنيءَ کي مدت کانپوءِ ڏٺو هو. ٻاراٽو زمانو گذري ويو هو ۽ هاڻ موهني بہ جوانيءَ ۾ هئي. موهنيءَ جي موهڻي صورت، شرميلي نظر ۽ ايرندڙ جواني ڏسي هيرو محو ٿي ويو ۽ اک لڳائي هن ڏي ڏسڻ لڳو.

موهنيءَ ڪنڌ کڻي ڏٺو تہ هيرو ڪيس چتايو پيو ڏسي. وري شرم کان نظر کڻي هيٺ ڪيائين ۽ مرڪي چيائين تہ "دادا، اڄ ڪهڙي خيال ۾ پئجي ويو آهين. ڪاشيءَ کان ڪڏهن آيو آهين؟ خوش تہ آهين؟" پر هيرو چڻ ننڊ ۾ هو، ۽ موهنيءَ جي آواز تي ڇرڪجي اٿيو، ۽ جلد پاڻ سنڀالي موهنيءَ کي چوڻ لڳو تہ "آءُ اڄ آيو آهيان ۽ سڀاڻي هليو ويندس. پر موهني ذرو مون ڏي تہ ڏس. مون سان ٿورو اک تہ ملاءِ. تون ڏاڍي جلد جوان ٿي وئي آهين ۽ ڏاڍي حسين ٿي پئي آهين." موهنيءَ جي حياتيءَ ۾ اهو پهريون ئي دفعو هو جو ڪنهن مرد ماڻهوءَ جي واتان پنهنجي سونهن جي تعريف ٻڌي هيائين ۽ شرم کان هن سان ڳالهائڻ ۾

ڦڪائي ۽ دشواري پئي لڳيس. اتي ڪرڙي تي ۽ مرڪي هيري کي ڪوبہ جواب ڏيڻ کانسواءِ ڊوڙي پنهنجي گهر ۾ گهڙي وئي ۽ هيرو هن کي ڏسندو رهجي ويو.

(2)

رات جا اٺ اچي لڳا هئا، ۽ اونداه ٿي وئي هئي. آسمان بہ هينئر صاف هو ۽ تارن جو پاڇو گنگا جي پاڻي ۾ چڻ موتين وانگر پيو چمڪيو ۽ چنڊ بہ مرڪندو، اڀرڻ لڳو. هيرو ٿڌو ساھہ کڻي پنهنجي گهر ڏي هلڻ لڳو ۽ دل ۾ هيئن خيال ڪندو ويو:

موهنيءَ کي هن کان اڳ بہ مون گهٽائي پيرا ڏٺو آهي پر منهنجي دل تي هن جي حسن اهڙو جادو ڪڏهن نہ هلايو. ٿورن ئي ڏينهن ۾ اهڙو فرق ڪيئن پئجي ويو. هاڻ تہ هوءَ منهنجي خواب خيال کان بہ وڌيڪ سهڻي ٿي پئي آهي. پهرين بہ هوءَ سهڻي هئي، پر اڳي جيئن بند ڪلي (مکڙي) سهڻي لڳندي آهي تيئن هئي ۽ هاڻ ٽڙي گل ٿي پئي آهي. هيءَ تہ پوڄڻ جي لائق آهي. منهنجي دل تي هن جي حڪومت هلي وئي آهي. هن جي پياري صورت منهنجي اکين اڳيان پئي ڦري. منهنجو تہ هوش ئي ٺڪاڻي نہ آهي. هاڻ آءٌ ڇا ڪريان. سياڻي وري موٽي ڪاشيءَ وڃڻو اٿم. نہ، سياڻي آءٌ ڪونہ ويندس. مون کي ڪوبہ چئي نٿو سگهي. آءٌ دل کي ڪيئن سمجهايان. موهني وئي هلي ۽ مون سان اکر بہ ڪونہ ڳالهايائين. سو ڇو؟ اڳي تہ هوءَ ڪلاڪن جا ڪلاڪ پئي مون سان رانديون ڪندي هئي. پر اڄ هوءَ منهن موڙي هلي وئي. اڄ تہ مون سان ڳالهائڻ بہ دشوار پيو لڳس. شايد هن کي پنهنجي حسن تي غرور آهي، شايد پنهنجي سونهن تي ناز ٿي ڪري. پر ڪجهہ بہ هجي مون جهڙي پڙهيل ۽ سڌريل ماڻهو جي اڳيان هن جو غرور قائم رهي ڪين سگهندو. منهنجي ٻن لفظن ۾ هوءَ باز اچي ويندي. بهتر تہ ائين ٿئي تہ پهرين هن کي خط لکي پنهنجا خيال ظاهر ڪريان، پنهنجي دل جو درد ٻڌايانس. پر نہ. اها بہ صلاح ٺهي تہ نٿي. آءٌ وري سياڻي هن کي ملي پنهنجي دل جو حال اوريندس. ضرور منهنجي ڳالهين تي لڳي ويندي. ضرور مٺيون مٺيون ڳالهيون هن جي دل تي اثر ڪنديون.

اهڙيءَ ريت جڏهن دل وندرائيندو پنهنجي گهر اچي پهتو تہ سندس

پيءُ پنڊت رام لعل چيس تہ ”پٽ رات چڙهي آئي آهي، جلدي ماني کائي سمهي پئو. صبح جو ڇئين بجي ڪاشيءَ جي گاڏي ڇُٽيو وڃي. ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ اوجاڳي کان توکي ننڊ ڪٽي وڃي ۽ رهجي پئين. اجايو تنهنجي تعليم ۾ نقصان نہ پئي.“ تنهن تي جواب ڏنائينس تہ ”آءٌ سياڻي ڪونہ ويندس. منهنجي طبيعت ٺيڪ ناهي.“ پنڊت جيءَ ڪنهن ويد، حڪيم کي سڏائڻ جي خواهش ظاهر ڪئي پر هيري چيو تہ نہ ”حال اهڙو ضرور ڪونهي. سياڻي جي طبيعت نہ سڌري تہ ڏٺو ويندو.“ ائين چئي وڃي کٽ تي ليٽيو ۽ ماٺس سندس سيرانديءَ کان ويهي مٿي کي زور ڏيڻ لڳي.

سڄي رات هيري کي ننڊ نہ آئي، ۽ ڏاڍي بي آرامي سان رات گذاريائين صبوح ٿينديئي موهنيءَ جي گهر ويو ۽ انهيءَ انتظار ۾ رهيو تہ وجهہ مليم تہ موهنيءَ کي دل جو حال ٻڌايان. پيهرن ڏاري.ڪن پين چوڪرين سان گڏجي موهني گنگا ۾ اشنان ڪرڻ نڪتي. اها خبر ٻڌي هيرو اڳيئي وڃي اتِ پهتو. ڪنهن کي ڪو خيال بہ ڪونہ هو. پر اتي وجهہ وٺي هيرو موهنيءَ کي هيئن چورڻ لڳو: ”موهني، آءٌ تہ ديوانو ٿي پيو آهيان. تو پنهنجي ناز پريل نيڻن سان مون تي ڪو جادو هلائي ڇڏيو آهي. هاڻ تون مون کي پنهنجو ڪري ڇڏ. مون تي ڪا ديا ڪر، مون تي رحم ڪر، آءٌ تنهنجو آهيان، مون تي ظلم نہ ڪر، مون کان نفرت نہ ڪر، ۽ حقارت جي نظر سان مون ڏي نہ ڏس. آءٌ هاڻي لاچار ٿي پيو آهيان ۽ پنهنجي وس ۾ نہ آهيان. ڪلهہ مون توکي ڪيتري التجا ڪئي، پر تو مون کي جواب ئي ڪونہ ڏنو. منهن موڙي هلي وئينءَ. موهني، مونکان وڌيڪ ٻيو ڪو تنهنجي محبت جو حقدار ٿي سگهي ٿو؟ يا مون کان وڌيڪ ٻيو ڪو توکي پيار ڪرڻ وارو ٿي بہ سگهي ٿو؟ نہ، نہ! ڪڏهن نہ! تہ بس هاڻ مون سان محبت جو انجام ڪر، مون کي دائمي محبت جو انجام دلاسو ڏي، پوءِ مون کي ڪنهن بہ ڳالهہ جي پروا نہ رهندي. آءٌ اڄ ئي پنهنجي پتا کي چئي ڏيندس تہ آءٌ موهنيءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان شادي ڪانہ ڪندس. آءٌ پڙهيل آهيان. آءٌ آزاد خيال وارو ماڻهو آهيان. آءٌ ريتن ۽ رسمن جو پابند نہ آهيان. مون کي پڪ آهي تہ پتا منهنجي ڳالهہ مڃي ويندو. منهنجي پياري موهني، چئو! هاڻ

ماٺ ڪري تہ نہ بيهہ. توکي تنهنجي جوانيءَ جو قسم آهي، ڪوتہ دلاسو ڏينم!"

موهنيءَ ڏاڍي بيزاريءَ سان هن کي جواب ڏنو تہ "ياءُ هيرا، اڄ ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين. اڳي تہ ڪڏهن تو مون سان اهڙيون ڳالهيون ڪين ڪيون. ڇا، پنهنجن پينرن سان، ڪنوارين ڇوڪرين سان بہ اهڙيون ڳالهيون ڪڏهن ڪبيون آهن؟ آءٌ ڏسان ٿي تہ ڪلهو ڪران تنهنجي نگاهہ البت بدليل آهي. ايترن ڏينهن کان پوءِ مليا هواسين، ڪٿي ڪو پنهنجو حال احوال ٻڌائين ها، يا ڪاشيءَ ۾ ڇا ٿو ٿئي انهي جي خبر ڏين ها." ڦڪائي ۽ نا اميدي کان هيري جو منهن لهي ويو. هن جي دل ۾ نيڪيءَ ۽ بديءَ جي جنگ شروع ٿي وئي. هيري جي روح ڪيس جٺ ڦٺ ٻي ڪئي، پر سندس نفس هن کي پٺي برغلايو. اهو تہ سچ آهي تہ سورج جي اڳيان تروري جي طاقت نٿي هلي، ۽ سچ جي اڳيان ڪوڙ جٽاءُ ڪري نٿو سگهي پر ڪڏهن ٿوري مدت لاءِ جڏهن ڪنهن کي محبت، نہ، نہ، توبہ! محبت نہ پر نفساني خواهشون، يا ضد انڌو ڪيو ڇڏي تہ هن کي سچ ۽ ڪوڙ جي تميز نٿي رهي. انهي محبت جي مارئي کي اوڏي مهل موهنيءَ جي اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ کپندو هو. هن کي کپندو هو تہ موهنيءَ کان معافي گهري. پر هن ائين نہ ڪيو. پنهنجي خواهش کي لڙهندو ڏسي غصي ۾ اچي ويو ۽ ضد تي اچي چوڻ لڳو تہ "موهني، مونکي ياءُ ڪري نہ ڪوٺ. ڏاڍو برو اکر آهي، ۽ خاص تنهنجي زبان تي نٿو ٺهي. پياري موهني، ڪاشيءَ جو ڪهڙو حال ٿي پڇين. اتي هزارين حسن جون ديويون آهن پر تنهنجي حسن جي اڳيان ڪنهن جي ڪانہ هلندي. ڇا، محبت جي ڳالهين، يا پيار جي احوال کان وڌيڪ ٻيو بہ ڪو پيارو ذڪر هوندو آهي، جو توسان ڪريان؟ موهني توکي ڏسي مون کي ٻيون سڀ ڳالهيون وسري ويون آهن. هاڻي جي ڪجهہ ياد آهي تہ فقط تون ياد آهين، ڪو خيال اٿم نہ بہ تنهنجو: آءُ سمجهان ٿو تہ تون مون کان شرمائين ٿي. پر شرم جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ تون هاڻي جوان آهين. خودمختار آهين. تون تہ اهڙي آهين جو تنهنجي پوڄا ڪجي. موهني، الاجي تو منهنجي دل جو مطلب سمجهو آهي ڪي نہ؟"

موهني جا ايتري دير ماٺ ڪيو بيٺي هئي ۽ ڪن لائي هيري جون

ڳالهيون پي ٻڌائين، سا هاڻي جوش ۾ اچي چوڻ لڳي تہ ”بس ياءُ هيرا، بس. وڌيڪ تنهنجون ڳالهيون آءٌ ٻڌڻ نٿي گهران . آءٌ تنهنجو مطلب پورو پورو سمجهي وئي آهيان. تون مون کي انهي رستي تي آڻڻ ٿو گهرين جنهن جو آخر نتيجو تباهي ۽ بدنامي آهي. آءٌ هٿ ٻڌي توکي عرض ٿي ڪريان تہ انهيءَ اجائي خيال تان لهي وڃ. تون شريف گهراڻي جو آهين، اڳ خبر ڪانہ هئي تہ آءٌ توکي هينئر ٻڌائي ٿي ڇڏيان تہ منهنجو مڱڻو ٻہ ٿي ويو آهي. منهنجو وچن ٿي ويو. ويانهہ جو ڏينهن بہ اچي ويجهو پيو آهي. منهنجو نالو جنهن سان لڳجي ويو آهي آءٌ انهيءَ جي ٿي چڪس. مون پڙهيو آهي ۽ مون کي اها سکيا مليل آهي تہ پنهنجي ڌڻيءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن سان محبت جو خيال رکڻ بہ پاپ آهي. تنهنجي لنبي چوڙي تقرير مڱڻي کان اڳي شايد منهنجي دل تي ڪو اثر ڪري بہ ها، انهن ڏينهن ۾ شايد تون مون کي ڏوتاري سگهين ها، ۽ شايد آءُ بہ حرصجي وڃان ها، پر هاڻي اهو وقت گذري ويو. هاڻي ڪجهہ ورڻو نہ آهي. شايد تون ائين چوندين تہ آءٌ جنهن سان مڱي آهيان انهي کي مون ڏٺو ڪونهي، يا انهيءَ جي چال چلت کان آءٌ واقف نہ آهيان، تہ پوءِ ڪيئن آءُ هن سان محبت رکي ٿي سگهان تہ انهيءَ جي جواب ۾ مون کي فقط هي چوڻو آهي تہ ساوتري بہ جڏهن ستياوان سان شادي ڪئي تہ ڏسي وائسي ڪانہ ڪيائين. آءٌ هندستان جي ڏيءَ آهيان، هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ جي رهڻ واري آهيان. پر ايتري خبر اٿم تہ جنهن سان آءُ مڱي آهيان آءٌ انهي جي ٿي چڪس. هو بدصورت هجي يا بدچال هجي، مون کي تنهنجي پرواهہ ڪانهي. هاڻي هو منهنجو ڌرم ۽ منهنجو ايمان ٿي چڪو. آءٌ پنهنجي سڄي حياتي هن جي قدمن تي گذاريندس پر ڪڏهن ڪنهن ٻئي مرد ڏي نگاهہ ڪانہ ڪنديس. نہ فقط منهنجي پر سيني استرين جو اهو ئي ڌرم آهي ۽ هجڻ کپي. ڏس سيئي ڇوڪريون سنان ڪري چڪيون آهن ۽ توکي ۽ مون کي پاڻ ۾ ڳالهائيندو ڏسي اسان ڏي اشارا ڪيو پيون ڪلن. سيئي موٽڻ جي تياري پيون ڪن ۽ آءٌ بہ وڃان ٿي.

خدائي (ڪي الاجي شيطاني) قاعدو آهي ۽ زماني جو دستور آهي ۔ جڏهن ڪو شخص پنهنجي ارادي ۾ ڪامياب نٿو ٿئي تہ هن

جو ضد پاڻ وڏي ٿو. خار کان هيري جي دل سڙي وئي. سندس منهن ڳاڙهو ٿي ويو ۽ وڏي واڪي چيائين ته ”موهني، ڏس. مون کي جواب ڏيڻ کان اڳي خيال ڪر، سمجهي وٺ. انهيءَ جو نتيجو چڱو نه ٿيندو، منهنجي دل کي نا اميد نه ڪر، پنهنجي هٺ تان لهي وڃ، منهنجي ٿي پئه، نه ته تنهنجي اها مغروري خاڪ ۾ ملائي ڇڏيندس.“

موهنيءَ ته هن ڏي خيال ئي ڪونه ڏنو ۽ هلي وئي، پر گنگا جي لهرن جي لپڪ لپڪ جو آواز هيري کي ائين لڳو ڄڻ گنگا مائي به پئي مٿس کلي ۽ ٺٺوليون ڪري.

(3)

ڦڳڻ جي مهني ۾ موهنيءَ جو ويانهه پنڊت رتن لعل سان ٿيو. انهيءَ ئي مهني ۾ رتن لعل بي اي به پاس ڪئي، ۽ غازي پور جي هڪڙي سڪول ۾ هيڊ ماسٽر مقرر ٿيو. ٿورن ڏينهن کانپوءِ انهيءَ موهنيءَ کي به پاڻوٽ سڏائي ورتو. ماسٽر صاحب موهنيءَ تي موهجي ويو ۽ موهني هر وقت هن جي خدمت ۽ چاڪريءَ ۾ حاضر هئي. جي موهني شمع هئي ته چئجي ته رتن لعل پروانو هو. جڏهن سڪول کان موٽي گهر ايندو هو ته اڳي ئي موهني هن کي ملڻ لاءِ در تي بيٺي هوندي هئي ۽ هو هن کي ڏسي نهال پيو ٿيندو هو. موهنيءَ جي انتظام سان ماسٽر جو غريباڻو گهر به جنت جو هڪڙو ننڍڙو ٽڪرو ٿيو پيو. هن کي پنهنجي خوش قسمتيءَ تي ناز هو ۽ موهنيءَ جي ناز برداريءَ ۾ به گهٽ ڪانه ٿي ڪيائين. سڪول ۾ به سمورو وقت موهني سندس دل ۾ هئي. موهنيءَ جي محبت ۾ رتن لعل پنهنجا سنگتي ساٿي به وساري ڇڏيا. اڪثر پنهنجو وقت موهنيءَ سان گهر ۾ گذاريندو هو. ماڻهو ته ائين چوڻ لڳا ته وڏو ماسٽر زن مريد ٿي پيو آهي. پر رتن لعل کي ڪا پرواهه ڪانه هئي.ماڻهو پل ڪجهه به پيا بڪن: موهنيءَ جي خاطر هو سڀڪجي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن چرچي ۾ چوندو هوس ته ”موهني آءُ ڊڄان پيو ته متان توکي منهنجي نظر لڳي وڃي.“ نوڪرن هوندي سوندي به موهني گهر جو گهڻو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندي هئي.

اجا رتن لعل صبوح جو ستوئي پيو هوندو هو ته موهني اٿي سنان پاڻي ڪري پاٺ پوڃا جو ڪم لاهي رتن لعل جو ناشتو تيار

ڪندي هئي ۽ شام جو به سڪول مان ايندو هو ته هن جي جتي جوراب لاهي، چانهه پاڻي پياري، تازو توانو ڪري، هن سان ويهي محبت ۽ پيار جون ڳالهيون ڪندي هئي. انهيءَ ريت ڪل خوشيءَ ۾ ڏينهن پي گذريا ۽ ڪنهن به ڳالهه جو رنج نه هون.

هڪڙي ڏينهن سڪول ۾ ڪو جلسو هو ۽ ڪجهه دير تائين ماستر صاحب گهر نه موٽيو. موهني بي آرام ٿي لڳي ۽ دل ۾ چوڻ لڳي ته "ايتري رات گذري وئي، الاجي ڇو ڪين آيا. مون کي ته چئي ويا هئا ته آءٌ سگهو موٽندس، پوءِ الاجي ڇو دير ڪئي اٿن. اڳي ته ڪڏهن به ايتري دير ڪانه ڪئي اٿن." موهنيءَ جي بيتابي وڌندي وئي. هن هڪڙو نوڪر ڊوڙايو ته سڪول مان خبر چار وٺي اچي ته ڇو دير ٿي آهي. ائين ته ڪڏهن نه ٿيو آهي. جي انهن کي دير سان اچڻو هو ته مون کي چوائي موڪلين ها. اڄ موٽي ايندا ته آءٌ ضرور شڪايت ڪنديس. چونديسانس ته ڪڏهن دير ٿي وڃي ته مون ڏي چوائي موڪليندا ڪريو مون کان انتظار سٺو نٿو ٿئي. نه پر آءٌ ڀلي آهيان. آءٌ انهن کي ڪو الزام نٿي ڏئي سگهان . هو مڙس ماڻهو آهن ضرور ڪنهن ڪم ڪري دير ٿي وئي هوندي. ضرور هينئر اچڻ ۾هوندا. انهيءَ ريت پنهنجي دل کي دلداري ڏيندي موهني وڏي دروازي تائين وئي. نوڪر اڃا ڪونه موٽيو هو. چرين وانگر گهر ۾ اچ وڃ لائي ڏنائين. ورو بيو نوڪر ڊوڙايائين اهو به نه موٽيو. هاڻي ته ويچاري موهنيءَ جا براحال ٿي ويا. اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيس. سڄي گهر ۾ ماٺ لڳي پئي هئي ۽ ڏاڍي ڳڻتي ۽ انتظار سان موهني در جهلي بيهي رهي. گهر ۾ ڪو نوڪر به نه هو جو موڪلي ۽ اچي آڌي رات ٿي هئي. ٿوري ڪان پوءِ پري ڪان موهنيءَ کي هڪڙي گاڏي ايندي نظر آئي ۽ دل ڌڙڪڻ لڳس. سگهوئي گاڏي اچي در تي بيٺي ۽ موهنيءَ چتائي ڏٺو ته برابر گاڏيءَ ۾ رتن لعل آئي. هن کي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي. انتظار سڀ لهي ويس. وڌي وڃي هن کي ملي ۽ چيائينس ته " اڄ اوهان کي ايتري دير ڇو لڳي؟" هن جواب ڏنو ته "ها، جلسو تمام دير سان پورو ٿيو. آءُ اچڻ ۾ هوس ته تنهنجا نوڪر مون کي پهتا ۽ مون انهن کي انهي خيال سان روڪي ڇڏيو ته ڀل مون سان گڏيا اچن. مون کي اها خبر ڪانه هئي ته تون ڪا اهڙي ماندي يا

پريشان ٿينديون.“

موهنيءَ مرڪي هن کي جواب ڏنو تہ ”پلا آءٌ ماندي ڪيئن نہ ٿينديس. اڳي ڪڏهن ايتري دير اوهين گهر کان ٻاهر نہ رهيا آهيو. سچ پڇو تہ اوهان ڪانسواءِ هي گهر مون کي ويران پيو لڳي. جڏهن اوهين مون وٽ نہ آهيو تڏهن منهنجي جان تي گهبرائي ۽ ڪنهن بہ ڪم ۾ دل نٿي لڳيم.“

رتن لعل موهنيءَ جون پيار جون ڳالهيون ٻڌي دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو. ٿوري دير هتي هتي جون ڳالهيون ڪيائين پوءِ رتن لعل کيسي مان هڪڙو خط ڪڍي موهنيءَ کي پڙهڻ لاءِ ڏنو، ۽ چيائينس تہ ”موهني، تنهنجي پتا جي طبيعت خوش نہ آهي. هو توکي ياد پيو ڪري ۽ لکيو اٿس تہ هڪڙي مهني لاءِ موهنيءَ کي هرناپور موڪلي ڏيو. موهني پنهنجي پيءُ جي ناخوشيءَ جي خبر ٻڌي البتہ گهبرائجي وئي ۽ وينتيءَ سان عرض ڪيائين تہ مون کي اوهان جي جدائي ۾ ڏاڍو رنج ٿيندو، پر جي اوهان مناسب سمجهو ۽ اوهان جي مرضي هجي تہ هرناپور وڃي پتا کي ڏسي اچان.“

رتن لعل پلا موهنيءَ جو عرض ڪيئن نہ اگهائي، ڪيئن هن کي رنج ڪري؟ ۽ وڏي خوشيءَ سان موهنيءَ کي اجازت ڏنائين ۽ ٻئي ڏينهن ٻن ڏينهن جي موڪل وٺي موهنيءَ کي هرناپور پهچايائين.

موڪلائڻ مهل رتن لعل موهنيءَ کي چيو تہ ”ڏس موهني، خط برابر لکندي رهجئين. وساري نہ ڇڏجئين، توکان سواءِ مون کي تہ اهو مهنو بہ سالن وانگر پيو لڳندو. آءٌ چئي نٿو سگهان تہ تنهنجي جدائي ۾ منهنجو ڪهڙو حال ٿيندو.“

موهني رئڻ هارڪي ٿي وئي ۽ هٿ جوڙي چيائينس تہ ”پران ناٿ، اوهان کي وساريندس ڪين.آءُ تہ اٿندي ويهندي اوهان جي پياري نالي جي مالها پئي جپيندس. پتا کي رڳو موسمي تپ آهي. اميد آهي تہ ڏينهن ٻن ۾ چڱو ڀلو ٿي پوندو ۽ سگهو ئي آءٌ وري اچي توهان جي شيوا ۾ حاضر ٿينديس.“ رتن لعل سيني کان موڪلائي روانو ٿيو، پر جيسين سندس گاڏي ڏسڻ ۾ پي آئي تيسين موهني دروازي تي بيٺي هئي پوءِ تڏو ساهہ پري وڃي پيءُ وٽ ويٺي.

(4)

هيرا لعل انهيءَ سال ايف اي ۾ ناپاس ٿي پيو. ڪاشيءَ جي هوا هن کي ڀان ءِ نه پئي ۽ بدمزاج ڇوڪرن سان صحبت ڪرڻ لڳو. چوندا آهن ته ڪارو ڪمري سان گڏجي ته رنگ نه مٽائي ته عادت ته ضرور مٽائي. خراب صحبت هيري جي چال خراب ڪري ڇڏي. پڙهڻ لکڻ ڇٽي رهيو. موهنيءَ جي محبت اڃا هن جي دل ۾ پيي ڪکي، ۽ رات ڏينهن موهنيءَ کي باز آڻڻ جي فڪر ۾ لڳو پيو هوندو هو. جڏهن هن کي خبر پئي ته موهني هرنامپور اچي وئي آهي تڏهن هن کي ملڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. هڪڙي ڏينهن پنڊت گوري شنڪر جي چڱيلائي پڇڻ لاءِ هن جي گهر ويو. موهنيءَ هن کي ڀاءُ سمجهي، پنهنجي وڏي ڀاءُ جهڙي عزت ڏئي، هن کي پرنام ڪيو. هيري کي دل ۾ شرم به لڳو، پر شيطانيءَ ڪان نه لٿو. هن جي دل اڳي ئي ڪاري ٿي پئي هئي ۽ وجهه وٺي وري موهنيءَ سان پنهنجي محبت جو احوال ڪرڻ لڳو، ۽ پنهنجن ناپاڪ ۽ پليت خيالن جو اظهار ڪيائين. هن ويري موهنيءَ هن جو ڪو لحاظ ڪونه ڪيو پر ڏاڍي ڪاوڙ ۽ ڏڪر سان هن کي جواب ڏئي خبردار ڪيائينس ته جي وري ڪڏهن اسانجي گهر آيو آهين ته بچڙو ۽ بي عزت ڪري ڪڍائيندي سانءِ. هيرو دل ۾ سڙي ويو. موهنيءَ جو چوڻ هن کي ڏاڍو برو لڳو پر هن جو وس هلي نٿي سگهيو. مات ڪري پنهنجي گهر هليو آيو. وات تي پنهنجيءَ دل ۾ هن ريت پيو پڇتائڻ لڳو، "موهنيءَ مون کي گهڻو ذليل ڪيو آهي. هن کي پنهنجي حسن تي ناز آهي. پر آءٌ به جي هيرو آهيان ته جيسين هن جي آبرو خاڪ ۾ نه ملائيندس تيسين مون کي آرام ڪونه ايندو. جيسين تاءِ هوءَ پشيمان ۽ خوار نه ٿيندي تيسين مون کي حياتيءَ ۾ ڪو مزو ڪونه ايندو... پندرهن سورهن ڏينهن هيرو موهنيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ هر لفظ جي ڪوشش ڪندو رهيو. نيٺ، جڏهن خاطري ٿيس ته هوءَ منهنجي هٿ نه ايندي ته هن کي خوار خراب ڪرڻ جو رستو ڳولهڻ لڳو. آخر ڪار دل ۾ رٿ رٿي موهنيءَ ڏي هڪڙو گمنام محبت جو خط لکي سندس مڙس ماستر رتن لعل جي معرفت موڪليائين.

ماستر رتن لعل اڃا اسڪول ۾ هو ته صبح جي ٽپال ۾ هڪ خط مليس جنهن تي "موهني بمعرفت رتن لعل هيڊ ماستر" لکيل ... اهو

خط ڏسي رتن لعل خيال ۾ پئجي ويو تہ هن کان اڳي ڪڏهن بہ موهنيءَ جي نالي ڪو خط ڪونہ آيو. هاڻي تہ موهني بہ هرناپور ۾ آهي تہ هن کي هي خط ڪنهن لکيو هوندو؟ شايد هن کي ڪنهن سهيليءَ لکيو هوندو؟ شايد هن جي ڪنهن ساهيليءَ موڪليو هوندو. آءٌ کولي پڙهان يا نہ؟ نہ نہ. مون کي موهنيءَ جي خط پڙهڻ جو ڪو حق ڪونهي. اهو خط جنسي هرناپور ڏياري موڪلڻ گهرجيم. انهيءَ ارادي سان هرناپور جو پتو لفافي تي لکي وري خط ٽپال ۾ وجهڻ تي هو تہ ڏٺائين تہ لفافو اڌ کليل آهي. انسان بي اعتباريءَ جو گهر آهي، رتن لعل کي دل ۾ شڪ پيدا ٿيو. موهني هن کي جان کان وڌيڪ پياري هئي. هو موهنيءَ جي محبت ۾ غلطان هو ۽ محبت ۾ انسان هيڪاري جلد بدگمان ٿيندو آهي. رتن لعل بہ انهي بدگمانيءَ ۽ بي اعتباريءَ ۾ اٽڪي ويو ۽ لفافو کولي خط پڙهڻ لڳو. هيٺن لکيل هو.

”پياري، پياري موهني.“ رتن لعل جا تہ هوش اڏامي ويا. مٿو ڦرڻ لڳس ۽ خط هٿ مان نڪري وڃي پٽ تي ڪريو. ٿوري دير ڪانپوءِ جڏهن مغز جاءِ آيس تہ وري خط کڻي پڙهڻ لڳو. ”منهنجي جان. تنهنجو پيارو محبت ڀريو خط پهتو.خط ۾ ڪو احوال يا دل جو حال ڪرڻ مناسب نٿو سمجهان. پر تنهنجي جدائيءَ منهنجو بروحال ڪري ڇڏيو آهي. ملڻ جو ڪو رستو ڪڍ نہ تہ تنهنجو عاشق توکي ياد ڪري ڪري مري ويندو..........“

رتن لعل ان کان اڳتي نہ پڙهي سگهيو. خط بند ڪري کڻي کيسي ۾ وڌائين ۽ سڪول ڇڏي گهر ويو ۽ اتي وڃي پاڻ کي هڪڙي کٽ تي اڇلايائين ۽ پئجي رهيو. دل ۾ خيال ڪرڻ لڳو تہ، ڏس تہ سهي مون سان ڪهڙي ٺڳي ٿي آهي. آءٌ جنهن کي ديوي ڪري سمجهندو هوس اها هڪ ڏائڻ نڪري پئي. اڙي ظالم موهني! اڙي دغاباز موهني! تون ظاهر ۾ ڇا ۽ باطن ۾ ڇا! اڙي پيگوان، ڇا هن دنيا ۾ خوبصورتي ۽ پاڪدامني ڪڏهن گڏ ڪونہ ٿيون ملن؟ موهني خوبصورت آهي. آءٌ تہ خير هن جي حسن تي ڇريو آهيان پر سڄو جهان هن کي حسن جي ديوي ڪري ٿو سمجهي. تہ هو ديوين جهڙي پاڪدامن ڇونہ آهي ؟ موهني اڄ تنهنجو پيد مون کي معلوم ٿي ويو. تنهنجو فريب ظاهر ٿي چڪو. سچ

آهي تہ نانگ جهڙو سهڻو هوندو اهڙو وڏيڪ زهريلو هوندو ۽ باهہ جي روشني جيئن وڌيڪ تکي هوندي تيئن وڌيڪ تپائيندي ۽ ساڙيندي ۽ جلائيندي. اڙي موهني! موهني! اڙي بيوفا، بدخيال، بدگمان موهني، تو پنهنجن مٺين مٺين ڳالهين ۽ کوڙي پيار سان برابر مون کي بيوقوف بڻائي رکيو هو پر هاڻي منهنجي اک کلي پئي. رتن لعل اجا انهي ريت پنهنجي دل ۾ خيال پئي ڪيو تہ سندس نوڪر هڪڙو خط کڻي آيو جو بہ ٽپال ۾ آيل هو. رتن لعل خط کڻي ڏٺو تہ موهنيءَ وٽان هو جو هرناميور کان آ يل هو. خط ڏسڻ شرط گرم ٿي ويو ۽ لفافو کڻي اڇلايائين. پر وري ٿورو رکي خط کڻي پڙهڻ لڳو. سٽون ئي بہ ادائي لکيل هيون.

”پران ناٿ. پتا هاڻي چڱو ڀلو آهي. هاڻ هرناميور اچي مون کي موٽائي وٺي وڃو. توهان جي چرنن جي داسي موهني“.

خط پڙهي ڪاوڙ ۾ رتن لعل ڦاڙي اڇلائي ڇڏيو ۽ وري اچي وڦلڻ ۾ پيو. مڪار، دغاباز، دل جي کوٽي موهني وري مون کي پاڳل ٿي بڻائين پر هاڻي آءٌ تنهنجي فريب ۾ اچڻ وارو نہ آهيان. افسوس تہ تو دنيا جي اڳيان هميشہ لاءِ منهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. مون کان اهڙي بي عزتي ۽ خواري برداشت ٿي نہ سگهندي. منهنجي ساري حياتي هاڻي شرم ۽ بي آرامي سان بسر ٿيندي. هاءِ! موهني، تنهنجو جهڙو نالو آهي اهڙي تہ تون نہ نڪتيئن. افسوس! تنهنجون اهي خاصيتون جن تي مون کي فخر ۽ ناز هو سي ڪيڏانهن ويون. تنهنجو حسن تہ هڪ قاتل ستمگر نڪتو. منهنجي زندگي تہ هاڻي مون تي بار ٿي پيئي آهي. آءٌ هن بي عزتيءَ کي ڪيئن برداشت ڪريان. هن فريبي، دغاباز، کوٽي دنيا ۾ جي ڇا ڪريان. پر نہ، مرڻ کان اڳي هن ناپاڪ زال کي ڪو سبق تہ سيکارڻ گهرجي، جيئن ٻين زالن جي بہ اک کلي. اي ڀڳوان! منهنجون تہ سڀ اميدون خاڪ ۾ ملي ويون. منهنجي دل جو خون ٿي پيو. آءٌ پنهنجي دل جو درد ڪنهن کي ٻڌايان. ڪنهن کي پنهنجو حال ڀائي ڪريان......“

رتن لعل پنهنجي واچ ڏٺي اوڏي مهل رات جا 9 لڳا هئا. بنارس واري گاڏي ڇٽڻ ۾ بہ باقي ڪلاڪ کن هو، ۽ يڪدم هرناميور وڃڻ جو خيال ڪيائين تہ ٻئي ڏينهن 8 بجي شام جو وڃي هرناميور پهچندس. اهو خيال ڪري رتن لعل جهٽ ۾ تيرڙ ٻڌي، اسڪول ڏي ٻن ڏينهن جي

غيرحاضري جي چٺي لکي نوڪر کي ڏني ۽ گاڏي سڌائي اسٽيشن ڏانهن روانو ٿيو، ۽ سوائين ڏهين بجي واري ميل ۾ سوار ٿيو.

(5)

هيرو، موهنيءَ وارو خط ٽپال ۾ وجهي ڏاڍو خوش ٿيو. هن کي دل ۾ خاطري هئي ته انهيءَ اٽڪل سان سندس ڪم ٿي پوندو. تنهن هوندي به هن موهنيءَ سان ملڻ جون لک تدبيرون ڪيون. پر هن کي ڪو وجهه نه مليو ڇو جو پنهنجي پيءُ جي خدمت چاڪريءَ کان موهنيءَ کي ڪڏهن ايتري فرصت نه ملندي هئي جو هوءَ گهر کان ٻاهر نڪري. جي ڪا فراغت کٽي ٿيندي به هيس ته ڪنڌ پاسي ويهي رتن لعل کي ياد ڪندي هئي. سندس ننڍي هوندي جون ساهيليون ڪڏهن هن کي ڏسڻ ايندييون هيون ته انهن سان به منهن ڏئي ڪين ڳالهائيندي هئي مطلب ته رتن لعل جي جدائيءَ کان اباٽڪي ٿي پئي ۽ ڪنهن به ڳالهه ۾ دل نٿي لڳيس. سندس ساهيليون شڪايت ڪنديون هيون تهموهني هاڻي بي وفا ٿي پئي آهي. پرديس ۾ رهي هن جو مزاج ڦري ويو آهي. پر موهني پنهنجي خيالن ۾ محو هئي ۽ هن کي انهن طعنن ۽ ٽوڪن جي ڪا پرواه ئي ڪانه هئي. هوڏانهن هيرا لعل پنهنجي شرارت ۽ نچائي هلائيندو آيو. سڄو ڏينهن، گاهه بيگاهه موهنيءَ جي گهرجا پيو چڪر ڏيندو هو پر موهني ڪيس نظر نه ايندي هئي. جادو ڪرايائين، ٽوٽا ڪرايائين، ڪن ڪمذات زالن جي هٿان هن کي داب ڌياري موڪليائين پر موهنيءَ جي دل تي ڪجهه به اثر نه ٿيو. انهيءَ تي به هيرو هيسجي نه ويو، بلڪ پاڻ وڌيڪ شدت تي چڙهيو ۽ قسم کنيائين ته ڪنهن نه ڪنهن ريت موهنيءَ جي پاڪدامنيءَ تي ٽڪو لائي هن کي خوار ۽ بدنام ڪندس.

ٿورن ڏينهن ۾ پنڊت گوري شنڪر چڱو ڀلو ٿيو ۽ مٿي تي پاڻي وڌائين. فقيرن کي ماني کارائي وئي ۽ انهيءَ ڏينهن موهنيءَ جي دل خوش هئي. هن جي شڪل ۾ اڄ رونق پي ڏٺي. هڪڙي پيءُ جي صحت جي خوشي، ٻيو اهو خيال ته هاڻي سگهو وڃي رتن لعل کي ملنديس. انهي ڏينهن سنان پاڻي ڪري نئين ساڙهي پاتائين. سڄو ڏينهن گهر رهي. ڳائڻ وڄائڻ لڳو پيو هو، ڳوٺ جون زالون پي آيون ويون ۽ موهني انهن جي خاطريءَ ۾ مشغول رهي. پر شام جو هڪڙي ٿالهه ۾ گيهه جو ڏيئو

ٻاري اڪيلي اڪيلي مندر ۾ پوڄا ڪرڻ نڪتي. اهو مندر ڳوٺ کان ٿورو ٻاهر پرو هڪڙي پپر جي وڻ هيٺ هو. خوشيءَ سان تڪڙي تڪڙي وڃي اتي پهتي ۽ اتي ديويءَ کي هٿ جوڙي پرنام ڪيائين، ان تي گل چاڙهيائين ۽ آرتي ڪيائين. سڀ ساٽ سنوڻ ڪري وري گهر ڏي ٿي موٽي. رات جا اٺ وڄڻ تي هئا. چئني پاسي ماٺ لڳي پئي هئي ۽ آسمان ۾ تارا بہ نڪري آيا هئا. هوا بہ آهستي آهستي پي چري، موهني ڪنڌ هيٺ ڪيو پنهنجي خيال ۾ محو ٿيو پي آئي تہ اوچتو هڪڙي وڻ جي ٿڙ وٽ هيري کي بيٺل ڏٺائين. البت ڊني بہ پر همت ڪري چيائينس تہ "پاءُ هيرا رستي تي ڇو بيٺو آهين. رستو ڇو ٿو روڪين. مون کي وڃڻ ڏي. رات جو وڳڙو آهي، آءٌ اڪيلي آهيان. ڪو پاڻ کي ڏسي وٺندو تہ ڇا چوندو." هيري جواب ڏنو تہ " موهني مون کي تنهنجي محبت هتي ڇڪي آندو آهي. اڄ آءٌ پنهنجي بابت تنهنجي زبان کان آخرين فيصلو ٻڌڻ ٿو گهران. منهنجي مرضي آهي تہ تون منهنجي ٿي پئو. نہ رڳو اڄ پر ڪيترين مهنن کان آءٌ توتي عاشق آهيان. مون کي نااميد نہ ڪر. مون سان اهڙي بيپرواهي نہ ڪر."

موهنيءَ جي دل ڊپ کان پي ڌڙڪي پر پنهنجي دل کي ڏاڍو ڪري هيري جو چورڻ ماٺ ڪري پي ٻڌائين. هاڻي پاڻ سنڀالي هن کي چيائين تہ "ڀاءُ هيرا، آءٌ پنهنجو فيصلو هن کان اڳ توکي ڏئي چڪي آهيان. تون مون کي اجايو ٿو ستائين، تنهنجو اهو مطلب آهي ڇا تہ آءٌ پنهنجي ڏاڏيءَ کي ڇڏي دنيا ۾ ڪارو منهن ڪريان ۽ پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان جي عزت کي خاڪ سان ملائي ڇڏيان. اها تہ ٿيڻي ناهي. دادا ذرو هوش رک ڪهڙيون اجايون ڳالهيون پيو ڪرين. آءٌ پنهنجي عزت ء پنهنجي خاوند جو ننگ پنهنجي جان سان سانڍيندس........" ايترو چئي هوءَ اڳتي وڌڻ لڳي پر هيرو رستو روڪي بيهي رهيو ۽ چيائين تہ "اي مغرور زال، مون کي هاڻي خاطري ٿي تہ تون سنئين رستي هٿ نہ ايندينءَ. تو تہ فيصلو ڪيو پر هاڻي منهنجو بہ فيصلو ٻڌ. جي تو اڄ مون کي پنهنجي دل جي مراد پوري ڪرڻ نہ ڏني تہ تنهنجي جان کي خطرو آهي. ڏس هنن ٻنهي هٿن سان تنهنجو گلو نپوڙي تنهنجو ساهہ ڪڍي ڇڏيندس.... نہ تہ بهتر آهي تہ تون پنهنجي جوانيءَ تي رحم

ڪري منهنجي ڇاتيءَ سان اچي لڳ.“

موهنيءَ کي ڳالهہ تہ ڏاڍي ڳري لڳي. جڏهن ڏٺائين تہ سچ پچ سندس جان خطري ۾ آهي تڏهن ڏاڍي واڪي هن کي چوڻ لڳي تہ پليت! چنڊال! تون انهي جو لائق ناهين جو آءٌ توکي پاءُ ڪري ڪوٺيان. تون مون کي دڙڪا ٿو ڏين، مون کي مارڻ جو دڪ ٿو ڏين؟ آءٌ پنهنجي جان ڏيندس پر تنهنجي ناپاڪ ارادي کي ڪڏهن ڪامياب ٿيڻ ڪين ڏينديس.“

هيرو ڪنهن زال جي واتان اهڙيون چڙهون سهي نہ سگهيو ۽ تمام غصي ۾ اچي چيائينس تہ ”چڱو آءٌ بہ ڏسندس تہ تون پنهنجي عزت منهنجي هٿان ڪيئن ٿي بچائين. جي تنهنجو ڪو مددگار هجي تہ انهيءَ کي بہ سڏي وٺ تہ انهي جو بہ فيصلو ڪري ڇڏيان.“

موهني لاچار ٿي ڇئني پاسي ڏسڻ لڳي. اونده لڳي پئي هئي ۽ ڏسڻ ۾ ڪي بہ نٿي آيو. پر وري بہ دل ڏاڍي ڪري چيائينس تہ ”منهنجو مددگار مون ساڻ آهي. منهنجي عزت اهو بچائيندو جنهن دروپديءَ جي دانهن ٻڌي هئي، جنهن سيتا کي راوڻ جي پيلت هٿن کان بچايو هو، اهو ئي مون کي تنهنجي ناپاڪ هٿن کان بچائيندو. توتي نہ رڳو منهنجي پر سڄي دنيا جي لعنت آهي. سيني عزت وارين پاڪدامن زالن جي لعنت آهي. تنهنجي پليت خواهش تي ساري جهان جي ڦٽ آهي.“

هيرو وڌيڪ سهي نہ سگهيو. ڪاوڙ کان ڏڪڻ لڳو ۽ ناجائز ارادي سان موهنيءَ ڏانهن هٿ دگهيڙيائين. ذري گهٽ اچي هن کي پهتو تہ اوچتو موهنيءَ آرتي وارو ٿالهہ زور سان هيري جي مٿي ۾ هنيون جنهن سان هو ساٿو ٿي پٽ تي ڪري پيو. وري هن کي ڏک هٽڻ جي ارادي سان ٿالهہ مٿي ڪري هن کي چيائين تہ ”هاڻي آءٌ توکي تنهنجي بدڪاريءَ جو مزو ٿي چکايان. تو ائين ٿي سمجهيو تہ تون مون کي پنهنجي پتيءَ کان ڇڏائي پنهنجا پليت هٿ مون تي رکندين! راڪاس! توکي اها خبر ناهي تہ بادل آسمان ۾ پيو گجندو تہ بہ مور زمين تي پيا نچندا؟ توکي اها خبر نہ آهي تہ چڪور چنڊ کان ايترو پري آهي تہ بہ ٻئي ڪنهن ڏي ڪڏهن ڪونہ ڏسي. توکي اها خبر ڪانهي تہ هندستان جي ڪابہ زال پنهنجي مڙس کان لک ڪوهہ پري هوندي تہ بہ هن جي پريم ۽ هن جي

محبت ۾ مگن رهندي ايندي. اهڙيون زالون تو جهڙي پاپيءَ ڏي ڏسڻ ئي گناهه ٿيون سمجهن. توکي هٿ لائڻ بہ هڪڙو وڏو پاپ آهي پر آءٌ اهو پنهنجو ڌرم ٿي سمجهان تہ پنهنجن بين ڀينرن کي توکان بچائڻ لاءِ توکي اهڙي سيکت ڏيان جو تون کي ڏينهن ياد ڪرين." ائين چئي وري هيري کي بہ چار ڏک هٽي ڪڍيائين.

ايتري ۾ هيري بہ پاڻ کي سنڀالي ورتو ۽ ٽپ ڏئي اٿي ڪڙو ٿيو. ڪاوڙ کان هن جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون ۽ اکين مان چڻ باهه جا شعلا پي نڪتس. جهٽ ۾ کيسي مان ڪپ ڪڍي، کولي موهنيءَ ڏي وڌي آيو ۽ چيائينس تہ "بيوقوف زال، منهنجو پير ٿڙڪي ويو تہ تنهنجو مٿو ڦري ويو آهي. توکي شايد خبر نہ هئي تہ هي ڪپ بہ مون وٽ آهي، جنهن سان ڪپي ٽڪرا ڪري ڇڏيندوسانءِ. تون پاڻ کي مڙس تي پئي پڏائين پر مڙسهن کي بہ اهڙو خط موڪليو اٿم جو وٺس ويندئن تہ توسان منهن ڏئي ڳالهائيندو بہ ڪين." ائين چئي هٿ مٿي ڪيائين. باقي ڪا لحظي جي دير هئي تہ ڪنهن هيري جو هٿ پٺيان جهلي سندس هٿ مان ڪپ کسي ورتو. موهني ڏسي تہ سندس پران پيارو رتن لعل بيٺو آهي. اکين ۾ پريم جا ڳوڙها پرجي آيس ۽ "پران ناٿ اوهين هت اهڙي موقع تي ڪيئن پهتا" چئي، هن جي پيرن تي بيهوش ٿي ڪري پيئي. رتن لعل نوڙي هن کي ڏسڻ لڳو تہ ايتري ۾ هيرو وجهه وٺي ڀڳو ۽ اڄ تاءِ وري موهني يا رتن لعل جي منهن نہ چڙهيو آهي.

پنڊت رتن لعل، موهني کي سامت ۾ آڻي هن جا پڪڙيل وار مٿي تي ٺاهيا ۽ هن کي گهٽي پيار مان چاتيءَ سان لڳائي چيائينس تہ "پياري موهني مون کان وڏي غلطي ٿي. آءٌ تنهنجو گنهگار آهيان. آءٌ ڪنهن وڏي دلبي ۾ اچي ويو هوس. پر هينئر مون سچي حقيقت ڏٺي ۽ پڌي ۽ مون کي خبر پئجي وئي تہ هن بدمعاش مون کي هڪڙو گمنام خط لکي منهنجي دل توکان ڦيرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. پر شڪر آهي جو خير جي گذري ۽ آءٌ پوري وقت تي اچي پهتس. آءٌ ڪيئن آيس ۽ خط ۾ ڇا لکيل هو اهو ڪنهن بيءَ مهل پڌائيندوسانءِ. هاڻي تہ گهر وٺي هلانءِ.

ائين چئي هن کي اٿاري، ٻانهہ کان جهلي گهر وٺي ويو. جڏهن هي گهر پي آيا تہ آسمان ۾ تارا ائين پي ٽمڪيا ۽ ٽڙيا چڻ تہ خوشيءَ کان رتن ۽ موهنيءَ تي جنسي گل پي وسايائون.

# موهني جي آهہ •

پڳوان ڄاڻي تہ منهنجو ويانهہ ڪهڙي ساعت ۾ ٿيو هو جو عيش آرام هوندي بہ دل کي سک ڪونهي.

منهنجو پتا حيدرآباد ۾ ڊسٽرڪٽ انجنير هو. آءٌ، موهني، انهي جي هڪڙي ڌيءَ هئس. گهر ۾ دولت جي ڪمي ڪانہ هئي، ۽ منهنجي پيءُ کي منهنجي شاديءَ جو فڪر ۽ انتظار هو. منهنجي ماتا اصل کان اهو ارادو ڪيو هو تہ پنهنجي هڪ ساهيليءَ جي پٽ سان ناتو ڳنڍيم. اهوڇوڪرو هو تہ امير گهراڻي جو پر عمر گهڻو ڪون پرايو هيائين ۽ آرام پسند هو. ڪنهن ڪم تي هڏ نٿي وريس. انهيءَ ڪري اهو سنگ دادي کي پسند نہ هو، ۽ انهيءَ جو خيال هو تہ ڇوڪرو ڪو اهڙو ڳولهيان جو چڱي گهر جو بہ هجي ۽ هوشيار، ڪم وارو ۽ لکيل پڙهيل بہ هجي، يعنيٰ تہ جهڙو حسين صورت هجي اهڙوئي حسين سيرت هجي. پر دنيا ۾ اهي ٻئي خاصيتون يڪجاءِ تمام مشڪل ٿيون ملن. جيڪي شڪل جا سهڻا آهن سي اڪثر عقلمند نہ آهن جي عقل وارا آهن تہ شڪل جا پورا پنا آهن ۽ جي عقلمند ۽ خوبصورت آهن تہ دولتمند نہ آهن، ۽ جي دولتمند آهن تہ علم ڪونهين. مطلب تہ حسن، دولت، ۽ علم وارا گهوٽ ملڻ مشڪل آهن.

منهنجي گهوٽ لاءِ تلاش ٿيندي رهي ايتري ۾ آهستي آهستي مون تيرهين ورهين ۾ بہ اچي پيرپاتو. نندپڻ گذري وئي ۽ جواني اچي پهتي. منهنجو پيءُ پريشان ٿيڻ لڳو.

هڪڙي ڏينهن ڪنهن ڪم سان آءٌ پتا جي ڪوٺيءَ ڏي پئي ويس تہ ڏٺم تہ امي ۽ دادا پاڻ ۾ ڳالهيون پيا ڪن. اها ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ هئي. گهر جي ڪمن لاءِ اڪثر گڏ ويهي صلاح مصلحت ڪندا

• هيءَ آکاڻي ماهوار"سندو" رسالي جي مئي 1932ع واري پرچي ۾ ڇپيل آهي.

هٺ. پر جڏهن هن جي گفتگو ۾ مون پنهنجو نالو ٻڌو ته دل ٽيم ته آءُ لڪي انهن جون ڳالهيون ٻڌان ته منهنجي نالي ڇا ٿا چون، ۽ آءُ دروازي جي پٺيان لڪي هنن جون ڳالهيون ٻڌڻ لڳس. اميءَ چيو ته، توهان جي دل وٽان ته ڪو ڇوڪرو نه مليو. انهي حالت ۾ بهتر ته ائين آهي ته منهنجي ڳالهه ڪٿي مڃو ۽ موهنيءَ، گووند لعل سان پرڻائي ڇڏيو. گووند لعل ڏسڻ جو به چڱو آهي. ڪو وڏو امتحان برابر پاس ڪونه ڪيو اٿس پر امتحانن پاس ڪرڻ مان وري ڇا ٿو؟ گهڻائي بي-اي ۽ ايم- اي ٽيهين چاليهين رپئي جي نوڪريءَ لاءِ جتيون گسائي بيهي رهيا آهن ۽ ڪا نوڪري نٿي ملين. گووند لعل کي پيسي جي پرواه ڪانهي. هن کي ڪنهن ٻگريءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ جي ائين نه هجي ها ته هن ڪان اڳيئي ڪو لائق ڇوڪرو هٿ اچي وڃي ها.

پتا جواب ڏنو ته، تون اهي ڳالهيون نٿي سمجهين، دولت تي ڪهڙو ڀروسو آهي. اڄ آهي ته سڀاڻي ناهي. منهنجي مرضي آهي ته موهنيءَ لاءِ گهوٽ ڪو اهڙو ڳولهيان جو هوشيار پڙهيل هجي ۽ پنهنجي ڪمائيءَ تي گذران ڪندو هجي، پنهنجي اباڻي ملڪيت يا ڏيتي ليتي جي پئسن جو محتاج نه هجي. مون ٿن مهنن جي موڪل ورتي آهي. منهنجو خيال آهي ته موڪل ۾ ڪراچيءَ هلون اتي ڪنهن لائق ڇوڪري جي تلاش ڪندس پوءِ ڏٺو ويندو.

اميءَ جواب ڏنو ته، ڇوڪري اچي سڀاڻي تي آهي ۽ توهين اجايو پيا وقت رڃايو. جي ڪو ٻيو گهوٽ ملٺو هجيس ها ته ڪڏهن جو ملي وڃي ها.

ايترو ٻڌي آءُ هلي ويس. جيڪي ٻڌٺو هوم سو ٻڌي ڇڪيس.

انهيءَ ڪان هڪ هفتو پوءِ اسين ڪراچي وڃي پهتاسين.

(2)

ڏسندي ڏسندي ڪراچيءَ ۾ اڍائي مهنا ته گذري ويا. منهنجي دل ڪراچي ۾ نه لڳي. بيزار ٿي پيس، ۽ روز صبح جو ڏينهن تتي تائين ڪڏ تي چڙهي ويندي هيس ۽ اتي يا ڪو سبڻ پرڻ جو ڪم يا ڪو ڪتاب ڪٿي پنهنجي دل پئي وندرائيندي هيس.

هڪڙي ڏينهن دستور موجب آءٌ ڪڏ تي ويٺي هيس تہ اميءَ اچي مون کي چيو تہ، ڪڪي، ٿورو هيٺ تہ هل. هي ڪپڙا مٿائي سٺا ڪپڙا پاءِ. اڄ ڪي ماڻهو توکي ملڻ ٿا اچن.

مون جي پنهنجي بابت ڳالهيون ٻڌيون هيون سو مون کي سجهيو تہ ڪير مون کي ڏسڻ ٿا اچن، ۽ اها بہ خبر هيم تہ اڄ ڪلهہ گهوٽ ڪنوار کي ڏسي تنهن کان پوءِ هائو يا نہ جو جواب ڏيندو آهي، ۽ اميءَ جي ڳالهہ ٻڌي آءٌ گهبرائجي ويس. اچا تائين دادا تلاش پي ڪئي پر هن کي ڪو بہ ڏسڻ ڪونہ آيو هو. شايد هيترن ڏينهن کان پوءِ نيٺ ڪو جوان دادا کي پسند آيو جو مون کي اڄ ڏسڻ ٿي آيو. هڪڙو تہ ڏسڻ ۽ ٻيو تہ وري گهوٽ جو پاڻ اچڻ. توبہ! ڪهڙي شرم جي ڳالهہ هئي! مان تہ انهيءَ جو خيال ڪيو لڄ کان مريو ٿي ويس.

(3)

امتحان جو وقت اچي ويجهو پهتو هو. ڪير چئي سگهي ها تہ انهي پهرئين آزمائش ۾ منهنجي حياتيءَ جي سوپ ٿيندي يا هار. مون کي تہ اهو خواب خيال بہ نہ هو تہ منهنجو اهڙو حسن ۽ جمال ڪنهن ديوتا جي بہ نظر ۾ قبول نہ پوندو. هاءِ! مون اوڏي مهل چو نہ پاڻ سنڀاليو. هاءِ منهنجي نياڳي وات مان اوڏي مهل ڪو حرف چو نہ نڪتو ۽ جي ڳالهائڻ جهڙي نہ هيس تہ مري چو نہ ٿي ويس؟

صبح جو ائين ٻجي منهنجي پتا جو چونڊيل گهوٽ پنهنجن ٻن مائٽن سان گڏجي مون کي ڏسڻ آيو. اگرچ منهنجي ماءُ جي خاص اهائي مرضي هئي تہ منهنجو ويانهہ گووند لعل سان ٿئي، تنهن هوندي بہ مون کي سينگارڻ ۾ ڪا گهٽتائي ڪانہ ڪيائين. ڏسڻ ۾ ائين آيم تہ امي دل ۾ پئي چوي تہ، " هي روپ ڏسي ڪنهن کي پسند نہ ايندو. "

نيٺ مون کي سڏ ٿيو. آءٌ ويس ۽ سيني سان پرڻام ڪري ويهي رهيس. مون کي مڙئي ٽي ماڻهو ڏسڻ آيا هئا. بہ عام رواجي شڪل جا هئا جن مون سان ڳالهہ ٻولهہ پي ڪئي. ٽيون ماڻهو.... پر هاءِ، چا جوان، ڪهڙي زبان سان هنجو ذڪر ڪريان. ڏاڍو سندر جوان هو. شرم کان هن جو منهن ڳاڙهو پي ٿيو ۽ هو ماٺ ماٺ اکيون هيٺ ڪيو ويٺو هو.

انهن مان هڪڙي مون کان منهنجو نالو پڇيو ۽ ٻئي پڇيو تہ، ڇا ٿي پڙهين؟ مون پنهنجو نالو تہ ٻڌايو پر ڇا پڙهندي هيس اهو ڪونہ ٻڌايم. منهنجي پاران ٻئي ڪنهن چيو تہ، ڪندن مل گرلس سڪول مان هينئر پنجون درجو پاس ڪري آئي آهي.

پر هن مون کان ڪجهہ بہ نہ پڇيو. هڪڙو پيرو هن پنهنجي نظر ڪٽي مون ڏي ڏٺو. اسانجون اکيون اٽڪيون، ۽ منهنجي دل ماندي ٿي وئي. ڪهڙيون وڏيون خوبصورت اکيون هيون.....توبہ! منهنجي دل تہ لٽجي وئي. انهن اثرائتين اکين تہ منهنجو من موهي ڇڏيو. آءٌ تہ هن جا نيڻ ڏسنديئي ڇري ٿي ويس.

انهن ٻن ماڻهن مان هڪڙي هن جوان کي چيو تہ، گوپي( شايد هن جو نالو گوپال هو) تون ڳالهائين نٿو؟ تہ هن جواب ڏنو،" ڳالهايان نٿو تہ توهان جون ڳالهيون ٻڌان تہ پيو." توهان جون، لفظ تي اک ڪٽي مون ڏي ڏٺائين. آءٌ ڇيئي نٿي سگهان تہ مون ڏي ڇو ڏٺائين.

ٿوري ڪان پوءِ آءٌ اتان اٿي ويس. مون کان قدم مشڪل سان ٿي کڄيو. هڪڙو پيرو ڦري هن ڏي نظر ڪيم. وري اسانجون اکيون مليون ۽ آءٌ تڪڙي تڪڙي ڪوٺيءَ کان نڪري ويس.

(4)

هاءِ افسوس! مون کي پنهنجي ديوتا جي پوڄا ڪرڻ جو بہ وجهہ ڪونہ مليو. منهنجو ديوتا علم وارو، هوشيار ، عقلمند ۽ دولتمند هو تہ بہ منهنجي ماءُ لڇمي ديويءَ جي نظر ۾ منظور نہ پيو. تنهن ڪري گهڻي بحث مباحثي کانپوءِ لڇمي ديويءَ جي پياري گووند لعل سان منهنجو وڃانهہ ٿيو. تڏهن آءٌ چوڏهن ورهين جي هيس.

پياري ماءُ! تو مون کي پڙهايو ڇو؟ مون کي اڻ ڄاڻائيءَ ۾ گووند لعل سان پرڻائي ڇونہ ڇڏيئي؟ ۽ جي انهي سان ئي مون کي پرڻائڻ جو پڪو ارادو ڪيو هوءِ تہ اڄايو مون کي ڪنهن موهني صورت واري جو جلوو ڇو ڏيکاريئي.

هاءِ! آءٌ تہ ڏاڍي ڇڪ تاڻ ۾ مبتلا ٿي وئي آهيان. منهنجو گهوٽ مون کي دل وجان سان ٿو پائي ۽ مون کي هن سان ڪوڙ ڪپت ۽ ٺڳيءَ سان هلڻو ٿو پوي. مون کي انهي سان ٿي ٺڳي ڪرڻي پوي جنهن جي

صدقي آءُ اج گهر جي مالڪياڻي ٿي ويٺي آهيان ۽ هيرن جواهرن سان پري پئي آهيان.... لعنت آهي اهڙي زندگيءَ کي....!

اجا انهيءَ ڏينهن گوونـد لعل هڪڙو عمدو گلن جو هار ٺهرائي آيو جو هن کي خبر آهي تہ آءُ گلن تي عاشق آهيان. منهنجي ڳچيءَ ۾ هار پائي مون کي چيائين، ”موهني، جيترو آءُ توکي ٿو پانيان اوترو تون مون کي نٿي پانئين.“ اهو ٻڌندي ئي منهنجو منهن لهي ويو، ۽ منهنجي دل ڌڙڪڻ لڳي. مون چيو تہ پريتم! پنهنجي گهوٽ کان وڌيڪ زال کي ڪهڙي شي پياري ٿي ٿي سگهي. هن دنيا ۾ تہ زال لاءِ جيڪي آهي سو سندس گهوٽ ئي آهي.

توبہ! ڀڳوان توبہ! اهو بہ ڪوڙ! اهو بہ ڌوڪو! اها بہ ٺڳي! آءٌ تہ دل کولي بہ نٿي ڳالهائي سگهان. پر تنهن هوندي بہ هن کي يقين ٿي ويو تہ آءُ سچ ٿي چوان. اي دائمي ننڊ ڏيارينڌڙ موت! ڇا، تو ۾ ايتري طاقت ڪانهي جو تون مون کي هن ريت رسم جي چار مان ڇڏائين؟ تون ڪڏهن هن هستيءَ جي قيد مان مون کي ڇوٽڪارو ڪين ڏيندين ڇا؟ اي پرميشور مون کي ڪڏهن دل جو سک بہ نصيب ٿيندو يا ٿيندو ئي ڪين؟

منهنجو جواب ٻڌي منهنجي گهوٽ تہ محبت جي جوش مان مون کي ڪٽي ڇاتيءَ سان لاتو، ۽ آءُ پنهنجو رئڻ نہ جهلي سگهيس. اهڙي اشراف ماڻهوءَ جي ڀاڪر ۾ بہ مون کي راحت نہ ٿي آئي. ڀڳوان! ڪهڙي نياڳي ساعت ۾ مون پنهنجي ديوتا جو ديدار ڪيو هو؟ جي هن کي نہ ڏسان ها تہ اج ڪهڙي نہ خوش هجان ها.

ٿوري عرصي کان پوءِ، جڏهن مون پنهنجي هڪڙي مائٽياڻيءَ کان ٻڌو تہ گوبي قسم کڻي ويٺو آهي تہ ٻئي ڪنهن سان ڪونہ پرڻبو. تڏهن تہ بي اختيار منهنجون اکيون پاڻيءَ سان پرجي آيون. ڪيترا ڏينهن آءُ لڪي لڪي پئي ڳوڙها ڳاڙيندي هيس، پر انهيءَ پاڻيءَ بہ منهنجي دل جي باہ نہ اجهائي، ۽ نہ اها اميد اٿم تہ ڪا هن زندگيءَ ۾ اها باہ اجهامندي. هاءِ!

آہ کرون توجگ جلي اور جنگل بهي جل جائي
ليڪن دل مي ايڪ رها جسمين آہ سمائي

[منهنجي آه ڪان سچو جگ جليو وڃي. پيلن ڪي بـ باه لڳيو وڃي. پر افسوس جو منهنجي دل جنهن ۾ اها آه سمايل آهي سا نئي سڙي!) (هن آڪاڻيءَ جو بنياد آهي" ڪنهن جو ڪنهن ڪي چوڻ تـ، چڱو جو مائٽن ننڍي هوندي مون ڪي پرڻائي ڇڏيو".]

# موهنيءَ جي ڊائري •

**3 سيپٽمبر سنہ 1930ع**

پرماتما جا لک لک شڪرانا جو مون کي اهڙو سٺو گهر ڏنو اٿس. نہ! گهر وري ڇا جو چڱو موچارو محلات آهي. ڪنهن شيءِ جي کهرج ڪانهي. سڀ ڪجهہ آهي. سچ تہ اهو آهي تہ منهنجي قسمت کلي پئي آهي. مون کي دنيا ۾ ئي سورڳ ملي ويو آهي. مون وهاڻہ کان اڳي جيڪي بہ پرماتما کان هٿ ٻڌي گهريو هو، انهيءَ کان بہ وڌيڪ مون کي ڏنو اٿس. مائٽن کان موڪلائڻ مهل جيڪا پريشاني، جيڪو فڪر هوم سو هاڻي ڏرو بہ ڪونهي. منهنجي سس بلڪل کل مک آهي ۽ هميشہ منهن تي خوشي اٿس. مون کي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي ۽ چيائين تہ هي تہ منهنجي وڏي ننهن کان بہ سهڻي آهي. هن کي تہ ڏسڻ سان ٻک مارجيو وڃي. ڏينهن جو ڪيترا ڀيرا پڇيو وڃي تہ "ڪا تڪليف تہ ڪانهي؟ جيڪا شيءِ کپي ٿي سا گهري وٺ. ڪو شرم نہ ڪج، هي تنهنجو گهر آهي." ماني کائڻ مهل اچيو سامهون وهيم ۽ ڏاڍي فڪر سان ماني کارائيم. ٻن پهرن جو باجو اچيو سامهون رکيم، چئي وڃاءِ. لک انڪار ڪندي آهيان پر ٻڌي ڪير ٿو. لاچار باجو وڃائڻو پئيم، ۽ اوڏي مهل هن جي شڪل پئي ٻهڪندي آهي. ايتري محبت ۽ ايتري عزت تہ مون کي پيڪي گهر بہ ڪانہ هئي. منهنجو سهرو ويچارو ڀالو ڀولو آهي. سس کي جيڪي وڻي سو پئي ڪري. هن جي مجال ناهي جو گهر جي ڪنهن ڪم ۾ دخل ڏئي. ٻہ ڀيرا اندر اچي ماني کايو وڃي، پوءِ وڃيو مرداڻي پاسي ويهي. ٻئي ڀيرا ضرور پڇندو آهي تہ ننڍي ننهن اداس تہ ڪانهي. سس جواب ڏيندي اٿس تہ تون وڃي پنهنجو حقو ڇڪ، ننڍي ننهن کي سنڀالڻ لاءِ آءٌ بس آهيان. منهنجي ڏيرياڻي بہ ڏاڍي خوش مزاج آهي ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ مون سان ڪنڌ ڪير ٿي وئي آهي. سڄو سڄو ڏينهن مون وٽ ويٺي هوندي

● هيءَ آکاڻي ماهوار "سنڌو" رسالي جي جولاءِ 1932ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

آهي. رات جو ٻه ڏهين بجي تائين پٽ نٿي ڇڏيم. منهنجو ڏير بمبئي ۾ ڪنهن نوڪريءَ ۾ آهي ۽ پنج سو روپيه پگهار اٿس.

باقي رهيو هو: هن بابت ڇا لکان. نهايت خوش دل ماڻهو آهي، ۽ ننڍي وڏي ڳالهه تي پيو کلندو ۽ کلائيندو. اهڙو خوش مزاج، اهڙو کل مک ماڻهو مون اڳي ڪڏهن نه ڏٺو. هن جي منهن تي هميشه مرڪ پئي ٽڙي، جڻ ته ڪنهن جي مرڪندڙ تصوير هجي جا ڪڏهن مايوس نٿي ٿئي، فوٽوگرافر جڻ مرڪندي تصوير ڪڍي ورتي هجي ۽ اها تصوير سدائين پئي مرڪي. هن جي به اها ئي حالت آهي. پنهنجي پاپيءَ سان ڏاڍو پيار اٿس. اچڻ سان دروازي کان ئي "پاپي پاپي ڪندو ايندو ۽ هن جي هڪڙي هڪڙي ڳالهه جي تعريف پيو ڪندو آهي. چوندو آهي ته سڄي دينا ۾ اهڙي پاپي ٻي ڪنهن جي ڪين هوندي. پاپهنس جي به ساڻس گهڻي دل آهي ۽ هن جو ننڍي وڏي ڳالهه ۾ خيال ٿي رکي. انهن جي اها پاڪ محبت ڏسي آءٌ ڪنهن ٻي دنيا ۾ پهچيو وڃان. هن ڏير ۽ پاپيءَ جي محبت نه آهي، ماءُ پٽ جو پيار آهي. هي دنيا جو رشتو به آهي پر پاءُ پيڻ جو ناتو آهي. ڪهڙو پاڪ! ڪهڙي اعليٰ درجي جو!.

**27 سيپٽمبر 1930ع**

اڄ مون کي ساهرن ۾ آئي پورو مهنو ٿيو. ايترن ڏينهن ۾ هڪڙو پيرو به ائين نه لڳو ته ڪا ڌارين ۾ آهيان. ائين پيو لڳي ته جڻ پنهنجي گهر ۾ ويٺي آهيان. بلڪ اڳي کان هينئر منهنجو قدر وڌيڪ آهي. هينئر آءٌ به پنهنجي گهر واري آهيان ۽ هو مون کي ڪيترو ٿو ڀانئي! مون کي ڏسي هن جو ڪهڙو حال ٿو ٿئي. مون کي ڏسي شرارت کان ڪيئن ٿو مرڪي ۽ ڪو گهر جو ماڻهو اچي ته پوءِ ڪيئن ڀولي ڀالي شڪل بڻائي ڪنيو منهن ڦيرائي؟ ۽ ڳالهيون اهڙيون ڪري جو دل خوشيءَ کان ٽپا پئي ڏئي. جي ڪيڏانهن پاسي ٿي ٿي ويهان ته هو ڪونه ڪو بهانو ڪيو پيو اتان لنگهي ۽ ظاهر ائين ته جڻ مون ڏي ڌيان ئي، ڪونه اٿس. اگرچ هن جي دلي مرضي اهائي آهي ته مون سان نظر اڙائي. خود منهنجي به اها حالت آهي جو پاپان ته هو به مون وٽ ويٺو هجي ۽ ويٺو مون سان ڳالهيون ڪري. آءٌ ته پانئيان ته هو ڪم تي به نه وڃي ته چڱو. هن جي غير حاضريءَ ۾ دل اداس ٿيو وڃي، ۽ جڏهن هن جي موٽڻ جي مهل ٿي

ٿئي تہ بار بار منهنجي اک در ڏي پئي ڦري. سمجهان بہ ٿي تہ گهر جا ڀيا ڀاتي مون کي تيڏي نظر سان ڏسن پيا ۽ ضرور دل ۾ کلندا هوندا. شايد چوندا هوندا تہ ڪهڙي بي حيا آهي؛ پر ڇا ڪريان منهنجي دل نٿي رهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ائين پيو لڳيم تہ ڄڻ هن کي ورهين کان سڃاڻان. ڄڻ اسين هميشہ گڏ ئي پئي رهيا آهيون ۽ ڪڏهن هڪ ٻئي کان ڌار ڪونہ ٿيا آهيون. هڪڙي ڏينهن هو مون کي چوڻ لڳو، "موهني، تو مون تي ڪو جادو تہ ڪونہ هلايو آهي؟ دل ٿي چئي تہ رات ڏينهن تو وٽ ئي ويٺو هجان ۽ توکي ئي ڏسندو رهان." شرم کان منهنجو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. ڪهڙو جواب ڏيانس. ڪنڌ جهڪائي ماٺ ڪري ويهي رهيس. پوءِ منهنجو هٿ هٿ ۾ وٺي پڇيائين، "موهني، توکي هتي ڪنهن قسم جي تڪليف تہ ڪانهي؟" مون ڪنڌ ڪٽي جواب ڏنو تہ نہ مون کي اصل تڪليف ڪانهي. اوڏي مهل اسان جون اکيون مليون. ڪهڙو نہ شرارتي آهي! ايتري ڳالهہ تي بہ مرڪي ڏنائين. آءٌ شرمائجي ويس ۽ پنهنجو هٿ ڇڏائي پري ٿي ويٺس.

پر هن وري پنهنجو هٿ وڌايو ۽ چيائين، "ميم صاحب، شيڪ هئنڊ ڪريو". مون هن جي هٿ کي ڌڪي پري ڪيو ۽ منهن ڦيرائي ويهي رهيس. تنهن تي ڏاڍي سنجيدگيءَ سان ڄڻ تہ ليڪچر ٿو ڏئي، چيائين، "صاحبان، اوهين هن ڳالهہ جا شاهد هججو تہ اسان جي ميم صاحب اڄ ڏينهن ڏٺي جو اسان جي بي ادبي ڪئي آهي ۽ اسانجو نازڪ هٿ ڌڪيو اٿس. انهيءَ مان صفا ظاهر آهي تہ جي زالن جي آزاديءَ تي وڏيڪ بندش نہ وجهبي تہ هندستان جي معزز مڙسن کي سگهوئي وڏي مصيبت پيش ايندي."

مون کلندي کلندي، پنهنجو هٿ ڪٽي هن جي وات تي رکيو. چيم، "اوهين ڪهڙو غضب ٿا ڪريو. ڪو ٻڌي وٺندو تہ ڇا چوندو." ايتري ۾ ٻاهر ڪنهن جي پيرن جو آواز آيو. آءٌ جهٽ ۾ گهونگهٽ هڻي دروازي کي پٺ ڏئي ويٺيس. هيءَ هن جي ڀاڀي هئي جا ڪنگهي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي ۽ کلي هن کان پڇيائين، "ڇو، ڪنئيا، ڇاڀئي ٿيو، ۽ تنهنجو منهن ڇو پيو ڳاڙهو ٿئي؟ مون ڀانيو تہ هو ڦڪائي کان منهن مٿي ڪٽي ڪين سگهندو ۽ ڪو جواب نہ ڏئي سگهندو، پر منهنجو خيال غلط هو. هن

جهڙ ۾ ڇٽي ڪڍيو تہ هن زال مون کي لپاٽ هڻئي آهي.
پاپيءَ کلي ڏنو، پر منهنجو تہ ڪل ڪان بروحال ٿي ويو. آءٌ ڪل ۾ اوندهي پئي ٿيس ۽ ڪل جهلڻ لاءِ پنهنجي پوتي ڪٽي وات ۾ ڏنيم. تنهن تي هن مون ڏي اشارو ڪري چيو، "ڇو پاپي، هن ويچاريءَ کي ڪي ڪائڻ لاءِ بہ ملي ٿو ڪي نہ؟ آءٌ تہ پانيان ٿو تہ بک ٿا ماريوس، تڏهن تہ ڪپڙا پئي ڇپاڙي. ڏس، اڌ پوتي تہ کائي وئي آهي."
پاپي : جي ائين ٿو پائين تہ اڳتي تون پاڻ ويهي کارائينس.
هو: افسوس منهنجي ويچاري مير صاحب جو ڪنهن کي خيال ڪونهي.
پاپي: انهي ڪم لاءِ هڪڙو تون ئي بس آهين.
هو: نہ پاپي، مون کان اهو ڪم ڪونہ پڄندو، ڪير محنت بہ ڪري ۽ لپاٽون بہ کائي.
پاپي: تون لپاٽن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڳالهہ جو لائق بہ آهين؟ جي ايترو بہ نہ ڪيئي تہ ٻيو ڇا ڪندين؟
هو: پنهنجي زال کان باجو وڄائڻ سکندس. ڇئو، پروفيسر صاحب اسان کي شاگرد ڪرڻ ۾ اوهان کي ڪو اعتراض آهي؟
آءٌ ڪليس بہ پئي ۽ حيران بہ پي ٿيس تہ ڏس ڪهڙو ماٺهو آهي، شرم ذرو بہ ڪونهيس. پاپيءَ جواب ڏنس تہ تون باجو سکئين! تنهنجي نصيبن ۾ بہ باجو لکيل آهي!
هو: واه! نصيبن ۾ ڇو نہ آهي. ڇو؟ هيءَ منهنجي زال ناهي ڇا؟ جڏهن منهنجي دل چوندي تڏهن باجو وڄڻ لڳندو، جڏهن دل چونديم تڏهن اسان جي ڪوٺي مٺي مٺي ڳائڻ جي آواز سان پرجي ويندي. هاڻ ڏس اسين آهيون وڏا ماٺهو، اسان کي ڳائڻ وڄائڻ جي تڪليف ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي آهي. هي ويهي ڳائيندي وڄائيندي ۽ اسين آرام ڪرسيءَ تي ٽنگون ٽيڙي ويهي ٻڌنداسون. ڇو پاپي سچ آهي نہ؟
هن سڄي جملي ۾ ڪيتري نہ محبت هئي، ڪيترو نہ پيار هو! منهنجو تہ بت ڪاندارجڻ لڳو. ائين پئي لڳو ڄڻ دنيا جي سڄي خوشي پرماتما مون لاءِ ئي پيدا ڪئي آهي.

**13 نومبر سنہ 1930ع**

هاءِ نصيب! مون ڇا سمجهيو هو، ۽ ٿيو ڇا. انهيءَ کان تہ مري وڃڻ چڱو

پر مون کي موت بہ نٿو اچي جو هن مصيبت جي زندگيءَ کان ڇوٽڪارو ملي. جڏهن ڏسو پاپي! جت ڏسو پاپي! نيٺ صبر جي بہ ڪا حد آهي. دل ٿي چئي تہ گهر کي باهہ ڏئي ڪيڏي نڪري وڃان. پوءِ سک ڪونہ ملندو، پر ڇاتيءَ تي ويهي ڪو منگ تہ ڪين ڏريندو! پيو نہ تہ ڪنهن اسڪول جون ڇوڪريون پاڙهي گذران ڪنديس پر هن گهر ۾ ڪين رهنديس. آءٌ بہ ڪهڙي سادي ۽ ابوجهہ آهيان. پاپي پاپي، ڪري زبان ٿڪجي پوندي هئي، اهو خيال ئي نہ هوم تہ پردي اندر منهنجي پهاڄ ٻٽي ويٺي آهي. انهيءَ ڏينهن ڪهڙي محنت ۽ محبت سان مون ماني رڌي تيار ڪئي. ٻہ ڪلاڪ انتظارن ۾ ويٺي رهيس جڏهن هو ڪاٺڻ ويٺو تہ پڇيم تہ ڪاڏو ڪيئن آهي، تہ منهنجي تعريف تہ وڃي ٻن پئي پاپيءَ جو داستان ڪولي ويٺو چئي پڇائڻ تہ پاپيءَ جوا هن جي هٿن جي مانيءَ ۾ جا مون کي لذت ٿي اچي اها ٻيو ڪٿي بہ نہ هوندي. مون کي زهر چڙهي ويو، دل ٿي چيو تہ مٿو وڃي پٽ سان هڻان. تعريف جا ٻہ ٿي لفظ ڪٿي چئي ها تہ هن جو ڇا ٿي ويو. آءٌ سمجهان ها تہ منهنجي محنت جو داد ڏيڻ وارو ڪو تہ آهي. پر نہ، مون کي ساڙي ڇڏيو اٿس. مون کي ساڙڻ ۾ هنن کي خوشي ٿي لڳي. ڪڏهن پاپيءَ جي ڪم تان ويڪ ڪڍي تہ پوءِ خبر پئيس تہ ڇا ٿي ڪري. جيڪر ماٺ ڪرائي ڇڏيس! هڪڙي مان ئي آهيان جو جيڪي چوي ٿو سو ڪنڌ هيٺ ڪيو ٻڌيو وٺان. تڏهن تہ اهڙو شير ٿي پيو آهي. ٽيو ڏينهن پاپيءَ چيو تہ موهني، ٻار جي لاءِ هڪڙو فراڪ تہ سبي ڏينم. پهرين تہ خيال آيم تہ چوانس تہ مون کي فرصت ڪانهي، پاڻ سبي وٺ، پر پوءِ خيال ڪيم تہ ٿيو ڪٿي سبينس. بيڪار ويهڻ سان منهنجا هٿ وڏي ڪين پوندا. ٻہ ٽي ڪلاڪ مشين هلايم جڏهن فراڪ تيار ٿيو تڏهن خاميون ڪڍڻ لڳي. چئي، هيءَ ڪتر برابر ڪانهي، هيءَ سلائي ٿلهي آهي، ليس پوري ڪانہ لڳل آهي ...... منهنجي محنت جو اجهو اهو اجورو ٿي مليو. ڪو پڇيس تہ سهي تہ گهٽا ٽڪا ڏئي فراڪ سبايو هيئي جو اهڙي باريڪ بيني ڪرڻ ويٺي آهين. هو آيو. مون هن سان ڳالهہ ڪئي تہ انهيءَ بہ پاپيءَ جو پاسو ورتو. چيائين، ”سچ ٿي چوي، پاڻ اهڙو چڱو ٿي سبي، جو انهيءَ جي هٿ جي سلائي ڏسين تہ ماٺ اچي

وجيئي. ڪو درزي درزيءَ جو پٽ بہ اهڙي سلائي ڪري نہ ڄاڻندو هوندو. ڇگو هاڻ اڳتي ڪڏهن ڪٿي مون کي ڪو ڪم تہ ڏسي! چوندي بہ ائين سانس تہ راڻي، تنهنجي هٿن ۾ ميندي ڪانہ لڳل آهي، تون پاڻ اٿي ڪر. ڪم بہ ڪريان ۽ تنهنجي آڪڙ بہ سهان، اهو مون کان ڪونہ ٿيندو."

ڪلهہ رات سئنيما ڏسڻ ويس. بہ منزلون اهڙيون آيون جن ۾ مضمون صفا نہ هو. مون کي الاجي ڪهڙي ڪنيءَ ڪنيو جو آءٌ هن کان پڇي ويٺس، بس، هن کي تہ وجهہ لڳي ويو. لڳو پاپيءَ جي تعريف ڪرڻ، "پاپي ڪڏهن مضمون ۾ نہ منجهي، پاڻهي پڻ سمجهيو وٺي، تمام ذهين آهي، سئنيما جي سنهي ٿلهي ڳالهہ ائين سمجهيو وٺي جو توکي ڇا چوان؛ هوءَ تہ ڪنهن سئنيما ڪمپني جي ڊئريڪٽر ٿي ٿئي سگهي؛ موهني، تون اعتبار ڪرين يا نہ، پر اها ڳالهہ سچي آهي تہ پاپي ڏاڍي پڙهيل ۽ هوشيار آهي." اهو ٻڌي مون کي تہ باهہ وٺي وئي، پر ڇاتي ڪري سگهيس. باقي وقت جيڪو ويٺاسين سو مون پئي رنو. پر هن مزي سان ويٺي تصوير ڏٺي. پاپي هڪڙو ڳوڙهو بہ نہ ڳاڙهي تہ سڄي رات ننڊ نہ ڪندو. ڏهہ گهمرا تہ اٿي ڏسندو تہ سمهي پئي ڪي نہ. رڳي مان ٿي آهيان جا روئي روئي اندي ٿي پوان تہ بہ اها اميد ڪانهيم تہ واتان ٻہ مٺا لفظ ڪڍي مون کي دلداري ڏيندو. انهن ڳالهين منهنجي حياتيءَ جي خوشي برباد ڪري ڇڏي آهي. شايد هو ائين ٿو سمجهي تہ آءٌ اندي آهيان، پر هو ڀليو آهي مون سيڪي ڏٺو آهي، واتان ڪٿي نٿي ڪڇان تہ انهي ۾ حرڪت ڪانهي، پر سمجهان سيڪي ٿي.

هاءِ افسوس! منهنجو گهر منهنجي اکين اڳيان پيو سڙي ۽ خاڪ ٿئي ۽ آءٌ ڪجهہ نٿي ڪري سگهان. انساني بيوسيءَ جي حالت اهڙي ڪنهن ڪانہ ڏٺي هوندي.

**24 نومبر سنہ 1930ع**

منهنجو گمان بلڪل سچو هو.

هاڻ مون لاءِ دنيا ۾ باقي ڪجهہ بہ نہ رهيو. آءٌ پوري پوري تباهہ ٿي رهي آهيان. مون غريبن کان غريب ۽ ڪنگالن کان ڪنگال زالون بہ ڏٺيون آهن، پر اهي بہ مون کان خوش نصيب آهن. انهن وٽ ڳهہ

ڳنو ڪونهي، قيمتي ڪپڙو ڪونهي، پر انهن کي دل جو قرار ۽ سک جي ننڊ ته آهي. مون کي اهو به نصيب ناهي. هو پيٽ جي سانگي ڏينهن رات مزدوري ڪن ۽ ڪڏهن ڪڏهن بکون به ڪن؛ انهن مان ڪي اهڙيون آهن جن جا مڙس جواري آهن، ڪن جا مڙس شرابي آهن، پر گهٽ ۾ گهٽ اها ته خاطري اٿن ته اسان جا مڙس خاص اسان جا ئي آهن، ۽ انهن تي ڪنهن ٻي زال جو حق يا حڪم ڪونه ٿو هلي، ۽ هي ڪنهن ٻي زال جي سانگي اسان سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ڪين بيهندو پر منهنجي حياتيءَ ۾ اهڙي تسلي به ڪانهي، منهنجي دل انهي لذت کان نا آشنا آهي. هاءِ افسوس! مون وٽ سيڪي آهي ۽ نه به آهي.

هو اڄا به ٽپي تي پاپيءَ جي مالها پيو جپي.

صفا ظاهر آهي ته پاپي هن جي دل ۾ وسي وئي آهي، ۽ پاپي کان سواءِ هن جي دل ۾ ٻئي ڪنهن جي جاءِ ڪانهي. آءٌ هن جي دل ۾ ائين آهيان جيئن ڪنهن جي گهر ڪو مهمان ايندو آهي. گهر وارو هن کي گهر ۾ ٽڪائيندو، هن جي خاطري به ڪندو. هن سان کلندو ڳالهائيندو پر دل ۾ هميشه ائين پيو چوندو ته هاڻي ڪٿي ٽري ته چڱو. منهنجي به اها ئي حالت آهي. آءٌ به اهڙي هڪڙي اڻ سڏائي مهمان آهيان، جنهن کي ماني ڪپڙو سيئي ٿا ڏين پر عزت سان ڪوبه نٿو ڏسي. دل پئي چوي ته پيڪي گهر هلي وڃان، نه اکين سان ڏسنديس نه هيانو سڙندم. هو ته اڳي ئي پيا مون کي سڏين پر هڪڙي سهيليءَ مون کي صلاح ڏني ته اهڙي بيوقوفي نه ڪج. ڪڏهن پلجي به اهڙو ڪم نه ڪج نه ته پڇتائينديندءَ، سچ آهي.

هاڻ پاپيءَ به سمجهيو آهي ته آءٌ سڄو قصو سمجهي وئي آهيان. هاڻ اڳوڻي محبت ڪانهي. آڪڙي وتي چڙهن ته مون ڪو هن کي وڏو نقصان رسايو آهي. مون ڏي جڏهن ڏسي ٿي ته شوڪجي ٿي ڏسي. منهنجي سس به البته ناراض ٿي ڏسجي. شايد پاپيءَ انهيءَ جا به ڪن ڦوڪي چڙيا آهن، نه ته مون هن کي ناراضگيءَ جو ڪوبه سبب ڪونه ڏنو آهي. امڪان آهي ته جي هڪڙي پيري آءٌ هن وٽ پنهنجي دل جو درد ظاهر ڪريان ته هوءَ ڪو تدارڪ ڪري. پر آءٌ ڇو وڃان؟ هن جو ڪم آهي ته ڪنوار کان پڇن ته توکي ڪا تڪليف ته ڪانهي. پاڻ منهنجي وٽڻ

ڪان منهنجي گهڻتائي ٿيندي نہ. آءُ پاڻ هن کي ائين ڏيکاريندس تہ جڻ مون کي هنن جي پروا ڪانهي. هو مون ڪان هڪڙو هٿ پري ٿيون رهن تہ آءُ هنن ڪان پنج هٿ پري رهنديس. هو چئن ڏينهن ڪان بيمار پيو آهي. ڊاڪٽر روز پيو اچي پر ڪو فائدو ڪونہ ٿو ڏسجي. پرميشور ڪري تہ سگهو چڱو ڀلو ٿي پئي. منهنجي دنيا بہ هن جي ساهہ، هن جي قدمن سان آهي. ڪٽ تي پيل ڏسانس ٿي تہ منهنجو هيانءُ ٿو ڏڪي، ائين پيو لڳي جڻ گهڻن ڏينهن ڪان بيمار آهي. ماڻس تہ ڏينهن ۾ ٻہ ٽي ڀيرا اچيو ڏسيو وڃيس، پر پاپي هڪڙو ڀيرو بہ ڏسڻ ڪانہ آئي اٿس. ڪهڙي سنگدل آهي هڪڙي ئي گهر ۾ رهي پوءِ بہ ايتري بيپرواهي. پر انهي جي حرڪت ڪانهي.

**27 نومبر سنہ 1930ع**

ڪالهہ تہ تپ هيڪاري وڌيل هوس. سڄو ڏينهن بيهوش پيو هو. هڪڙو ڀيرو بہ اک ڪانہ کوليائين. آءُ وٽس ويٺي رنيس. ماڻس سڄو ڏينهن اسان جي ڪوٺيءَ ۾ ويٺي هئي ۽ مون کي تسلي ڏنائين پر منهنجي دل ۾ الاجي ڇا پئي گذريو. ائين پئي لڳو جڻ ڪو منهنجي دل ۾ الاجي ڇا پئي گذريو. ائين پي لڳو جڻ ڪو منهنجو هانو پيو مروٽي، جڻ دنيا ۾ نااميدي ڪان سواءِ منهنجي لاءِ ڪجهہ رهيو ئي ڪونهي.

مون کي تہ هن جي زرد، ضعيف شڪل ڏسي ڊپ پئي لڳو. اکئين ڳوڙها پريو پئي آيا. ذري ذري پئي خيال ڪيم تہ الاجي ڇا ٿيڻو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهڙا هيبتناڪ ۽ خوف جهڙا خيال پئي دل ۾ آيا جو اکين اڳيان اونڌهہ پئي آئي، ۽ متو ٿي ڦريم. منهنجي سس مون کي اهڙو غمگين ڏٺو تہ يڪدم ڪاوڙ لهي ويس. ڪيتري دير مون کي پنهنجي هنج ۾ ويهاريو ويٺي هئي ۽ پيار پئي ڪيائين جڻ تہ آءُ ڪا ننڍڙي ٻار هيس. اها محبت ڪهڙي پاڪ ۽ سچي ۽ مٺي هئي. انهيءَ جو بيان لکڻ سولو نہ آهي. فقط خيال سان سمجهي سگهبو. مون کي تہ ڪڏهن ڪڏهن ائين پئي لڳو تہ هيءَ منهنجي سس نہ آهي پر منهنجي سڳي ماءُ آهي. اهڙي سس کي ڪاوڙائڻ منهنجي هڪڙي نالائقي هئي. جي اهڙو عقل اڳي اچيم ها تہ نہ ايترو پاڻ سڙان ها نہ ٻين کي ساڙيان ها. پر پاپيءَ تہ اڃا اسانجي ڪوٺي ۾ پير بہ ڪونہ پاتو آهي. ٻہ ٽي

پيرا پٽ کي موڪليائين ته پڇي اچ ته ڪيئن آهي. اهڙي سنگدلي به ڪهڙي ڪم جي. هو ته هن کي گهٽو ئي تو ڀانئي، ڪا پردي واري ته ڪانهي جو ايترو پرهيز ٿي ڪري. شايد ڊچي ٿي ته متان ڪنهن بيمار جي ڪوٺيءَ ۾ وڃان ته آءٌ به بيمار ٿي پوان. ڇڻ پاڻ ڪڏهن بيمار ٿيندي ڪين.

جڏهن شام ٿي تڏهن بيمار ڏير جو خيال ٿيس. ٻار ڪچ ۾ ڪٽي اچي هن جي کٽ وٽ ويٺي، ۽ چيائين "چو موهني، امان ٿي چوي ته اڄ سڄو ڏينهن بيهوش رهيو آهي. هاڻ ڪهڙو حال آهي ۽ تپ ڪجهه ڍرو ٿيو اٿس يا نه."

مون کي ائين لڳو ڄڻ باه جو شعلو پيٽ مان اٿي وات ۾ پيو اچي، پر انهي کي گهٽي، جواب ڏنم ته "تپ اڃا ته ڍرو ڪونه ٿيو آهي، پر ٿي ويندو."

ڀاڀي هن جي منهن ڏي ڏسي چرڪجي وئي، چيائين، "ڪهڙو ضعيف ٿي ويو آهي! مون کي ته اها خبر ئي ڪان هئي."

مون رڪائيءَ سان هن کي جواب ڏنو، "بيمار ٿي ضعيف ۽ ڏٻرو نه ٿيندو ته تو ڀانيو ٿلهو ٿيندو ڇا؟ تپ ڇڏيس ته اهائي غنيمت آهي پوءِ ڏٻرو ته ڏٻرو ئي چڱو، ويهي رهه. بيٺي گهٽي ٿائين هوندينءَ؟"

ڀاڀيءَ جون اکيون پاڻيءَ سان ڀرجي آيون. ٻار کي ڪرسيءَ تي ويهاري، پاڻ کٽ تي جهڪي هن کي غور سان ڏسڻ لڳي. سگهوئي هن به پاسو ورايو ۽ بيهوشيءَ جي حالت ۾ هن کي سڏيائين، "ڀاڀي!"

ڀاڀيءَ هن جي مٿي تي هٿ گهمائي چيو، "چو ڪنئيا، آءٌ اجها تو وٽ ويٺي آهيان."

هن يڪدم اکيون کولي ڀاڀيءَ ڏي ڏٺو ۽ ڪنجهي چيائين، "ڀاڀي، سور کان مٿو پيو ڦاٽي. ڏاڍي تڪليف آهي." ائين چئي هن وري اکيون ڪٽي پوريون.

ڀاڀيءَ چيو، "موهنيءَ کي چوان ته تنهنجي مٿي کي زور ڏئي؟"

تنهن تي هن وري اکيون پٽي چيو، "چو، توکي هٿ ڪينهن ڇا جو تون موهني کي ٿي چئين؟ هوءَ ويچاري ته رات ڏينهن مون وٽ ويٺي آهي. جي توکان ايترو به نٿو ٿئي ته وڃي پنهنجي پاسي ويهه. امي

ڪٿي آهي؟"

پاپي هن جي ڪٽ تي ويهي رهي، ۽ ماٺ ماٺ ڪري هن جي مٿي کي زور ڏيڻ لڳي. ڪو اعتبار ڪري يا نه پر سچ ته چوان ته جهڙي زور سان پاپيءَ هن جي مٿي کي پئي دٻيو انهيءَ جي ٻيٽي ٽيٽي زور سان منهنجو هيانءُ پئي دٻيو.

ٿوري دير ڪانپوء، هن پاپيءَ جو هٿ ڪٽي پنهنجي هٿ ۾ جهليو ۽ چيائين، "هاڻ منهنجو تپ سگهوئي لهي ويندو. جي تو مون کي بائڪاٽ نه ڪرين ها ته هن ڪان ڪيترو اڳي آءٌ چڱو ڀلو ٿي پوان ها. هلي هئي آڪڙ ڏيکارڻ، هاڻ ڏس ته ڪيئن ڦڪي ٿي پاڻهي آئي آهين!"

مون کي ته هيڪاري باهه وٺي وئي.

پاپيءَ هڪڙو پيرو مون ڏي نگاه ڪئي، پوء هن جي مٿي تي هٿ گهمائي چيائين، "هائو بابا، تو ڪٿيو، مون هارايو.آءٌ سؤ پيرا هارائڻ لاء تيار آهيان، رڳو تون سو چڱو ڀلو ٿي."

وڌيڪ آءٌ برداشت ڪري نه سگهيس. اٿي ٻاهر نڪري ويس ۽ رئڻ لڳيس. پر منهنجا ڳوڙها ڏسڻ وارو ڪير هو؟

**5 ڊسمبر سنه 1930ع**

منهنجا ڳوڙها ڏسڻ وارو منهنجو پرماتما هو. انهيءَ منهنجي بيوسيءَ کي ڏسي مون تي ديا ڪئي، ۽ منهنجي حياتيءَ جي ڪاري رات ۾ خوشيءَ جي صبح جي روشني وجهي مون کي جياري ڇڏيائين.

27- نومبر جي رات هئي. ڪُجھ رات گذري وئي هئي ۽ حياتيءَ کان تنگ ٿي مون مرڻ جون تياريون پئي ڪيون. مون کي ڪنهن زهر يا بندوق يا رسيءَ جي ضرورت ئي ڪانه هئي. مرڻ جو سولو ئي سولو رستو اهو هوم ته پنهنجي ماڙيءَ تان پاڻ کي ڪيرائي ماريان. انهيءَ ارادي سان آءٌ ڪُنڌ تي چڙهي ويس، ۽ رڳي هڪڙي ڪناري تي ويٺيس. هڪڙو قدم اڳتي ڪٿان ها ته موت، هڪڙو قدم پٺتي هٽان ها ته زندگي. پاڻ زندگي ۽ موت کي ايترو ويجهو ڪڏهن نه ڏٺو هوم. فقط هڪڙي قدم جو مفاصلو هو. اڳيان موت پٺيان حياتي. پر مون لاء موت هڪڙي نئين زندگي هئي، ۽ زندگي مون لاء موت جي برابر هئي. مون دل ڏاڍي ڪري هڪڙو قدم اڳتي کنيو ۽ هيٺ جهاتي پائي ڏٺم، هيٺ ته موت

جي اونده هئي. منهنجي دل ڏکي وئي‌مون جيڏڪا پنهنجي دل ۾ موت ۾ راحت ٿي سمجهي اها اڏامي وئي. منهنجو قدم روڪجي ويو، موت بہ دنيا جي ٻين شين وانگر پري کان سهڻو ٿو لڳي، پر ويجهو اچڻ ساڻ ان جي سونهن ويندي رهي.

آءٌ اتي ئي، حياتيءَ ۽ موت جي وچ ۾ ويهي رهيس، ۽ حقيقت تي خيال ڪرڻ لڳيس. هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي، حياتي برداشت ڪرڻ جهڙي نہ هئي، موت کان ڊنس پئي. ڪيڏانهن وڃان؟ اميد جي زندگي ۽ زندگي جي اميد کي ڪٽي ڳولهيان. منهنجي لاءِ هن نياڳي دنيا ۾ ڪابہ جاءِ ڪانہ هئي. اُت وري موت مرڪي مون کي سڏڻ لڳو. آءٌ وري مرڻ لاءِ تيار ٿيس. نامرادين جو موت کانسواءِ ٻيو همدرد ڪير آهي؟

اوچتو ٻيو خيال دل ۾ آيم. مران تہ ڀل مران پر مرڻ کان اڳي پاپيءَ کي بہ ٻہ ٽي ڳالهيون تہ دل کولي ٻڌايان. هن کي اهڙي جلي سڙي ٻڌائيندس جو ماٺ لڳي ويندس. ورهين ڪاڻ پئي ياد ڪندي تہ مون کي بہ ڪنهن ڪا ڳالهہ ٻڌائي. سڄي عاشقي معشوقي وسري ويندس. هيڏو سارو منهن ٿي ويندس.....

ائين خيال ڪندي آءٌ وري هيٺ لٿيس ۽ پاپيءَ جي ڪوٺيءَ ڏي وڃڻ لڳيس. اوڏي مهل جي مون کي ملي وڃي ها تہ منهنجي ڪاوڙ جي باه هن کي ساڙي، جلائي خاڪ ڪري ڇڏي ها. پر .....

مون ڏٺو تہ پاپي پير پير ۾ ڪري پنهنجي ڪوٺيءَ مان نڪتي. آهستي آهستي در بند ڪيائين. ڪپڙا نوان پيا هئس. منهنجو هيانءُ اچي وات ۾ پيو. مون کي ماٺ لڳي وئي. ائين پانيم تہ هاڻ ڪو ڪجهہ ظاهر ٿيڻو آهي.آءٌ بہ لڪي ڪي هن جي پٺيان وڃڻ لڳيس. ڏسان تہ هيءَ ڪيڏي ٿي وڃي؟ ڪنهن وٽ؟ ۽ ڪهڙي مطلب سان؟ سمجهيم تہ ضرور ڪو خاص مطلب اٿس، ضرور ڪو ڪجهو ڪم اٿس. ضرور ڪو گناه جهڙو ڪم هوندو جنهن لاءِ اهڙي ڪمهلي ڪپڙا ڪري گهران نڪتي آهي. آءٌ بہ هن جي پٺيان پٺيان پئي ويس. هوءَ سڌو اسان جي گهر جي پاسي ۾ هڪڙو مندر آهي انهي وٽ وڃي بيٺي. مون پاسي کان ٻيهي هن جي پرارٿنا جو هڪڙو هڪڙو لفظ ٻڌو. ديويءَ جي اڳيان هٿ ٻڌي ٻيهي رهي ۽ ڏڪندڙ آواز ۾ روئيندڙ اکين سان چيائين، اي ديوي ماتا!

منهنجي پٽ کي شفا ڏي. هو منهنجو ڏير آهي، پر مون هن کي پٽ ڪري پاليو آهي. هن جي اڻ ڄاڻ ڪنوار جو خيال ڪر. ويچاريءَ جي دل سچي آهي، هن جي اکين جي بي رونقي ۽ هن جي دل جي بيقراريءَ تي رحم ڪر. هن کي سدا سهاڳڻ ڪري رک! اي ديوي ماتا، مون پنهنجي پٽ کي هٿن ۾ ننڍو ڪري وڏو ڪيو آهي. منهنجي حال تي رحم ڪر، هن کي وڏي عمر ڏي. ديوي ماتا! آءٌ مري وڃان پر هو جيئرو رهي. اڄ منهنجي تنهنجي در تي اهائي پرارٿنا آهي ....!"

منهنجي اکين اڳيان پردو کڄي ويو! هاڻ مون کي سچي حقيقت معلوم ٿي. ڪهڙي جان نثار، ڪهڙي روح پرور هئي! ڀاڀي مندر تي مٿو ٽيڪي رئڻ لڳي، ۽ پاسي کان آءٌ پنهنجو منهن هٿن ۾ لڪايو، شرم، ڦڪائي، خوشي ۽ شڪر گذاري جا ڳوڙها ڳاڙڻ لڳس. پر انهن ڳوڙهن ۾ جيڪو روحاني لطف هو اهو دنيا جي وڏي ۾ وڏي خوشيءَ ۾ بہ ڪونہ هوندو.

جڏهن ڀاڀي موٽي مون تائين پهتي تڏهن روئندي روئندي آءٌ سندس پيرن تي ڪري پيس ۽ پنهنجو حال ظاهر ڪري هن کان معافي گهريم. هن ڏاڍي پيار سان مون کي اٿاريو ۽ ڀاڪر وجهي مون کي گهر وٺي آئي.

ٻئي ڏينهن ڀاڀيءَ ۽ مون هن وٽ ڪليو ڪليو پئي ڳالهيون ڪيون. اڄ ڀاڀي مون کي زال نٿي لڳي پر ديوي ٿي لڳي، جا دنيا جي رهنمائيءَ لاءِ سورڳ مان لهي هيٺ آئي هئي. آءٌ هاڻ هن جي آتما ڏسي چڪي هيس، مون هن جي دل پروڙي ورتي هئي، ۽ اها اکين بدگماني نالي ڪاڻ نہ رهي. هن ڀاڀيءَ ڏي ڏسي چيو، "ڀاڀي اڄ تون حڪمان حڪم اسان جي ڪوٺيءَ ۾ ڪهڙي آئي آهين، توکي موهنيءَ جو ڊپ ڪونهي؟"

ڀاڀي: ها، ڊپ تہ گهڻو اٿم پر تنهنجي سڪ گهلي آندو آهي.

هو: ڏس تہ ڪيئن ٺهي جڙي منهنجي کٽ تي چڙهي ويٺي آهي. ڪو ڏسي وٺي تہ جيڪر ڇا چئي! ڪيئن موهني؟

آءٌ: ڇا نہ چوان جيڪو ماءُ پٽ جي نگاه بہ نہ سڃاڻي سگهي انهيءَ جو پنهنجو ئي قصور آهي.

هوءَ: هاڻي ڀاڀيءَ کي پنهنجي ڪوٺيءَ مان ڪڏهن ڇڏيان تہ

ڪيئن؟

آءُ: ڪوئيءَ مان پلي ڪيوس. پر پاپي تہ هاڻي منهنجي دل ۾ ريهي وئي آهي. اتهين ڪيئن ڪيندؤس؟

هن مون ڏي نهاري ڏاڍي لاڏ ڀري معنيٰ سان چيو، "اڙي! جي پاپيءَ ڪي دل ۾ ويهاريو اٿيئي تہ مون کي ڪٿي ويهاريندينءَ؟"

آءُ: توهانجي لاءِ هن ديوي جي دل گهٽ ناهي. توهان کي هن جي دل ۾ جيترو سک ۽ آرام ملندو اوترو ڪٿي بہ ڪونہ ملندو. پر هن جي دل ايڏي وڏي آهي جو توهان ۽ آءُ ٻئي انهي ۾ ماپجي ايندا سين.

پاپي اهو ٻڌي ڏاڍي قرب ۽ محبت سان مون ڏي ڏٺو. پوءِ وري هن جي مٿي تي هٿ گهمائڻ لڳي.

# موهنيءَ جي دل جو داغ●

(1)

ڪنهن زماني ۾ گنگارام سان منهنجو تمام گهرو رستو هو، پوءِ ڪنهن کي بدائڻ کان سواءِ هو لڙائيءَ تي هليو ويو. تنهن کان پوءِ وري اسانجي ملاقات ڪانه ٿي. آءٌ به پنهنجي ڪم ڌنڌي ۾ مشغول ٿي ويس ۽ گنگارام جي پڇا ڪانه ڪيم.

نيٺ ڪي ٿورا ڏينهن ٿيا جو اوچتو ملي وياسين. ڪانگريس جا ڏينهن هئا: ۽ آءٌ به ٽڪيٽ وٺي ڪانگريس پنڊال ۾ گهڙيس پئي ته گنگارام کي ڏٺم. ساڻس هڪڙي جوان زال به هئي. ورهين کان پوءِ ڏٺو هومانس تنهن هوندي به گنگارام کي يڪدم سڃاتم. گنگارام به مون کي سڃاتو. ڏاڍيءَ خوشيءَ سان هٿ ڌوڏيري ڳالهائڻ لڳو "مارا..ڊاڪٽر!....."

مون چيو اوهان مون کي سڃاتو آهي؟

چيائين: يار، باقي توکي به نه سڃاڻان؟ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ورهيه گڏ گذاريو اٿئون.

مون چيو. ڏه ورهيه گڏ گذريا هجن يا چاليهه ورهيه گذريا هجن، پر جي ماڻهو ڪنهن کي وسارڻ تي تو اچي ته ڏهن ڏينهن ۾ وساريو ڇڏي.

چيائين: سچ آهي. پر آءٌ توکي ڪيئن وساريان ها. جي وساريان ها ته ڪيئن ورهين کان پوءِ توکي ڏسي سڃاڻان ها.

مون گفتگو ڦيرائڻ جي ارادي سان چيو ته خير، پر هاڻ ٻڌائينم ته هي توسان گڏ ڪير آهي؟ آءٌ ڪونه سڃاڻانس.

گنگارام ڇرڪ پري چيو ته توبه مون کي ته ڳالهه ئي وسري وئي هئي. وري نازنين ڏي منهن ڪري چيائين ته وشني، آءٌ جنهن

---

●هيءَ آکاڻي ماهوار"سندو" رسالي جي آگسٽ 1932ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

جو هميشہ توسان ذڪر ڪندو رهندو آهيان، اهو هيرو هي آهي.
اسانجي ڪلاس ۾ سيني کان هوشيار اهوئي هو. پوءِ وري مون ڏي منهن ڦيرائي چيائين تہ هيرا سمجهيئي، هي منهنجي زال، وشني، آهي.

آءٌ هاڻ وشنيءَ ڏي ڏسڻ لڳس. هن بہ ٿورو هٻڪي مون کي سلام ورايو پوءِ ڦڪائيءَ کان نگاه کٽي هيٺ ڪيائين. مون بہ اهو وجهہ وٺي هن کي نظر مان ڪڍيو. پارسي فئشن جي ريشمي ساڙهي جنهن جو پلؤ سوني بروچ سان اٽڪيل هو، پيل هيس، وڏي کڙيءَ واري جُتي، جوراب اهڙا سنها ۽ قدرتي رنگ جا هئا جڻ تہ مريا پيا ڏسجن ۽ هر نموني وٹندڙ ۽ نازنين هئي.

مون وري گنگارام ڏي نگاه ڪئي ۽ سمجهيم تہ هن کي پنهنجي زال جي ڳالهہ ڪندي ڦڪائي پي ٿي، ۽ هن کي انهي ڦڪائيءَ کان بچائڻ جي خيال کان پڇيم تہ، گنگو، ڀلا ٻڌاءِ تہ سهي تہ اڄ ڪلهہ ڪهڙي مشغولي ۾ آهين؟ گنگارام چيو تہ، پهرين تون ٻڌائينم تہ تنهنجي ڊاڪٽري ڪيئن پئي هلي؟

مون چيو: واه! مون ڊاڪٽري پاس ڪئي انهي جي خبر توکي ڪيئن پئي. اينٽرنس پاس ڪئي کان پوءِ تہ پنهنجي ملاقات ئي ڪانہ ٿي آهي. گنگارام مرڪي چوڻ لڳو مون کي تہ خبر پئجي وئي، پر تون تہ ٻڌاءِ تہ تو ڪا خبر ورتي تہ آءٌ ڇا پيو ڪريان.

مون شرمندو ٿي جواب ڏنو تہ، نہ! پر خير! هاڻ کٽي ٻڌائينم تہ ڪهڙي مشغوليءَ ۾ آهين.

وري کلي جواب ڏنائين تہ، آءٌ لڙائي تي هليو ويو هوس، اها تہ توکي خبر آهي نہ؟ اتهين موٽي اچي بي-اي بہ پاس ڪيم. پوءِ ڪيترا ورهيہ نوڪريءَ جي تلاش ۾ رهيس پر ڪا نوڪري نہ ملي، پنهنجي زمينداريءَ تي پي گذران ڪيم. نيٺ هڪڙي ڏينهن ڪنهن هندو مسلمانن جي فساد ۾ ڪنهن معزز شخص ۽ سندس فئمليءَ کي وڏي مصيبت مان بچائڻ جو اتفاق ٿيو" ۽ انهي مون کي ڇڏيو ئي ڪين ۽ وچي پاڻ وٽ رهايائين. پوءِ منهنجي اصل نسل جي خاطري ڪري ٿورن ڏينهن ۾ هي پنهنجي وڏي نياٽي بہ مون کي پرڻائي ڏنائين.

ائين چئي ڪلندي ڪلندي گنگارام سان همراه نازنين ڏي گهٽي پيار سان نظر ڪيم ۽ هن بہ شرم ۽ ڦڪائي ڪان ڪنڌ ڪٽي جهڪايو. مون کي هن جو اهو ناز ۽ پيار ڏاڍو وڻيو.

مون ٿورو ترسي چيو تہ، هي تنهنجي زندگيءَ جو احوال ڪنهن ناول ۾ وجهڻ جي لائق آهي، اوڏي مهل ڏٺم تہ حيا ڪان وشنيءَ جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو، ۽ پيشاني پگهر سان پرجي ويس.

مون چيو تہ، سوتہ سڀ چڱو، پر مون کي اجا ڪونہ ٻڌايو اٿيئي تہ تون ڇا ڪندو آهين.

گنگارام چيو تہ، منهنجي سهري نہ رڳو مون کي پنهنجي نياٽي پرڻائي ڏني، پر..بئنڪ ۾ اسسٽنٽ مئنيجري بہ وٺائي ڏنائينم.

اسين ڳالهيون ڪندا ڪندا پرپرو نڪري ويا هئاسين، ۽ اڃي پهرين ڦاٽڪ کي رسيا هئاسين. گنگارام جي موٽر اتي بيٺي هئي. پاڻ ٻئي موٽر ۾ چڙهيا ۽ مون کي بہ صلاح ڪيائون تہ اسان سان گڏجي گهر هل، پر مون کي ڪانگريس ۾ وڃڻ جو خيال گهڻو هو تنهن ڪري انهن کان معافي ورتم، ۽ چيم تہ وري ڪنهن ٻي مهل اوهان وٽ ايندس. سندن گهر جو پتو انهن کان پڇي ڇڏيم. وڃڻ مهل وري بہ اچڻ لاءِ مون کي گهڻو چيائون پوءِ موڪلائي روانا ٿيا.

(2)

ٻئي ڏينهن الاجي ڇو اچي دل جي مرضي ٿي تہ گنگارام کي ملي اچان. هن جي گهر جو ڏس تہ اڳيي ئي مليل هو ۽ ميري روڊ تي هڪ عاليشان عمارت تي وڃي سهڙيس. وڃي در کڙڪايم تہ هڪڙو نوڪر نڪري آيو. مون پڇيو، مسٽر گنگارام آهي؟

هو حيرت جهڙي شڪل بنائي مون ڏي ڏسڻ لڳو ۽ پڇيائين تہ، ڪير؟ صاحب؟ آءٌ دل ۾ کلڻ لڳس ۽ پنهنجي غلطيءَ جي معافي گهري چيم تہ ها، صاحب. جواب ڏنائين تہ، صاحب جن ٻاهر ويا آهن ۽ گهٽي دير کان پوءِ ايندا.

اچڻ مهل مون پاڻ پنهنجي اکين سان گنگارام جي موٽر اندر ايندي ڏٺي هئي ۽ آءٌ دل ۾ عجب ڪندو پئي موٽيس تہ ڇو هن نوڪر مون کي ٽاري ڇڏيو. ايتري ۾ سامهون گنگارام ۽ وشني بہ مليم جي

موٽر جي گاراج جي پاسي کان پئي آيا. مون کي ڏسي، گنگارام مون کي بيهاريو ۽ چيائين ته، ڏس ڪيئن پڳو ٿي ويو پر جهلي وڌوسينس. مون مرڪي جواب ڏنو ته، اوهانجي جاءِ تي ڪوئي ڪونه هو.اڪيلو ويهي ڇا ڪريان ها، انهي ڪري موٽيو ٿي ويس، ميزن ۽ ڪرسين سان ويهي ڳالهيون ڪريان ها ڇا؟ وري پڳوان جي ديا سان نوڪر به اهڙو رکيو اٿو جو پريندي پريندي بڌايو ڇڏي ته صاحب جن گهٽي دير ڪانپوءِ ايندا، توهانجو ترسڻ اجايو آهي، بهتر آهي ته جلدي هليا وڃو.

وشني به مون کي هٿ ڏئي ملي ۽ کلي چيائين ته، اوهان جي اچڻ ڪري مون شرط کٽي.

مون پڇيو: سو ڪيئن؟ ڪهڙي شرط هئي؟

چيائين: اسان جي شرط هئي ته جي منهنجي ڳالهه سچي ٿي، يعني اوهين آيئو ته اوهان کي هڪڙو راڳ ڳائڻو پوندو، جو "هنکان" مڙس ڏي اشارو ڪري) بڌو اٿم ته اوهين تمام سٺو ڳائيندا آهيو.

مون ۽ گنگارام بنهي کلي ڏنو ۽ آءٌ عذر ڪرڻ لڳس، پر وشنيءَ چيو ته، نه! اوهين انهي ريت اها ڳالهه اڏائي ڇڏڻ ٿا گهرو، پر آءٌ اوهان کي گسائڻ جو وجهه ئي ڪين ڏينديس.

آءٌ گنگارام ڏي ڏسڻ لڳس ۽ هن مون کي چيو: هيرا، برابر آءٌ چئي ته وينو آهيان ته تون سڪول ۽ ڪاليج جي ناٽڪن ۾ ڳائيندو تمام چڱو هئين.

مون مسز گنگارام کي عرض ڪيو ته، ڪنهن زماني ۾ ڪي به ٽي راڳ سکيو هوس سي پيو ڳائيندو هوس. پر اهو زمانو ئي گذري ويو.

مسز گنگارام ڪنڌ ڌوڻڻ لڳي ۽ چيائين، آءٌ بيو ڪي ڪين ڄاڻان. مون کي فقط ايتري خبر آهي ته اوهين آيا آهيو ته اوهان کي ڳائڻو ضرور پوندو. اچو، اچو بئي ڄڻا اندر اچو.

وچي ويٺاسين ۽ گنگارام چيو ته وشني، پهرين تون ڪجهه ڳائي بڌاءِ ته هيري جو حجاب لهي.

مون بہ انهي ڳالهہ کي زور ونايو، پهرين تہ گهڻا عذر ڪيائين، پر نيٺ اسانجي زور ڪرڻ تي، ڪرسي سيري وڃي هارمونيم وٽ ويٺي ۽ آهستي آهستي ڳائڻ شروع ڪيائين. راڳ پورو ٿيو، پر هن جو منهُ ۽ مانيٽو، ڏک پريو آواز منهنجي دل ۾ چڀي ويو، ۽ ائين پئي لڳم تہ جڻ راڳ اڃا پيو ڳائجي، جو سندس آواز اڃا بہ منهنجي ڪنن ۾ پئي وڳو. ۽ آءٌ اڃا انهيءَ خيال ۾ هوس تہ مسز گنگارام چيو،"ڊاڪٽر صاحب، ڪهڙي خيال ۾ محو ٿي ويا آهيو؟"

مون کلي جواب ڏنو، محو ٿيڻ جي بيشڪ ڳالهہ آهي. اوهان جي ڳائڻ کي آءٌ انصاف ٿو ڏيان. اوهان جي سريلي آواز تہ مون کي هن دنيا مان ڪڍي سورڳ ۾ پهچائي ڇڏيو.

گنگارام چيو، هيرا، چئين سچ ٿو. مون تي هن جي ڳائڻ جو اهوئي اثر ٿيندو آهي.

پر وشنيءَ کلي چيو تہ ڊاڪٽر صاحب، انهي ٺڳيءَ جي خوشامند مان کي ڪين ورندو. اهي بهانا ڪين هلندا. اڇو! هاڻ اوهان جو وارو آهي، اچي هارمونيم وٽ ويهو. هن جي زور ڪرڻ تي آءٌ اچي هارمونيم وٽ ويٺس ۽ اڃا وڄائڻ شروع ڪرڻ تي هوس تہ هڪڙي حسين، نوجوان ڇوڪري ڪتاب هٿ ۾ ڪيو اندر گهڙي آئي. مون تي نظر ڪانہ پيس. سڌو ڪتابن جي هڪڙي گهوڙي ڏي وئي ۽ ڪتاب بين ڪتابن سان گڏي رکيائين. شايد ڪنهن بئي ڪتاب جي ڳولها پئي ڪيائين پنيري ڇوڻ لڳي تہ، وشني، اسين سوسائٽيءَ ۾ سسئي پنهون جو ناٽڪ ڪرڻ وارا آهيون، جنهن ۾ مون کي خاص سسئيءَ جو پارٽ ڪرڻو آهي. خبر اٿئي تہ اڄ ڪاڪي ڇا چيو؟ چيائين تہ ڪکي، تنهنجو پارٽ ماڻهن کي چريو ڪري ڇڏيندو، ۽ پيو خبر اٿيئي تہ ڇا تي چيائين، تہ ناٽڪ جي اشتهارن ۾ منهنجو نالو خاص وڏن اکرن ۾ ڇاپائيندا. ائين پيون بہ گهڻيون ٺي ڳالهيون ڪري وئي. مون گنگارام کان پڇيو تہ هيءَ ڪير آهي. هن چيو تہ، هيءَ منهنجي سالي آهي. پوءِ هن کي سڏ ڪري چيائين تہ موهني، هيڏانهن اچ، آءٌ توکي پنهنجي سنگتيءَ سان انٽروڊيوس ڪرڻ ٿو گهران. هي ڊاڪٽر هيرا لعل آهي. ڪنهن زماني ۾ منهنجو ڪلاسي

هو ۽ منهنجو گهرن ۾ گهرو دوست آهي. هيئنر ڊاڪٽري ڪندو آهي. ڏاڍو هوشيار انسان آهي، ۽ هيرا، هيءَ منهنجي سالي آهي، شريمتي موهني ديوي.

موهني هٿ جوڙي مون کي نمسڪار ڪئي ۽ چيائين ته، ڊاڪٽر صاحب، مسٽر گنگارام صاحب جو منهنجي نالي اڳيان ۽ پنيان، چرچو ڪري ڪٽي پچ ڳنڍيو آهي، انهي لاءِ آءٌ هن جي ڏاڍي شڪر گذار آهيان، ۽ ايترو عرض ڪرڻ ٿي گهران ته حقيقت ۾ آءٌ دنيا جي هڪ ناڪاره شيءِ آهيان، جنهن کي ماڻهو فقط موهنيءَ جي نالي سان سڏيندا آهن.

مون به هٿ جوڙي هن کي نمسڪار ڪئي. ۽ هن کي جواب ڏيڻ تي هوس ته وشنيءَ رڙ ڪئي ته ڊاڪٽر هيرا لعل اوهين هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ۾ وساري منهنجو ته اوهان کي اچا ڳائڻو آهي. انهي تي وري موهني به ساٿس زور ڪرڻ ۾ شامل ٿي. لاچار ڳائڻو پيم. هارمونيم وڄائي، هڪڙو اردو غزل ڳائي ٻڌايومان.......

" حسن انسان مين جب آيا تو ادا بهي آئي"

غزل پورو ٿيو. اوڏي مهل اٺ به وڄي ويا هئا. رات اچي ٿي هئي ۽ سگهوئي موهنيءَ جو هڪ غزل ٻڌي هنن کان موڪلائي هليس. موهنيءَ جي غزل جي هڪ مصرع مون کي ياد بيٺي جا رات ٿي پڙڪندو ويس:

"مجهي ڪيا جيني ڪا پلا ،ڪيا زندگي ميري."

(3)

انهيءَ کان پوءِ منهنجو گنگارام وٽ اچڻ وڃڻ جو رستو هلندو آيو. سيني کان وڌيڪ موهنيءَ کي ملڻ جي سڪ رهندي هيم ۽ هن سان ملي سيني کان وڌيڪ خوشي ٿيندي هيم. موهني به پنهنجي وڏي ڀيڻ وانگر بيحد حسين هئي ۽ سوسائٽيءَ جي سيني اخلاقن ۾ پڙ هئي. تعليم وارين زالن ۾ هن جي گهڻي عزت ۽ تعريف هئي. جيترا پيرا به سسئي پنهون جو کيل ٿيو اوترا پيرا هزار ڪم ڇڏي به آءٌ کيل ڏسڻ ويندو هوس. موهنيءَ جو ڳائڻ ۽ هن جي ائڪٽنگ اهڙي سٺي هئي جو پيري پيري سان ناٽڪ ۾ تاڙين جو ٺڪاءُ پيو پوندو هو.

حقيقت ۾ موهنيءَ جو مون سان مهربانيءَ ۽ پريت جو رستو مون لاءِ هڪ وڏو فخر هو. هر آرتوار تي موهني ۽ آءٌ ڪيڏانهن گهمڻ نڪري ويندا هئاسين. ڪڏهن هوا بندر، ته ڪڏهن منگهو پير، ته ڪڏهن منهوڙو. سندس مائٽ به اسان جي اڪيلي گهمڻ ۾ ڪو اعتراض ڪونه وٺندا هئا، بلڪ مسز گنگارام ته اسان جي صحبت کي پاڻ همٿائيندي هئي. جيڪڏهن آءٌ يا موهني ٻاهر وڃڻ کان عذر ڪندا هئاسين ته هوءَ زور ڪري به اسان کي گهمڻ موڪلي ڏيندي هئي. موهنيءَ جي واقفيت به گهڻن سان هئي، ۽ هن سان گڏ گهمندي ڦرندي منهنجو به نالو هن سان گڏ گهڻن ئي معزز فئملين ۾ مشهور ٿي ويو، ۽ اسان جي سنگت سڄي شهر ۾ عالم آشڪار ٿي وئي.

نيٺ، جيئن مون کي دپ هو ائين ئي ٿيو. هڪڙي ڏينهن گنگارام مون کي سڏائي ماٺ ماٺ ۾ چيو ته هيرا، منهنجي هڪڙي ڳالهه مڃيندين.

مون وائڙو ٿي پڇيو ته ٻيو ته مڙئي خير آهي؟ ڪهڙي ڳالهه آهي، ڪٿي چئو. تنهنجو چيو آءٌ ڪيئن نه مڃيندس.

گنگارام چيو: هيرا، منهنجي مرضي آهي ته تون موهنيءَ سان شادي ڪر.

ائين چئي ڪلڻ لڳو. هن دل ۾ پڪ سمجهيو هو ته آءٌ موهنيءَ تي عاشق آهيان ۽ يڪدم سندس ڳالهه قبول ڪندس. پر منهنجو جواب انهيءَ جي بلڪل ابتڙ هو. مون چيو ته گنگو، مون کي گهڻو افسوس آهي پر اها ڳالهه اصل ناممڪن آهي.

گنگارام ناممڪن ٻڌي ٽپ ڏئي اٿيو. هن جي خواب خيال ۾ به ڪونه هو ته ڪو آءٌ انهيءَ ڳالهه کان انڪاري ٿيندس.

مون وري به چيو: سرن کي تمام گهڻو افسوس آهي جو آءٌ تنهنجو چيو مڃي سگهان. پر انهي جو به ڪو خاص سبب آهي.

گنگارام پڇڻ لڳو ته اهڙو ڪهڙو خاص سبب آهي، مان جواب ڏنومانس ته ڪنهن ٻيءَ مهل ٻڌائيندوسانءِ، هينئر انهي ڳالهه کي ڇڏي ڏي."

آءٌ سگهوئي گهر موٽي آيس ۽ انهيءَ کان پوءِ گنگارام ڏي

اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنم. گهڻن ڏينهن کان پوءِ گنگارام جو خط مليم. مون کي لکيو هوائين تہ سگهوئي موهنيءَ جي شادي ٿيڻ واري هئي منگڻو اڳي ٿي چڪو هو، ۽ مون کي شاديءَ ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت بہ ڏني هيائين. اهو وجهہ وٺي ايترو بہ لکيو هيائين تہ جي آءٌ وري ساڻن ملاقات جو رستو قائم رکان تہ هن کي ڏاڍي خوشي ٿيندي. هن جي خط پهچڻ تي آءٌ وٽن ويس. گنگارام ۽ وشني تہ مون کي گهڻي شوق سان مليا، پر موهني البت اداس ٿي ڏٺي، ۽ مون سان پورو منهن ڏئي ڳالهہ بہ نہ ڪيائين. پڇا مان معلوم ٿيو تہ هن جو منگيتو هڪڙو موتي لعل نالي جوان هو، جنهن ايم-اي جو امتحان پاس ڪيو هو ۽ زميندار بہ هو. چوڻ ۾ ٿي آيو تہ گارڊن ڪوارٽر ۾ ٿو رهي. مائٽن مٽن ۽ سنڌس خاندان جي پڇا ڪيم تہ معلوم ٿيم تہ هڪڙي ماسي جا ساڻ رهندي هيس انهي کان سواءِ بيو ڪو مٽ مائٽ ڪونهيس.

انهيءَ کان پوءِ وري آءٌ اڪثر گنگارام وٽ ايندو رهيس، پر ڪڏهن بہ موتي لعل سان ملڻ جو وجهہ ڪونہ مليم. مون گنگارام کي چيو تہ ڪنهن ڏينهن مون کي هن سان ملاقات ڪر ، ۽ هن اهڙو انجام ڪيو. موهنيءَ بابت بہ اسان جي گفتگو هلي. گنگوءَ ۽ وشنيءَ مون کي خاطري ڏني تہ موهنيءَ پاڻ موتي لعل کي پسند ڪيو آهي، ۽ هن سان گهڻي اٿويهہ اٿس. چيائون تہ جي اداس آهي تہ انهيءَ جو ضرور ڪو بيو سبب هوندو. ائين ٿي نٿو سگهي تہ ايندڙ شاديءَ جي ڪري هوءَ اداس هجي.

نيٺ هڪڙي ڏينهن گنگارام جي گهر مون موهنيءَ جي منگيتي کي ڏٺو. هو مون کي ڏسي البت گهبرائجي ويو. مون کي بہ ائين لڳو تہ منهنجو اڳ ڪٿ ڏٺل آهي. گهڻوئي مٿو هنيم پر اوڏيءَ مهل بلڪل ياد ڪونہ پيم تہ ڪٿي ڏٺو اٿمانس.

نيٺ مون کي ياد پيو. اوڏيءَ مهل تہ ڪٿي ماٺ ڪيم پر شام جو خاص انهيءَ ڪم لاءِ گنگارام ڏي ويس. پاڻ سنڌس زال، سنڌس سس ۽ سهرو سڀ موجود هئا. مون چيو، "اوهان موهنيءَ جي شاديءَ جو ڏاڍو خراب بندوبست ڪيو آهي. آءٌ موتي لعل کي سڃاڻان. نہ ڪا زميناداري اٿس، نہ ايم-اي آهي. هڪڙو واهيات

ماٺهو آهي. گارڊن ڪوارٽر ۾ ڪو نہ ٿو رهي پر گاڏي ڪاتي ۾ جاء اٿس. جنهن زال جي نالي چئي ٿو تہ ماسي اٿس، اها هن جي مائٽياڻي آهي ئي ڪانہ. پاڻ ٺگ ماڻهو آهي ۽ اها زال بہ ساڻس ٺڳين ۾ شامل آهي." اوڏيءَ مهل تہ ڪنهن بہ منهنجي ڳالهہ نہ مڃي. مون چيو تہ، جي حقيقت ڪري ايم-اي آهي تہ ڪاليج جي رجسٽر يا بمبئي جي يونيورسٽيءَ مان تار ڪري پڇي خاطري ڪري ٿي سگهجي. يا شايد وٽس ڪو ڊپلوما يا سرٽيفڪيٽ هوندو. نيٺ سڀ انهي صلاح تي بيٺا.

ٻئي ڏينهن گنگارام ۽ وشني منهنجي جاء تي آيا. گنگارام جو منهن لٿل هو. پڇڻ تي گنگارام چيو تہ هيرا، تنهنجي ڳالهہ لفظ بہ لفظ سچي نڪتي. هو نہ رڳو ايم- اي ۽ زميندار نہ هو، پر سزا ڪاٽل آهي، ۽ ڪلهہ رات ڪان وٺي گم ٿي ويو آهي. گهر خالي پيو اٿس.

مون چيو: گنگارام تون ۽ تنهنجو سهرو تہ بيٺل ماڻهو آهيو. اوهان کي پوليس ۾ رپورٽ ڪرڻ گهرجي.

چيائين: آءٌ هينئر سڌو ٿاڻي تان پيو اچان. موتي لعل جي حقيقت بہ انهن کان ئي معلوم ٿي اٿم.

وشنيءَ چيو: ڊاڪٽر هيرا لعل، آءٌ اوهان جي ڏاڍي شڪر گذار آهيان جو اوهان منهنجي ڀيڻ کي مصيبت کان بچايو آهي. جي اسين بيخبريءَ ۾ شادي ڪري ڇڏيون ها تہ ويچاري موهنيءَ جو الاجي ڪهڙو حال ٿئي ها.

انهي ڏينهن موهنيءَ جي پيءُ بہ منهنجي شڪرگذاري ڪئي.

(4)

ٻن پهرن جو وقت هو، اخبار پڙهندي پڙهندي منهنجي اک لڳي وئي هئي. جڏهن چئين بجي نند مان اٿيس تہ ڏٺم تہ منهنجي ڪٽ جي پاسي ۾ موهني هڪڙي ڪرسيءَ تي ويٺي آهي. وار سڀ پکڙيا پيا هوس، ۽ منهن لٿل هوس. هن کي ڏسڻ شرط آءٌ اٿي ويٺس. سلام ڪيومانس ۽ پڇيومانس تہ اڄ مون تي هيءَ مهرباني ڪيئن ٿي آهي؟

موهنيءَ شوخيءَ سان جواب ڏنو: ڊاڪٽر صاحب، آءٌ اوهان کان ايترو پڇڻ آئي آهيان تہ ڪنهن جي دل ڏکوئڻ ڪهڙي ڪتاب ۾ روا رکيو ويو آهي.

موهنيءَ جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون هيون هن جي سچي

ڇهري مان ڪاوڙ ۾ ڀڪي.

مون پڇيو: نيٺ انهي سوال پڇڻ جو مطلب ڪهڙو آهي؟

”انهي ڪري جو توهان منهنجي دل ڏکوئي آهي.“

”مون؟ مون اوهان کي ڪهڙو ڏک ڏنو آهي؟“

”توهين اهڙا اڻڄاڻ نہ آهيو جو نہ سمجهي سگهو“

مون سمجهيو تہ موتي لعل سان ناتي ٽوڙڻ ڏي اشارو ٿي ڪري ۽ چيم تہ، موهني انهي ۾ تنهنجو فائدو هو.

”آءٌ پنهنجو فائدو پاڻ ڏسي ٿي سگهان. جڏهن اوهان پاڻ منهنجي شاديءَ جي آڇ قبول نہ ڪئي تہ پوءِ منهنجي فائدي يا نقصان ۾ اوهان جو ڇاٽي ويو. جڏهن مون اهو ارادو ڪيو تہ ڪنهن نيچ ۾ نيچ درجي کي پهچي پنهنجي حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽيان. مون کي خبر هئي تہ موتي لعل ڪير آهي ۽ مون اکيون کولي اهو ڪم ٿي ڪيو.

مون چيو: موهني، معاف ڪج اڄ تون ڪاوڙ ۾ آهين ۽ بلڪل بيوقوفيءَ جون ڳالهيون پئي ڪرين. ذرو ٿڌي ٿيءُ، پوءِ وري ڪنهن مهل اهو ذڪر ڪنداسين.

بس مون اجا ايتروئي چيو تہ موهني اڇي روئڻ ۾ ڇڻڪي ۽ زار زار سڏڪا پري پئي چيائين منهنجي سيني مصيبتن جو سبب تون ئي آهين. هيرا، تون ئي آهين.،

آءٌ انهيءَ ڏينهن شام جو گنگارام کي ملڻ ويس، ۽ انهيءَ سان بہ ٻن پهرن واري واقعي جي خبر ڪيم. جڏهن آءٌ وڃڻ لڳس تڏهن گنگوءَ چيو: بس، سوير ئي تو وڃين ڇا؟

مون چيو: هائو، دير ٿي وئي آهي. گنگارام چيو تہ هيرا، مون اڳي توکي ڪا ڳالهہ مڃڻ لاءِ چيو هو ۽ اڄ وري بہ ساڳي ڳالهہ مڃڻ لاءِ ٿو چوانءِ. مون جواب ڏنو تہ مون انهيءَ ڏينهن ئي توکي چئي ڇڏيو هو تہ اها ڳالهہ اصل ناممڪن آهي. پڇيائين تہ يلا بڌاءِ تہ سهي تہ نيٺ انهيءَ جو سبب ڪهڙو آهي؟

مون چيو تہ، چڱو ويهہ تہ توکي ٻڌايان. اسين ويٺاسون ۽ مون چيو : گنگو حقيقت هيئن آهي تہ مرڻ کان اڳي منهنجي ننڍي هوندي منهنجي پيءُ مون کي پنهنجي هڪ دوست جي ڌيءَ سان مڱائي ڇڏيو

هو. انهن ڏينهن ۾ هو بيئل ماڻهو ها ۽ گهٽي هلنديءَ وارا هئا. پر ڪو اهڙو اتفاق ٿيو جنهن ڪري منهنجي منگ جو پيءُ ڪٽي پيو ۽ سگهو مري ويو. ماءُ ته اڳيئي مري وئي هيس. هوءَ هاڻ بلڪل يتيم حال ۾ آهي ۽ شڪل جي پوري پني آهي. منهنجي موهنيءَ سان ملاقات ٿي تنهن کان اڳي مون ايندڙ سال ۾ هن سان شادي ڪرڻ جو انجام ڪري ڇڏيو آهي. تون مون کي ياءُ وانگر آهين ۽ آءٌ بيحجاب توسان قبول ٿو ڪريان ته منهنجي سچي دل، سچي محبت موهنيءَ سان آهي. پر ڇا ڪريان آءٌ اشرافت نٿو سمجهان ته پنهنجي دل خوش ڪرڻ لاءِ هن ويچاري يتيم کي ڏک ڏيان، ۽ هن جي زندگي برباد ڪريان. هن جو خرچ پکو به آءٌ پيو ڪريان ۽ انڪانسواءِ هن جو بيو ڪوئي ڪونهي." ائين چئي آءٌ به پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڏک ۾ پرجي ويس. پڇوان ڇاٽي ته موهنيءَ ڪٿان لڪي ويٺي منهنجون ڳالهيون پڌيون، پر اوچتو نڪري آئي ۽ منهنجي پيرن وٽ ويهي، پنهنجو مٿو منهنجي گوڏن تي رکي چوڻ لڳي: پرميشور جي نالي، هيرا، مون کي اڄ صبوح وارو قصور معاف ڪر. مون اوهان جي سچي ڳالهه پڌي ۽ آءٌ اوهان کي آفرين ٿي ڏيان....

ائين چئي وري اچي روئڻ ۾ پئي. پوءِ ٿوري وقت کان پوءِ اکيون سڪائي چوڻ لڳي ته هيرا، جي مون کي اها خبر هجي ها ته آءٌ توکي پنهنجي محبت ۾ ايتري قدر گرفتار ٿيڻ ڪين ڏيان ها. پر خير! جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي ويو. هاڻ جڏهن اوهان جي شادي ٿيڻي هجي ته مون کي ضرور سڏائجو.

ڪالهه منهنجي شادي ٿي ۽ ڪالهه ئي تحفي طور موهنيءَ منهنجي لاءِ ۽ منهنجي ڪنوار جي لاءِ هڪ پارسل موڪلي ڏنو. ڪالهه ته شاديءَ جي گوڙ گهمسان ۾ اهو پارسل کولڻ جي فرصت ڪانه رهي، پر اڄ اهو پارسل کوليم. انهيءَ ۾ هڪڙي هيري جي منڊي مسز هير العل لاءِ هئي ۽ منهنجي لاءِ هڪڙو خط هو. خط کولي پڙهيم. منجهس هيئن لکيل هو:

" مائي ڊيئر هيرا! توهان جيڪا مون کي منڊي محبت جي نشاني ڪري ڏني هئي، اها ته آءٌ ڪنهن صورت به پاڻان جدا ڪري نٿي سگهان، پر پنهنجي هٿ جي هڪڙي منڊي موڪليان ٿي جا منهنجي پاران پنهنجي هٿ سان مسز هيرا لعل کي پائج. هيرا، جڏهن تون ۽ مسزهيرا لعل پاڻ ۾ گڏجي محبت ڪريو ته پڇوان جي واسطي مون کي دل تان لاهي نه ڇڏج. موهني.

# منهنجي خوش قسمتي•

قريب ٻه سال ٿيندا ته اوچتو ئي اوچتو زماني جي گردش مون سان اهڙو اتفاق ڪيو جو ويٺي ويٺي، هڪڙي ڏينهن ۾ آءٌ مفلسيءَ جي حالت مان نڪري سکيو آسودو ٿي پيس. ڪيئن اهو چرخو ڦريو، اها ڪنهن کي ٻه خبر ڪانه هئي، نه مون ڪنهن کي اها خبر ڏني. شهر جا ماڻهو جي مون کي سڃاڻندا هئا ۽ جن کي منهنجي اڳين حالت جي خبر هئي، اهي اچرج ۾ پئجي ويا ۽ چوڻ لڳا ته مارا هي ٽڪي جو وڪيل، جو پئسي ۾ پنج ڪيس ڪٽندو هو سو هينئر گاڏين ۾ ٿو گهمي ۽ بنگلن ۾ ٿو رهي. وڪالت جو ڪم ٻه وڏيل ڪونه هو جو ماڻهو سمجهن ته پنهنجي ڏنڌي مان پئسو ڪمايو اٿس. بلڪ اڳي آءٌ پيٽ پوري ڪرڻ لاءِ ٿوري گهڻي فيءَ ۾ پيو ڪورٽن ۾ ويندو هوس، پر انهي اتفاق ٿيڻ ڪانپوءِ اهڙو لاچار ڪونه هوم. تنهن ڪري چڱي موچاري في ملندي هيم ته ڪيس ڪٽندو هوس نه ته بس. ائين 2 سال ته گذري ويا. اڃا ماڻهن کي اهوئي خيال بيٺو هو ته وري بيو هڪڙو اتفاق ٿيو جنهن ته هيڪاري مون کي لکن جو مالڪ بڻائي ڇڏيو. پر هن ڀيري سڀني کي عام طرح خبر پئي ته ڪٿان مون کي دولت هٿ آئي آهي. هڪڙو ٻڍو وشوناٿ نالي مشهور حڪيم هو ۽ ملڪ جي چونڊ برهمڻن مان هڪڙو شريف انسان هو تنهن مرڻ مهل پنهنجي وصيعت ۾ پنهنجي سڄي ملڪيت، جا اسي لکن جي ڪٿڻ ۾ ٿي آئي، مون لاءِ ڇڏي ويو. تنهن تي وري سڄي خلق کي اها حيراني لڳي وئي ته هڪ برهمڻ جو هميشه پنهنجي ڌرم تي قائم هوندو هو ۽ جنهن جي ڌرمي ڳالهين ۾ مسلمانن سان پوندي ڪين هئي اهو ڪيئن پنهنجا ويجها مائٽ وساري هڪ خسيس مسلمان کي پنهنجي ملڪيت جو ڌڻي ڪري ويو. انهيءَ وصعيت نامي تي جيڪي

---

●هيءَ آکاڻي هڪ ڪتابڙي جي صورت ۾، چيتمل پرسرام حيدرآباد مان ڇاپائي هئي.

تڪرار ٿيا ۽ انهيءَ پنيان ڪورٽ ۾ جيڪا گهل ٿي، اها تـ هينئر ننڍي وڏي کي خبر آهي. پر انهيءَ حيرت جي ڪري جو ماڻهو هروقت مون کان پڇا پيا ڪن ۽ پاڻ ۾ ڳالهين ڪندي الاجي ڪهڙا ابتاسبتا خيال پنهنجين دلين ۾ پيا آڻين، تنهن ڪري آءٌ پانيان تو تـ مون تي اهو فرض آهي تـ، عام طرح اهو ظاهر ڪريان تـ ڪهڙي سبب ڪري وشوناٿ مون تي اهڙو مهربان ٿيو. شايد انهيءَ سبب ٻڌڻ کان پوءِ ماڻهو ماٺ ڪندا ۽ هن ويچاري شريف انسان جي روح کي آرام ڪرڻ ڏيندا.

اها تـ عام خبر آهي تـ حڪيم وشوناٿ اگرچ سنڌ جو ماڻهو هو، تـ بـ اهڙو مشهور هو جو هميشه بمبئي يا لاهور يا ڪلڪتي ۽ ٻين پري پري جي پرڳڻن ۾ راجائن ۽ نوابن وٽ پيا سڏ ٿيندا هوس. اگرچ هو حڪيم هو، تـ بـ ڊاڪٽريءَ جو امتحان بـ پاس ڪيل هوس ۽ ويڪڏ جو ڪم بـ ڄاڻندو هو. حڪيم صاحب کي عجيب يا نون نون مرضن چڪاسڻ ۽ انهن جي حال احوال ڪٺي ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو ۽ ائين هن عجيب غريب شيون ڪٺيون ڪيون هيون. ڏيڏ، آڳريون، ٻانهون، ڦڦڙ، گردا، پٿريون ۽ ٻيون سوين شيون دوائن ۾ وجهي شيشي جي برنين ۾ وجهي رکندو هو ۽ انهي ريت انسان جي وڍيل ڪٽيل عضون جو هڪ عجائب خانو ڪٺي ٿاهيو هوائين.

اٽڪل 8 سال کن ٿيا جو حڪيم صاحب ڪجهه پيريءَ جي ڪري ۽ ڪجهه ڪم جي ٿڪ کان البت ڪمزور گذارڻ لڳو، جنهن ڪري ڪم ڇڏي ماٺ ڪري آرام ڪرڻ ويٺو. پر ٿورن ئي ڏينهن ۾ ڏسڻ ۾ آيو تـ حڪيم صاحب کي يا ڪو مرض آهي يا ڪا ڳڻتي اٿس، جنهن ڪري وڃي ڳرندو ۽ ضعيف ٿيندو. بـ ٽي سال ائين گذاريائين جو قسمت سان منهنجي ساڻس واقفيت ٿي. مون کي ڪو ڪيس هلائڻو هو جنهن ۾ ڪنهن ڊاڪٽر يا حڪيم جي صلاح گهربي هئي. پڇا سان معلوم ٿيم تـ حڪيم وشوناٿ جهڙو قابل ڪو ٻيو ٿورو هوندو. تنهن ڪري آءٌ وٽس ڪاهي ويس ۽ وڃي عرض ڪيومانس تـ مون کي هيءَ ڪي هيءَ مشڪلات آهي جا سمجهڻ ٿو گهران.

حڪيم صاحب وڏي خوشيءَ سان مون کي سمجهايو. پوءِ مون

ڪان حال احوال پڇيائين، ۽ اسين اڇي دنيا جي ڳالهين ۾ پياسين.
ڳالهين ڪندي ڪندي اسين اڇي روحاني ڳالهين ۾ پياسين. مون حڪيم صاحب جي ڳالهين مان سمجهيو تہ حڪيم صاحب کي پتر وديا (سپرچوئلزم) جو گهڻي قدر خيال هو. مون کي بہ انهن ڳالهين جو شوق هوندو هو، ۽ پنهنجي منهن آءٌ مئلن سان ڳالهائڻ جي ڪوشش پيو ڪندو هوس، ۽ ڪيترا پيرا تجربن ۾ شامل ٿيو هوس، جن ۾ ڪيترا مئل روح انساني جسم وٺي ظاهر بہ ٿيا هئا.

جڏهن حڪيم صاحب اها حقيقت ٻڌي، تڏهن البت سندن چهرو کليو، ۽ مون کي ائين سمجهڻ ۾ آيو تہ ڪجهہ قدر ڳڻتي لٿي اٿن. خير نيٺ مون کي رخصت ڪيائون، پر وري اچڻ جي دعوت ڏنائون. ائين بہ ٻي پيرا آءٌ وٽن آيس ويس، جنهن ڪري اسان جي چڱي صحبت ٿي وئي.

نيٺ هڪڙي ڏينهن ڳالهين ڪندي حڪيم صاحب مون کان پڇيو،" وڪيل صاحب! توهان انهي ڏينهن مون کي چيو تہ توهين گهڻن ئي تجربن ۾ شامل ٿيا آهيو. جي ائين آهي تہ ڪنهن ڀڳري گهر ۾ رات گذارڻ کان جيڪر ڊڄو تہ ڪين؟"

مون جواب ڏنو، "بلڪل نہ."

پوءِ پڇيائونن،"جيڪر رات مهل ڪو روح ڏسو تہ ڪيئن؟"

مون چيو،"اهڙو وجهہ تہ آءٌ الله کان وينو گهران. جي اهڙي ڪا جاءِ سجهندي هجيو تہ مون کي ڏس ڏيو تہ آءٌ وڃي جانچ ڪريان تہ ڇا آهي، ڪير آهي، جو دنيا مان مري ويو آهي تہ بہ دنيا جو واسطو نٿو ڇڏي. ضرور ڪو قوي سبب هوندس......"

تنهن تي حڪيم صاحب چيو،" آءٌ پاڻ ائين ٿو ڀانيان. ڪنهن سان ڳالهہ نہ ڪجو، پر جي منهنجو عقل ٺڪاڻي آهي تہ آءٌ ڀانيان ٿو تہ هن ئي گهر ۾ اوهان کي اهڙي آزمودي جو وجهہ ملندو. توهان کي جڏهن دل چئي تڏهن هت اچي هڪ رات گذارجو تہ حقيقت معلوم ٿي ويندو."

مون چيو،" مون کي پيو ڪم ڪونهي ۽ آءٌ اڄ رات ئي اچڻ لاءِ تيار آهيان. پر ٻڌايوم تہ آهي ڇا؟ توهان ڇا ڏٺو آهي جو ايترو خيال

تي پيو اٿو.“

ٿورو خيال ڪري جواب ڏنائون،” نه. بهتر آهي ته آءٌ توهان کي اڳواٽ ڪجهه نه ٻڌايان. نه ته ماڻهو چوندا ته منهنجي ڳالهه جو اثر توهان جي دل تي ايترو ٿي پيو جو ننڊ ۾ يا خيال ۾ اهي سڀ حقيقتون توهان کي ڏسڻ ۾ آيون. تنهن ڪري توهين پنهنجي سر حقيقت معلوم ڪريو ته چڱو ٿيندو.“

نيٺ اها رٿ ته آءٌ ٻي رات حڪيم صاحب وٽ اچي گذاريان. جڏهن ٻي رات آءٌ وٽن اچي حاضر ٿيس ته مون کي پنهنجي عجائبخاني ۾ وٺي ويا ۽ چيائونم ته توهان کي هن ڪوٺيءَ ۾ سمهڻ ۾ اعتراض ته ڪونهي، هن بينچ تي سمهڻو پوندو. جي چئو ته آءٌ کٽ وجهائي ڏيانو، پر منهنجي مرضي آهي ته هت ڪا ڦيرگهير نه ٿئي ته چڱو، متان ڦيرگهير ڪرڻ ڪري ڪجهه حرڪت ٿي پوي.

مون حڪيم صاحب کي خاطري ڏني ته بينچ بس آهي، ۽ چيومان ته آءٌ جنهن مطلب سان آيو هوس، انهيءَ لاءِ ضرور مون کي اوجاڳو ڪرڻو پوندو، سو کٽ جو ضرور ڪونهي.

پوءِ حڪيم صاحب مون کي سندن ڪوٺي ڏيکاري، جنهن ۾ پاڻ سمهندا هئا ۽ جا عجائبخاني جي پرسان هئي ۽ چيائون، ”ڪنهن مهل به ضرور پوي ته مون کي سڏ ڪجو ته آءٌ هليو ايندس. آءٌ سمهڻ جو هوشيار آهيان ۽ حقيقت ڪري جڏهن کان وٺي هي خيال منهنجي دل تي ويٺو آهي، تڏهن کان وٺي ننڊ حرام ٿي پئي اٿم، جنهن ڪري ڏسو ٿا ته منهنجو ڪهڙو حال ٿي ويو آهي.“

آخر رات جو 11 بجي ڌاري ماني ٽڪي کائي اٿياسين ۽ حڪيم صاحب پنهنجي ڪمري ۾ ويا ۽ آءٌ بتيون وسائي، بينچ تي وهاڻو ٽيڪي ليٽي پيس.

پهرين پهرين ته اهڙي گگهه اونداهي لڳي وئي جو مون کي پنهنجو هٿ به ڏسڻ ۾ نه پئي آيو، پر سگهوئي جڏهن منهنجون اکيون وچي اونداهيءَ تي هريون، تڏهن ڪوٺي چڱيءَ طرح ڏسڻ ۾ آيم. اگرچ آءٌ دل جو ڏاڍو آهيان ته به هن ڪوٺيءَ ۾ ويهڻ کان مون کي بچان پئي لڳي. پهرين ته منهنجي آمهون سامهون ڪليلن ڪبڻن جي جارن تي ٻاٽلين جي

قطار لڳي پيئي هئي جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم. تنهن کان سواءِ جتي ڪتي، جارن ۾، پتين تي، ماڻهن ۽ جانورن جون ڪوپرائيون، ٽنگن ۽ ٻانهن جا سڪل هڏا، ماڻهن جا سڄا هڏائون پڃرا نظر پئي آيا. تنهن کان سواءِ دوا جي ٻانس، جنهن ۾ عجيب غريب عضوا سانديل هئا، تنهن تہ مٿو ڦيرائي ڇڏيو. پر خير، دل ڏاڍي ڪري ويهي رهيس. نيٺ اندران ڪنهن گهڙيال ۾ 12 وڳا، پوءِ هڪڙو ۽ پوءِ ٻہ ٻہ ٻڌم. تيسين تہ مون کي ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو، ۽ آءٌ خيال ڪرڻ لڳس تہ شايد حڪيم صاحب کي دل تي ڪو اجايو وهم آهي، جنهن ڪري ڪو سوداءُ تي پيو اٿس. اجا آءٌ انهن خيالن ۾ هوس تہ اوچتو پاسي وارو در کليو ۽ اتهين هڪ قدآور مڙس اندر گهڙيو. سندس ڪپڙن ۽ ڊول مان ڪو پٺاڻ ٿي لڳو. هو در کولي سڌو انهن ڪٻٽن ڏي آيو، جتي دوا ۾ ماڻهن جا عضوا پيل هئا. اتي هڪڙي هڪڙي ٻاٽلي ڏسندو آيو، جيسين ڪ اچي پڇاڙي ڪيائين. نيٺ جڏهن سڀ ٻاٽليون ڏسي رهيو، تڏهن مون ڏي ڦريو ۽ هٿ مٿي ڪري شوڪارو پريائين، جيئن ڪو ماڻهو نااميد ٿيڻ تي ڪندو آهي. پوءِ هو يڪدم گم ٿي ويو. مون هن کي اهڙو چٽو ڏٺو، ۽ هو اهڙو سچو پئي لڳو، جو جيڪر ائين گم نہ ٿي وڃي ها، ۽ عام رواجي طرح موٽي در کان نڪري وڃي ها تہ آءٌ يقين سمجهان ها تہ حڪيم صاحب جو ڪو نوڪر هو جو ڪا شيءِ چورائڻ يا ڳولڻ آيو آهي. تنهن کان سواءِ حڪيم صاحب جا نوڪر بہ منهنجا ڏٺل هئا. هن ماڻهوءَ جڏهن ٻانهون مٿي ڪيون هيون تڏهن مون ڏٺو تہ سندس ڪٻو هٿ آهي ئي ڪونہ، ۽ سڄي ٻانهن ڪرائيءَ کان ڪپجي پيئي هيس.

پوءِ تہ آءٌ سمهي پيس، صبوح جو جڏهن اٿيس تہ حڪيم صاحب مليم ۽ خبر چار پڇيائون، مون جيڪي ڏٺو هو سو ٻڌايومان. اهو ساڳيوئي ماڻهو آهي ۽ هي منهنجو ڪو خيال يا وهم نہ آهي، هينئر ڪي 6 مهنا ٿيا آهن جو هر رات جو هڪڙو پيرو ۽ ڪڏهن تہ ٻہ پيرا بہ مون کي اچي ننڊ مان اٿاريندو آهي. پوءِ اشارا ڏئي مون کي هن عجائب خاني ۾ آڻي ٻاٽلين جو چڪر ڏيئي گم ٿي ويندو آهي."

مون پڇيو،" حڪيم صاحب، توهين هن ماڻهوءَ کي سڃاڻو؟ هي

آهي ڪير ۽ ڪهڙي ڇا ٿو؟"

چيائون تہ هي هڪ جهونو مريض آهي جنهن جو مون علاج ڪيو هو. ڪي ڏهہ سال ڪن ٿيا تہ ڪابل جي هڪڙي نواب مون کي سڏايو هو. آءٌ اجا اتي هوس تہ انهيءَ جي نوڪرن مان هڪڙي نوڪر جو ڪپو هٿ ڪپجي پيو. هن انهيءَ ڦٽ جي سنڀال ۾ صفائي نہ رکي، جنهن ڪري زهر چڙهي ويس. اڳيئي انهي هٿ جي پٺيءَ تي هن کي هڪڙي عجب نموني جو ڏڀ هو، ۽ آءٌ ڀانيان ٿو تہ انهيءَ ڪري زهر تڪڙو وٺي ويو هوس. مون صلاح ڏنيمانس تہ هٿ وڍائي ڇڏ. پهرين تہ هو ناراض هو پر آخر قبول ڪيائين ۽ مون هٿ وڍي ڪڍيومانس. هن مون کان فيءَ جو پڇيو، پر غريب هو تنهن ڪري پئسا ڪونہ ورتامانس ۽ کلي چيومانس تہ اهو هٿ جيڪو ڪپيو اٿم سو ڪٽي ڏي ۾ ڏينم. منهنجو خيال هو تہ جڏهن فرصت ملنديم تڏهن انهي ڏڀ کي ڪپي اندران چڪاسيندوسانس، هٿ مون کي ڏيڻ کان هن دل هنئي. چيائين تہ اسان مسلمانن ۾ اهو اعتقاد آهي تہ قيامت جي ڏينهن سڄو ڌڙ ثابت الله وٽ سڏبو آهي جنهن ڪري گهڻا مسلمان پنهنجا ننهن ڪپيندا آهن تہ بہ سنڀالي رکندا آهن ۽ چيائين تہ جي هٿ توهان کي ڏيندس تہ قيامت جي ڏينهن مون کي ڏکيو ليندو. نيٺ گهڻي سمجهائڻ تي هٿ ڏنائين پر ايترو چيائين تہ مرندس تہ اچي اهو هٿ اوهان کان وٺندس. مون بہ کلي ڪٽي هائو ڪئي ۽ هٿ وٺي دوا ۾ سانديم، وري موٽندي مهل جنهن ٻانڀيءَ ۾ هٿ سانديو هوم، اها مسافريءَ ۾ ٻجي پيئي ۽ هٿ بانس ڪرڻ لڳو، تنهن ڪري گاڏيءَ مان ٻاهر ڦٽو ڪري ڇڏيم. انهيءَ ڳالهہ کي ڏهہ ورهيہ ٿيا ۽ مون کي اهو حادثو ئي وسري ويو.

هينئر اٽڪل 6 مهنا ٿيا تہ هڪ رات جو اٽڪل 1بجي ڌاري مون کي ڪنهن اچي ننڊ مان ڌوڏي اٿاريو، اکيون کولي جان ڪٽي ڏسان تہ اهو ساڳيو پٺاڻ هو، جنهن جو مون هٿ ڪپيو هو. پهرين مون ڀانيو تہ جيئرو جاڳندو انسان آهي ۽ مون کي البت ڪاوڙ لڳي تہ هي آڌيءَ رات جو منهنجي گهر ۾ موڪل کان سواءِ گهڙي آيو آهي ۽ اچي ننڊ ڦٽائي اٿس، مون غصي مان پڇيومانس تہ ڇو آيو آهين؟

تنهن تي پنهنجي ڪپيل ٽونٽ مون کي ڏيکاري اشارا ڪيائين جنهن مان مون سمجهيو تہ پنهنجو هٿ مون کان ٿو گهري. اوڏيءَ مهل اوچتو مون کي اها بہ يادگيري پئي تہ مون کي چيو هوائين تہ مرندس تہ اهو هٿ اچي توهان کان وٺندس، ۽ مون سمجهيو تہ هو پنهنجو مري ويو آهي سو مون کان پنهنجو انجام ٿو چڪي، اگرچ مون ڪتابن ۾ پڙهيو هو تہ مرڻ کان پوءِ انسان جو روح فنا ٿي نٿو وڃي ۽ اگرچ اصل اسان جي ڊرم موجب بہ مون کي انهيءَ ڳالهہ ۾ پڪو اعتقاد هو، تہ بہ اڳ ڪڏهن اهڙو روح ڏٺو ڪونہ هوم سو جڏهن اهو خيال پيم تہ هي روح آهي ۽ نہ جيئرو جاڳندو انسان تہ منهنجو بدن ٺري ويو ۽ ڊپ ۾ پگهر نڪرڻ لڳم. نيٺ ساهہ مٿ ۾ ڪري هن کي سمجهائڻ لڳس تہ سندس هٿ مون وٽ نہ آهي. پر هو منهنجي بڌيئي ڪين. پوءِ مون کي اشارو ڪري عجائبخاني ۾ وٺي ويو ۽ پاڻ هلي ٻاٽليون چڪاسيائين، ۽ جڏهن سڀ ٻاٽليون چڪاسي رهيو تڏهن نااميديءَ سان هٿ مٿي کڻي ٺڏو شوڪارو ڀري گم ٿي ويو. انهي وقت کان وٺي هرڪنهن رات جو هو اچيو منهنجي ننڊ ڦٽائي ۽ مون کي بي آرام ڪريو ڇڏي. آءُ تہ هاڻي اهڙو ڪڪ ٿي پيو آهيان ۽ انهيءَ جو اهڙو خيال ٿي پيو اٿم جو سمجهان ٿو تہ جي هن جو ڪو علاج جلد نہ ٿيو تہ يا فڪر ڪري مري ويندس يا چريو ٿي پوندس."

پوءِ اسان گهڻي تائين ويهي اهڙن حادثن جون ڳالهيون ڪيون ۽ نيٺ ناشتو ڪري حڪيم صاحب کان رخصت ورتيم ۽ انجام ڪيومان تہ ڏينهن ٻن ۾ ڪو علاج ڪندس. پوءِ گهر وڃي روحاني حالتن جا ڪتاب ڦولهيم، هڪڙي ڪتاب مان معلوم ٿيم تہ اهڙا مثال عام آهن جن ۾ يا ڪنهن فڪر يا ڳڻتي يا محبت يا ڪاوڙ ڪري انسان جو روح مرڻ کان پوءِ بہ دنيا کان واسطو نٿو ٽوڙي. اهڙين حالتن ۾ جيسين هن جي دل جو خيال يا هن جي مراد پوري نہ ٿيندي تيسين هن کي آرام نہ ايندو، ۽ جي هن جي مراد ڪا اهڙي هجي جا پوري ٿي نہ سگهي تہ هن کي يا سمجهائجي يا ڪوشش ڪري ڪو اهڙو رستو وٺجي جو هن جي دل کي تسلي ٿي وڃي، مطلب تہ هن کي ڪونہ ڪو عوض ڏئي هن سان راضينامو ڪجي.

مون ويهي خيال ڊوڙايو. حڪيم صاحب جي چوڻ موجب هن پٺاڻ جي دل تي اهو خيال هو تہ قيامت جي ڏينهن سڄو سارو بدن ڪٺي خدا تعاليٰ جي سڏ تي حاضر ٿيڻو آهي. هاڻي هن پٺاڻ جو هٿ جو حڪيم صاحب اچلي ڇڏيو هو سو تہ سڪي سڙي رک ٿي ويو هوندو. تنهن ڪري هن جي اصلي مراد پوري ڪرڻ تہ ناشدنيءَ جهڙي ڳالهہ هئي، ۽ اگرچ حڪيم صاحب پاڻ هن کي ڪيترو سمجهايو هو تہ بہ هي پٺاڻ سمجهيو نٿي، جنهن ڪري هن ساڻ راضي نامو ڪرڻ ۽ هن جي دل خوش ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو نٿي ڏٺو، پر راضي نامو ڪجي سو ڪجي ڪيئن؟ حڪيم صاحب ٺهيو پر هن فڪر ۾ منهنجو ئي آرام ڦٽي پيو. رات ڏينهن انهيءَ ۾ ئي غلطان هوس. نيٺ ٿئي ڏينهن ڪورٽ ۾ ڪم سان ويس تہ اتي هڪ ٿئون ڪيس رجوع ٿي آيو جنهن ۾ هڪ موٽر هلائڻ وارو جوابدار هو. پڇا ڪرڻ سان معلوم ٿيم تہ انهي ڪم بخت موٽر هلائيندي ڪنهن غريب کي ڊاهي وڌو هو، جنهن ڪري هن جون ٻئي ٻانهون ۽ هڪڙي ٽنگ پچي پيا هئا ۽ ڪپايا ويا هئا. اها ڳالهہ ٻڌندي ئي آءٌ اسپتال ڏي ڀڳس ۽ چپيل ماڻهوءَ جي مائٽن کي ڳولي انهن سان بندوبست ڪيم ۽ هن جي ڪپيل هٿن مان هڪڙو هٿ خريد ڪيم. پوءِ ويس حڪيم صاحب ڏي. حڪيم صاحب سان اها ڳالهہ نہ ڪيم پر رڳو چيومان تہ مون کي اميد آهي تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ علاج ٿي پوندو. آخر سمهڻ مهل مون جيڪو هٿ آندو هو اهو بہ ٻانٽليءَ ۾ وجهي ٻين ٻانٽلين سان گڏ رکي ليٽي پيس.

وري اڳي وانگر اهو پٺاڻ آيو ۽ انهيءَ جو گشت ڪيائين. آءٌ بہ وڏي شوق منجهان ڏسڻ لڳس تہ ڏسان ڇا ٿو ڪري. نيٺ جڏهن مون واري ٻانٽليءَ تي پهتو تڏهن مرڪيو ۽ خوش ڏٺو، ۽ خوشيءَ سان ٻانٽلي لاهي هٿ ڏٺائين. سگهوئي وري چهرو ڦري ويس ۽ مون ڏي نهاري منهن ۾ گهنڊ وجهي ٻانٽلي زمين تي زور سان ڦٽي ڪيائين، جا پرزا پرزا ٿي پيئي ۽ پاڻ گم ٿي ويو. ٺڪاو تي حڪيم صاحب ڊوڙندو آيو ۽ ڪنبيو پئي ۽ ڏڪندو ڏڪندو پڇيائينم، " توهان کي تہ ڪو نقصان نہ رسيو؟"

مون خاطري ڏنيمان تہ منهنجي وار کي بہ نقصان نہ رسيو هو ۽ دم دلاسا ڏئي وري وجي سکيو ڪيومان پوءِ مونٽي اچي عجائبخاني ۾ وينس ۽ اچي خيال ۾ پيس. خيال ڪندي منهنجي اک وجي انهي هٿ تي پئي جو اجا زمين تي پيو هو . اٿي هٿ کنيم ۽ چڪاسيم. اوچتو خيال آيم تہ هي سچو هٿ آهي ۽ پناڻ جو ڪٽيو هٿ ڪپيو ويو هو. اوڏيءَ مهل ئي اسپتال ۾ پڳس تہ وجي،ڪٽيو هٿ بہ هٿ ڪريان. مون کي اهوئي ڊپ لڳو تہ متان صبوح جو صفائي ڪرڻ سان اچلي ڇڏين. رات جو ئي وجي پٽيوالي کي اٿاريم ۽ پنج بہ روپيا ڏيئي ڪٽيو هٿ ورتومانس جو گند جي ٽوڪريءَ ۾ اڇلائي ميڙي رکيو هوائون.

گهر اچڻ سان اهو هٿ دوا ۾ سانديم ۽ وري رات جو حڪيم صاحب وٽ حاضر ٿيس. مون گهٽائي مٿا هنيا پر حڪيم صاحب اصل مون کي عجائبخاني ۾ سمهڻ نہ ڏنو. چيائين تہ ” ڪلهہ رات جو مون کي اهڙو ڊپ ٿيو آهي جو ڳالهہ ئي نہ پڇو ۽ وري جي اهڙو حادثو ٿيو تہ ڊپ ۾ مري ويندس. منهنجو تہ هاڻي آسرو ڪونہ پر منهن جي ڪري آءٌ اوهان کي ڪنهن تڪليف ۾ وجهڻ نٿو گهران“.

نيٺ هٽي ڏٽي حڪيم صاحب کان ايتري موڪل ورتيم تہ رات پنهنجي گهر ۾ رهي ٻئي ڪوٺيءَ ۾ سمهڻ ڏينم. آخر هو انهيءَ تي راضي ٿيا ۽ پاسي واري ڪوٺيءَ ۾ سمهڻ جي موڪل ڏنائونم.

انهي رات سمهڻ کان اڳي وري ڪٽيو هٿ واري ٻاٽلي ٻين ٻاٽلين جي قطار ۾ رکيم ۽ پوءِ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ سمهي پيس. آڌيءَ رات کان ٿوروئي پوءِ حڪيم وشوناٿ مون کي ننڊ مان اٿاريو، هن کي ڏسڻ شرط مون سمجهيو تہ منهنجي انڪل ڪارگر ٿي آهي، جو هڪڙي رات ۾ ئي حڪيم صاحب جي منهن تان ڳٽتي لهي وئي ۽ ڦڙت ۽ تڪڙا ڏسڻ ۾ پئي آيا. مون پڇيومان تہ ڇا ٿيو آهي؟ چيائون تہ فلاڻا،” آءٌ توهان جو بيحد شڪر گذار آهيان ۽ آءٌ سمجهي نٿو سگهان تہ ڪيئن توهان جو احسان لاهي سگهندس. هڪڙي رات ۾ ئي توهان منهنجو حياتي جو بوجو لاهي ڇڏيو آهي؟“

مون پڇيو، ” سو ڪيئن؟“

چيائين، ” اڌ ڪلاڪ ڪن ٿيو تہ هميشہ وانگر اهو پناڻ آيو، ۽ اڄ تہ خار مان اچي مون کي ننڊ مان اٿاريائين پوءِ پنهنجي ليکي عجائبخاني ۾ گهڙي ويو. اڄ هيڪاري خار ۾ ٿي ڏٺو ۽ مون کي ڌڪ وٺي ويو تہ الهجي ڇا ڪندو؟ سگهوئي وري اندران موٽيو. اڳي ڪڏهن وري عجائبخاني مان مون ڏي ڪونہ موٽيو آهي ۽ هن کي ڏسي منهنجو اڌ ساهہ تہ سڪي ويو ۽ مون خاطري سمجهي تہ مون کي ماري ڇڏيندو. پر انهي جي بدران هو منهنجي ڪٽ وٽ اچي بيٺو ۽ مرڪي پنهنجي ڪپي ٻانهن شال مان ڪڍي مون کي ڏيکاريائين ۽ مون ڏٺو تہ ڪپو هٿ بہ انهي ٻانهن تي لڳو پيو هو. پوءِ ٽي پيرا نئڙي مون کي سلام ڪري گم ٿي ويو. مون کي خاطري آهي تہ هينئر هو راضي ٿي ويو آهي ۽ وري مون کي ڪين ستائيندو.“

ائيــن چئــي وري وري حڪيــم صــاحــب جــن منهنجــي شڪرگذاري ڪرڻ لڳا ۽ منهنجي ساراهہ مان نٽي ڊاپيا.

پوءِ انهن جي چوڻ تي مون حاجي صاحب کي ٻڌايو تہ مون ڪهڙي اٽڪلين هن کي سمجهايو تہ مرڻ کان پوءِ انسان جو روح بدن ۾ وڃيو پوي. اهو پناڻ بہ اهو بدن وٺيو پئي آيو ۽ جڏهن هٿ ٻاٽليءَ ۾ ڏٺائين تہ سمجهو هونداٽين تہ سندس آهي ۽ اگرچ اهو سچو پچو هٿ اڃا اتي ٻاٽلي ۾ ئي پيو هوندو تہ انهي خيال ڪرڻ شرط هن جو هٿ ڪپيل ٺونٺ تي ڏسڻ ۾ آيو هوندس، تڏهن هو راضي ٿي ويو هوندو.

انهيءَ ڳالهہ کي بہ ورهيہ ٿيا، ۽ حڪيم صاحب بروقت زور ڪري مون کي پنجاهہ هزار روپيہ ڏنا جنهن ڪري اوچتوئي اوچتو آءٌ بکئي مان ڦري سکيو ٿي پيس. انهيءَ کان پوءِ حڪيم صاحب جو مون سان تمام گهرو رستو ٿي پيو ۽ اگرچ هو برهمڻ هئا ۽ آءٌ مسلمان، تہ بہ گهڻو وقت گڏ گذاريوسين ۽ ڀائن وانگر رهندا هواسين. انهيءَ ٻن ورهين جي عرصي ۾ بہ اسان گڏجي انهيءَ خدائي ڳجهہ جا گهڻائي پردا ڦاڙيا.

منهنجي صحبت جي ڪري حڪيم صاحب پڇاڙيءَ جي فڪر ۽ بيماري کان ڇٽي پيو (انهيءَ ڪري سندن عريزخويش بہ منهنجي عزت ڪندا هئا) سو سنگت جو ناتو، عزازت کان وڌيڪ سمجهي دنيا کان لاڏاڻو ڪرڻ مهل پنهنجي سڄي ملڪيت جو وارث مون کي ڪري ويا.

خدا شل سندن روح کي آرام بخشي، ڪين بهشت نصيب ڪري!

# معشوق موهني

اونداهي رات هئي. آسمان ۾ ڪارا ڪڪر ڇانيا پيا هئا، طوفان بہ زور سان پي لڳو. واءَ جا سوساٽ پي پيا، بادل جو گوڙ پي ٿيو ۽ ذري ذري بجليءَ جا چمڪاٽ پي ٿيا. بجليءَ جي شعلن جي روشنيءَ ۾ ماٺهو ڏسي ٿي سگهي تہ سامهون هڪڙو وڏو اتاهون جبل آهي. هڪڙي پاسي کان هڪڙو جبل جو پيچرو هو جو ورورڪڙ ڏيندو چوٽيءَ تي ٿي چڙهيو. جيئن اڪثر جبل جا پيچرا ٿيندا آهن تيئن هي پيچرو بہ سوڙهو هو، هڪڙي يا ٻن ماڻهن جي هلڻ جي جاءِ هئي ۽ پاسن کان ڪٽ پير ڪوڙڻ جي بہ جاءِ ڪانہ هئي. انهيءَ جبل جي چوٽيءَ تي هڪڙو گهر هو جنهن جي بتي، طوفان ۾ پي چلڪي ۽ رهبرن کي جڻ واٽ پي ڏيکاريائين، جيئن سمنڊ جي ڪنارن ۽ بندرن تي لائيٽ هائوس هوندا آهن. انهي جاءِ ۾ هڪڙو معشوق رهندو هو• انهي جبل جي چوٽيءَ تي بہ

---

• اچ ڪلهہ، عام رواجي طرح، ڪم آڻڻ ڪري انهي معشوق اکر جي معنيٰ البت نيچ تي پئي آهي، تنهن ڪري پرينندي پرينندي اوهان کي عرض ڪندس تہ لفظن جي ۽ خاص هن لفظ جي چالو معنيٰ نہ وٺو. انهي جي اصلي معنيٰ تي خيال ڏيو. معشوق اهو آهي جنهن تي ڪو عاشق هجي. عاشق اهو جو ڪنهن جي عشق ۾ گرفتار هجي. اچ ڪلهہ تہ وري خود عشق جي معنيٰ بہ شڪي ٿي پئي آهي، ۽ ڪنهن خاص مجلس ۾ يا زالن جي سامهون عشق جي نالي وٺڻ ۾ دشواري پئي لڳندي آهي. پارسي زبان ۾ "عشق" اصل هڪڙي ول جو نالو آهي جا وڻن تي چڙهندي آهي. ۽ عشق جي ول جنهن وڻ تي چڙهي اهو وڻ چڙ سڙيو. تنهن ڪري عشق جي معنيٰ آهي جلڻ يا سڙڻ. عاشق اهو جو پاڻ جلائي يا ساڙي ۽ معشوق اهو جنهن تان ڪو نہ ڪو عاشق پاڻ کي قربان يا فدا ڪري. جنهن محبت ۾ خواهش، سڌ، خود غرضي يا ڪو مطلب موجود هوندو تہ انهن کي آتش، باد، بره يا بوالهوسي چئي سگهجي ٿو، جنهن کي انگريزيءَ ۾ پئشن (passion) سڏبو آهي. پر اهو عشق نہ چئبو. **(نادر)**

هڪ اهڙو معشوق رهندو هو جو جهان جو معشوق هو. انهيءَ جا هزارين معشوق هئا، جي هميشہ ملڻ جي سڌ پيا ڪندا هئا. ان جي آزار ڪان اهو معشوق جهان جا پٽ ۽ ميدان ڇڏي جبل جي چوٽيءَ تي وڃي ويٺو هو. ميدانن ۾ انهيءَ سان بہ شايد اهو حال هو جهڙو ڪنهن بئي معشوق جو جنهنجي نالي ڪو شاعر ٿو چوي

خودي سي بيخودي مين آ جو شوقِ حق پرستي هي
جسي تو نيستي سمجها تا اُسي غافل وه هستي هي

يعني تہ معشوق ٿو چوي تہ هاڻ تہ در ڪان ٻاهر نڪرڻ مشڪل ٿي پيو آهي. ٻاهر نڪري بہ پلا قدم رکجي سو ڪٿي رکجي، جو جيڏانهن ڏس اوڏانهن ڪنهن نہ ڪنهن جي دل پئي آهي.

پر جڏهن ڪان وٽي هن معشوق، جبل جي چوٽيءَ تي وڃي گهر ڪيو هو، تڏهن ڪان وٽي اگرچہ مٿس عاشق اوترائي هئا تہ بہ وٽس پهچڻ جي واٽ اهڙي اڙانگي هئي ۽ مٿي چڙهڻ لاءِ اهڙا ڪشالا ڪڍڻا پوندا هئا، جو فقط سچا، صدق وارا عاشق وٽس وڃڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.● اهڙي اونداهي، واءَ، طوفان ۽ گوڙ ۾ اهڙي خوفناڪ پيچري تان ڪنهن جبل جي چوٽيءَ تي چڙهڻ جي ڪوشش اهوئي ڪندو جنهن کي ڪا ڇڪ هوندي جا هن کي پنهنجي جان ڪان بہ وڌيڪ پياري هوندي. انهن مان هڪڙو، محبوب علي جيئن سندس نالي مان پڌرو آهي، موهنيءَ کي پيارو هو. ۽ موهنيءَ جو هن تي گهڻو راض هو. پر بيو قربان علي هڪڙو ويچارو مون جهڙو غريب مسڪين هو، جنهن کي هئي نڪا

● شايد بهترين ائين ٿئي تہ انهي معشوق کي ڪو نالو ڏيون، ۽ رواجي طرح جيئن معشوق جي جنس مونث ليکبي آهي، بهتر ائين آهي تہ نالو بہ زنانو ڏيونس، ۽ هن معشوق کي هن آڪاٽيءَ لاءِ موهنيءَ جو نالو ڏيون جو معنيٰ جي مدنظر تي بہ موهني ۽ معشوق بئي لاڳاپو رکندڙ لفظ آهن.

انهي رات جنهن رات جي هيءَ ڳالهہ آهي، بجلي جي روشني ۾ ائين بہ پي ڏٺو تہ انهيءَ جبل جي پيچري تي بہ جوان مڙس ٿابڙندا، ٿابڙندا مٿي پيا وڃن، انهن کي بہ نالو ڏيڻ ضروري آهي. انهن مان هڪڙي جو نالو هو محبوب علي، يعني علي جو پيارو ۽ بئي جو نالو هو قربان علي ياعلي تان قربان وڃڻ وارو. اهو تہ چوڻ جو ضرور ئي ڪونهي تہ اهي بئي موهنيءَ جا عاشق هئا.

اميد نڪو آسرو ۽ جي هوس نہ هوس تہ هڪڙي چڪ هيس، جنهن جي ڪري پيو انهي درگاه جا پنڌ ڪندو هو. پر اها معشوق موهني دنيا جي موهنين جهڙي بيرحم، بيدل، بي انصاف ۽ ظالم نہ هئي. اهي جن تي سندس پيار نہ هو تن کي بہ ڪڏهن ڏکوئيندي ڪين هئي ۽ جي ڪڏهن انهن کي نااميد ڪرڻو پوندو ۽ هوس تہ انهن کي سڌارڻ جي اميد سان اڪثر قربان عليءَ کي چوندي هئي تہ تون گهٽوئي چڱو آهين، پر تو ۾ هي عيب آهي يا هي نقص آهي يا هي گهٽتائي آهي، تون انهن کي سنيالي وٺ پوءِ ڏٺو ويندو.

وري بي مزي جهڙي ڳالهہ اها هئي تہ محبوب علي ۽ قربان علي بئي پاڻ ۾ گهرا سنگتي هئا ۽ انهن کي ڪو هڪ ٻئي سان حسد ڪونہ هو. اگرچہ قربان عليءَ کي خبر هئي تہ محبوب علي موهنيءَ کي پيارو آهي تہ بہ هن کي برو ڪونہ لڳندو هو، ۽ جي محبوب عليءَ کي خبر هئي تہ قربان عليءَ جو موهني وٽ قدر ڪونہ هو، تہ انهي ۾ هن کي ڪا خوشي ڪانہ ٿيندي هئي. بلڪ اڪثر قربان عليءَ کي پاڻ سان رکندو هو تہ انهي کي بہ سڌاري موهنيءَ جي محبت جو لائق ڪري. پر، نيٺ، بئي انسان هئا ۽ امڪان آهي تہ، انهن کي ڪڏهن ڪڏهن اهو خيال دل ۾ ايندو هو تہ جي هي بيو نہ هجي تہ شايد موهني مون کي وڌيڪ پائي. پر اوڏيءَ مهل تہ بئي چٽا پنهنجيءَ ۾ لڳا پيا هئا، ۽ بئي جو ڪنهن کي خيال ئي ڪونہ هو. هو جڏهن اچي جبل جي چوٽيءَ کي رسيا ۽ معشوق جي جاءِ بہ اچي اکئين لاتئون تہ، اوچتو هڪڙو نڪاءُ ٿيو، چڙ تہ وچ ڪٽي ڪري آهي ۽ ڪوڙ جو هڪ وڏو چمڪاٽ ٿيو. انهيءَ روشنيءَ ۾ قربان عليءَ ڏٺو تہ جبل جي پيچري تان هڪ وڏي چپ ترڪندي آئي، جا شايد واءَ ڪان يا ڪوڙ ڪرڻ ڪان، جبل ڪان ٽٽي ڊار ٿي آهي. خيال ڪرڻ جو تہ وقت ئي ڪونہ هو. اها تہ پڪ هيس تہ انهيءَ سوڙهي پيچري تي بنهي کي بچڻ جي اميد ڪانہ هئي- هڪڙي يا بئي کي ضرور چيچي مرڻو هو. هڪڙي لحظي لاءِ قربان عليءَ جي ايمان لوڏو کاڌو، دل ۾ اهو خيال برابر آيس تہ پاسي ٿي پاڻ بچائي وڃان ۽ محبوب علي چيچجي وڃي تہ پوءِ شايد موهنيءَ جو مون تي وڌيڪ راض ٿئي. پر بئي لحظي ۾ ڊوڙي، محبوب علي، جو ڪانئس بہ ٽي قدم اڳتي هو انهي کي ڌڪو ڏئي

پاسي ڪيائين. ايتري ۾ چپ به اچي مٿان پئي ۽ قربان عليءَ تان چڙهي وئي. قربان علي ته اوڏي مهل ڪري پيو ۽ هن جي وات ۽ نڪ مان رت وهڻ لڳو ۽ صاف ظاهر هو ته، هن جي بچڻ جي اميد ڪانه هئي. اهو سچو حادثو اهڙو اوچتو ٿيو هو جو محبوب عليءَ کي خبر تڏهن پيئي جڏهن چپ قربان عليءَ کي ڪيرائي وچي هيٺ نڪتي. پوءِ قربان عليءَ حو حال ڏسي يڪدم صحيح ڪيائين ته هن پنهنجي جان ڏئي مون کي بچايو آهي. امالڪ پٽ تي ريهي هن جي خاطري ڪرڻ لڳو ۽ چيائينس ته، قربان علي، هي تو ڇا ڪيو؟ مون کي بچائڻ لاءِ پنهنجي سر تي اهڙو صدمو ڇو ڪنيئي. آءٌ انهيءَ جو لائق ڪٿي هوس؟ قربان علي ته پونين پساهن ۾ هو ۽ هن کان ڳالهائڻ مس ٿي نڪتو، پر آهستي آهستي چيائينس ته يار، ايمان جي ڳالهه ته اها آهي ته، تنهنجو ته مون کي خيال ئي ڪونه هو. مون اهوئي خيال ڪيو ته جي پاڻ مان ڪنهن کي مرڻو آهي ته موهني اهو پسند ڪندي ته آءٌ مران ۽ تون بچين. مون هن جي خوشيءَ جي صدقي سر ڏنو آهي نه تنهنجي لاءِ، هاڻ پرتٿو الله کي. مون موهنيءَ تان هٿ ڪنيو ۽ توکي سونپيم. منهنجا هن کي نياز ڏجان ء،" ائين چئي اکيون ڪٽي پوريائين.

بي وات ڪانه هئي پر محبوب علي پنهنجي سنگتيءَ کي ڪلهي تي رکي مٿي هليو ۽ نيٺ اچي پنهنجو بوجو موهنيءَ جي قدمن اڳيان رکيائين، ۽ سچي ڳالهه ڪري ٻڌايائينس ته هي حادثو ڪيئن ٿيو، ۽ پڇاڙيءَ ۾ قربان عليءَ ڇا چيو هو. موهني اها ڳالهه ٻڌي، اکين ۾ پاڻي آڻي قربان عليءَ جي سيرانديءَ کان وچي ويٺي ۽ ڏاڍي پيار ۽ محبت سان هن جو مٿو پنهنجي گوڏي تي رکي هن جي وارن ۾ هٿ گهمائي چوڻ لڳي: قربان علي، مون نٿي سمجهيو ته تو ۾ ايترو صدق هو. پر تون ڪو ايترو ارمان نه ڪر. تو ته مون تان آسرو پلي پنهنجو سر ڏنو، پر انهيءَ آسري پلڻ ۾ ئي تو عمر لاءِ مون کي پنهنجو ڪري ڇڏيو. ائين چئي هن جي پيشاني چمي، هن کي ڇاتيءَ سان ڪٽي لڳايائين. قربان عليءَ جو روح، جو دنيا جي زندگيءَ ۾ موهنيءَ جي در تائين به ڏڪي ويندو هو، سو ايترو قرب ڏسي خوش ٿيو ۽ عمر لاءِ اهو سبق سکيو ته سچو عاشق ڪير آهي ۽ سچي محبت ڇا کي چئجي.

خيرا هيءَ تہ آهي هڪڙي آڪاٽي پر هاڻ انهي آڪاٽيءَ جي نصيحت ۽ سمجهاڻي ڏيو.

ڪرشناجيءَ جي پهرئين ڪتاب At the fact of his master ۾ لکيل آهي تہ: In all the world , there are only two kinds of the people: those who know and those who do not know. يعني تہ هن دنيا ۾ فقط ٻن قسمن جا ماڻهو آهن، هڪڙا اهي جن جي دل روشن آهي، ٻيا اهي جي اجا اونده ۾ آهن. خبردار اهي آهن جن سچ ۽ ڪوڙ پرکڻ جي تميز حاصل ڪئي آهي، ۽ جي سچ جي راه تي قائم آهن. بيخبر اهي جن کي سچ ۽ ڪوڙ جي تميز ڪانهي ۽ جي اجا بيخبري ۽ اڻڄاڻائيءَ جي اونده ۾ ھٿوراڙيون پيا ڏين.

هاڻ پنهنجي آڪاٽي ۾ جيڪا اونداهي رات هئي سا اڻڄاڻائي، ڪوڙ ۽ مايا جي اونداهہ هئي، طوفان، واچ ۽ ڪوڙ، سي دنيا جو ڪوڙ گهمسان ۽ فڪر آهن جن ۾ اسين سڀ گرفتار آهيون. بجليءَ جا شعلا اهي خدائي روشنيءَ جا چلڪاٽ آهن، جي ڪن لحظن لاءِ ڪڏهن ڪنهن گهنگار جي دل کي بہ روشن ڪيو وجهن، ۽ جنهن جي وسيلي هو سچ جي واٽ ڏسيو ٿو سگهي. ڪهڙو بہ گنهگار هوندو تہ بہ دنيا جي خواهش جو جبل آهي ۽ انهيءَ جو پيچرو، اها عشق ۽ سچ جي اڙانگي واٽ آهي جا صوفين ۽ شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ مشهور ڪري ڇڏي آهي. انهي جبل جي چوٽيءَ تي اهي ڪامل انسان رهن ٿا جن کي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ اسين Master يا مرشد يا گرو سڏيون، اهي ئي اسان جا سچا معشوق آهن. انهن سان ئي دل عشق ۾ اڙيل آهي، جنهن جي ڇڪ، اسان کي واچن ۽ طوفانن ۽ ڪوڙ ۾ بہ انهي پيچري تي اچي چاڙهيو آهي. اهي ئي معشوق آهن جي قدردان ۽ منصف مزاج آهن جي ڪڏهن ڪنهن کي ڌڪوئين ڪين. انهن مرشدن جو چوڻ آهي تہ اسان کي پهچڻ گهرو تہ Come out of your world into ours يعني پنهنجي دنيا ڇڏي اسان جي دنيا ۾ اچو. انهيءَ جو مطلب اهو نہ آهي تہ پاڻ کي جان ڪان ماري ڇڏيو يا خودڪشي ڪريو، پر انهيءَ جو مطلب اهو بيشڪ آهي تہ پنهنجي نفس، پنهنجي حرص کي ماريو. مايا تان آسرو پليو تہ اسان جي دنيا کي پهچندئو. روحاني طريقي جو اهو هڪ وڏو فائدو آهي تہ جيسين ڪنهن شيءِ ۾ ڪا ذري بہ

خود غرضي هوندي تہ اها شيءِ هٿ نہ ايندي، ۽ ڪنهن درجي حاصل ڪرڻ لاءِ انهي درجي تان آسرو پلڻ ضروري آهي. ڪيميا بہ ڏسو رڳو انهن کي ئي هٿ ٿي اچي جن کي پئسي، دولت ۽ دنيا جي ڪا پرواهہ ڪانهي. روحاني ڪيميا جو بہ اهوئي قاعدو آهي. تنهن ڪري پنهنجي آڪاٽيءَ ۾ قربان عليءَ جو موت انسان جي خود غرضي، خواهش ۽ حرص جي فنا ٿيڻ جو هڪ مثال هو، ۽ انهي مان اهو ظاهر هئڻ گهرجي تہ جيڪو قربانيون ڪري پنهنجي نفس ۽ خواهش کي ماريندو، اهوئي معشوقن جي ڇاتيءَ سان لڳڻ جو لائق ٿيندو. سچي محبت، سچو عشق، سچي حياتي اهائي آهي. جيئن ڪنهن شاعر چيو آهي تہ:

خودي سي بيخودي ۾ آ جو شوقِ حق پرستي هي،
جسي تون نيستي سمجها تها اي غافل وه هستي هي.

يعني: جي توکي سچ جي واٽ تي چڙهڻو آهي تہ خودي ڇڏي بيخودي اختيار ڪر، ڇو جو اي غافل، اها بيخودي جنهن کي تون اڻ هوند يا موت ٿو سمجهين، اهائي سچي هوند يا حياتي آهي.

---

نوٽ- ڪن دوستن هيءَ آڪاٽي پڙهي اهو اعتراض ورتو تہ معشوق، موهني هندو آهي تہ عاشق محبوب علي ۽ قربان علي ڇو هجڻ گهربا هئا. انهن دوستنْ کي منهنجو هي عرض آهي، تہ جي اهو اعتراض آهي تہ ظاهر آهي تہ انهن عشق، عاشق ۽ معشوق جي معنيٰ اصل سمجهي ڪانهي. تنهن کان سواءِ اهي جي اسين Master ٿا سڏيون انهن مان بہ ڪي هندو آهن، تہ ايئن چئبو ڇا تہ، انهن سان ڪو مسلمان محبت نٿو ڪري سگهي يا انهن کي پنهنجو مرشد نٿو مڃي سگهي.

# موهنيءَجو گهر

[نوٽ: هيءَ آکاڻي بہ "سندو" رسالي ۾ "گهر جي چڪ" نالي هيٺ ڇاپيل آهي، پر مون کي افسوس آهي تہ منهنجي موڪل کان سواءِ، انهي آکاڻيءَ ۾ رسالي جي ايڊيٽر "موهنيءَ" کي بدلائي "ميريءَ" جو نالو ڏنو ۽ هندوءَ مان ڦيرائي هندوستاني ڪرستان ڪري ڇڏيائينس شايد هن کي اها ڳالهہ نہ وڻي تہ آکاڻيءَ ۾ ڪوبہ مسلمان ڪنهن هندو زال سان شادي ڪري. پر اهو خيال ئي ڪونہ پيس تہ ڪو هندوستاني ڪرستان بہ انهيءَ ڳالهہ تي اعتراض وٺي سگهن ٿا. انهيءَ کان اڳي "پاڪ محبت" واري آکاڻيءَ ۾ مسلمان، پارسياڻيءَ سان شادي ٿو ڪري، اها آکاڻي ڇاپڻ ۾ ڦيرگهير ڪان ڪيائين، تنهن مان پاڻيان ٿو تہ شايد پاڻ هندو آهي سو اهڙي ڳالهہ ڇاپيندي هڏ تي ڏکيس، ۽ پارسي يا هندوستاني ڪرستان کي دل ۾ ٿئي، تنهن جو خيال بہ ڪونہ ڪيائين. ويهين صديءَ جي ڪنهن مشهور رسالي جي ايڊيٽر ۾ بہ اهڙي تنگ خيالي هجي، اها مون کي ارمان جهڙي ڳالهہ ٿي لڳي. اصل آکاڻي هيءَ آهي.]
**(نادر بيگ)**

---

"آءٌ ٽي بجي اوهان جو رستو پيئي ڏسنديس."

"مهرباني! آءٌ ضرور ٽي بجي تائين ات پهچي ويندس."

انهيءَ کان پوءِ مون ٽيليفون جو رسيور ٽنگي ڇڏيو. مون کي بهرام جي انهيءَ گفتگو تي تمام گهڻو عجب لڳو. هڪ سال ٿيو جو مون بهرام سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. هاڻ اهو سچو واقعو وري منهنجي اکين اڳيان ڦري ويو. اسان جو وڏهين کان پاڻ ۾ تمام گهرو رشتو هو ۽ اسان جي هڪبئي سان محبت بہ هئي. پر هو مسلمان ۽ آءٌ هندو... شادي ڪيئن ٿئي! مون کي هن جا پويان لفظ ياد هئا. جڏهن ويو ٿي

تڏهن مون کي چيو هيائين، ”جي تون مون سان شادي ڪرين تہ، شايد معمولي طرح توسان ملڻ مون کي مشڪل ٿيندو.“

ائين چئي هو هليو ويو. مون هن جي وڃڻ جي پرواهہ ڪانہ ڪئي. مون ائين نہ سمجهيو تہ حقيقت ۾ هو مون سان ڳالهائيندو ئي ڪين. مگر ٻارهن مهنا گذري ويا اڄ تائين مون سان اکر بہ ڪونہ ڳالهايو هيائين. اڄ ٽيليفون تي هن جو آواز ٻڌي منهنجو ساهہ گهٽجي ويو.

”موهني، تون ڪيئن آهين؟“ .. هي اهڙي نموني سان پڇيائين ڄڻ اڄ ڪلهہ مون کي مليو هجي. پوءِ ذرو بيپرواهيءَ جي آواز سان چوڻ لڳو، ”هن اونهاري ۾ آءٌ جبلن تي نڪري ويو هوس ۽ اتي اتفاق سان هڪڙي پارسياڻي، خورشيد نالي، سان منهنجي ملاقات ٿي وئي. هاڻ منهنجي هن سان مائٽي ٿيڻي آهي، جو هن کي ڪو مذهبي خيال ڪونهي.“

مون هن کي واڌايون ڏنيون پر هن ڄڻ ٻڌوئي ڪين. پنهنجي جوش ۾ چوندو ويو تہ، سگهوئي اسان جي شادي ٿيڻي آهي. موهني، تون مون کي مدد ڪنديئن؟ آءٌ ڏاڍو لاچار آهيان ۽ مون کي تنهنجي مدد جي سخت ضرورت آهي.

هاڻ تہ هن جو آواز ڏاڍو درد ناڪ ٿي ويو. منهنجي زبان مان بي اختيار اهي لفظ نڪري ويا، ”تون ڀاڻ هليو اچ تہ چڱو.“

بهرام جي عادت کان آءٌ چڱي طرح واقف هيس. هو ڪنهن بہ ڪم ۾ دير ڪين ڪندو هو، اوڏيءَ مهل بہ اهو جواب ڏنائين تہ، اڄ ٽي بجي ايندس.

مون هنن سان ملڻ جي تياري شروع ڪئي. دل ۾ خيال ڪرڻ لڳيس تہ ٻارهن مهنن ۾ بهرام الاجي ڪجهہ بدليو هوندو ڪي نہ، اجا ساڳيا سادا ڪپڙا ۽ ساڳيون ساديون شيون رکيو اچي ڪي نہ. اجا بہ هن جو اهوئي خيال آهي ڇا، تہ زال کي محبت کان سواءِ ڪنهن بہ ڳالهہ جو خيال نہ هئڻ کپي، تہ محبت ڏوم کان مٺي آهي؟ هو هميشہ ائين چوندو هو تہ، مڙس جي سچي محبت کان وڌيڪ زال کي ٻي ڪهڙي شيءِ پياري هئڻ گهرجي، پنهنجي مڙس جي محبت ۽ هن کي خوش رکڻ کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو ڪم آهي جنهن ۾ ڪا زال مشغول رهي سگهي. چوندو هو تہ، آءٌ سمجهي نٿو سگهان تہ عورتون بہ مڙسن وانگر ڇو دنيا جي

فڪرن ۾ گرفتار ٿينديون وڃن، جڏهن خدا انهن کي پيدا ئي انهيءَ لاءِ ڪيو آهي تہ گهرجي چئن ديوارن اندر حڪمراني ڪري مڙسن جي زندگيءَ کي بهار بهار ڪن. پر منهنجا خيال ٻيا هوندا هئا. منهنجو چوڻ هو تہ زالن کي بہ ملڪي ڪمن ۾ مدد ڏيڻ گهرجي ۽ انهن کي بہ پنهنجي همت ڪرڻ گهرجي. هاڻ هو ڪنهن خورشيد نالي، پارسياڻيءَ سان شادي ڪرڻ وارو هو. شايد انهي خورشيد جو سڀاءُ هن جي سڀاءُ جي بلڪل ابتڙ هو. پنهنجي دل ۾ انهي خورشيد جي تصوير ڪڍڻ لاءِ جيترو وڌيڪ خورشيد جو خيال ڪيم، اوتروئي وڌيڪ بهرام کي ملڻ جو شوق وڌي ويم. وقت ئي نٿي گذريو. دل ۾ چوڻ لڳيس تہ، اڄ ٿي وڃن ئي ڪين ڇا؟

”موهني، تون اڃا ملڪي ڪمن ۾ مشغول آهين؟“ ڪلاڪ کن ڪان پوءِ هو مون وٽ اچي پهتو هو ۽ هن جي نرم پورين اکين مرڪيو پي مون ڏي ڏٺو ڇڻ تہ خاطري ڪرڻ ٿي گهريائين تہ آءٌ سچ پچ هن کي وساري تہ ڪين ويٺي آهيان.

منهنجي دل منجهڻ لڳي. مون ڏاڍي زبردستيءَ سان پنهنجي دل کي مظبوط ڪري ۽ ظاهري بيپرواهہ ٿي هن کي جواب ڏنو، ”بيشڪ. هينئر تہ اڃا ڪان بہ وڌيڪ.“

هن چيو، ماشاءَ الله!.“ پر البت تيزيءَ سان، ”پر ايترو ڪم تہ ڪونہ اٿيئي جو زري بہ فرصت نہ هجي؟ منهنجي لاءِ ٿورو وقت بچي نہ سگهندو؟“

”بهرام، تو لاءِ آءٌ سڀ ڪي ڪري ٿي سگهان.“

”چڱو، ڏس،“ هن چيو، ”منهنجو اصل اهو خيال هو تہ پهرين پنهنجي ڪنوار کي گهر ۾ وٺي اچان پوءِ اتهين ڪيڏانهن مسافريءَ تي نڪري وڃون، پر اتفاق سان هن جي ماءُ بيمار ٿي پئي آهي، خورشيد پاڻ پنهنجو نئون گهر سينگارڻ اچي نٿي سگهي. مون کي لاچار شادي مهمل ڪرڻي ٿي پوي.“ پوءِ ٿورو مرڪي چيائين، ”مون کي اها ڳالهہ بلڪل پسند نٿي اچي تہ، هڪڙي گهر جي ڪري منهنجي شادي روڪجي پئي. هاڻ تہ تون سمجهي وئي هوندينءَ؟“

”تنهنجو مطلب آهي تہ هاڻ ئي توکي سينگارڻو پوندو؟“

بهرام پنهنجي ڪرسي تان اٿي مون وٽ وڌي آيو ۽ منهنجي اڳيان بيهي چوڻ لڳو، ”ها، موهني، ائين. پر تون مون کي مدد ڪين ڪنديئن؟“

”آءٌ؟ اهو بلڪل ناممڪن آهي.“

”سو ڇو؟ ناممڪن ڇو آهي ته؟“

”آءٌ انهيءَ جو ڪجهه جواب ڏيڻ نٿي چاهيان.“

”ڏس، موهني، اجايون ڳالهيون نه ڪر. مون کي ڪاوڙ نه اچي.“

”بهرام، ڀلا ڇئو، مون کان ڪهڙي مدد کپئي؟“

”آءٌ ته سچو ڪم توتي مڙهڻ ٿو گهران. آءٌ ايئن نه ٿو چوان ته تون پنهنجي هٿن سان پوروهيو ڪر. پر تنهنجي مدد ضرور کپي. منهنجي مرضي آهي ته انهيءَ خالي، مردي گهر کي تون آباد ڪر؟ انهي ۾ ڪاجان وجهه. موهني ڇئه، ڪين هلنديئن؟“

مون کي هن جي اها خواهش نه رڳو نٿي وڻي پر ڪاوڙ پئي آيم. ورهيه کن سو مس گذريو هو ته، هن مون سان شادي ڪرڻ جي سڌ ڪئي هئي. چوندو هو ته سڄي دنيا جي زالن مان مون کي تون پياري آهين. پر هاڻ هن ڪنهن ٻيءَ جي محبت ۾ گرفتار ٿي، ”نئي آئي، پراڻي دور“ جي ثابتي پي ڏني. ان کان وڌيڪ بيحيائي ڪهڙي جو، اهڙي خواهش مون وٽ ڪٽي اچي. مون کي اهڙي ڪهڙي سڪ پئي هئي جو ڪنهن ٻيءَ زال لاءِ پئي گهر سينگاريان. پر ساڳين نماٽين اکين مون کي لاچار پي ڪيو ۽ مجبور ٿي مون کي ائين چوڻو پيو ته، چڱو، مون کان جيڪي به وقت پڇي سگهيو سو تنهنجي ڪم پنيان لائينديس. وقت جو به مون کي ايترو خيال ڪونهي، پر اهو خيال اٿم ته هن ڇوڪريءَ کي مون ڪڏهن ڏٺو ڪونهي، نه هن جي طبيعت کان واقف آهيان. پڳوان ڄاڻي هن کي ڪهڙي قسم جون شيون وڻنديون.“

”انهيءَ جي ڳڻتي نه ڪر. بهتر ته ائين آهي ته پهرين جاءِ ڏسي وٺ هيءَ منهنجي جهوني، اباڻي جاءِ آهي. موٽر تيار آهي. هل، هينئر ئي مون سان هل.“

”نه، آءٌ هينئر هلي نٿي سگهان. مون کي هينئر ڪو ضروري ڪم

آهي." پر منهنجي انڪار ڪي هن ليکيو ئي ڪين، ۽ پنهنجون ڳالهيون ڪندو رهيو، "انهي گهر سينگارڻ ۾ توکي ڪا گهٽي تڪليف ڪانه ٿيندي.جاء جهوني آهي ۽ سامان به انهي لحاظ سان خريد ڪرڻو پوندو، پراڻي نموني جون شيون ڪپن جي جاء سان ٺهي اچن. انهيءَ ڪم لاء تو ڪان بهتر ٻيو ڪير هوندو." اوڏي مهل هن جون اکيون اهڙيون بيپرواهه پي لڳيون جڻ ته، ڪنهن اجنبي انسان سان پيو ڳالهائي.

"بهرام مون کي ڳالهه البت ڳري پئي لڳي. ممڪن آهي ته هوءَ پسند ....."

"نه، نه. تون انهيءَ جو خيال بلڪل لاهي ڇڏ. جلدي تيار ٿي وٺ ته آءُ توکي هلي جاء ڏيکاريان." نيٺ وچٽو ته هوم. جهڙو اڳي ٿهڙو پوء، "چڱو" چئي ڪپڙا مٽائڻ ويس.

ٿورن ئي منٽن کان پوءِ هن مون کي پنهنجي ننڍڙي موٽر ۾ چاڙهڻ جي مدد ٻي ڪئي. اها اُها ساڳي سال واري موٽر هئي، جنهن کي ڏسي يڪدم اسان جون گذريل صحبتون ياد آيون. انهي ئي موٽر ۾ اڪثر آءُ بهرام سان گهمڻ ويندي هيس، ڪهڙو نه چڱو وقت هو! پر هي وقت گذريل ڳالهين کي ياد ڪرڻ جو نه هو، جو آءُ بهرام جو اباڻو گهر ڏسڻ ٻي ويس ۽ انهيءَ مهل هن جي ايندڙ خوشيءَ جي زماني جو خيال ڪرڻو هو. اها ڪا ڏکي ڳالهه ڪانه هئي. بهرام جون ڳالهيون هميشه اهڙيون دلچسپ ۽ پياريون هونديون آهن جو ماڻهو پاڻ وساريو ڇڏي. هينئر به آءُ هن جي ڳالهين ۾ ايتري قدر محو ٿي ويس جو مون کي دنيا جي خبر ئي ڪانه رهي. نه وقت جي خبر پئي، نه سمجهي سگهيس ته شهر کان گهڻو پنڌ ڪري آيا آهيون. جڏهن بهرام شاهي رستو ڇڏي هڪڙي ننڍڙي گهٽيءَ ۾ گهڙڻ لڳو، تڏهن مون ڇرڪ ڀريو. بهرام ٿورو پرڀرو هڪڙي جاء ڏي اشارو ڪيو ته، "اها آهي".

اسين اچي ويجها پياسين، ۽ پري کان انهيءَ گهر جي جهونائي دل کي ڏاڍي گنڀير ۽ وڻندڙ ٻي لڳي، ۽ مون کي اها جاء اهڙي وڻي جو بي اختيار چئي ڏنم، واه، ڪهڙي مزيدار جاء آهي."

بهرام چيو، "برابر، ڪهڙي سهڻي جاء آهي. انهيءَ جو باغ ۽ اڱڻ ڏس، پر- نه ...پهرين اندر گهمي ڏس. هن جهوني جاء کي مرمت

ڪرائي اچ ڪلهه جي نموني تي آڻڻ ۾ ڪيتري قدر آءُ ڪامياب ٿيو آهيان اهو فيصلو توتي آهي."

بهرام چيو سچ ٿي. ٻاهران اها عمارت تمام جهوني نموني جي ٿي لڳي، پر هن پنهنجي عقل کان چڱو ڪم ورتو هو، ۽ انهن جهونين ديوارن تي اندر هڪڙي آرام جهڙي جاءِ ٺاهي وڌي هيائين. ۽ فخر سان ٻڌايائينس ته سڄي گهر ۾ پاڻ پنهنجي عقل سان ڦيرگهير ڪرائي اٿس. جدا جدا ڪوٺين ۾ وڃي ڏٺم ته هن آرام ۽ آسائش جو پورو خيال ڪيو هو، پر تنهن هوندي به جاءِ جي قديم عظمت اڃا سالم هئي: ساڳي شان ۽ شوڪت ۽ اهائي گنڀيرائي جا جهونين جاين ۾ ڏسڻ ۾ ٿيندي آهي. چيائين ته، "موهني، هن گهر جي ڦيرگهير ڪرائڻ ۾ مون کي ايتري خوشي ٿي آهي جو نئين گهر ٺهرائڻ ۾ ڪين ٿئيم ها. جڏهن آءُ هت ايندو آهيان تڏهن مون کي هي گهر هڪڙي پراڻي دور جو گهر پيو لڳندو آهي. جڏهن آءُ ننڍڙو هوس تن ڏينهن هنن ڪوٺين ۾ رانديون ڪندو هوس، ۽ سڄي رات يا تارا ڏسندو هئس يا مينهن جي ڦڙ ڦڙ جو آواز پيو ٻڌندو هوس. هاڻ اهو ويران گهر وري آباد ٿيندو! مون کي ڪيتري نه خوشي پيئي ٿئي.... پوءِ بهرام مون کي مٿي وٺي هليو.

جڏهن اسين مٿين صفحي جي سامهين ڪوٺيءَ ۾ گهڙياسين ته مون کي مٿي چيائين ته هيءَ خورشيد جي ڪوٺي آهي. هاڻ هن ڪوٺيءَ تي تون پنهنجو سڄو هنر هلائي سينگارجانءِ. ۽ اجهو پاسي ۾ ٻي ڪوٺي آهي ۽ انهيءَ جي سامهون هي منهنجي ڪوٺي.

مون سڄي گهر جو نقشو پنهنجي دل ۾ اتاريو ته جڏهن سينگارڻ جو خيال ڪيم تڏهن ياد پيم ۽ پڇيومانس، "خورشيد کي رنگ ڪهڙا وڻندا آهن؟" جو هينئر ئي انهيءَ ڪوٺيءَ کي سينگارڻ لاءِ نيون نيون ترتيبون منهنجي مغز ۾ پيئي آيون، مٿو ڪنهي مون کي جواب ڏنائين، مون کي پڪ ڪانهي، پر مون کي چيو برابر هيائين ته آءُ پنهنجي پسنديءَ موجب ڪم ڪريان. پر مون کي ته سڀ رنگ هڪ جهڙا پيا لڳن. تون ڪٿي پنهنجي مرضيءَ موجب رنگن جي رٿ ڪر.

آءُ هن کي ٻڌائڻ لڳيس ته هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ ڪهڙي

کهڙي سامان وجهڻ جو خيال هوم، ۽ سينگار لاءِ کهڙيون کهڙيون شيون درڪار ٿينديون.

چيائين، "موهني، توکي تہ منهنجو حال ساريو پيو آهي. خبر اٿئي تہ ڪيترو خرچ ڪري سگهان ٿو. انهي حد اندر جيڏانهن وڻئي اوڏانهن وڃ، جتان وڻئي ۽ جيڪا شئي وڻئي اها بيشڪ خريد ڪر. جي ضرور سمجهين تہ ڪنهن ٻئي کي بہ مدد ۾ ڪٺي پاڻ سان شامل ڪر."

"گهڻن ڏينهن اندر جاءِ تيار ٿيڻ کپي؟"

ڏاڍي شوق سان چيائين تہ، موهني، تون جلدي ڪري ڪين سگهندئين، ڪنهن ننڍڙي بار جهڙو پريشان پيو لڳو. هن جي مرضي هئي تہ آءٌ يڪدم اهو ڪم هٿ ۾ کڻان، ۽ جيترو جلد ٿي سگهي اوترو ڪري ڇڏيان. منهنجو خيال آهي تہ آءٌ ٻي مهني کان وڌيڪ انتظار ڪري ڪين سگهندس.

"اهو ڪو گهڻو وقت ڪونهي. اڪثر ايڏي گهر کي سامان سان پرڻ ۽ انهيءَ کي سينگارڻ ۾ وقت لڳي ويندو آهي، پر آءٌ ڪوشش ڪنديس."

"ڪهڙو نہ عجيب ۽ سهڻو گهر ٿي پوندو."

بهرام گهر جو خيال ڪندي جوش ۾ اچي ويو، ۽ اوچتو ئي اوچتو، منهنجا ٻئي هٿ جهلي پنهنجن هٿن ۾ ڪيائين. پوءِ اوچتو ڦڪو ٿي هٿ ڇڏي ڏنائين ۽ پڇيائين تہ جيسين منهنجو ڪم تيار ٿئي تون پنهنجي قومي ڪم جو ڪهڙو بندوبست ڪنديئن؟

سچ ڪري پڇو تہ مون کي اهو گهر ايترو وڻيو ۽ انهيءَ جي سينگارڻ جو ايترو شوق ٿي پيم، جو پنهنجي ڪم جو خيال دل تان لهي ويم. مون مرڪي جواب ڏنو تہ، شاديءَ جو شوق ۽ معشوق جي محبت جي خوشي بہ وچڙندڙ مرض آهن. جي يڪدم ٻين کي بہ بيمار ۽ بيحال ڪيو ڇڏين، ۽ انهي مرض جو بيمار دنيا جي عام رواجي ڪمن کان بيپرواهہ ٿو رهي. هن جو مرض بہ مون کي وچڙي ويو آهي ۽ .... بهرام ..... دنيا ۾ هڪڙو تون ئي شخص آهين ۽ آءٌ پنهنجو ڪم وساري سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.

”موهني، تون هميشه مهربان ۽ رفيق هئينءَ.“

اوڏي مهل اسين موٽڻ تي هئاسين ۽ مون کلي جواب ڏنو، ”۽ تون هڪڙو ساٿي.“

سچي وات اسان گهر جي سامان ۽ سينگار جون ڳالهيون پئي ڪيون، ۽ مون کي به ڪم شروع ڪرڻ جو اهڙو شوق ٿي پيو جهڙو هن کي هو. بهرام جي وڃڻ ڪانپوءِ آءٌ اڪيلي رهجي ويس ۽ اهو خيال ڪرڻ لڳيس. بهرام جو جوش مون کي به وچڙي ويو هو، ۽ مون کي حال في الحال گهر سينگار کان سواءِ ٻيو ڪو خيال دل ۾ نٿي آيو.

هاڻ سگهوئي مون گهر جو ڪم هٿ ۾ ڪيو. انهيءَ ۾ ته شڪ ئي ڪونهي ته اهو گهر پسنديءَ جهڙو هو. اڪثر ڪري جهونين جاين ۾ هڪڙي عجيب نموني جي ڪشش هوندي آهي، جنهن ڪان انسان کي هڪڙي قسم جي همدردي ٿيندي آهي. شايد انهيءَ ڪري پراڻي گهر ۾ هڪڙو ماضي ۽ گذريل زمانو به موجود هوندو آهي. ڪو زمانو جڏهن اهو گهر به آباد هو، پر هاڻ انهيءَ جا رهاڪو دنيا ڪان موڪلائي ويا هئا. ڪو گهر ورهين ڪان ٻيو هجي ۽ اهڙو وٽندڙ هجي جهڙو هي گهر هو، ته انهيءَ کي آباد ڪرڻ جو خيال دل ۾ اچڻ شرط يڪدم زور وٺيو وڃي. بهرام جي گهر مان به اهائي صدا پي آئي، انهي پنهنجي گونگي زبان سان اهائي التجا پي ڪئي، ۽ مون کي انهي التجا پوري ڪرڻ جو بيحد شوق ٿي بيٺو. گهڻي خيال سان مون هڪڙي هڪڙي ڪوٺيءَ جي رنگن جي ترتيب رٿي، ۽ هڪڙي هڪڙي ڪوٺيءَ جي سامان ۽ سينگار جو نقشو دل ۾ ٺاهيم ۽ پوءِ شروع ڪيم. قسمت سان مرضيءَ موجب سامان هٿ ڪرڻ ۾ ڪا گهڻي تڪليف ڪان ٿيم، ۽ گهڻن ئي دوڪانن ۽ پراڻن ڪٺنبن منجهان جهوني زماني جو سامان ڳولي هٿ ڪندي ويس.

انهي ڪم ڪار ۾ اڪثر منهنجي دل چوندي هئي ته بهرام مون سان شامل هجي ته چڱو. پر آءٌ انهي ڪم ۾ ايتري محو ٿي ويس، جو بهرام ته بهرام پر پنهنجي قومي جماعت جو ڪم جنهن جي آءٌ آنرري سيڪريٽري هيس، اهو به دل تان لهيو ٿي ويم. ڪڏهن اوچتي يادگيري پوندي هئي ته جاءِ تي رچي به ٿي ضروري ڪاغذ نيڪال ڪري ڇڏيندي هيس، پر انهيءَ ۾ به دل ڪانه چمندي هئي، فقط انهي

گهر جو ئي ڪم سو شوق سان ڪندي هيس.

ڪڏهن ڪڏهن انهي گهر جي صلاح مصلحت ڪرڻ لاء بهرام مون وٽ چانهن تي ايندو هو. جي ڪڏهن ڪٿي منهنجي ترتيب بدي خوشي ظاهر ڪري ها، يا منهنجيون خريد ڪيل شيون ڏسي انهن جي تعريف ڪري ها تہ، آءٌ خوش ٿيان ها، پر هن ڪڏهن، ڪنهن ڳالهہ ۾ بہ دخل نہ ٿي ڏنو، بلڪ جيڪي شيون خريد ڪيون هيم، اهي ڏٺائين بہ نہ ٿي. هن منيڊ کان اهو ارادو ڪيو هو تہ جيسين گهر سينگارجي تيار نہ ٿيندو تيسين هو هڪڙي شئي بہ نہ ڏسندو، ۽ ڏاڍي ضد سان هن اهو پنهنجو ارادو پڄاڙيءَ تائين قائم رکيو. سندس گهر جي رونق هاڻ ڪا بي ٿي پئي هئي، ۽ منهنجي دل گهڻو چيو تہ هن کي وٺي وڃي ڏيکاريان. مون گهڻائي وس ڪيا. منهنجي انهي انتظار کي ڏسي هو هڪڙي عجيب نموني سان ڪنڌ ڌوڻيندو هو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري مرڪي ڏيندو هو.

بهرام جي ڪوٺي ٺاهڻ ۾ مون کي ڪا تڪليف ڪانہ ٿي جو آءٌ هن جي مزاج کان چڱي طرح واقف هيس. پر خورشيد جي ڪوٺيءَ تي البت خيال ڪرڻو پيم. اصل کان ئي مون سڄي سامان مان سيني کان نفيس سهڻيون ۽ عمديون شيون انهي ڪوٺيءَ لاء پاسي ڪري رکيون هيون، ۽ هاڻ انهي ڪمري کي سينگارڻ لڳيس. پر گهر کي تيار ٿيڻ ۾ باقي ڪو ڏينهن اڌ اڃا رهيو هو تہ مون کي هڪ تمام سخت نااميدي حاصل ٿي. بهرام کي تار اچي وئي ۽ هن کي يڪدم شادي لاء سملي وڃڻو پيو. منهنجي ڏاڍي دل هئي تہ گهر سينگاري بهرام کي پاڻ وڃي گهمائي ڏيکاريان، پر اها اميد مون کي حاصل نہ ٿي.

نيٺ منهنجو ڪم تمام ٿيو ۽ گهر بندي، در کي ڪلف پائي ڇڏيم. دل ۾ هڪڙي نموني جو منو منو سور ٿيڻ لڳو، ۽ طبيعت مايوس ٿي وئي، ۽ آهستي آهستي ڪنڌ جهڪايو هلندي ريس. مون کي ياد آيو تہ بهرام هن گهر کي پراڻو دوست ڪري ڪوٺيو هو، شايد مون کي بہ انهيءَ ڪري هن کي ڇڏڻ ڏکيو ٿي لڳو. مون کي ائين پي لڳو تہ ڄڻ ڪنهن جهوني دوست کان موڪلايو ٿي وڃان.

ٻئي ڏينهن بار بار انهي گهر جو خيال دل تي پي آيو. ذري

ذري دل ڇڪجيو اوڏانهن پي وئي. پر هاڻ منهنجو اتي مطلب ڪهڙو؟ پنهنجي ڪم ۾ ته دل بلڪل ڪان ٿي لڳيم. ٽي چار ڏينهن گذري ويا، پر ڏينهان ڏينهن انهي گهر جي ڇڪ وئي وڌندي. پنهنجو قومي ڪم ته اصل وسري رهيو هو. خيال ڪيم ته شايد هڪڙو پيرو اهو گهر ڏسي اچان ته دل ٽڪاڻي تي اچي، پر وري دل لوڏو ڪاڏو. امڪان هو ته شايد بهرام موٽي به آيو هجي، تنهن ڪري اوڏانهن وڃڻ مناسب نه ڪونه لڳم.

صبح کان شام تائين منهنجي اهائي ڪوشش هئي ته ڪم ۾ رڌي رهان. پر انهي گهر جي يادگيري ڪڏهن دل تان نٽي لٿي. هڪڙي هڪڙي شئي اکين جي آڏو پي ڦري. ننڍي وڏي شئي ۽ خاص خورشيد جي ڪوٺيءَ جي خيال سان ته منهنجي دل زخمي ٿي ويندي هئي، آءُ سمجهي نٽي سگهيس ته منهنجي دل تي انهي سامان جو ايترو اثر ڇو ٿي ٿيو. انهيءَ ۾ اهڙي ڇڪ ڇو هئي؟ مون سان انهيءَ سامان جو ڪهڙو واسطو هو؟ اهي سڀ مالڪياڻي جون شيون هيون تن ۾ منهنجو ڇا ٿي ويو؟

ايئن هڪڙو هفتو به گذري ويو. شايد سڄي حياتيءَ ۾ منهنجو اهڙو سخت وقت ڪڏهن ڪين گذريو هوندو. نيٺ دل جهلي سگهيس ۽ هڪڙي ڏينهن شام جو پنهنجو ڪم ڇڏي انهي ”نئين پراڻي“ گهر ڏي رواني ٿيس. جڏهن شاهي سڙڪ جي ڪنڊ تي آيس ته پريان گهاٽن وڻن مان گهر جون اڇيون ڀتيون نظر آيم. اهي ڏسي دل پرجي آئي ۽ آءُ دل ۾ چوڻ لڳيس ته، هي منهنجو گهر آهي، منهنجو! ڇو، مون هن کي رهڻ جي لائق ڪين ڪيو؟ ڇا، مون ويران گهر مان انهيءَ کي آباد گهر نه بنايو ته ٻيو ڪنهن بنايو؟ مون پنهنجي پسنديءَ موجب ڪين ٺاهيو ۽ سينگاريو؟ ته پوءِ هن ۾ ڪو ٻيو ڪيئن رهي سگهندو؟ پاڻهي پاڻ منهنجا قدم تيز ٿيڻ لڳا تان جو اچي ڊوڙڻ م پيس، ڏاڍي بي صبريءَ سان مون ڪلف لاهي در پٽيو. اندران پڙلاءَ جو آواز ٿيو، ڄڻ ته گهر منهنجي آدرڀاءُ ٿو ڪري. پهرين خيال ڪيم ته هيٺين ڪمرن ۾ نظر گهمائي پوءِ مٿي چڙهان.

سامهون دروازي جي سڄي هٿ تي ويهڻ جي ڪوٺي هئي، ۽

ڪمري راحتدار! آمريڪا جي ٺهيل هڪ ننڍڙي گول مهاگنيءَ جي ٽيبل وچ ۾ رکيل هئي، جنهن تي لهندڙ سج جي ترورن راند لائي ڏني هئي. سامهون هڪڙي آرسي ۾ انهيءَ جو پاڇو ڪمري شاندار پئي لڳو. وري ڪنڊن ۾ ننڍڙين ميزن تي شيشي جون بتيون پئي چلڪيون .... دل ۾ چيم ته بهرام هڪڙي شئي ڏسي چريو ٿي پوندو. دروازي جي سامهون جيڪو غاليچو پيو هو، جنهن جي ڪاري زمين تي رنگن رنگن جا گل ۽ بوٽا پريل هئا، انهيءَ ڪمري عجيب شان پئي ڏيکاريو. ۽ بخاري ۾ باه ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون سٽيون پيون هيون. هاءِ! هاءِ! انهيءَ بخاري ۾ ٻرندڙ باهه جي روشنيءَ ۾ ڪهڙيون خوشيءَ جون راتيون گذرنديون! بهرام ۽ خورشيد هتي ويهندا، هتي هڪ ٻئي جي محبت جي پاڪرن ۾ پنهنجو وقت گذاريندا! ..... هتي .....

انهي خيال ته مون کي بي آرام ڪري ڇڏيو هو. دل ڌڙڪڻ لڳيم، هڪڙي هڪڙي شئي مٿان آخرين موڪلائيءَ جي نظر گهمائي، آءٌ انهي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪتس ۽ تڪڙي تڪڙي ڏاڪڻ ڏي وڌيس. ڪجهه مايوسي دل تي چڙهندي وئي. مون کي ايئن پئي لڳو ڄڻ گهر جو هڪڙو هڪڙو سامان مون تي کلون پيو ڪري ۽ مون کي طعنا پيو ڏئي، ۽ منهنجي حال تي پيو ٺٺوليون ڪري.... ۽ اها ٻه هڪڙي قياس جهڙي ٺٺولي، پر انهيءَ جو مطلب مون کي سمجهه ۾ نه پئي آيو.... هي گهر وري آباد ٿيندو ..... هن گهر ۾ منهنجيون سڀئي اميدون حاصل ٿينديون؟ ... ۽ آءٌ؟ آءٌ ڪيڏانهن وڃان؟ منهنجو ڪير آهي ۽ دنيا ۾ مون کي اميد ئي ڪهڙي هئي؟ هاڻ باقي هڪڙو ڪم رهيل هو. مٿي اچڻ مهل ڏٺو هوم ته هڪڙي دريءَ جو پردو هوا ۾ ڇپو ٿي ويو هو. بس اهو سڌو ڪري پوءِ گهر هلي وينديس. هاؤ! اهڙي حياتيءَ جو لطف .... هاءِ! اهڙي محبت جا مزا ..... جي آءٌ گهران ها ته، انهيءَ جي مالڪ ٿي سگهان ها.... مون کي رڳو هائو ڪرڻ جي دير هئي ... پر ... پر!

خورشيد جي ڪوٺيءَ جي دريءَ کي ويجهو آءٌ هڪڙي صوفي تي ڪري پيس، ٻنهي هٿن سان پنهنجو منهن لڪائي بي اختيار روئڻ لڳيس. گهڻي گهڻي دير ڪانپوءِ، ڇئي نٿي سگهان ته، ڪيتري دير ڪانپوءِ، اٿيس ۽ وري ڏاڪڻ ڏي ويس. ڏاڪڻ تان لٿيس پئي ته، يڪدم

روڪجي رهيس. آواز ۽ ها، پڪ! آواز پي آيو .... مون اوچتو ڳانهائڻ جو آواز ٻڌو ..... شام ٿي وئي هئي، شفق آسمان ۾ وچائجي وئي هئي هيٺ ويهڻ واري ڪوٺيءَ مان شمع جي روشني پي آئي.

تمام آهستي ٿورا ڏاڪا لهي ڪن ڏئي بيٺس. بي آرامي لٿي. بهرام جو آواز ڪن تي پيم. چيائين پي ”خورشيد، توسان گڏ هتي ويهڻ ۾ هڪڙي خوشي پئي ٿئيم. پنهنجي گهر ۾ ... هن سهٽي بخاري جي اڳيان تو سان گڏ ويهڻ تي مون کي ڪيتري دل هئي .... اوهو .... ڪنڊ ته مون کي وسري وئي. اجهو ڪٽي ٿو اچان...“

آءٌ اکيون ملڻ لڳيس. آءٌ خواب ۾ ته ڪين هيس؟ پر ڪرسي سيرڻ جو آواز منهنجي ڪنن تي پيو ۽ وري ڪنهن جي هلڻ جو آواز ٿيو. نه. جاڳيس ته برابر پي. پڪ ٿيم ته خورشيد ۽ بهرام اچي ويا آهن. مون کي انهيءَ خيال تان شرم اچڻ لڳو. اهڙيءَ مهل ڪنهن ڏاڙئي ماڻهوءَ جو موجود هجڻ هنن کي ڪهڙو نه برو لڳندو؟

آءٌ پنهنجي حالت جو بيان ڪري نٿي سگهان، پٽ جو پاسو وٺي آهستي آهستي، هيٺ هلڻ لڳيس. وري بهرام جو آواز ڪنن تي پيم.

”خورشيد تون چانهه ۾ ڪنڊ جو هڪڙو چمچو وجهندي آهين نه؟ ..... تنهنجي خدمت ڪرڻ ۾ مون کي ڪهڙي خوشي پئي لڳي.“ پوءِ محبت سان پريل آواز سان چوڻ لڳو،”مسافريءَ جي ڪري تون ضرور ٿڪجي پيئي هونديئن. اجهو هن گاديءَ تي پير رکي آرام سان ويهه ۽ .... چانهه .... پي وٺ .... دل پئي چوي ته سمورو وقت منهنجي سامهون ويٺي هجين ته چڱو .... خورشيد جيترو آءٌ توکي ٿو پانيان، تون به مون کي اوترو ٿي پانئين؟“

آءٌ بيٺي بيٺي ڏڪڻ لڳيس. اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيم ۽ وري لهڻ لڳيس. منهنجو ساهه پي گهٽيو، ۽ منهنجي دل چڻ مون کي گلا تي گلا پي ڏني ته تون جي اهڙي مذهب جي هنيلي نه هجين ها ته، اڄ بهرام توسان اهي ڳالهيون پيو ڪري ها.

پر پير پير ۾ ڪري آءٌ هيٺ لٿيس ۽ آهستي آهستي ٻاهرئين در ڏي وڃڻ لڳيس، منهنجو پير ئي نه ٿي کڄيو. توبه! اڄ هن گهر مان

منهنجو نڪرڻ ئي ڪونہ ٿيندو ڇا؟ مون کي ڪپندو هو تہ تڪڙي نڪري وڃان. ويهڻ واري ڪمري ۾ هاڻ ماٺ لڳي پئي هئي. اهو وجهہ چڱو هو، ۽ ماٺ ماٺ ڪري در کان نڪري وڃڻ ڪپندو هوم. انهيءَ ڪوٺيءَ جو در ٿورو کليل هو. دل نہ رهي ڇيم تہ جهاتي پائي ڏسان تہ سهي، تہ هيءَ خورشيد جنهن لاءِ مون ايتري محنت ڪئي آهي سا آهي ڪهڙي؟

بخاري ۾ باهہ پئي ٻري، ۽ شمع جي روشني بہ هئي ۽ مون هڪڙو قدم اڳتي کنيون تہ چڱي طرح سان ڏسان.

مون کي ڏسي ڏاڍو عجب لڳو. بخاري جي اڳيان ڪرسيون خالي پيون هيون. گادي جا پٽ تي پئي هئي انهيءَ تي بہ ڪنهن جو پير ڪونہ هو. چانهن جا ٿانو بہ جيئن آءٌ ڍڪيل ڇڏي وئي هيس تيئن ڍڪيا پيا هئا. ويجهو هڪڙي ننڍڙي ميز تي بتي پئي ٻري ۽ انهيءَ ميز جي ڀئي پاسي ڪنهن جو ڪنڌ جهڪيل هو ... اهو بهرام جو ڪارو، خوبصورت سر هو، جو هو پنهنجي ٻانهہ ۾ لڪايو ويٺو هو.... ڇو؟ هيءُ تہ خوشيءَ جو وقت هو ..... ايتري قدر مايوس ۽ دل شڪستو ڇو هو؟ .....

آءٌ خيال ۾ پئجي ويس، پر سمجهہ ۾ نہ آيم. پوءِ اوچتو ئي اوچتو ٻيو خيال دل ۾ آيم جنهن کان منهنجي دل ڏڪي وئي. ڇيم، ”هاءِ! زالن جي بيوفائيءَ تي لعنت هجي!“

پڪ سمجهيم تہ پڇاڙيءَ ۾ خورشيد بهرام کي ڌوڪو ڏنو آهي، ۽ شادي مهمل ڪئي اٿس يا اصل شاديءَ کان انڪار ڪيو اٿس. آءٌ بهرام سان همدردي ڪريان يا نہ؟ منهنجي همدرديءَ ڪري هن جو ڏک ڀاڻ وڌندو تہ ڪين؟ منهنجو اهڙيءَ مهل وٽس وڃڻ هن کي ڏکيو تہ ڪين لڳندو.“ اهڙي وقت تي انسان اڪثر تنهائي پسند ڪندو آهي.....

”بهرام!“ اهو نالو بي اختيار منهنجي واتان نڪري ويو. پر هن ٻڌو ئي ڪين. مون خيال ڪيو تہ اجا بہ وڃان هلي تہ چڱو. شايد بهتر ايئن ٿيندو. پهريون دروازو بہ ٻہ ٽي قدم اڳتي هو. پر آءٌ اوڏانهن وڌي نہ سگهيس. خدا ڄاڻي ڇو منهنجو قدم اتي ئي ڪپي ويو هو. ٿوري دير ماٺ ڪري بيٺس، پوءِ يڪدم ويهڻ واري ڪوٺيءَ ۾ گهڙي ويس. منهنجي

هلڻ جي آواز تي بہ هن ڪنڌ مٿي نہ ڪنيو. چريو بہ ڪين.

ميز اڳيان بيهي مون وري هن کي آهستي سڏ ڪيو، "بهرام!"

چرڪجي بهرام ڪنڌ مٿي ڪنيو. هن جو غمگين ۽ لٽل منهن ڏسي منهنجي دل ڇڄي پئي. مون چيو، "بهرام، مون کي تمام گهڻو افسوس آهي ..... " منهنجو آواز ڏکڻ لڳو.

چيائين، "ڪا حرڪت ڪانهي." ۽ وري هڪڙو ارمان جهڙو منهن ٺاهي مرڪي چيائين تہ، ويهي رهہ.... ٿوري چانهہ پي وٺ .... اڙي آءٌ پليس ... چانهن آهي ڪٿي؟ آءٌ صوفي تي ويهي رهيس ۽ هو چوڻ لڳو تہ هڪڙو مزي جهڙو لقاءُ منهنجي نظر اڳيان پي ڦريو. آءٌ ڪهڙو نہ بيوقوف آهيان! پر آءٌ ڇا ڪريان! تون خيال ۾ بہ مون کان پري ناهين ....هتي ... هن پنهنجي گهر ۾ ... ۽ اڪثر ...."

آءٌ وڏي ٿورو اڳتي ٿيس. سمجهيم تہ شايد مون کي ڪونہ سڃاتو اٿس ۽ پائي ٿو تہ خورشيد آهي. چيم، "پر بهرام هيءَ آءٌ آهيان ... آءٌ ... موهني."

"ها. توکي سڃاڻان ٿو."

پوءِ مون چيو، "تو شايد سمجهيو تہ آءٌ خورشيد آهيان."

"نہ موهني تون .... خورشيد ڪهڙي...... خورشيد نہ ڪا هئي نہ ڪا ٿيندي. هميشہ تون ئي تون هئين . موهني بہ تون ۽ خورشيد بہ تون."

منهنجي دل چڻ بيهي رهي. هن وري چيو، "مون ڄاتو تہ منهنجي سيني ڪوشش کان اها ڪوشش وڌيڪ ڪارگر ٿيندي... گهر جي چڪ، ۽ تون انهي چڪ کان لاچار ٿي، هميشہ لاءِ منهنجي ٿي ويندينءَ.... پر جڏهن توکان شادي ڪرڻ لاءِ وچڻ لاءِ موڪلايم ٿي تڏهن تو اهڙي بيپرواهي ۽ لاغرضي ڏيکاري جو منهنجي اها پڇاڙيءَ جي اميد بہ پڄي پئي.

منهنجي دل منهنجي قابوءَ مان نڪري وئي. محبت جي هڪڙي راحت ڏيندڙ خوشيءَ کان مون ڪنڌ جهڪائي جواب ڏنو، "بهرام تون پليو هئين. اوڏي مهل ڏاڍي زبردستيءَ سان پنهنجي دل ڏاڍي ڪري ٻاهران بيپرواهي ظاهرڪئي هئي، تہ متان مون کي مايوس ۽

ڏکايل ڏسي تنهنجي خوشيءَ ۾ ڪو رخنو پئي."

بهرام وڏي حيرت سان مون ڏي ڏسڻ لڳو ۽ اسان ٻنهي جون زبانون بند ٿي ويون.

"بهرام!" بس ايترو چئي آءٌ روڪجي ويس، پر انهي مهل هن جي اکين ۾ اهڙو ڪو تاثير پرجي ويو جو مون هن ڏي ڏسي بي اختيار چئي ڏنو ته، بهرام .... چو .... اجا بہ تنهنجي .... مون ڏي ..... محبت ....."

هو هڪڙو قدم اڳتي وڌيو. گوڏن ڀر اچي منهنجي اڳيان ڪريو. منهنجي هٿن کي چڪ آئي ....۽.... هن جو سر.. جهڪي .... اچي منهنجي جهوليءَ ۾ پيو.

# موهنيءَ جي فتح

پدمڻيءَ جي نظر پنهنجي ڪمري ڪتي پئي هئي ۽ سندس نازڪ آڱريون نفيس ليس تي ٻوڙنديون پئي ويون: سندس ننڍي ڀيڻ موهنيءَ ڪوٺيءَ ۾ ٻي چڪر ڏنا. ڪڏهن جارن ۾ پيل سامان هيڏانهن هوڏانهن پئي سوريائين، ته ڪڏهن، ڪنهن به مطلب ڪانسواءِ ڪٻٽن جا خانا پئي زور سان کوليائين ۽ بند ڪيائين. اهو ظاهر هو ته هن کي ڪجهه ڪرڻو هو يا چوڻو هو پر پنهنجي ڀيڻ جي گنڀيرائي ڏسيو ٻي هٻڪي. هن هڪڙو گيت آهستي آهستي ڳائڻ شروع ڪيو ۽ نيٺ بلند آواز سان هڪڙو غزل به ڳايائين، پر پدمڻيءَ ڄڻ ٻڌوئي ڪين ٿي. هاڻ جنهن صورت ۾ ايشور موهنيءَ کي صبر جو تمام گهٽ ڀاڱو ڏنو هو، هن ڪو آڏو ابتو سوال ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ پنهنجي ڀيڻ جي سامهون اچي ويهي رهي ۽ چيائين، "پدمڻي، توکي خبر آهي ته ڪاڪي بولچند مون کي ڇا چيو آهي؟"

"مون کي خاطري آهي ته ڪا ٻڌڻ جي لائق ڳالهه ڪانه هوندي."

"هاڻ اهو ته اهڙو خشڪ ۽ سرد جواب آهي جو گرميءَ جي ڏينهن ۾ به انسان کي سيءَ کان ڏڪائي ڇڏي، پر پدمڻي، ٻڌائينم ته سهي ته تون اهڙي سرد مزاج ڇو آهين؟

"موهني، سچي پچي تون اجا ٻار آهين."

"منهنجي پياري ڀيڻ، انهي انومان ۾ تون ڀلي آهين. آءٌ ٻار نه آهيان انهيءَ جي ثابتي اها آهي ته جلدئي منهنجي شادي ٿيڻي آهي."

"ڇا؟"

"اهائي ڳالهه آهي جا ڪاڪي بولچند مون کي ٻڌائي آهي."

"کهڙي گنڌيل ڳالهه ٿي ڪرين! مان ته اکر به نه ٿي سمجهان ته تون ڇا ٿي چوين!"

”چگو ڀلا هاڻ مان توکي سچي ڳالهہ ناٽڪ جي نموني ڇٽي ٽي ٻڌايان، پر تنهنجي گنڀير طبيعت جو منهنجي ڳالهہ تي ڌيان ڇمندو؟“

”ها، ها، پر اجائي ڊيگهہ نہ ڪر.“

”ٻڌ، وقت- اسڪولن جي شرطن جي جلسي جو ڏينهن. جاءِ- سڪائوٽنگ ميدان- شهر حيدرآباد. تون اتي ڪانہ هئين، تون پنهنجن ڪتابن پڙهڻ ۾ محو هئينئن.“

”جي تون مضمون کان ايترو ٻاهر ٿي وڃي تہ مون کي تنهنجي ڳالهہ اصل ٻڌڻي ڪانهي.“

”ڀدمٽي، ڀڳوان جي نالي ڪن ڏئي منهنجي ڳالهہ ٻڌ، انهيءَ ڳالهہ کي آءٌ وڏيڪ اندر ۾ سانڍي نٿي سگهان. هاءِ وائويلا لڳائي ڏني اٿس.“

”تہ ڇا، تون وري ڳالهہ پئي شروع ڪرين.“

”ها، هاڻ مان سنئين سڌي ڳالهہ ڪري ٿي وڃان. چگو ڀلا، سو، جلسي جي ڏينهن اسين سڀ ڀهرين قطار ۾ ويٺا هئاسين، تہ ديوان چتومل آيو ۽ هن هڪڙي پريم چند نالي جوان سان اسان جي واقفيت ڪرائي. دستوري رام رام کان پوءِ هو ٻنهہ اسان جي ڀنيان ويهي رهيا. شرط شروع ٿيڻ کان اڳي اسان سيني پاڻ ۾ مختصر معمولي ڳالهہ ٻولهہ ٻي ڪئي. توکي تہ خبر آهي تہ مان هميشہ هاءِ اسڪول جو پاسو ڪٽندي آهيان، پر مون کي اها خبر ڪانہ هئي تہ هن سال انهي سڪول ۾ ٽپڙ ئي ڪونهي. پر مون چيو، ”هاءِ سڪول ڪٽندو.“ تہ پٺيان پريم چند چيو، نہ اڪيڊمي ڪٽندي.“ هن منهنجي ڳالهہ رد ڪئي تنهن تي مون کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ آءٌ ضد ڪرڻ لڳيس تہ ”نہ، ضرور هاءِ سڪول ڪٽندو.“ پر هو ٻي مرڪيو ۽ منهنجي ڳالهہ کي رد ڏيندو رهيو تہ ”نہ، ضرور اڪيڊمي ڪٽندي.“ ايتري قدر وڃي پياسين، جو اسان پاڻ ۾ پنجين پنجين ريئي جي شرط ٻڌي. اڌ ڪلاڪ کن چٽاڀيٽي هلي. پوءِ مون کي خبر پئي تہ هاءِ سڪول مون کي دغا ڏني ۽ اڪيڊمي کٽي وئي، يعني تہ شرط مون هارائي ۽ پريم چند کٽي ويو. انهي مهل ئي مون پنهنجي ٿيلهي کولي ۽ پنجين ريئي جو نوٽ ڪڍي ڏنومانس، تہ تو شرط کٽي سي پئسا وٺ. پر هن چيو، ”اوهان جي مهرباني. پر جڏهن مون کي ضرورت پئي تڏهن آءٌ پاڻ اهي شرط جا پئسا وٺڻ جي ڪندس. حال رهڻ ڏيو.“ جڏهن وري

بہ تي ڏينهن پوءِ اسين واٽ تي گڏياسين، تڏهن مون هن ڏي ڏاڍي بيپرواهيءَ سان ڏٺو، پر هن وري بہ مرڪي مون کي ڏاڍي عزت ۽ آبروءَ سان نمسڪار ڪئي. تنهن کان پوءِ تہ گهڻائي ڀيرا گڏيا آهيون. سنيما تي، ناٽڪ ۾، پارٽين ۾، ۽ جتي ڪٿي مان بيپرواهي ڏيکاريان ۽ هو نوڙت ڏيکاري. مان پئي وائڙي ٿيندي هيس تہ هنجي مَنَ ۾ آهي ڇا؟ پريم چند سهڻو جوان آهي ۽ عمر اٽڪل ٢٣ ورهيہ اٿس، اڄ صبح جو هن جي ماءُ جا منهنجي سس ٿيڻ جي سڌ تي رکي، اٽڪل بہ ڪلاڪ اميءَ وٽ ويٺي هئي ۽ پاڻ ۾ ويٺي ڳالهيون ڪيائون."

"پوءِ؟"

"اوهو! تون برابر ڪن لايو پئي ٻڌين؟ تہ اها خبر مون کي ڪاڪي بولچند ڏني. شاديءَ جو فيصلو تي چڪو آهي، باقي ڳالهہ وڃي هيءَ بيٺي آهي تہ، شاديءَ ڏينهن مان بلو ساڙهي پائيندس يا سائي؟ ۽ ......"

"تون تہ ڏاڍي تڪڙي پئي وڃين!"

"تڪڙي؟ سو ڪيئن؟ تون ڪٿي ٻڌاءِ تہ ڊري ٿيڻ جو سبب ڪهڙو آهي. پريم ۽ مان هڪ ٻئي کي ڏاڍو پائٽڻ لڳنداسين، اسان ٻنهي جا مائٽ راضي آهن، باقي ..."

"۽ تون ائين ڪٿي ڪنهن سان شادي ڪنديئن؟"

"ائين جي معني؟ انهيءَ جو مطلب تہ سمجهاءِ."

"يعني هن کي پوري طرح سڃاڻڻ کان سواءِ؟ هن کي محبت ڪرڻ کان سواءِ؟"

"ها، پر مان تہ هن کي سڃاڻان. مان هن کي شرطن تي ڪين گڏي هيس؟ ۽ تنهن کان پوءِ بہ ڪيترا ڀيرا گڏيا ڪونہ آهيون" مون کي برابر هن سان محبت آهي. اجا ٿيو ڏينهن مون ماني ڪانہ کاڌي جو هن جو درشن ڪونہ ڪيو هوم ......"

"۽ هو؟"

"هو مون سان شادي ڪرڻ ٿو چاهي، انهي مان ظاهر آهي تہ هن جي بہ مون سان دل آهي." موهني تہ اها ڳالهہ هڪ عام رواجي طرح سان ڪري وئي، پر ڏنائين تہ انهيءَ ڳالهہ تان پدمٽيءَ جو منهن لهي

ويو. پنهنجي انهي ريت بڪ ڪرڻ تي هن کي ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ پيٽ ڏي جهڪي ڏاڍي پيار سان پڇيائين ته، ”چو، پدما، مون ڪا ناجائز ڳالهه ڪئي آهي ڇا؟

”نه ڪڪي نه، تو سچ چيو آهي. جڏهن ڪو محبت ٿو رکي ته اهو نيٺ شادي ڪرڻ ٿو گهري. محبت کي جاڳائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.“

موهنيءَ وري ٿوري بيپرواهيءَ سان چيو، ”محبت کي جاڳائڻ! پدما، محبت کي جاڳائڻ تمام سولي ڳالهه آهي. پر تو وانگر جي سدائين ڪنهن جي پيشانيءَ ۾ گهنڊ هوندا، اکيون اداس هونديون، چپ هميشه بند ۽ پيڙيل هوندا، جڏهن ڪو تو وانگر، سچو ڏينهن ڪنڊ ۾ ويهي پيو پهه پچائيندو ۽ خيال ڪندو، جڏهن ڪو کلڻ ڪُڏڻ جي بدران صبح کان سانجهين تائين ڪتاب ۾ منهن وجهيو ويٺو هوندو ۽ جڏهن ڪو جوانيءَ ۾ ئي پيرسن ٿي ويندو ته اهڙي ماڻهوءَ سان محبت ڪرڻ ئي مشڪل ٿيو پوي.“

پدمڻيءَ پنهنجو منهن ڪٽي جهڪايو ۽ ڪو جواب ڪونه ڏنائين، ۽ هن جا چپ ائين ڏڪڻ لڳا ڄڻ ته هوءَ پنهنجو روئڻ پئي روڪي. موهنيءَ تمام فڪر سان پڇيو، ”چو، پدما! مون وري توکي ڪو رنج پهچايو آهي ڇا؟ ايترو مون توکي انهيءَ لاءِ چيو ته ڏسان ته تو سان به ڪنهن جو پيار ٿئي، ڏسان ته چوڏاري توکي به محبت گهيري وئي آهي. ڏسان ته تون به ڪنوار ٿي آهين .... واهه! ڪهڙو نه مزو ٿئي جي پاڻ ٻنهي جي شادي هڪڙي ئي ڏينهن ٿئي؟“

”موهني تون پلي آهين. تون ٻارن وانگر پئي ڳالهائين مان سڄي عمر اڪيلي رهنديس.“

”نه، منڙي، نه. ائين هرگز ڪين ٿيندو. تنهنجو اهو خيال بلڪل ظالماڻو آهي. جي پريم هڪ محبوب انسان آهي ته، من هن کي ڪو پاءُ هجي. ڪهڙ ۾ ڪهڙ منهنجي ته اهائي اميد آهي.“

اوڏي مهل سندن ماءُ ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ٿي سندن ڪوٺيءَ ۾ آئي. موهنيءَ پڇيس، ”امي، ڪاڏي ٿي وڃين؟“

”امان مون کي ڪاڪي بولچند ۾ ڪو ڪم آهي.“

”اوهو، امي، ٻن ٽن ڏينهن کان وٺي تنهنجو ڪاڪي ۾ ڪهڙو

ڪم اچي پيو آهي."

"امان، انهي ڪم جي تـوکـي بـن ٽـن ڏينهن ۾ خبـر پئجـي ويندي. پدما، تون بہ مون سان گڏجي هل."

"۽، ڇا پدما کي بہ ڪاڪي سان ڪو ضروري ڪم آهي؟ امي، مان بہ هلان؟"

"موهني، تون ڇلولائي ڪڏهن ڇڏيندئين؟"

"اجهو امي، هاڻ سگهوئي، تون پاڻ ڏسندئين؟"

هن پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ لاءِ دروازو کوليو ۽ جڏهن هو در مان لنگهندي وٺائنس لنگهيون تڏهن پنهنجي منهن چوڻ لڳي تہ، اوهين پل لڪي لڪي ڳالهيون ڪريو، مان ائين ڀانئينديس تہ ڇڻ مون کي ڪنهن ڳالهہ جي خبر ئي ڪانهي.

پريم چند کي غور ۽ فڪر جي اصل عادت ئي ڪانہ هئي. غور ۽ فڪر لاءِ هن کي اصل وقت ئي ڪونہ هو. هن جو وقت پارٽين، ملاقاتن ۽ ٻين وندرن ۾ صرف ٿي ويندو ۽ هو شام جو اڪثر ڪري موهنيءَ جي صحبت ۾ گذاريندو هو. انهن ڪمن ۾ هو اهڙو مشغول رهندو هو جو ساري ڏينهن ۾ هن کي اڌ ڪلاڪ مس بچندو هو جو ماٺ ڪري ويهي. تنهن ڪري ڪنهن بہ هن کي فڪر يا خيال ۾ نہ ڏٺو هو. هن جي طبيعت نہ شهرت پسند هئي ۽ نہ هو ڪڏهن ڪنهن جي جهڳڙي ۾ پوندو هو بلڪ اهڙن معاملن کان هن کي نفرت هوندي هئي.

پر اڄ هو هٿ ۾ هڪڙو ڪتاب کنيو آرام ڪرسيءَ تي ائين ليٽيو پيو هو جو معلوم ٿي ٿيو تہ پڙهڻ جو پڪو ارادو اٿس. ڪتاب بہ مزيدار هو، پر عجب ڳالهہ اها آهي تہ، هو منجهيل ٿي ڏٺو. هن کي ڪو خيال يا ڳڻتي ويڙهي وئي هئي. ڪيتري دير گذري وئي پر هن هڪڙو ورق بہ ڪونہ ورايو، جو بہ سٽون مس پڙهيون هيائين تہ ايئن لڳس تہ، لفظ پيا ڊوڙن ڊڪن ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڦريو نيٺ نظر کان غائب ٿيو وڃن. اهڙي بي اختياريءَ جي عالم ۾ پريم ڀهريون پيرو خيالن جي ٿئين زمين جو سفر ڪيو.

"بابا بہ راضي آهي، ماسين مون کي آسيسون ڏياري موڪليون آهن، منهنجا يار دوست مون کي واڌايون پيا ڏين، منهنجا سچا دوست اها

ڳالهہ ٻڌي مون کي هٿ کان وئي ٽا لوڏين، تنهن ڪري سمجهڻ گهرجي تہ هيءَ مائٽي منهنجي لاءِ چڱي آهي. ۽ آءُ انڪار بہ نٿو ڪري سگهان. موهني آهي بہ تمام سهڻي. جڏهن هوءَ پنهنجيون شرير اکيون ڪوڙي مون کي ٽي ڏسي، جڏهن هوءَ کلي ٿي ۽ سندس ننڍڙا، اڇا ڏند نظر ٿا اچن تہ منهنجي دل چوندي آهي تہ،هن جو ننڍڙو، ناز ڀريو مٺو پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي رکو چمندو رهان. ۽ سندس طبيعت بہ ڪهڙي نہ چڱي آهي! هر وقت مرڪندڙ، هر وقت خوش، کل چرچي لاءِ تيار، جوشيلي، شوخي ۽ شرارت سان ڀريل. ڪڏهن اداس نہ ٿيڻ واري، بيشڪ، اسان ٻنهي جو جوڙو ٺهي ايندو. گنڀيرائي مون کي وڻي ئي ڪانہ... خاص انهن ماڻهن ۾ جن سان منهنجو پريم هجي. مون کي هميشہ ائين لڳندو آهي تہ گنڀير ماڻهن کي ڪو مرض لڳل آهي ۽ مرض بہ اهڙو جو نڪي مان سمجهي سگهان نہ جنهن جو ڪو علاج ڪري سگهان، ۽ ائين ڀيو پائيندو آهيان تہ مون کان ڪا چڪ ٿي وئي آهي، جنهن ڪري اڳلو اهڙو گنڀير ٿي ويو آهي. موهنيءَ جي ڀيڻ پدمڻيءَ جو ئي ڪٿي مثال وٺجي. منهنجي طبيعت هن جي گنڀيرائي ڏسي دهلجيو ۽ گهبرائجيو وڃي. جڏهن هوءَ منهنجي اڳيان ايندي آهي تہ منهنجي سڄي خوش مزاجي بند ٿي ويندي آهي، ۽ مرڪ جو تہ نشان ئي منهنجي چپن تي ڪونہ رهندو آهي. ڪٿي بهار جي موسم هجي تہ بہ مون کي سيءُ ڀيو چڙهندو آهي. ڪڏهن اهڙي همت ئي ڪانہ ٿيندي اٿم، جو چرچي طور ڪٿي موهنيءَ کي چوان تہ گنڀيرائي اسان جي عاشق مزاجيءَ جو لطف ئي ڪڍيو ڇڏي. ضرور هن بہ اها ڳالهہ سهي ڪري ورتي هوندي تہ مان ڏانهس ڪهڙا خيال ڀيو ڪريان، جو ڪڏهن ڪٿي مون سان ڳالهائيندي بہ آهي تہ اک ڪٿي مون ڏي ڏسي بہ ڪانہ. ڪڏهن منهن ڏئي مون سان ڳالهائي ئي ڪين ۽ جي ڪڏهن مان ڪٿي ڪو سوال بہ پڇانس تہ، ٿوري ۾ ٿورن لفظن ۾ جواب ڏيندي آهي. هوءَ سمجهي وئي آهي تہ هوءَ مون کي نٿي وڻي ۽ شايد هوءَ منهنجي حياتي مان ئي بيزار هجي تہ بہ ڪهڙو شڪ.

هوڏانهن موهني، هميشہ پيئي کلي. هوءَ اڃا عمر جي بہ ننڍي آهي. ڪڏهن مون سان ڪا سنجيدي ڳالهہ بہ ڪانہ ڪئي اٿس، ۽ جي سنجيدي ڳالهہ کي ڪنيون ڪري بہ ٿي تہ، ائين ڀيو لڳندو آهي تہ ڄڻ چرچو پيئي

ڪري. حقيقت تہ ائين آهي تہ مون کي ساٽس ڪا انڌي محبت بہ ڪانهي ۽ اهو تمام چڱو آهي. منهنجو خيال تہ اصل ڪان اهوئي آهي تہ زالن ۽ مڙس جي طبيعت پاڻ ۾ ملي اچي، ۽ بيو هي تہ محبت شروع ٿيڻ سان يڪدم پڙڪي نہ ڪائي پر آهستي آهستي وڌي. اسان جي بہ اهائي حالت آهي، انهيءَ ڪري منهنجي ۽ موهنيءَ جي شادي سياڳي ٿيندي. شاديءَ کان پوءِ مان ڪوشش ڪري موهنيءَ کي مان ٿي چار مهنا ڪيڏي ٻاهر وٺي ويندس تہ پدمنيءَ جي غمناڪ صحبت کان ٿورو پري رهي؟ هوءَ ٿيوبهين ورهين جي هوندي ۽ شڪل جي بہ سهڻي آهي. سندس اکيون ڏاڍيون اثرائتيون آهن ۽ ڏسڻ ۾ ڏاڍي شان مان واري آهي. جي ٿوري خوش هجي ها تہ، سندس بين خاصيتن سان گڏجي اها هن کي بلڪل لاثاني ڪري ڇڏي ها. مان شرط ٿو ٻڌان تہ هوءَ سڄي عمر ڇڙهي رهندي. شايد ڪو ڳجهو ڏک اٿس، شايد ڪو محبت جو معاملو آهي، شايد محبت ۾ ڪنهن ڌوڪو ڏنو اٿس؛ يا ڪنهن ساٽس حد بيوفائي ڪئي آهي، مان هن جي غم جو ڪارڻ سمجهندس. ڪڏهن وجهہ مليو تہ، موهنيءَ کان پڇندس تہ پدمني چو هميشہ اهڙي ملول آهي. مون کي سڌ آهي تہ موهنيءَ کي چاڪليٽ ڏاڍا وڻندا آهن. اسين جڏهن ٻيو پيرو گڏيا هئاسين تڏهن ٻڌايو هيائين تہ چاڪليٽ ڪهڙي مزي سان ڪائيندي آهي! ڪيئن اهي هن جي سنهن سنهن چپن ۾ گم ٿيو وڃن، ۽ جڏهن سڀ چاڪليٽ کپيو وڃن تڏهن ڪيئن ڪوڙ ڪيو ويٺي وات کي هلائيندي آهي؛ چڻ اجا پئي چاڪليٽ جو مزو وٺي. آه! ڪهڙي نہ پياري ڇوڪري آهي. هڪڙي ڏينهن ڪهڙي نہ دبيل آواز ۾ مون کي پئي چيائين تہ جڏهن وڄ چلڪندي آهي ۽ آسمان ۾ گوڙ ٿيندي آهي تڏهن مان ڊڄي ويندي آهيان، ۽ پنهنجو منهن وهاڻن ۾ لڪائي ڇڏيندي آهيان. وري بئي پيري ڪهڙي نہ شوق سان پي چيائين تہ مون کي هميشہ سرخي ريشمي ساڙهيءَ جي سڪ رهي آهي ۽ مان ضرور ڪڏهن نہ ڪڏهن اهڙي ساڙهي وٺنديس. جڏهن ٻارن وانگر ڪنهن بہ ڳالهہ جو فيصلو ٿي ڪري ۽ انهيءَ تي خوش ٿي ٿئي تڏهن ڪهڙي نہ پئي وڻندي آهي. اهڙن موقعن تي پدمنيءَ کان ڪل نڪري ويندي آهي؛ پدمني جا موهنيءَ جي اصليت کان ڪڏهن واقف ٿي نہ سگهندي.....“

اوچتو، ڪتاب پريم جي هٿ مان ڇڏائجي وڃي فرش تي پيو، ۽ پريم ڇرڪ ڀري سجاڳ ٿيو ۽ وائڙو ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو جڻ ڀاڻ ڪي ئي نٿو سجاڻي.

شام جو سج لهڻ تي هو تہ اوندهہ آهستي آهستي ملڪ کي ويڙهيندي ٻي وئي. پدمڻي مٽي ماڙيءَ تي هڪڙي ڪنهڙي تي نڪري بيٺي هئي ۽ ماڻهن، گاڏين ۽ موٽرن جي اچڻ وڃڻ جو ڇهڇٽو بيٺي ڏٺائين. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو جڻ هوءَ ڪنهن جو رستو پئي ڏسي ۽ ڪنهن لاءِ انتظار پئي ڪدي. اوچتو ئي اوچتو منهن ڳاڙهو ٿي ويس، پنهنجو سر جهڪايائين، پوءِ وري هن جو منهن ڦڪو ٿي ويو ۽ هوءَ پٺ ورائي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي آئي. منٽ کن کان پوءِ موهني دروازن کي ٺڪاءَ ڪرائيندي، ڪرسين کي ڪيرائيندي اندر گهڙي آئي.

”ديوي پدمڻي، تون هتي چا ٿي ڪرين؟ پڙهين ٿي چا؟“

”ها، مان پڙهان ٿي.“

”نڪري ڪنهڙي تائين وڃڻ جي بہ تو تڪليف ڪانہ ورتي؟“

”۽ جي ڪٿي تڪليف ورتي هجيم تہ؟“

”ڇڏ، ڇڏ! مٺي ڀڄاجيءَ کي بہ ٻيو وقت ئي ڪونہ ٿي سجهيو، جو هينئر آيو آهي. ڪپڙا چوندڻ لاءِ، لاچار مون کي هيٺ ترسڻو پيو، نہ تہ سچ ٿي چوان تہ سمورو وقت ٻي صبريءَ کان پٻي ڏڪي آهيان، جو منهنجي مرضي هئي تہ، مان هت، ڪنهڙي تي موجود هجان. ڪالهہ شام جو مون پريم کي چيو هو تہ، پنهنجو چاڪليٽي بليزر پائي 7 بجہ موٽر ۾ هتان لنگهي. هينئر تہ ست بہ لڳي ويا آهن ۽ پڳوان ڄاڻي تہ هتان لنگهيو يا نہ.“

”پريم چند پنهنجي موٽر ۾ هتان لنگهيو هو ۽ چاڪليٽي بليزر پيل هوس.“

”شاباس! ۽ توکي ڪيئن سڌ پئي؟ مون ڀانيو تہ تو پڙهيو وٺي؟“

”انهيءَ مهل مان ڪنهڙي تي هيس.“

”۽ تو هن کي سڃاڻي ورتو. تو جنهن اک کٽي بہ ڪيس ڪونہ

ڏنو آهي.“ عجب جي ڳالهہ آهي ...... هن تو کي نمسڪار ڪئي؟“

”ها؟“

”هٽ ڪيئن جوڙيئين؟“

”جيئن هميشہ جوڙيندو آهي.“

”۽ تو جواب ۾ ضرور سر جهڪايو هوندو.“

”ڇا؟ تو مون کي اهڙو بي اخلاق ڪري سمجهيو آهي جو مان سلام جو جواب بہ نہ ڏيان.“

”گهٽ ۾ گهٽ مرڪي تہ ضرور هونديئن.“

”نہ. مان مرڪي ڇاڻائين ڪين.“

”پدمڻي تون ڏاڍي ظالم آهين. ڪالهہ پريم بہ تنهنجون ڳالهيون پئي ڪيون؟

”ڇا تي ڇيائين؟ تہ مان ڏاڍي ظالم آهيان؟“

”نہ. بلڪ تنهنجي هميشہ ملول رهڻ جو سبب پئي مون کان پڇيائين. ۽ پڇيائين تہ اسان ٻنهي ڀينرن جي مزاج ۾ ايترو فرق ڪيئن پيو؟ تنهن تي گهڻي دير تائين مون تنهنجي ساراهہ پئي ڪئي. مون چيو تہ پدما مون کان وڌيڪ نيڪ، وڌيڪ شريف ۽ زيادہ تعليم واري آهي ۽ منجهس نقص فقط ايترو آهي جو هوءَ پنهنجي انهن گڻن کي لڪائي ٿي. پريم ڏاڍي ڌيان سان منهنجي ڳالهہ پئي ٻڌي. پوءِ مون کان پڇيائين تہ، پدمڻيءَ کي مون کان نفرت ڇو آهي.“

”نفرت؟“

”ها. هن اهوئي لفظ ڪم آندو، نفرت! ۽ سچ پڇين تہ هو چئي بہ سچ ٿو. تون ڪڏهن لاڙو بہ ڪونہ ٿي ڪرين پر انهي باري ۾ بہ مون تنهنجو پاسو ورتو ۽ چيومانس حقيقت ڪري پدما اوهان کي ڏاڍو ٿي ڀائيئين ۽ توهان لاءِ ڏاڍي عزت اٿس .....“

”موهني!“

مان ڇاڻان ٿي تہ ڪوڙ ڳالهاءِ. پر مون اهو انهيءَ ڪري چيو جو پريم جو توڏي تمام خيال آهي، هو توکي ڏاڍي عزت سان ٿو ڏسي. ڇو پدما، اها بي انصافي نہ آهي جو هن سان ڪنهن ڌارئي وانگي پيش ٿي اچين؟“

جواب ۾ پدما پنهنجون ٻانهون موهنيءَ جي ڳلي ۾ وجهي هن کي ڳلن تي چمي ڏني. ٿورو هٽڪي موهنيءَ ڏاڍي نيزاريءَ جهڙي آواز سان چيو ته، ”تون هن کي ذري به محبت نٿي ڏيکاري سگهين.“

پدمنيءَ اکر به ڪونه ڪڇيو ۽ اوچتوئي به قدم پٺتي هٽي وئي. موهني به ظاهري بيپرواهيءَ سان پنهنجا ڪلها ذوٽي ڳالهه ڦيرائي وئي، ۽ چيائين ته، پلا اهو ته ٻڌاءِ ته تون اڄ اسان سان هلنديئن يا نه؟“

”نه. مون کي مٿي ۾ سور آهي، تون انهيءَ سان گڏجي هلي وڃجانءِ.“

”هميشه وانگر؟ ٺهيو وقت گذري ويندو.“

”پريم چند سان گڏ ٿي وڃين؟“

”نه هن کي لاج ۾ وڃڻو هو جتي اڄ سندن ڪميٽيءَ جي ميٽنگ آهي. ۽ هن جي غير حاضريءَ جو وجهه وٺي مان اڄ ڪاڪي بولچند جن سان گڏجي ساوتريءَ جي شاديءَ تي ٿي وڃان، سڄي رات اتي هونديس.“

”ساوتري جن سان ته پريم جي پوئي ڪانه. تنهنجو وڃڻ هو دل ۾ ڪري ته؟“

”ته تمام چڱو. هينئر ئي ڪان وٺي مون کي آزادي ڏيڻ سکي ته چڱو. منهنجي مرضي نه آهي ته مان ڪا مٿي تي چاڙهيانس ۽ خراب عادتون وجهانس.“

”ڏسجي ٿو ته تنهنجي هن سان تمام ٿوري محبت آهي.“

”نه. تمام گهٽي. پر پنهنجي نموني. هاڻ مون کي ڪپڙا مٽائڻ لاءِ وڃڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ اڌ ڪلاڪ ته لڳي ويندو.“

پدمني در تي بيهي انهيءَ گاڏيءَ جي ڦيٿن جو آواز ٻڌڻ لڳي جنهن ۾ ماٽس ۽ پيٽس شاديءَ تي چڙهيو پي ويون. پاڻ اڪيلي رهجي وئي- بلڪل اڪيلي- جيئن هوءَ هميشه رهندي هئي. ننڍپڻ ۾ جڏهن هن سان ڪو سختي يا بي انصافي يا بدسلوڪي ڪندو هو ته هوءَ پنهنجي هنڌ ۾ گهڙي، لڪي، آهستي آهستي پٽي روئندي هئي. اها عادت اڃا هن مان وئي ڪانه هئي. پنهنجي سهٽي ڊرائنگ روم ۾، هوءَ

اڪيلي رهجي وئي. سندس ٻئي هٿ بيڪار پاسي کان پيا هئا: هن جو مٿو ڪرسيءَ جي پٺ تي ڪريل هو، هن جي چهري تي سخت غم ڇانيل هو، جنهن مان زبردست اندروني ڇڪتاڻ ظاهر هئي، ۽ حقيقت ۾ اها آهي تہ انهيءَ اڪيلائيءَ ۾ غم جو هڪڙو احساس هن کي ويڙهي ويو هو. اها ڳالهہ جنهن جو هن دل ۾ انهيءَ ڏينهن کان پي انڪار ڪيو، اها هينئر، صاف صاف هن جي نظر اڳيان آئي.

ڪنهن جي پيرن جو ڪڙڪو ٻڌي هوءَ ڇرڪ پري اٿي. اهو پريم هو. پدمنيءَ کي اڪيلو ڏسي هو البت هٻڪجي بيٺو. پر پوءِ اهو خيال ڪري تہ شايد گهر وارا اجهوئي موٽي ۾ هوندا، اڳتي وڌيو. پدمني گهبرائي اٿي کڙي ٿي.

”پدمني، نمسڪار!“

”نمسڪار!“

ٻنهي کي مونجهارو وٺي ويو هو.

پريم پنهنجي دل ۾ چيو، ”ڙي رام! پدمني ڪهڙي نہ عجيب ڇوڪري آهي!“ وچ ۾ پدمنيءَ پنهنجو پاڻ سنڀالي ورتو. هن جي شڪل تي هاڻ مونجهاري جو ڪو نشان ڪونہ هو، ۽ پريم کان ٿورو پريرو ٿي وڃي هڪڙي ڪرسيءَ تي ويٺي.

”امي چڱي ڀلي آهي؟“

”ها، شڪر آهي.“

”۽ موهني؟“

”اها بہ تمام چڱي ڀلي آهي.“

پوءِ وري ٻئي ماٺ پئجي ويا. پريم جي دل ۾ هڪ عجيب قسم جي خوشي پيدا ٿيڻ لڳي جنهن سان ڪجهہ ناراضپو بہ گڏيل هو. پڇيائين تہ، ”موهني ڪنهن ڪم ۾ رڌل آهي ڇا؟“

پدمني بي آراميءَ کان البت ڏڪڻ لڳي، پر جلدئي پنهنجي بي آراميءَ کي لڪائيندي جواب ڏنائين، موهني اميءَ سان گڏجي ساوتريءَ جي شاديءَ تي وئي آهي.“

هاڻ جيئن تہ، پدمني اڪيلي هئي، پريم پاڻ تي فرض سمجهيو تہ هن وٽ ڪجهہ وقت ويهڻ گهرجي، متان هوءَ ائين سمجهي تہ

بيون ڪينهن تہ هي مون وٽ ويهڻ نٿو گهري. پر انهيءَ خيال اچڻ شرط سندس دل ۾ اتهين پڇي نڪرڻ جو خيال آيو، پر هو ويٺو رهيو. نيٺ هن پنهنجي ڪمهلي اچڻ جو سبب ڏيڻ جي ارادي سان چيو، "ان ائين اچي نڪتس جو لاج ۾ ميمبرن جو تعداد گهٽ هو ۽ ميٽنگ مهمل ٿي وئي."

"موهنيءَ کي اوهان جي اچڻ جي اميد نہ هئي، انهيءَ ڪري هو هلي وئي، نہ تہ ....."

"پريم ڳالهہ ڪپي چيو، "ڪا حرڪت ڪانهي. تون ڪونہ وئيئن؟"

"نہ، مان نہ ويس. شادين وغيره سان منهنجي پوئي ڪانہ."

"تون ڪتابن پڙهڻ ۾ وڌيڪ مزو ٿي سمجهين."

"ها تمام وڌيڪ."

"پر ايتري پڙهڻ ڪري تنهنجي صحت کي جوکو ڪونہ رسندو؟"

"صحت کي ڇو جوکو رسندو؟ منهنجي صحت تمام چڱي آهي. مان بلڪل تندرست آهيان. منهنجين اکين جي نظر اچا ذري ڪانہ گهٽي آهي." ائين چوندي ئي پدمڻيءَ پنهجيون اکيون کڻي پريم ڏي ڏٺو.

پريم جي دل ۾ خيال آيو تہ، ڪهڙيون نہ سهڻيون اکيون آهن! پر ڪيفيت کان خالي آهن. ۽ ڏاڍيان چيائين تہ، منهنجو مطلب آهي تہ ......

"اخلاقي نقصان؟ منهنجو اهو خيال نہ آهي. جيڪي ڪتاب مان پڙهندي آهيان انهن مان منهنجي دل کي آرام ٿو اچي."

"ڇا؟ هن ئي وهيءَ ۾ تنهنجي دل کي آرام جي ضرورت آهي."

"هر ڪنهن کي دل جي آرام جي ضرورت آهي،" پدمڻيءَ جو آواز ملول ۽ سنجيدو هو، ۽ پريم کي انهيءَ مان لطف پي آيو. هن کي ائين ٻي لڳو ڄڻ تہ اهو آواز پهريون پيرو پيو ٻڌي، هن پاڻ کي هڪڙي اهڙي زال جي سامهون ٻي سمجهيو جنهن سان هو اڄ تائين ناواقف هجي، ۽ هڻ پنهنجي هڪڙي هڪڙي اشاري، هڪڙي هڪڙي لفظ سان هن

تي غالب پوندي ٿي وئي. پدمٽيءَ جو حيا ۽ بيپرواهي بہ موڪلائي رهي هئي. هن هاڻ پريم سان مرڪي مرڪي، هن ڏي ڏسي ڏسي هڪڙي دوستاڻي طريقي سان پي ڳالهايو.

پريم چيو، ”جڏهن مون کي ڪو ڪتاب وڻندو آهي تہ ضرور مون کي انهي ڪتاب لکندڙ سان ملڻ جي سڌ ٿيندي آهي تہ ڏسان تہ ڪهڙي نموني جو ماڻهو آهي، تہ ڏسان تہ هن بہ ڪي تڪليفون سٺيون آهن، ڪا محبت ڪئي اٿس، ڪا ......“

”پر اهو صحيح ڪرڻ تہ شايد مشڪل آهي. مصنف پنهنجي محبت جو ڪڏهن بيان ڪونہ ڪندا آهن، هميشہ ٻين جون آکاڻيون لکندا آهن.“

”شايد عزت جي خيال کان.“

”نہ، رشڪ جي خيال کان. ڇو تہ اهڙا مثال بہ موجود آهن جو محبت ڪرڻ وارن پنهنجي محبت کي دل ۾ لڪائي رکيو آهي.“

انهي ڳالهہ ڪندي پدمٽيءَ جي آواز ۾ ڪو ڦير ڪونہ پيو. هن جي شڪل تي هڪ اهڙي قسم جي آزاد خيالي، ۽ انهيءَ جو نمونو ايتري قدر سادو ايترو پاڪ ۽ ايترو دل ۾ چڀندڙ هو جو پريم هن کي محبت تي ايتري خاطريءَ سان بحث ڪندي ڏسي ڪوبہ عجب محسوس نہ ڪيو، هاڻ تہ هن کي ڪنهن بہ ڳالهہ تي عجب نٿي لڳو. هن کي هر ڪا ڳالهہ قدرتي ۽ معمولي ٿي لڳي، ايتري تائين جو، اڄ جو هو پدمٽيءَ سان اڪيلو ويٺو هو، اها بہ هن کي عام رواجي ڳالهہ ٿي لڳي. جڏهن هو وڃڻ تي هو تڏهن انهن هڪ ٻئي ڏي چتائي نهاريو ڇڻ هو خاطري ڪرڻ ٿا چاهين تہ هو وري ڪڏهن گڏيا تہ هڪ ٻئي کي سڃاڻندا، پدمٽيءَ پنهنجو هٿ ڊگهيري هن کي ڏنو ۽ پريم اهو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي انهيءَ تي ٿورو نوڙيو..... هو هليو ويو ۽ اک ڇنڀ ۾ دروازي جو طاق انهن ٻنهي جي وچ ۾ پئجي ويو.

جڏهن پدمٽيءَ جي حاضري ۽ گفتگو جو جادو لٿو تہ پريم پنهنجي دماغ ۾ عجيب خيال محسوس ڪرڻ لڳو. هن کي خبر ئي نٿي پيئي تہ موهنيءَ بابت ۽ پنهنجي بابت ۽ ٻنهي جي ايندڙ زماني بابت ڪهڙو خيال ڪري.

پدمڻي خوش هئي، نهايت خوش! خوشيءَ جي جوش کان پنهنجي وهاڻي ۾ منهن لڪائي اڇنگارون ڏئي زار زار پي رني.

ٽي مهنا گذري ويا هئا پر موهنيءَ جي شادي وئي مهمل ٿيندي. سندس ماءُ جنهن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي نٿي آئي تنهن ذري ذري پي موهنيءَ کان پڇيو ته ڇو اڃا ڪا تاريخ مقرر ڪرڻ نٿي ڏين. پر موهني هميشه اهوئي جواب ڏيندي هئي ته، ماڻ اڃا خيال ڪرڻ ٿي گهران، پريم جي مزاج کان اڃا ٿورو وڌيڪ واقف ٿيڻ ٿي گهران.

حقيقت هيئن هئي ته موهنيءَ جي مغز ۾ ڪو خيال اڇي پيو هو. اگرچه هن جي هلڻ، چلڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ، اٿڻ ويهڻ ۾ اها ساڳي حرڪت، اها ساڳي خوش مزاجي، اها ساڳي شرارت موجود هئي، تنهن هوندي به پنهنجي پيٽ جي طبيعت کي جانچڻ ۽ پريم جي لفظ لفظ کي غور ڪري ٻڌڻ جي ڪوشش، هن جي خوش مزاجيءَ تي ڪڏهن ڪڏهن ڇنڊو وجهي ڇڏيندي هئي. موهنيءَ هيڏانهن هوڏانهن خيال جي نظر ڊوڙائي، هن کي ڇوڌاري عجيب و غريب واقعا نظر آيا. پريم ۾ اها زنده دلي ڪانه هئي جا هميشه هن جي طبيعت ۾ موجود هوندي هئي. هو اڳي جيترو ڳالهائيندو ڪين هو، البت فڪر ۾ مبتلا ڏسبو هو. گهڻيون ئي ڳالهيون جن ڏي هن جو اڳي لاڙو هوندو هو اهي هن کي هاڻ مزو ڪونه ڏينديون هيون. ڪڏهن ته گهڻي ڪوشش ڪري پاڻ تي ضابطو ڇمائي اڳي وانگر خوش مزاج ۽ کل مکڻو ڏسبو هو، پر اها حالت گهڻو جٽاءُ نه ڪندي هئي. ڊونگ ڪرڻ ته هن کي ايندو ئي ڪونه هو، تنهن ڪري جلدئي پڌرو ٿي پوندو هو ۽ هن جي دلي حالت سندس اکين مان ظاهر ڏسڻ ۾ ايندي هئي.

پراڻي پدمڻيءَ جي بدران هاڻي هڪڙي ٻي ئي آرام ۽ بيقرار پدمڻي هئي، جا ڪڏهن ته بي آرامي کان موهنيءَ کي پاڻهي اڇي پاڪر پائي ڇميون ڏيندي هئي ته ڪڏهن ڪلاڪن جا ڪلاڪ منهن ئي ڪين ڏيکاريندي هئي. هن جي شڪل اڪثر جوش کان ڳاڙهي ٿي ويندي هئي ۽ سندس اکين ۾ شعلا پيا چمڪندا هئا. هن جو آواز ڪڏهن گهرو ۽ اثرائتو هوندو هو، ته ڪڏهن خشڪ ۽ مثل پيو ٻڌبو هو. سندس هٿ پيا ڏڪندا هئا. رات جو هن کي ننڊ ڪانه ايندي هئي

۽ ڪيترا پيرا رات جو موهني روئڻ جو آواز ٻڌندي هئي. ۽ جي ڪڏهن هن کان انهيءَ لاءِ سبب پڇندي هئي تہ هوءَ انڪار ڪري ويندي هئي ۽ ڪڏهن ڪانہ ٻڌائيندي هئي.

جڏهن پريم ۽ پدمڻي گڏيا هئا... ۽ اهو اتفاق هاڻ روز ٿيندو هو- تہ هنن جي ڦريل حالت نظر ايندي هئي؛ بحث مباحثو گهٽ هوندو هو، جواب ترت ڏنو ويندو هو ۽ اهو اڪثر مبهم؛ ذري ذري نگاهون پيا ونديندا هئا، ڪڏهن تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ هڪ ٻئي سان ڪونہ ڳالهائيندا هئا؛ پر تنهن هوندي بہ هڪڙو ٻئي جي هرهڪ اشاري کي پيو جانچيندو هو. ڪڏهن هڪ ٻئي کي ويجهو ڪونہ ويهندا هئا، تڏهن بہ پريم ڪنهن حيلي سان انهيءَ شيءِ يا انهي ڪتاب کي هٿ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هو جو پدمڻيءَ چميو هجي. ڪڏهن تہ پدمڻي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري ويندي هئي تہ پريم جون اکيون ڦريو ڦريو وڃيو در ۾ لڳنديون هيون، تہ ڪڏهن ٿي اچي، ۽ موقعي تي سوالن جا جواب بہ بي خياليءَ سان ڏيندو هو. ڪڏهن تہ وري پدمڻيءَ جي اچڻ کان پنجن منٽن کان هو ماٺ ڪري هليو ويندو هو. پدمڻيءَ جو چهرو ويو ڦڪو ٿيندو ۽ سندس اکين جي چوڌاري ڪاراڻ چڙهندي ٿي وئي. نيٺ هن اڪيلائي اختيار ڪئي ۽ هر روز شام جو پاڻ کي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري ڇڏيندي هئي ۽ غم جي طوفان کي روڪڻ جي ڪوشش پئي ڪندي هئي، پر هن کي ڪنهن بہ طرح آرام ڪونہ ايندو هو، ۽ پئي ڦٿڪندي هئي.

هڪڙي ڏينهن شام جو موهني پدمڻيءَ جي ڪوٺيءَ ۾ وئي ۽ چوڻ لڳي تہ، پدما، مون تي هڪڙو احسان ڪنديئن؟

پدمڻيءَ پڇيو تہ، ڪهڙو؟

موهنيءَ چيو، مون کي ڪجهہ لکڻو آهي ۽ پريم ٻاهر اگڻ ۾ اڪيلو ويٺو آهي. جيسين مان لکي وٺان. تيسين تون هن کي وڃي وندرائينديئن."

"پر مان........"

"تون اتي بند ويهڻ تي چاهين؟ ڇا توکي هن قيد ۾ ويهڻ مان ايتري خوشي ٿي حاصل ٿئي جيتري مون تي احسان ڪرڻ مان ٿيندي؟"

”چگو، پر تون ايندئين تہ جلدي نہ؟“

”ها، ها، مون کي چار پنج سئون مس لڪٽيون آهن.“

پدمٽي پنهنجي ساري همت مٺ ۾ ڪري اگهڻ ۾ نڪتي ۽ اچي باهر بيٺي. پريم پي پسار ڪيو. هوءَ اڳتي وڌي ۽ ڌيمي آواز سان چيائين تہ، موهنيءَ مون کي موڪليو آهي.

”تڏهن تون لاچار آئي آهين؟“

”لاچار؟ نہ.“

پدمٽيءَ جو سڄو جسم ڏڪي ويو، پريم تمام ويجهو بيٺو هو ۽ هن جو چهرو محبت جي جوش کان ڀي ڀريو.

”پدمٽي، مون توکي ڇا چيو آهي جنهن تي تون مون سان ڪاوڙي آهين؟“

پدمٽيءَ ڌڄي معمولي طور چيو، ”اوهان مون کي ڪي ڪين چيو آهي. مون کي اوهان تي ڪاوڙ ڪانهي. پر مون ڏي ائين نہ ڏسو.“

”پدمٽي، اڙي پدمٽي، توکي خبر آهي تہ مان توسان ڪيتري محبت ٿو رکان ...... تہ مان توتي ڇريو آهيان ....“

”خاموش! پريم، ڀڳوان جي نالي ماٺ ڪر! جي موهني ٻڌي وٺندي تہ ڇا چوندي!“

”مون کي موهني سان محبت ڪانهي. مون کي توسان محبت آهي. مان ڀليو هوس.....“

”اها نالائقي آهي.“

”ها، مان ڄاڻان ٿو اها نالائقي آهي، پر منهنجي توسان محبت آهي .... مان ڪٿي.... “

موهني ٻئي دروازي کان ايندي پريان رڙ ڪري چيو، ”چگو! چگو! اوهان پاڻ ۾ صلح ڪري ورتو؟“

پر انهيءَ جو ڪجهہ جواب ڪونہ مليس. پدمٽي پنهنجو منهن پنهنجن هٿن سان لڪائي هلي وئي ۽ پريم اتي ماٺ ڪري بيهي رهيو، ڄڻ انهي ٺڪر تي ڄمي ويو هجي.

موهنيءَ چيو، ”پريم!“

”موهني!“

”ڇا ٿيو؟“

”ڪجهہ ڪين. مان وڃان ٿو.“

ائين چئي موهنيءَ کان موڪلائڻ ڪانسواءِ هو هلندو رهيو. هن جي چهري ڪي مايوسي گهيري وئي هئي. موهني خيال ۾ پئجي وئي ۽ هن کي ويندو ڏسندي رهي جيسين هن جي نظر کان غائب ٿي ويو.

موهني پاڻ سان ڳالهائيندي چيو تہ، هڪڙي هتي بيقرار آهي تہ ٻيو هتي بي آرام. اڳي ڇا هو ۽ هينئر ڇا آهي. بس هاڻ مون کي هن معاملي ۾ دخل ڏيڻ کپي.

انهيءَ رات موهنيءَ پنهنجي ماءُ کي چيو تہ پاڻ پريم سان شادي ڪان ڪندي ۽ انهي لاءِ ڪي سبب بہ پيش ڪيائين.

ماڻس ڪند ڌوڻي چيو، ”نہ، امان، اهي سبب اجايا آهن.“

”تہ ڇا، توهان جو مطلب آهي تہ مان ٿي صفائي صفا ڪولي چوان تہ مون کي پريم نٿو وڻي ۽ انهيءَ سان مون کي شادي ڪرڻي ڪانهي.“

”ها، گهڻ ۾ گهڻ اهو جواب صفا نہ آهي. پر اهو تنهنجو وهم آهي. پريم کي توسان گهڻي محبت آهي.“

”هو پنهنجي دل کي دلاسو ڏئي ڇڏيندو“.

”اوهين ٻئي شاديءَ جو انجام ڪري ڇڪا آهيو.“

”اسين پنهنجا انجام موٽائي وٺي ٿا سگهون. اسان جو زمانو آزادگيءَ جو زمانو آهي، جنهن ۾ ڪو ڪنهن کي شادي ڪرڻ لاءِ زور نٿو ڪري سگهي.“

”دنيا ڇا چوندي؟“

”امي، ذرا دنيا جي معنيٰ تہ ٻڌائجو.

”ماڻهو.“

”۽ اهي ماڻهو ڪهڙا؟ مان تہ انهن کي ڪونہ سڃاڻان، ۽ مان انهن ماڻهن جي ڪري پنهنجي خوشي قربان ڪرڻ نٿي چاهيان.“

”موهني تون ڏاڍي خوفناڪ ڇوڪري آهين. ڀلا مان پريم کي ڇا چونديس.“

”جيڪي وڻئي سو چئو. پوءِ منهنجي ماءُ ڇا لاءِ ٿي آهين.“

”ها امان، مان ماءُ رڳو ايتري لاءِ ٿي آهيان تہ تون وڃ ڏاهيندي ۽ مان وڃان ٺاهيندي. پريم هن کي پنهنجي سخت بي عزتي ڪري سمجهندو.“

”مان ٿڪي پيئي آهيان. توهين هن کي تمام نرمي ۽ خوش خلقيءَ سان سمجهائي ٿا سگهو. سامهون توهين مون کي جيترو بہ برو ٺهرايو تہ اوهان کي موڪل آهي. توهين چئي سگهو ٿا تہ، موهني متوالي مزاج جي آهي، بي سمجهہ ۽ بيوقوف آهي؛ چئي ڏجوس تہ هوءَ نهايت نڪمي زال ٿيندي، هن ۾ ڪو فهم ڪونهي ڪا غيرت ڪانهي ۽ موهني پيٽ ۾ هن جي پيڙ .....“

”پيڙ؟ موهني هوش ڪر، هوش ڪر!“

”ڇو؟ اوهين ڏاڍي سولائيءَ سان ائين چئي ٿا سگهو، حال تہ پريم ۽ پدمني هڪ ٻئي کي ويجها ٿيا اچن، پر مون کي پڪ آهي تہ جي هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا تہ ضرور هڪ ٻئي کي گهٽو پائيندا. ۽ وري دنيا بہ ان جي ساراهہ ڪندي تہ توهان پهرين وڏي ڌيءَ جي شادي ڪرائي.“

”سچ آهي تہ ......“

منهنجي شادي ڪا رهجي ويندي ڇا؟ منهنجي عمر ئي ڪيتري آهي، ارڙهن ورهيہ! اڃا مان آزاديءَ جو مزو وٺڻ ٿي چاهيان. اڃا ڪي بہ ٽي سال وڌيڪ مان پنهنجي منڙي امڙ سان گذارڻ ٿي چاهيان.“

ماءُ محبت مان ڌيءَ کي ڳلي لائي بہ ٽي چميون ڏنيون ۽ چيائين تہ، موهني تون ڏاڍي حرڪتڻ آهين.“

”تہ، امي چئبو تہ پاڻ هڪ ٻئي کي سمجهي ويونسين؟ هاڻ اوهين اها بري خبر پريم کي تمام نرميءَ سان ٻڌائي ڇڏجو ۽ چئجوس تہ اوهان کي اميد آهي تہ هميشہ هميشہ رڻ ۾ دوستن وانگر ٺهيا ايندا سين ۽ ملندا رهنداسين. ۽ جي هنن ٻن کي پاڻ ۾ محبت آهي تہ اسان جي دوستي ضرور قائم رهندي.

”پر موهني توکي پڪ آهي تہ سڄو قصو ائين سانت سانت ۾ فيصل ٿي ويندو. تون ڄاڻي ٿي تہ، مان لڙائي جڳهڙي کان ڏڄندي

آهيان“.

”ها، ڙي منهنجي بي اعتبار امي، ها، مان اوهان کي پنهنجي وسيع تجربي جي آڌار تي خاطري ٿي ڏياريان تہ، اوهان کي ڊڄڻ جو ڪو سبب ڪونهي. پريم هڪڙو شريف انسان آهي ۽ خبر پيس تہ منهنجي ساڻس محبت ڪانهي تہ هو مون کي شادي ڪرڻ لاءِ هرگز ڪين چڪيندو.

”پر جا ڳالهہ مون کي اصل ناممڪن پئي لڳي، سا پدما جي.“

موهنيءَ فيلسوفاڻي انداز سان جواب ڏنو، ناممڪن کان وڌيڪ ممڪن ڪا شيءِ دنيا ۾ ڪانهي.

”امان، اڄ تون پدما واريون ٻوليون پئي ٻولين. ٺهيو هاڻ، هن بحث کي ڇڏي ڏي، هن معاملي کي هاڻي وقت ئي ٺاهي سگهندو. اها حقيقت جا ڪڏهن قرٽي نہ آهي، اها هيءَ تہ تون چري آهين.“

”۽ متوالي مزاج جي.“

”بي سمجهہ ۽ بيوقوف.“

”۽ وهمي ۽ ٻيو بہ جيڪي اوهان جي دل ۾ اچي سو مان ٿيڻ لاءِ تيار آهيان ۽ جيڪي چئو سا مان آهيان. چگو، امي، چئو اجا ڪي وڌيڪ بہ چورڻ چاهيو ٿا؟“

ماءُ، ڌيءَ جو منهن چمي چيو، ”نہ، امان هاڻ پل وڃي سمهہ. شل پڳوان رکي وٺئي.“

”مهرباني، امي، مان اوهان جي ڏاڍي شڪر گذار آهيان.“

ماءُ دل ۾ چيو، ”ائين ڳالهہ ٺهي بہ ٿي. سچ پچ موهني اجا تمام ننڍي آهي. ننڍپڻ جي شادين جا نتيجا اسين روز پيا ڏسون. پڳوان اسان کي انهن کان بچائي. ها، ائين ڳالهہ برابر ٺهي ٿي اچي.“

موهني، ويندي ويندي هڪ ساهہ کڻي چيو، ”اُف! اميءَ کي يقين ڏيارڻ ۽ پنهنجي ڳالهہ تي اٽڻ لاءِ مون کي ڪيترو فريب، ڪيتري ائڪٽنگ ڪرڻي پئي آهي. پر ڪهڙي نہ شاندار فتح آهي. محبت جي فتح نہ ئي سهي، هيءَ موهنيءَ جي فتح تہ آهي.“

پنهنجي ڪوٺيءَ ڏي ويندي موهني پنهنجي پيڻ جي ڪوٺيءَ

وٽ ترسي، ۽ دروازي سان ڪن لائي ٻڌڻ لڳي. ذري ذري اندران گهٽيل آهن جو آواز پئي آيو. ويچاري پدمٽي، پنهنجي پيءُ سان وفادار رهڻ لاءِ پنهنجي دل جو آرام ۽ سک ڦٽائي رهي هئي.

موهنيءَ دروازي جي ڪڙي کنڊي کي ايئن نوڙي چاه مان چمي ڏني جڻ پنهنجي پيءُ جي پيشاني پئي چمي، ۽ آهستي آهستي چپن ۾ چيائين ته "سمهي پئو، پياري پدما، سمهي پئو. پنهنجي دل کي تسلي ڏي، ۽ آرام ڪر. مون اڄ تنهنجو ڪم ٺاهي ڇڏيو آهي." ۽ وڏي دل واري موهني پنهنجي پيءُ جي خوشيءَ جي خيال ۾ آرام سان سمهي پئي.

برابر. وقت، نيڪ دل ۽ دانشمند، پڌي وقت پنهنجو ڪم ڪيو. سگهوئي پريم ۽ پدما جي شاديءَ جو ڏينهن به اچي مقرر ٿيو. موهنيءَ پاڻ فيصلو ڪيو ته پاڻ گهوٽ جي سالي، ٿي سڀ ساٿ سڳڻ ڪندي. پريم کان پڇڻ لڳي، "تون شادي جي ڏينهن مون کي چاڪليٽ جون گهٽيون پيتيون وٺي ڏيندين، پدمٽي ۽ پريم موهنيءَ جي انهن ٻاراڻين ڳالهين ۽ ظاهري خوش مزاجيءَ تي کلي ڏنو. پئي هن کي ڏاڍو گهٽو ٿا پائيندن ۽ موهنيءَ کي پنهنجي قسمت جو چمڪندڙ ستارو ڪري ٿا سمجهن.

# ڏٺي مکياري ●

نورالدين پنهنجي پيءُ کي بلڪل خاطريءَ سان چيو، ” مون جيڪي پئرس کان لکيو هو، هاڻ بہ اها ئي ڳالهہ ٿو ڪريان تہ آءٌ هرگز هرگز انهي لاءِ تيار ڪين آهيان، تہ ڏسڻ وائسڻ کان سواءِ ڪنهن سان شادي ڪريان. جي اوهين منهنجي شادي ڪرائڻ ٿا گهرو تہ منهنجي منگ مونکي ڏسڻ ڏيو ۽ انهي سان بہ ٿي منٿ ويهي ڳالهيون ڪرڻ ڏيو.“

” پر نيٺ انهيءَ مان فائدو ڪهڙو؟ تنهنجو مطلب اهو آهي ڇا تہ جي ڇوڪريءَ جي صورت شڪل چڱي نہ آهي تہ تون شادي ڪرڻ کان انڪار ڪنديئن؟ ائين هرگز ٿي نٿو سگهي. جڏهن سيئي ڳالهيون ٻوليون ٿي چڪيون آهن، جڏهن سڄو معاملو فيصل ٿي چڪو آهي ۽ توکي ضرور شادي ڪرڻي بہ آهي تہ انهيءَ ضد ڪرڻ مان فائدو ڪهڙو؟“ نورالدين جي پيءُ اها تقرير پوري مس ڪئي هئي تہ مٿان انهيءَ جي ماءُ اچي وئي ۽ نورالدين کي هڪڙي جي بدران ٻن سان بحث ڪرڻو پيو. ” ڏسجي ٿو تہ ٿي سال فرانس ۾ رهي تون پنهنجي قوميت ۽ پنهنجي مذهب کان بہ موڪلائي آيو آهين؟“ اهو جملو هن جي ماءُ ڳالهہ ۾ ڳالهہ ڪندي چيو.

” نہ، امان ،“ نورالدين چيو، ” اهو ناممڪن آهي. آءٌ پڪو مسلمان آهيان. ۽ پڪو سنڌي آهيان. نہ مون مذهب ڇڏيو آهي ۽ نہ پنهنجي قوميت. آءٌ تہ پنهنجي اسلامي حق تي پيو وڙهان، تہ جنهن سان منهنجي شادي ٿيڻي آهي انهي کي آءٌ ڏسان ......۽ جي پسند نہ اچيم تہ انهي سان شادي نہ ڪريان.“ ماٿس ڇڙ جملو پورو ڪندي چيو.

نورالدين وري خاطريءَ سان جواب ڏنو تہ، نہ تہ ٻيو ڇا؟ ماٿس شوخ ٿي چيو، ” توکي خبر آهي تہ تنهنجي منگيندي ڪنهن جي ڌيءَ آهي؟ هوءَ جامع مسجد جي نائب الشيخ جي نياڻي آهي ۽ شرافت

● هيءَ آکاڻي ماهوار ”سنڌو“ رسالي جي اپريل 1933ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

عزت ۽ آبرو توڙي خانداني لحاظ کان هو پاڻ کان گهڻو بهتر آهن. انهن ڏي بہ ڏس ۽ پاڻ ڏي بہ ڏس. گورنمنٽ جي پيسن تي اسڪالرشپ کڻي يورپ ۾ تعليم حاصل ڪري انجنيئر ٿي آيو آهين، تہ هتي جو ڪو ماڻهو تنهنجي ليکي ۾ ئي ڪونهي."

" توهين جيڪي چئو ٿا سو سڀ سچ آهي پر انهيءَ جي معنيٰ اها تہ ڪانهي تہ انهي لحاظ کان آءٌ پنهنجا حق ڇڏي ڏيان." " پر آءٌ تہ شاديءَ جي ڳالهہ پڪي ڪري چڪي آهيان ۽ پڌري وغيره بہ ٿي چڪي آهي، مٺايون ورهائي وياٺا آهيون، ۽ هاڻ ڪنهن بہ حالت ۾ هيءَ مائٽي آءٌ ٽوڙي نٿي سگهان." " تہ آءٌ وري ڪڏهن ٿو چوان تہ مائٽي ٽوڙيو؟ مون کي تہ پاڻ اهو رشتو اکين تي آهي." اهي لفظ بڌندي پيٽس چيو تہ، پوءِ اهڙيون آڏيون ابتيون ڳالهيون ڇو پيو ڪرين. تون اهو رشتو پئرس کان منظور ڪري موڪليو هو، نہ تہ اسين ايتري قدر وڃون ڇو ها؟

مطلب تہ اهڙي طرح جو بحث گهڻي دير تائين هليو پر انهي جو نتيجو ڪي بہ ڪين نڪتو. ماءُ گهڻي ڪوشش ڪئي تہ نورالدين پنهنجي ضد تان لهي، پر اجايو. هيڏانهن نورالدين بي حد ڪوشش ڪئي تہ سندس ماءُ هن جي منگينديءَ جي مائٽن کي چوائي موڪلي تہ منهنجو پٽ پنهنجي منگ سان ملي انهيءَ سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ٿو گهري پر بيڪار. ماءُ کي پنهنجي ڳالهہ تي ضد هو ۽ هن پاڻ جهڙين ۾ ڏٺي ٽيڻ نہ ٿي گهريو، هن پراڻيون رسمون ٽوڙڻ نہ ٿي چاهيون، ۽ اهو ناممڪن هو تہ هوءَ ڪو اهڙو ناجائز ۽ ناشائستو پيغام ڇوڪريءَ جي مائٽن ڏي ڏياري موڪلي. ماءُ پٽ جي ضد جو نتيجو اهو نڪتو جو ماءُ ڪاوڙجي پئي ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺي رنائين. نورالدين گهڻي خوشامد ڪيس، پر هن کي ماٺ ئي نہ اچي. نورالدين کي ماءُ کي رنج ڪرڻ جو گهڻو ئي ڏک هو پر هو مجبور هو. مانيءَ جي مهل ٿي تہ ماٺس کائڻ کان بہ انڪار ڪيو. نورالدين هن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انهيءَ تان وري سلسلو شروع ٿي ويو، ۽ ماءُ اڇي اوڇنگارن ۾ ڇٽي، پر اهو سنگدل پٽ پنهنجن اصولن کان اصل نہ هٽيو. هاڻ تہ گهر جڻ هڪ ماتم خانو ٿي رهيو هو. ماءُ ماني ڪا نہ کاڌي تہ ڌيءَ ۽ پٽ بہ ڪا نہ کاڌي، ٻئي ڏينهن شام سوڌي اهائي حالت رهي، ۽ انهيءَ حالت

ڪي چوويهه ڪلاڪ گذري ويا. نورالدين پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ويٺو هو ۽ ماءُ جو خيال ۽ فڪر گهٽبو هوس. نيٺ ماءُ جي ستيه گرهه ڪامياب ٿي ۽ نورالدين ماءُ جي ڳالهه مڃي، ته من هو ماني کائي.

(2)

پر نورالدين آڻ فقط ايتري ڪاڻ مڃي هئي ته ماڻس ضد تان لهي. انهي ريت ماءُ کي ته راضي ڪيائين پر پاڻ هاڻي انهيءَ فڪر ۾ هو ته ڇا ڪجي. صبح جو وقت هو ۽ انهيءَ واقعي کي ٻه ڏينهن گذري ويا هئا. نورالدين پنهنجي ڪوٺي ۾ اخبار ويٺي پڙهي ته اوچتو کو خيال آيس، ۽ اوچتو اٿي ڪبٽ مان حديثن جا ڪتاب ڪڍيائين، اهي ڪتاب ته هن اڳي به مطالع ڪيا هئا ۽ اڪثر ڪندو رهندو هو. اجا اهو ئي فڪر هوس ته ڇا ڪجي ته ايتري ۾ هن دل ۾ ڪو رستو گهڙي ڪڍيو. نوڪر کي حڪم ڏنائين ته گاڏي تيار ڪرائي اچ ۽ پاڻ ڪپڙا پائي سنڀريو ۽ گاڏي واري کي حڪم ڏنائين ته نائب الشيخ جي گهر هل. گاڏي هڪڙي عاليشان جاءِ جي اڳيان وڃي بيٺي. انهي مڪان جي ظاهري ڏيک ويک مان ئي ظاهر هو ته اهو گهر ڪنهن امير ڪبير جو آهي. هڪڙو نوڪر ڊوڙي گاڏيءَ وٽ آيو، ۽ نورالدين پنهنجو ڪارڊ انهي جي هٿان ڏياري موڪليو.

نائب الشيخ پنهنجي منسوبه نائيءَ جي اچڻ جي خبر ٻڌي ٻاهر استقبال لاءِ نڪتو. نورالدين وڌي هن کي پيرن تي هٿ رکيا ۽ پوءِ سنئون ٿي شيخ صاحب جا هٿ چميائين. شيخ به نورالدين کي ڀاڪر پائي هن کي پيشانيءَ تي چمي ڏني ۽ هن کي هٿ کان جهلي اندر وٺي ويو. اوطاق، جنهن ۾ هاڻي هي گهڙيا سا مغربي آرام جي سامان سان سينگاريل هئي. جتي ڪٿي تمام عمدو ڪم ڪيل هو. ۽ سڀ فرنيچر ۽ سامان اعليٰ درجي جو هو. انهي ڪوٺي جو اڌ حصو رومي غاليچن ۽ فرشن سان وڇايل هو. ان ۾ مشرقي نموني جو تمام عمدو سامان پيل هو. هيٺ زمين سان گڏئي گڏ سهٽا صوفا پيل هئا، ٻيا ڪي يار دوست وهاڻن تي ٽيڪ ڏيو ويٺا هئا. شيخ صاحب نورالدين کي پنهنجن ملاقاتين سان واقفيت ڪرائي، ٿوري دير کان پوءِ چانهه جو دور شروع ٿيو ۽ شيخ صاحب ۽ سندس يار دوست نورالدين کان فرانس جي خبرچار

پچڻ لڳا. ٿوري ڪان پوءِ ٻيا سڀ ملاقاتي موڪلائي ويا ۽ شيخ صاحب ۽ نورالدين اڪيلا رهجي ويا. گهڻي دير ۽ گهٽي خيال ڪان پوءِ نورالدين تمام ادب سان شيخ صاحب کي چيو، " آءٌ جناب جي خدمت ۾ ڪنهن خاص مطلب سان آيو آهيان."

" ها، پٽ، سو ڪهڙو؟"

" جي سائين جن اجازت ڏين تہ آءٌ عرض ڪرڻ جي جرئت ڪريان.

" ٻيشڪ ، بسم الله! چئو!"

نورالدين ڪنهن خيال ۾ پئجي ويو. شايد اهي لفظ پيو ڳولهيائين جن ۾ پنهنجي دل جو مطلب مناسب طرح ادا ڪري، تہ ايتري ۾ شيخ صاحب وري چيو" تون بيشڪ مون سان پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪر. انهيءَ ۾ خيال ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي." نورالدين همٿ ڪري، اڪيون هيٺ ڪري، البت ڌيمي آواز سان چيو،"آءٌ سائين جن ڪان پنهنجو حق ٿو گهران. اهو ممڪن ٿي سگهندو تہ آءٌ پنهنجي منسوبہ سان پنج منٽ اڪيلو ويهي ڳالهيون ڪريان." نورالدين جو اک کٽي مٿي ڏٺو تہ شيخ صاحب کي بنهہ وائڙو ڏٺائين. هو انهي عرض لاءِ بلڪل تيار ڪونہ هو، ۽ هن جي خود ياوريءَ کي البت لوڏو اچي ويو. شيخ صاحب جي عقل بہ ڪم نہ ٿي ڪيو. هن کي نورالدين گهڻو ئي پسند هو پر هن جي انهي ڳالهہ تہ هن کي حال في الحال چڪر ۾ وجهي ڇڏيو هو. نيٺ پاڻ سنڀالي شيخ صاحب فرمايو " آءٌ اوهان جو اهو حق سمجهي نٿو سگهان."

" ڇو، سائين، اوهان کي انهيءَ ۾ ڪنهن قسم جو خاص اعتراض آهي ڇا؟"

" بيشڪ مون کي اعتراض آهي."

" مذهبي نقطءِ نظر کان يا دنيوي نقطءِ نظر کان ؟"

شيخ، جو نيٺ بہ شيخ هو تنهن چيو، " مذهبي نقطءِ نظر کان بہ، جو پنهنجا دين ۽ دنيا ڏار ڏار ڪينهن ."

نورالدين خوش ٿي چيو، " قبلہ، پر دين دنيا کان مٿي آهي. پهرين دين پوءِ دنيا."

شيخ صاحب بہ خوش ٿي جواب ڏنو، "بيشڪ بيشڪ ، تون

سچ ٿو چوين.“

” تہ جڏهن خداوند تعاليٰ مسلمان سان مخاطب ٿي قرآن ۾ چيو آهي تہ انهن زالن سان نڪاح ڪريو جي توهان کي نيڪ ۽ سٺيون لڳن، تہ باقي ڪهڙو اعتراض هجڻ گهرجي؟“ ائين چئي نورالدين نڪاح واري آيت پڙهي ٻڌائي.

شيخ صاحب انهي بابت بحث ڪرڻ لاء، خاص نورالدين جهڙي نئي تهذيب واري نوجوان سان، قطعي تيار نہ هو، ۽ نہ هن کي ڪا اهڙي اميد هئي. سمجهہ ۾ نہ ٿي آيس ڇا چوي، پر جواب ڏيڻ خاطر چيائين، ” ها مذهبي طرح تہ اهو جائز ٿي سگهي پر مون کي اها ڳالهہ بلڪل پسند ڪانهي، ۽ خاص اڄ ڪلهہ جي زماني ۾.

نورالدين يڪدم شيخ صاحب جي ڪمزوري محسوس ڪري چيو، ”سائين، اوهان جو خيال ڇا ٿو چوي تہ اڄ ڪلهہ جي زماني ۾ اسين سنت رسول الله جي پيروي ڪريون يا نہ ڪريون ؟“

شيخ صاحب يڪدم جواب ڏنو، ” خدا اسان کي رسول ڪريم جي پيروي ڪرڻ جي توفيق بخشي!“

تنهن تي، نورالدين پنهنجي کيسي مان هڪڙو ڪاغذ ڪڍي شيخ صاحب کي ڏنو. شيخ صاحب جي اکين اڳيان ڪاغذ تي هيءَ عبارت لکيل هئي.

(١) ” جابر کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ جڏهن اوهان مان ڪو پنهنجي نڪاح جو نياپو ڪنهن زال ڏانهن موڪلڻ چاهي تہ ٿي سگهي تہ انهي کي ڏسي وٺي جنهن سان نڪاح جو ارادو هجيس، پوءِ نڪاح ڪري.“ (ابي دائود )

(٢) ” مغيره بن شعبہ کان روايت آهي تہ، پيغام ڏنو مون نڪاح جو ڪنهن زال سان زماني ۾ رسول الله جي، پاڻ فرمايائون تون ڏسي بہ ورتو آهي انهيءَ کي؟ مون چيو نہ. فرمايائون تہ ڏسي وٺ انهيءَ کي، انهيءَ سان محبت وڌنڌي اوهان ٻنهي ۾.“ (نسائي )

(٣) ” ابو هريره کان روايت آهي تہ، پيغام موڪليو هڪڙي شخص مديني وارن ڏي. فرمايو انهيءَ کي رسول الله جن، تون هن کي ڏٺو بہ آهي يا نہ؟ هن چيو نہ. پاڻ فرمايائون، انهيءَ زال کي ڏسي وٺ يعني ڏٺي بنا

نڪاح چڱو نہ آهي." (نسائي )

شيخ صاحب اهي حديثون پڙهيون. هن اهي حديثون تہ اڳي ئي پڙهيون هيون پر هن لاءِ هن مهل اهي چڻ نيون هيون. هو خاموش هو ۽ اجا خيال ۾ ڪيائين تہ ڇا چوان تہ ايتري ۾ نورالدين هن کي چيو، "ڇو، قبلہ! اوهين مون کي انهن حديثن تي عمل ڪرڻ ڪونہ ڏيندو"؟ هن زماني ۾ اسين رسول الله جي نصيحتن کان واقعي بي نياز آهيون ڇا، ۽ اهي اسان لاءِ بنهہ اجايون ۽ بيڪار آهن ڇا ؟ "

شيخ صاحب چيو، هرگز نہ، هرگز نہ، رسول ڪريم جو چيو اسان جي اکين تي آهي، پر آءٌ اهو پڇڻ ٿو گهران تہ انهي عرض ڪرڻ مان نيث تنهنجو مطلب ڇا آهي ؟ فرض ڪر تہ جي توکي پنهنجي منسوبہ پسند نہ آئي تہ تون منگڻو ٽوڙي انهيءَ سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪندي ڇا ؟

نورالدين جواب ڏنو" اهو تہ اوهين بہ قبول ڪرڻ لاءِ تيار هوندئو تہ انهيءَ حالت ۾ مون کي نڪاح ڪرڻ کان انڪاري ٿيڻ مجبور ٿيندو، ڇو جو اهو ڪم قرآن شريف جي حڪم جي برخلاف ٿي پوندو."

" تہ انهن شرطن تي تنهنجي شادي فقط يورپ ۾ ٿي ٿي سگهي ،" شيخ صاحب ڪي قدر شوخ ٿي چيو، " مون کي هرگز اها ڳالهہ منظور ڪانهي تہ منهنجي ڌيءَ سان نسبت ڪرڻ لاءِ ماڻهو گراهڪ بڻجي اچن ۽ جي پسند نہ ڪنس تہ موٽي وڃن. ڪو رانديڪو تہ ڪونهي جنهن جي ڏٺي مڪياري آهي ؟ تو منهنجي عزت ۽ آبرو الاجي ڪهڙي شئي ڪري سمجهي آهي. تون ائين نہ ٿو سمجهي سگهين تہ انهيءَ ۾ (نائب الشيخ ) جي بدنامي ٿيندي؟ معاف ڪجئين مون کي اهڙي گفتگو پسند ڪانهي، جنهن ۾ منهنجي عزت ۽ آبروءَ جو سوال هجي."

نورالدين بہ پختو ارادو ڪري آيو هو ۽ هن بہ البت شوخ ٿي چيو، " قبلہ، بيشڪ سنڌ ۾ اوهان جي گهٽي عزت آهي،جهڙي پين ڪن ٿورن جي هوندي، پر مون کي اجازت هجي تہ آءٌ عرض ڪريان تہ انهي هوندي بہ اوهان جي عزت ايتري ڪانهي جيتري اميرالمومنين عمر ابن الخطاب جي مديني ۾ هئي ۽ اڄ ڪلهہ بہ ساري دنيا ۾ آهي،

۽ اها ڳالهہ سچي نہ آهي ڇا تہ حضرت عمر جن پنهنجي ڌيءَ ام المومنين حفصہ حضرت عثمان وٽ وٺي ويا ۽ انهيءَ سان نڪاح ڪرائي ڏيڻ جي خواهش ظاهر ڪيائون، ۽ جڏهن اتهين پسنديءَ جهڙو جواب نہ ملين تڏهن حضرت ابوبڪر جي اڳيان پيش ڪيائونس، پر اتي بہ ناڪامي حاصل ٿين؟ انهيءَ ڪري انهن جي عزت ڪي خدا نہ خواستہ ڪو داغ لڳي ويو ڇا؟"

شيخ صاحب جي ڪاوڙ ڍري ٿي وئي ۽ هن لاجواب ٿي چيو، "پر اهي ٻئي تہ حضرت جن جا دوست هئا؟" " پر آءُ بہ نہ اوهان جي پياري ۾ پياري ۽ گهري ۾ گهري دوست مرحوم جي نشاني آهيان."

شيخ صاحب نظر کڻي هيٺ ڪئي ۽ ڪجهہ خيال ڪان پوءِ چيائين، " مون کي ڪو انڪار ڪونهي." ائين چوندي شيخ صاحب اٿي گهر جي اندر هليو ويو.

(3)

نورالدين جي دل پئي ڌڙڪي ۽ هو ڏڪندڙ هٿن سان ٽنگيل ريشمي پڙدو پري ڪري اندر گهڙيو. اگرچ اجا ڏينهن هو تہ بہ ڪوٺيءَ ۾ اونداهي هجڻ ڪري بجلي پئي ٻري. سامهون ڪرسيءَ تي، هڪڙي سورهين سترهين ورهين جي نهايت حسين ڇوڪري ويٺي هئي. نورالدين کي ڏسي هوءَ اٿي کڙي ٿي. نورالدين سلام ڪيو پر ڪو جواب ڪونہ مليس. وري سلام ڪيائين تہ ڇوڪريءَ بلڪل آهستي جواب ڏنس. ڇوڪريءَ جي نظر هيٺ هئي، فقط نورالدين جي اندر اچڻ مهل هن هڪڙي لحظي ڪاڻ اک کڻي هن کي ڏٺو هو. هوءَ ماٺ ڪيو بيٺي هئي ۽ نورالدين کي ويهڻ لاءِ ڪو نہ چيائين. نورالدين پاڻ ويهڻ جي اجازت طلبيندي ويهي رهيو پر ڇوڪريءَ ڪو جواب ڪونہ ڏنس ۽ پاڻ بيٺي رهي. نورالدين وري اٿي بيٺو ۽ هن کي ويهڻ لاءِ چيائين. هوءَ ويٺي ۽ نورالدين پنهنجي ڪرسي ٿورو ويجهو سوري انهيءَ تي ويهي رهيو ۽ چيائين، " مون کي فخر آهي تہ آءُ پنهنجي منسوبہ، نازخاتونءَ جي اڳيان ويٺو آهيان ۽ انهيءَ سان گفتگو ڪرڻ جو موقعو مليو اٿم. مون کي اهڙي اجازت آهي؟"

ناز خاتون تمام ڌيمي آواز سان چيو، " ها، فرمايو."

" آءُ اوهان کان اها دريافت ڪري سگهان ٿو تہ اوهان کي هي رشتو پسند آهي؟"

انهيءَ سوال جو ناز خاتونءَ ڪو جواب ڪونہ ڏنو، پر هن جي چهري جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويو. هن جون اکيون زمين ۾ کتل هيون ۽ پنهنجي ساڄي هٿ سان ڏائي هٿ جي آگر پئي ڪنهيائين."

هن جي حال مان سمجهي نورالدين چيو، " آءُ اوهان جو شڪر گذار آهيان، پر اوهان کي منهنجي هيءَ ملاقات نا پسند تہ ناهي؟" " جي نہ ."

" تہ اوهان پنهنجي ·والد صاحب سان انهيءَ باري ۾ انڪار ڇو ڪيو هو؟"

ناز خاتون ڇپن ۾ مرڪڻ لڳي، پر شرم کان ڪجهہ ڪڇي نہ سگهي. نورالدين وري يڪدم چيو، "اوهان کي منهنجي انهيءَ سوال جو جواب ضرور ڏيڻو پوندو."

ناز خاتون ڪجهہ خيال ڪاڻوءَ چيو، "مون ائين ڪٿي انڪار ڪيو هو."

نورالدين وري خاطريءَ سان پڇيو تہ، آءُ انهيءَ مان اهو مطلب ڀلي ڪڍان تہ اوهان بہ مون سان ملڻ ٿي چاهيو؟. ائين چوندي نورالدين ناز خاتونءَ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪيو ۽ وري چيائين، " سچي سچي ٻڌائج، تون بہ مون سان ملڻ ٿي چاهيو؟ آءُ تنهنجي دل جي ڳالهہ معلوم ڪرڻ ٿو چاهيان."

نازخاتونءَ جي نظرهيٺ هئي، هن جي سرخ اوني شال تي بجليءَ جي روشني پئي چلڪي، جنهن جي عڪس هن جي چهري تي عجيب ڪيفيت پيدا پئي ڪئي. هن ٿورو خيال ڪري جواب ڏنو،"اوهان کي ڏسڻ جي منهنجي مرضي بيشڪ هئي، ملڻ جو تہ مون کي خيال بہ نہ ٿي اچي سگهيو."

" ڀلا تون ڇئي سگهنديءَ تہ تون مون کي ڏسڻ چو ٿي چاهيو؟"

اهو سوال پڇندي بہ خود نورالدين کي کل اچي وئي.

ناز خاتون بہ هاڻي همٿ جهلي جواب ڏنو، " ڀهرين اوهين مون کي ٻڌايو تہ اوهان ڇو مون سان ملڻ ٿي چاهيو. بس جنهن ڪري اوهان مون کي ملڻ ٿي چاهيو انهيءَ ڪري منهنجي مرضي هئي تہ آءُ اوهان کي ڏسان."

نورالدين چيو، " مون تہ انهيءَ خيال سان اوهان سان ملڻ جي درخواست ڪئي تہ جيڪي بہ مون اوهان بابت پنهنجي ماءُ پيءُ کان ٻڌو

هو، ان جي روبرو تصديق ڪريان. پر مون کي ٻڌايو ته اوهين مون کي ڏسڻ لاءِ خواهان ڇو هئو ؟“ ناز خاتون هاڻي نظر مٿي ڪئي هئي ۽ هاڻ روبرو ٿي ٻي ڳالهايائين، هن کي انهي سوال تي ڪجهه ڪل ٻ پئي آئي ۽ جواب ڏنائين ته، مون ته اونهئين ٿي چاهيو.

” پر آءٌ انهيءَ جو جواب وٽڻ کان سواءِ ڪو نه مڃيندس.“

نازخاتونءَ چيو، ” مون کي خبر ئي ڪانهي ته پوءِ آءٌ اوهان کي ڪهڙو جواب ڏيان.“

نورالدين کي انهي جواب کان خاطري ٿي، پر هن هاڻ ٻيو سوال پيش ڪيو ته، آءٌ جڏهن پئرس ۾ بيمار ٿي پيو هوس ته اوهان کي ياد هوندو ته اوهان ٻه پيرا منهنجي پيڻ کان لکي پڇيو هو ته اوهان جو پاءُ هاڻ ڪيئن آهي؟ اهو ڇو پڇيو هوءِ ؟“ ناز خاتونءَ کي انهي سوال تي ڪل اچي وئي ۽ چيائين، ” معاف ڪجو، پر اوهين ڪهڙا نه سوال پيا پڇو! ڪنهن جي خيرعافيت پڇڻ ڪو گناهه آهي ڇا؟“

نورالدين چيو، ” ته پلا ايترو ٻڌايوم ته منهنجي بيماريءَ جو ٻڌي اوهان کي ڪو فڪر ٿيو؟ اوهان منهنجو ڪو خيال ڪيو؟“

ناز خاتون سمجهي وئي ته اهڙن سوالن مان نورالدين جو ڪهڙو مطلب آهي ۽ هن کي ٻه انهن سوالن مان مزو پي آيو، پر هن کي جواب ڏيڻ جي بدران پاڻ هن کان پڇيائين، ” چڱو، پهرين ته اوهين مون کي ٻڌايو ته جي انهيءَ زماني ۾ آءٌ بيمار ٿي پوان ها ۽ اوهان کي اهڙي خبر پهچي ها ته اوهين منهنجي خير و عافيت پڇايو ها يا نه؟ اوهان کي فڪر ٿئي ها يا نه؟ اوهان کي منهنجو ڪو خيال ٻه ٿئي ها يا نه؟“

نورالدين ڪي قدر لاجواب ٿي جواب ڏنو، ” آءٌ پانيان ٿو ته مون کي ضرور خيال ٻه ٿئي ها. فڪر ٻه ٿئي ها ۽ آءٌ ضرور اوهان جي خبر پڇايان ٻه ها.“

ناز خاتون پنهنجي ڪاميابيءَ تي خوش ٿي چوڻ لڳي، ” سو نيٺ ٻه ڇو؟ نه مون ڪڏهن اوهان کي ڏٺو هو نه اوهان مون کي ڏٺو هو ته ڇو فڪر ٿئيو ها؟“

نورالدين انهي مسئلي تي غور ڪرڻ لڳو. ناز خاتونءَ جو هٿ اڃا اوهينئي سندس هٿ ۾ هو. هن انهيءَ هٿ کي نرميءَ سان زور ڏئي عجيب

پيار ڀري آواز سان چيو، ” جيڪي ڳالهيون خود منهنجي سمجهه ۾ نہ ٿي آيون مون انهن جي سمجهاڻي اوهان کان پئي ورتي. پر حقيقت ڪري منهنجي مرضي هئي تہ ڏسان تہ اوهان بابت جيڪي خيال منهنجي دل ۾ هئا، اهڙائي خيال مون بابت اوهان جي دل ۾ بہ هئا يا نہ.“

” ۽ اوهان ڇا ڏٺو؟ “

” اوهان جي ۽ پنهنجي حالت هڪ جهڙي ئي ڏسان. اها هڪڙي عجب جهڙي ڳالهہ ڪانهي تہ اسان ٻنهي ۾ محبت جو بنياد انهي مهل پيو، جڏهن اسان ٻنهي کي اها خبر پئي تہ اسان جو هڪ ٻئي سان رشتو ٿيڻو آهي؟“

نازخاتونءَ انهيءَ جو ڪو جواب ڪو نہ ڏنو، پر هن جو هٿ جو اڃا نورالدين جي هٿ ۾ هو اهو ٿورو ڏڪڻ لڳو ۽ اهو ئي جواب هو جو هن جي جذبن جو پورو ترجمو ڪري ٿي سگهيو.

نورالدين چيو، ” باقي هڪڙو سوال ڪندس، خدا جي واسطي انهيءَ جو جواب ضرور ڏجو. اهو هي تہ اوهان پنهنجن هٿن سان هڪڙي گلن جي ٽوڪري رنگن سان چٽي منهنجي ڀيڻ ڏي موڪلي هئي، سا اوهان ڇو موڪلي هئي؟“ ” سا مون انهي ڪري موڪلي هئي جو اوهان جي ڀيڻ بہ مون کي تصويرن جو هڪڙو ڪتاب موڪليو هو، ۽ تحفو ڏيڻ وٺڻ تہ هڪڙي پراڻي رسم آهي.“

نورالدين البت بي آرام ٿي چيو، ” خدا جي واسطي، پنهنجي دل کان پڇي، ۽ چڱي طرح پڇي مون کي سچو سچو جواب ڏيو. خدا جو قسم مون کي ائين لڳو تہ تصوير اوهان منهنجي ڀيڻ لاءِ نہ پر مون لاءِ موڪلي هئي تہ آءٌ ڏسان ۽ خوش ٿيان. جڏهن مون تصوير ڏٺي تڏهن يڪدم منهنجي دل ۾ اهو ئي خيال آيو، ۽ اڃا ائين ٿو سمجهان. سچ ٻڌائجو تہ جڏهن اوهان اها تصوير موڪلي ٿي تڏهن اوهان جي دل ۾ منهنجو ڪو خيال هو يا نہ؟

ناز خاتون حيران ٿي وئي. نورالدين هن جي دل جو حال اهڙي طرح صفائي سان ڪيس ٻڌايو هو جو هو پاڻ بہ محسوس ڪري نہ ٿي سگهي، ۽ حيرت ۾ پئجي وئي. انهي سان گڏ ئي گڏ وري شرم بہ هن کي ڪجهہ چوڻ نہ ٿي ڏنو. نورالدين انهي ماٺ مان ئي حقيقت سمجهي

ويو ۽ ڏاڍي وينتيءَ سان چيائين، "آءٌ انهي سوال جو اوهان کان جواب ضرور وٺندس. هي منهنجو آخري سوال آهي ۽ آءٌ اوهان جي سچي سچي جواب جو ڏاڍي بي آراميءَ سان انتظار پيو ڪريان. پڌايوم تہ اها تصوير اوهان ڪنهن جي لاءِ موڪلي هئي."

" اوهان لاءِ" ائين چئي ناز خاتون وري اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون. نورالدين جون اکيون چمڪڻ لڳيون. هن جي دل اهو جواب ٻڌي ٽپا ڏيڻ لڳي. هن زور سان، اٽڪاٽيءَ ۾، هن جي هٿ کي پيڙيو ۽ خوشيءَ وچان هن جي واتان نڪري ويو، خدا جو قسم! خدا جو قسم!" ناز خاتون بہ جواب ڏنو. ٻئي ٿوري دير خاموش رهيا. ناز خاتون نظر هيٺ ڪيو ويٺي هئي. نورالدين واچ ڪڍي وقت ڏٺو ۽ چئني پاسي نگاهہ ڪري ناز خاتونءَ جو هٿ ڇڏي ڏنائين. پنهنجي کيسي مان هڪڙي هيري جي منڊي ڪڍيائين جا بجليءَ جي روشنيءَ ۾ شعلن وانگر پي چلڪي، ۽ چيائينس،" هي اوهان لاءِ آهي." وري هٿ جهلي پڇيائين، "مون کي اجازت آهي؟" ائين چئي منڊي نازخاتونءَ جي آڱر تي چاڙهي هن جا هٿ آهستي پنهنجي چپن تي رکي هن کان موڪلايائين.

" خدا حافظ ! خدا حافظ! " چئي هو ڪرسيءَ تان اٿيو، وري هن کي خدا حافظ چئي وڃڻ جي موڪل گهريائين " خدا حافظ!" نازخاتونءَ آهستي جواب ڏنو.

ويندي ويندي هن وري مڙي ناز خاتونءَ ڏي ڏٺو، جنهن پاڻ هن کي ڪنڌ ڪنيو ويندي پي ڏٺو.

# مس مادلين•

[نوٽ:- ٿورا ڏينهن ٿيا تہ شريمتي راڳڻي ديوي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ پنهنجو هندوستاني رقص يا ناچ جو هنر ڏيکارڻ آئي هئي. هن جي هنر تي گهڻي راءِ زني ٿي آهي ۽ مختلف ماڻهن مختلف رايا پي ڏنا آهن. بدقسمتيءَ سان اگرچہ مون ٽڪيٽ بہ خريد ڪئي هئي تڏهن بہ ڪن لاچاري حالتن ڪري آءٌ پاڻ وڃي نہ سگهيس. پر راڳڻي ديويءَ جي هنر تي جيڪي ڳالهيون ٻڌيم، انهن مان ڪنهن هڪڙي ڳالهہ جو نقل هن آکاڻي ۾ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ چوندا آهن تہ ڪنهن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻو هجي تہ پهرين پاڻ کي گهٽ وڌ ڳالهائجي، انهي اصول جي مدنظر تي آکاڻيءَ ۾ هڪڙي تماشبين صاحب جو نالو مرزا صاحب رکيو اٿم تہ پڻ آءٌ بدنام هجان ۽ جي ڪن صاحبن کي اها ڳالهہ ڪڙي ڪکي بہ تہ دل ۾ نہ ڪن. پيو نالو بہ بنهہ خيالي آهي، ۽ هن آکاڻي ۾ ڪنهن بہ خاص شخص ڏي اشارو ڪونهي. فقط ڪي عام رايا آکاڻيءَ جي صورت ۾ آڻي چرچي جو چرچو ڳالهہ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي.]

مرزا صاحب پنهنجين ڪن خاص عادتن جي ڪري سڄي شهر ۾ چڱي طرح مشهور هو. گنگا جمني وضع ۽ وقار بہ قائم رکندو هو ۽ نئي روشنيءَ جو بہ خيال رکندو هو. ڪي قدر، ڪچو پڪو لکيل پڙهيل بہ هو ۽ وقت تي انگريزي جا بہ ٽي گفتا ٽوڪي وڃي پار پوندو هو. ڪٿي بہ ڪا دعوت يا پارٽي هوندي تہ مرزا صاحب بہ ضرور اتي موجود هوندو، ۽ جيسين سڀ مهمان اتي هليا نہ وڃن تيسين پاڻ اٿڻ جو نالو ئي ڪونہ وٺندو.

انهن ڏينهن ۾ آمريڪا جي مشهور رقاصہ (نچڻ واري) مس مادلين جي شهر ۾ اچڻ جي گرما گرم چؤپچو پي هلي. هر ڪنهن جي وات ۾ اهائي ڳالهہ هئي. اخبار وارن مس صاحبہ جي هنر تي طرح طرح جا رايا

• هيءَ آکاڻي ماهوار "سندو" رسالي جي مئي 1933ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

۽ تعريفون لکي، ماڻهن جو شوق هيڪاري پي پڙڪايو ۽ لفظن ئي لفظن ۾ انهيءَ رقاصہ جي اهڙي تہ تصوير پيش ٿي ڪيائون. جو توهان مون جهڙن خشڪ مزاج صوفين جون دليون بہ گد گد ٿيو پي ويون.

هڪڙي ڏينهن اسان جو مرزا صاحب ڪنهن مجلس ۾ ويٺو هو. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون پي ٿيون، ڪنهن چيو، "اجهو پائو، مس ماڊلين بہ اچي سهڙي."

مرزا صاحب جهٽ چئي اٿيو .....

" اڙي، ادا، ڪڏهن؟ اوهوا اسان کي تہ خبر بہ ڪانہ پئي. جلسو تہ ڏاڍي شان مان سان ٿيندو. عجب آهي تہ اسان سلاميءَ جي توفن جو آواز ڇو ڪين ٻڌو؟"

هي اوهين ڇا پيا فرمايو،" ڪنهن پڇيو، "اوهان کي ڪا خبر آهي تہ هيءَ مس ماڊلين آهي ڪير؟"

"هون!" مرزا صاحب مرڪي جواب ڏنو، "خبر ڇو نہ اٿم. ضرور هندستان واري جنرل مادر جي ڪا مائٽياڻي هوندي." ۽ وري، "ڇو سائين ضرور وڏا وڏا ماڻهو جج، مئجسٽريٽ، ۽ سينيون هن جي سلام ۽ پيشوائيءَ لاءِ ويا هوندا."

"بس، مرزا صاحب، ڇڏيو نہ اهي ڇرچا؟"

"ڇو؟ ڪر ڪوڙ ٿو ڳالهايان؟"

"بلڪل ڪوڙ."

"تہ پلا اوهين ڪٿي ٻڌايوم،" مرزا صاحب چيو، "متان ڪا شهزادي آهي جا حضور ملڪہ وڪٽوريا جي خاندان مان هندستان جي سير لاءِ تشريف آور ٿي آهي؟"

"نہ، سائين. شهزادي ٻهزادي ڇا جي؟ رقاصہ آهي، رقاصہ!"

"لاحول ولا! اوهان ڇا چيو؟ رقاصہ؟ ولائتي ڪيجري؟"

"ها. رقاصہ! ۽ وري غضب اهو جو نچي بہ ٿي اگهاڙي ....." آگر مٿي ڪٽي، بنهہ الف ئي الف!"

"ڪير؟" مرزا صاحب حيران ٿي پڇو، "مس ماڊلين؟"

"ها، جناب، مس ماڊلين!"

"توبہ استغفرالله!"

انهيءَ تي سيئي ٺهڪ ڏئي ڪليا. پر مرزا وڏي خيال سان پڇيو، ”ادا، اوهان کي منهنجي سر جو قسم آهي سچ ٻڌائجو. ڪٿان آئي آهي؟ آهي ڪير؟“

”چئي ته چڪا آهيون پيو ڪيئن چئون. رقاصه آهي ۽ انگلنڊ يا آمريڪا کان آئي آهي.“

”اوهو!“ مرزا صاحب وري مرڪي چيو، ”هاڻ سمجهيم! انهيءَ ئي راڻي وڪٽوريا جي ملڪ مان.“

”اڙي مرزا صاحب،“ ڪنهن چيو، ”اوهان جي راڻي وڪٽوريا کي ته انتقال ڪئي ڪي ورهه گذريا، هاڻ ته انهي جو پوٽو پيو راڄ ڪري.“

”توهان کي ڪهڙي خبر،“ مرزا صاحب چيو، ”باغ انهيءَ جي نالي سڏبو آهي جو پوکيندو آهي.“ ۽ وري، ”ها، پر اهو ته ٻڌائجو، اها مس مادلين اسان جي شهر ۾ به ناچ ڪندي؟“

”ته پوءِ آئي ڇاڪاڻ آهي؟“

”۽ بنهه اگهاڙي؟“

”اصل بنهه!“

”نيٺ ڪجهه ته ڍڪيندي هوندي.“

”ها، ڇو نه؟“

”ڇا؟ ڀلا مون کي به ته ٻڌايو.“

”مرزا صاحب توهين پاڻ اهڙا دانشمند ماڻهو ٿي ايترو به سمجهي نٿا سگهو؟“

مرزا صاحب سوچي چيو، ”ميان، ڇڏيو اهي واهيات ڳالهيون. ملڪ خدا جو، راڄ حضور ملڪه وڪٽوريا لنڊن واريءَ جي پوٽي جو! ڀلا ائين به ڪو ٿي سگهي ٿو جو هڪڙي عورت ذات مردن جي اڳيان ائين بيهي نچي جو سندس.... سندس .... سندس سيڪي ڏسجي؟“

”ڀلا جي توهان کي اعتبار نٿو اچي ته هلي پاڻ ڏسجو،“ ڪنهن چيو.

مرزا صاحب عينڪ سڌي ڪندي پڇيو، ”ڪٿي؟ ڀائي — جي ڪوٺيءَ تي؟“

”جي نہ. هومسٽيڊ هال ۾.“

”اتي جتي اندر سيا.... لاحول ولا! جتي سوديشي بازار ٿيندي هئي،“ مرزا صاحب ڪنڌ ڌوڻي پڇيو، ”اڙي ميان، ڇڏي ڏيو، اسان پنهنجن ڏينهن ۾ گهٽائي تماشا ڏسي ڇڏيا.“

”خير جي هلڻو هجيو تہ تياري ڪريو.“

”ڪڏهن؟“

”اڄ رات جو؟“

”چڱو ادا،“ مرزا صاحب چيو، ”پڇندس هن ڪان، جي گهر واري هلي تہ.“

”اڙي مرزا صاحب،“ ڪنهن ڪلي چيو، ”اهڙو ڦهر نہ ڪجو. ها، جي گهر ڪان ڪڪ ٿيا هجو تہ بي ڳالهہ آهي.“

مرزا صاحب جو اتان اٿيو تہ سڌو پنهنجي دوست مير اڪمل خان جي گهر پهتو. اڪمل بہ مرزا صاحب وانگر جهوني زماني جو ماڻهو هو. تترن ويڙهائڻ جو گهڻو شوق هوس. ڏبرو سنهو، بنهہ مردار ٽٽوءَ جي نموني جو ماڻهو هو. پيشاني اڳتي نڪتل هوس، ۽ نڊيون نڊيون گول اکيون هاٿيءَ جي اکين وانگر اندر گهڙيل هوس، نڪ ملوءَ جي ڇهنب وانگر ٻاهر نڪتل هوس ۽ هڪڙي جهوني پراڻي عينڪ جنهن جي ڪمانن تي ٿلهو ڳاڙهو سٽ ويڙهيل هو، هميشہ انهيءَ طوطي جي ڇهنب تي چڙهي پئي هوندي هئي. مرزا ۽ مير جي پاڻ ۾ گهري دوستي هئي. رسمي عليڪ سليڪ ڪان پوءِ مرزا صاحب پڇيو، ”مير صاحب، اوهان ڪي ٻڌو بہ آهي؟“

”روز هزارين ڳالهيون پيون ٻڌجن،“ مير صاحب چيو، ”توهين الاجي ڪهڙي ڳالهہ ٿا پڇو.“

”ولايت واري مس ماڊلين آئي آهي.“

”ها، فرنگڻ آهي .... ڪجري،“ مير اڪمل خان چيو، ”شهر ۾ انهي جو ذڪر تہ مون بہ ٻڌو آهي.“

”جي نہ، مير صاحب،“ مرزا ڪنڌ ڌوڻي چيو، ڪجري نہ، رقاصہ، اشراف زال ٿي ٻڌجي ۽ وڏ گهراڻي.“

”سمجهيم، سمجهيم،“ مير صاحب تتر جا پر سڌا ڪندي

چيو، ”تہ درگاہ تي قوالي ڪرڻ آئي هوندي. اهي ماٺهو بہ پير پادري گهٽا ٿا مڃين. يا متان ياڻي صاحب سڏرائي هوندي.“

”نہ، نہ.“ مرزا صاحب بيزار ٿي چيو، ”ڳائڻ باڻڻ ڪونہ ڄاڻي. مون تہ اهڙي ڳالهہ ڪانہ ٻڌي.“

”تہ؟“

”نچندي آهي .... ۽ سو بہ بنھہ اگهاڙي ٿي.“

مير اڪمل پت کي پٺ ڏيو ويٺو هو ۽ هاڻ سنئون ٿي ڪنڌ مرزا ڏي وڌائي پڇيائين، ”منهنجي سر جو قسم؟“

”ها، اوهان جي سر جو قسم“ ۽ وري، ”ڇو؟ هلبو؟“

”ها، يار، اڪين سان ....“

مرزا صاحب اڪثر رات جو دير سان گهر ۾ تشريف رکندا هوا، پر اڄ سڄ لٿي کان ئي اڳي اچي موجود ٿيا. گهر ۾ هرهڪ ياتيءَ سان خوش ٿي ٿي ٻي ڳالهايائين، ۽ ماني ٺڪي کائي، خوشامندي طرز سان بيگم صاحب کي چيائين، ”اڄ ڪهڙي ڳالهہ تي پئي مرڪين؟ شايد منهنجو نئون ڪوٽ ٿو وڻئي؟“

بيگم صاحب کلي جواب ڏنو، ”ٻڌا ٿي ويا آهيو تہ بہ اهي ڳالهيون نٿا ڇڏيو.“

”ڀلا توسان لاڏ نہ ڪندس تہ ٻيو ڪنهن سان ڪندس،“ ۽ ٿورو ترسي، ”ڀلا اڄ پنج روپيہ تہ ڏيار.“

”هيڏي مهل پيسن جي ڪهڙي اچي گهرج پئي اٿئي.“

”گهرج نہ هجي ها، تہ گهران ڇو ها؟“

”نيٺ آءُ بہ تہ ٻڌان.“

”پهرين ڏنئہ تہ ڇا ٿيو. پر تنهنجي سر جو قسم سخت ضرورت اٿم.“

”ڪي آءُ بہ تہ ٻڌان.“

”پهرين ڏيڻ جو انجام ڪر تہ پوءِ.“

”ڀلا چئو تہ سهي.“

مرزا صاحب مرڪي چيو، ”توبہ! زال ڪي ڦڪڙي! ڀلا ٻڌ. اڄ، راڻي باغ ۾ ميلو لڳٺو آهي. سڀ شيون ڪوڪن ۾ هونديون. رپيو ڏيڻ

تي هڪڙي ڪوڪي ۾ هٿ وجهڻ جي موڪل ملندي. پوءِ جنهن کي موليٰ ڏياري. مون ڀڏو آهي تہ هيرن جواهرن سان جڙيل ڪنگڻ، سونيون ۽ ميناڪاري چوڙيون، ۽ هار بہ انهن ڪوڪن ۾ وڌا اٿن. قسمت جي بازي آهي. شايد پنجين ربئي ۾ پنجن سون جو سامان ملي وڃي." ۽ بيگم کي خاموش ڏسي، "خدا جو قسم آهي، تنهنجي ٻانهن تي جواهري ڪنگڻ اهڙا تہ ٺهندا!" بيگم صاحب مرڪڻ لڳي ۽ مرزا صاحب کي بہ جو دال ڳرندي نظرآئي تہ وري جوش سان چوڻ لڳو، "هو مير اڪمل تہ پندرهن رپيا ڪنيو ٿو هلي، پر خير آهي، پير جي دعا سان، پنجن رپين ۾ ٿي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪنيو ايندس."

مطلب تہ گهڻي منٿ ميڙ ۽ خوشامد ڪانپوءِ مرزا صاحب کي پنج رپيا ملي ويا، ۽ هاڻ رواني ٿيڻ جي تياري ٿيڻ لڳي. پوشاڪ بدلايائين، اکين ۾ سرمو هنيائين ۽ گهر کان نڪرڻ کان اڳي ڪي ويهہ پيرا آرسي ڪٽي ڪٽي پاڻ کي ڏنائين ۽ پوءِ: يا الاهي خير! "نعره من الله فتح قريب،" جا نعرا هڻندو مرزا صاحب مير صاحب سان گڏجي هومسٽيڊ هال ۾ وڃي پهتو.

پنجن پنجن رپين واريون بہ ٽڪيٽون خريد ڪري ٻئي اندر داخل ٿيا، پر هال ۾ قدم مس رکيو هوائون تہ هڪڙي پاسي کان آواز آيو، "اچو مرزا صاحب بہ اچي ويو."

هاڻ تہ چئني پاسن کان آواز اچڻ لڳو، "هيڏانهن تشريف رکجو، مرزا صاحب."

"نہ سائين هيڏانهن!"

"ادا مرزا، توکي اسان جي سر جو قسم آهي، هيڏانهن!"

"مير صاحب! مير صاحب! گهلي اچو مرزا کي اسان ڏي!"

جيڏانهن بہ آواز آيو، مرزا صاحب بہ اوڏانهن ڦريو پي ڏٺو ۽ مرڪيو، نيٺ هڪڙي ڪرسيءَ تي چڙهي بيٺو ۽ چيائين، "ڇو، عقل ويو اٿو ڇا؟ اسين ايڏانهن ڪيئن اچي ويهون؟" پوءِ ٽڪيٽ هوا ۾ لوڏي، ڏسو نہ تہ اسان پنجين ربئن جي ٽڪيٽ ورتي آهي."

"انهيءَ تي ايترو تہ گوڙ مچي ويو جو توبہ! شايد مرزا صاحب اجا ڪي وڌيڪ فرمائي ها، پر مير صاحب سندس ڪوٽ کان جهلي

ڪيس هيٽ لاٿو ۽ ٻئي "اسپيشل ڪلاس" ۾ وڃي ويٺا، تہ ڪنهن چيو، "مرزا صاحب اوهين ڪيئن اچي نڪتا؟"

مير صاحب مرزا جي ڪوٽ کي ڇڪي ڏئي چيو، "مات ڪري ويھہ. شودا تہ آهن." ۽ جڏهن مرزا صاحب ڪرسيءَ کي ٽيڪ ڏئي ٿانئيڪو ٿي ويٺو تہ مير صاحب وري چيو، "شل نا اميد نہ ٿيون."

"ڪيئن؟"

"ڏسون ناچ ڪيئن آهي."

"اهوئي اگهاڙو ناچ ٿيندو، ٻيو ڇا؟"

"ادا مرزا،" مير صاحب کلي چيو، "اهڙي بيحيائي پاڻ کان ڏٺي ڪانہ ٿيندي. نيٺ اسان جي گهرن ۾ بہ تہ ننهون ڌيئون آهن."

"ڇڏ ڙي ڇڏ! ڏٺيون اٿئون اوهان جون شرم حضوريون! ميان پنج پنج لولي جيڏا رپيا خرچي آيا آهيون، سو اسان بہ ڪي تہ لهڻو. جي اکيون هيٺ ڪري ڏسي وٺنداسين. ٻڌو ڪين اٿئي، "گناه بر گردن راوي."

"سائين، مرزا ۽ مير ضاحب اڃا انهي قسم جون ڳالهيون ويٺي ڪيون تہ اوچتو پردو مٿي کڄيو. مس ماڊلين هڪڙي سنهي بادل جهڙي چادر ويڙهيو سٽيج تي نمودار هئي. ماڻهن تاڙيون وڄائي هن جي خوش آمديد ڪئي. مير اڪمل خان، جنهن ڪنڌ مٿي ڪري ڪري پي ڏٺو، تنهن چيو، "وٽ، سائين، پنجئي رپيا پاٽيءَ ۾!" ۽ مرزا صاحب جن فرمايو، "واقعي، ڪهڙي نہ واهيات زال آهي."

مس ماڊلين، پنهنجي خاص انداز سان آهستي آهستي قدم کڻي پنهنجي حسن جو جلوو پي ڏيکاريو. پوءِ تہ اهاسنهي چادر بہ پاسي ڪري اڇلي ڇڏيائين، جنهن تي ماڻهن وري هڪڙي ٻيري زور سان تاڙيون وڄايون. رقاصہ کي اهڙا تہ سنها ڪپڙا پيا هئا، جو منجهان سڄي بدن جي اوگهڙ انديٰ نظر پي آئي ۽ سگهوئي هوءَ سارنگي ۽ طبلي جي دلنواز گتن تي پنهنجي هنر جي هوشياري ڏيکارڻ لڳي. هڪڙو ناچ نچي، وري ٻيو، وري ٽيون ۽ ٻيري ٻيري سان ڪپڙا مٽائيندي آئي جن من بدن ڪنهن مان گهٽ تہ ڪنهن مان وڌ ڏسڻ ۾ پي آيو.

"مرزا، هوءَ ڳالھ تہ ڪانہ ٿي،" مير صاحب ناچ هلندي چيو.

"ها، ڪا جھرمر تہ ڏسجي پئي پر ٻيو مڙيئي خير!" مرزا صاحب فرمايو.

پنين قطار ۾ بہ ٽي چٽا هنن جون ڳالهيون ٻڌي پي کليا. مس ماڊلين نچندي نچندي ڪڏهن اسٽيج تي گهٽو پوئتي تہ ڪڏهن اڳتي پي آئي ۽ روشنيءَ جو بہ اهڙو بندوبست رکيل هو جو هوءَ جڏهن پوئتي ٿي وئي تڏهن روشني گهٽجيو ٿي وئي ۽ هوءَ اڳتي ٿي آئي تہ روشني بہ ٿي وڌي. هاڻ جا هوءَ اڳتي آئي تہ پنين قطار مان ڪنهن چيو، "وٺ، ميان، هاڻ ڏسي وٺ."

اهو ٻڌنديئي مير ۽ مرزا ٻئي جلدي جلدي پنهنجون عينڪون لاهي، جيڪي هٿ چڙهين انهي سان ڪائو صفا ڪري، چاڙهي، ڪنڌ اڳتي ڪري واجهائڻ لڳا. پر مير صاحب وري چيو، "مون کي تہ مزوئي ڪونہ ٿو اچي."

"ها، صفا تہ ڪجھ ڏسڻ ۾ ئي نٿو اچي،" مرزا صاحب جواب ڏنو.

"خدا ڄاڻي هي ماڻهو ڇا ڏسي پيا خوش ٿين."

مرزا صاحب چيو، "اندا آهن، اندا."

ايتري ۾ وري ڪنهن پنيان چيو، هاڻ چئو پلا. آهي ڪي لڪل؟"

بس هنن جو ايترو ٻڌڻ ۽ ٻئي جهٽ ۾ وري عينڪون لاهي لڳا ملڻ ۽ صفا ڪرڻ، ۽ وري نڪن تي ڄمائي، اڳتي جهڪي ڏسڻ لڳا. مير صاحب مرزا کي کک هڻي چيو، "ڪا ڳالھ آهي تہ سهي."

"ها، ذرو جهلڪو مون بہ تہ ڏٺو."

ايتري ۾ وري ڪنهن پنيان چيو، "جهڙي ٻڌيسين تهڙي ڏٺيسين."

وري ٻئي ڪنهن چيو، "بس ادا، بيحيائيءَ جي بہ حد ٿي چڪي."

وري مرزا صاحب ڏي جهڪي چيو، "يار، مون کي تہ ڪو نظر ۾ ڪين ٿو ڏسجي."



پويان بيٺل: شمس علماءِ مرزا قليچ بيگ، نادر بيگ مرزا (نوجوان)
مرزا سڊني بيگ (نادر بيگ جو سڳو سؤٽ ۽ پيٽيوو)
ڪرسين تي ويٺل: فخرالنساءِ (نادر بيگ جي وڏي ڀيڻ ۽ مسز سڊني بيگ جي ڪڇ ۾ فرهاد مرزا)
ايڊي ليڊ (نادر بيگ مرزا جي سس)
گريسي (نادر بيگ جي سڳي سؤٽ ۽ زال)
ٻار: اختر بيگ مرزا (نادر بيگ جو ننڍو ڀاءُ)



نوجوان نادربیگ مرزا



ڪورٽ ڊريس ۾،



آفيس وڃڻ جي تياري،



نادر بيگ مرزا مطالعي ۾ مصروف.



نادر بيگ مرزا جا مختلف پوز.



ـارن ڪپڙن ۾،



پٽ تي ويڇيل گاديلي مٿان مطالعي ڪندي.



نادر بيگ مرزا پنهنجي اسٽڊي روم ۾.



نادر بيگ مرزا ۽ سندس زال گريسي مرزا (1914-3-19) لو مئرج کان
اَٿ ڏينهن اڳ نڪتل فوٽو.



مس گريسي (مرزا نادر بيگ جي گھرواري)



نادر بيگ مرزا سندس گهر واري "گريسي" ۽ ٻه پٽ



نادر بیگ مرزا ۂ سندس ڈيءَ شيرين فيروز نانا کوٽڙي بئراج وٽ.



نادر بیگ ۂ سندس ڌيءَ کوٽڙي بئراج وٽ



نادر بيگ مرزا جو ٺاهيل ڪبٽ، جيڪو پاڻ پنهجي دوست شعبان ميراڻيءَ کي تحفي طور ڏنو هيائين. هي ڪبٽ نادر بيگ انهن ڏينهن ۾ ٺاهيو هو، جڏهن ڪيس پٽ ڏاڪر ڇائو هو.






نادر بيگ مرزا جي ٺاهيل پينٽنگ جو عڪس.



نادربيگ پنهنجي، ٽئين ورتل ڪار ۾ پٺين سيٽ تي پنهنجي والد مرزا قليچ بيگ سان گڏ ويٺل. ڊرائيور نگ سيٽ تي نادربيگ جو سوٽ ۽ سالو سڌڙيبيگ مرزا.



پنهنجي گهر آڏو، وڪٽوريا ۾ ويٺل مسز نادر بيگ مرزا. هي اهوئي گهر آهي جنهن مان پوءِ ٻنهي هڪ ٻئي کان علحدگي اختيار ڪئي هئي.



ڊاڪٽر جعفر قلي بيگ.

سنڌ جو پهريون مسلمان ايف آر سي ايس. نادر بيگ جو چاچو ۽ پوءِ سهرو.



همايون بيگ مرزا، دختر حيدر قلي بيگ، نادر بيگ ۽ مسز فيروز نانا.



نادر بيگ ۽ سندس ڏيءُ مسز فيروز نانا.



نادر بيگ مرزا، ناصر علي بيگ مرزا (مرتب جو والد) ۽ مرزا الهه وسايو



نادر بيگ مرزا جي آخري تصوير.



آخري آرام گاهہ.

”نہ اسين البت پري وينا آهيون،“ مير صاحب چيو. هينئر رقاصہ ڪجهہ اوندهہ ۾ بيٺي پنهنجو هنر ڏيکاريو ۽ هاڻ جو اڳتي وڌي تہ وري پنين مان ڪنهن چيو، ”وٺو سائين، ”هاڻ تہ ڪو فرق ڪونہ رهيو.“

ٻئي چيو، ”هاڻ تہ انڌا بہ ڏسي سگهيا هوندا.“

بس ايترو ٻڌندي وري ٻئي عينڪون لاهي صفا ڪري وري نڪ تي رکي ۽ نظر جمائي ڏسڻ لڳا. مرزا فرمايو، ”ڏسجي ٿا ڏوڙا! نياڳي هڪڙي هنڌ تہ بيهي ئي نٿي.“

”مرزا،“ مير صاحب چيو، ”نچي نٿي اڏامي ٿي، اڏامي.“

”نچي ٿي ڪي اڏامي پر اسان کي تہ پائي بہ پلئي نٿي پوي.“

”بس، جنگهون اڳتي پٺتي پئي هلائي.“

ايتري ۾ وري پنيان ڪنهن چيو، ”ڇو سائين هاڻ آهي ڪا ڪسر؟“

اهو ٻڌندي ئي وري مرزا ۽ مير جهٽ ڪٽي عينڪون لاٿيون. پر انهن اڃا عينڪون ملي ملي صفا پي ڪيون تہ مس ماڊلين، ماڻهن کي آخرين سلام ڪري ويندي رهي.

هاڻ ذرو ڪن لائي ٻڌجو. مرزا صاحب مس ماڊلين جو ناچ پي ڏٺو ۽ بيگم صاحب گهر ۾ جواهردار ڪنگڻن جي اميدن ۾ هئي تہ ايتري ۾ ڪنهن در کان اچي هڪل ڪئي، ”مرزا صاحب! مرزا صاحب! ڇو سائين اڄ سنجهي ڪائي سمهي پيا آهيو ڇا؟“

بيگم صاحب نوڪرياڻيءَ کي چيو، ”چئينس، تہ راڻيءَ جي باغ ۾ سوديشي بازار گهمڻ ويو آهي.“

ٻاهران آواز آيو، ”ڪير؟“

بيگم چيو. ”چئينس حليم جو پيءُ.“

تہ ٻاهر واري چيو، ”سوديشي بازار وري ڪهڙي، هو تہ فرنگڻ جو ناچ ڏسڻ ويو آهي، جا اگهاڙو ٿي نچي.“ ۽ پوءِ نوڪرياڻيءَ کي، جا در تي بيٺي هئي، ”پر، مائي، ڏس، بيگم صاحب سان ڳالهہ نہ ڪجانئن.“

هاڻ فيڏانهن مرزا صاحب گهر پي موٽيو تہ دل ۾ خيال ڪندو آيو تہ ڪهڙو بهانو ڪريان. انهن خيالن ۾ 11 بجہ ڌاري اچي گهر

سھڙيو، ۽ زور زور سان ڪڙو ڪڙڪائڻ لڳو. بيگم صاحبہ اٿي در لاٿو. پاڻ اندر گھڙنديئي چيائين، ”چو بيگم، مردن سان ٻي شرطون پڄايئي ڇا؟ رڙيون ڪري ڪري ٻہ ڪلاڪ گذري ويا آھن ۽ در ڪڙڪائيندي ڪڙڪائيندي ھٿ ئي سڄي پيو اٿم.“ ۽ وري ”چڱو ڀلا، پاسي ٿي، رستو ڏي، منھنجي طبيعت پٽي خراب ٿئي.“

ائين چوندو ھو ڪوٺيءَ ۾ گھڙي ويو، پر ڏاڍي جي لٺ ڪي ٻہ مٿا ۽ بيگم ٻہ پنيان لڳي آئي.

”ٻڌايو تہ سھي، مون لاءِ ڇا آندو؟“

”ڇا آٿيان، ڏوڙ!“ مرزا صاحب بيزاريءَ سان چيو، ”خدا ڄاڻي ڪھڙي نيت سان مون کي پئسا ڏنا ھيئي، جنھن ڪوڪي ۾ ھٿ وڌم سو خالي نڪتو.“ ۽ پوءِ، پنھنجي ڪوٽ جا ٻيڙا لاھيندي، ”پنھنجن پنجن پيسن جو تہ ڪيترو خيال اٿس، ۽ مون جا ايتري تڪليف ۽ نا اميدي سٺي، انھي جو تہ پائيءَ جو بہ خيال ڪونھيس! ويچاري مير صاحب جا پنڌرھن رپيا ٻڏا.“

مير صاحب جو نالو ٻڌندي ئي بيگم اچي بگڙي، چي، ”اھوئي مئو تہ اوھان کي خوار خراب ٿو ڪري نہ. غضب خدا جو، ڪوڙ ڳالھائيندي شرم بہ ڪونہ ٿو اچيو. ھيڏا سارا، اڇين ڏاڙھين سان، پنجن نياڻين جا پيءُ فرنگڻ جو اگھاڙو ناچ ڏسندي شرم ڪونہ ٿي آيو.“

ويچارو مرزا صاحب سمجھي ويو تہ ڪنھن تہ مڙيئي ڦڪڙ ڦاڙيو آھي. ٻڏل ٻليءَ وانگر، ڇپ ھٽي کٽ تي چڙھي وينو. ڪنڌ ھيٺ ڪري ايترو چيائين، ”مون مير صاحب کي چيو بہ تہ نہ ........“

پر مير صاحب جو نالو ٻڌي بيگم وري پڙڪي ڪاڏي. پري تہ اڳي ئي وينءِ ھئي، ھاڻ گجڻ لڳي، ۽ تمام آزاد زبان سان ھڪڙي ئي بحر ۾ مرزا صاحب کي اھڙيون تہ صلواتون سڻايائين جو ميان جا ڏاڪوٽان ئي ڏرا ٿي ويا. جي مرزا سودا مرحوم حيات ھجي ھا تہ ويچارو بيگم جون ڳالھيون ٻڌي اھڙي نالائق فرزند کي گھٽ ۾ گھٽ لادعويٰ تہ ضرور ڪري ڇڏي ھا.

نيٺ جڏھن بيگم صاحب جو جوش گھٽجڻ لڳو تڏھن مرڪي چيائين، ”تھيو، ٿي گذري، ھاڻ معاف ڪريو، اڳتي توبہ ڪئيسين.“

گهر موٽڻ مهل مرزا صاحب جي دل ۾ خيال ته برابر هو ته
وري ٻيءَ رات به مس مادلين جو ناچ ڏسڻ وڃان، پر بيگم صاحب جي
ڳالهين مان يقين ٿيس ته وري ڪنهن به بهاني ٽڪيٽ جا پئسا ملڻ
مشڪل بلڪ ناممڪن آهن، ۽ لاچار افسوس جي سرد آه ڀري، سوڙ
تاڻي سمهي پيو.

# مس رستمجي ●

[ پارسيءَ ۾ پهاڪو آهي تہ، قرض مقراض محبت است يعني قرض محبت کي وڍيندڙ آهي. سنڌيءَ ۾ بہ چوڻي آهي تہ، ناڻو نينهن ٽوڙ آهي، پر هن آکاڻيءَ ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ ناڻو نينهن ٽوڙ تہ نہ، بلڪ، ناڻو نينهن جوڙ آهي، يا، قرض بنياد محبت است.]

هڪڙي ڏينهن جو ذڪر آهي تہ، آءٌ صدر کان پنهنجي گهر ڏي پي آيس تہ ڏٺم تہ هڪڙو پيرمرد رستي تي ڪرسيءَ تي چڙهيو ويٺو هو. پنهنجن هٿن سان هڪڙي وڏي قينچي، قريب ڏيڍ هٿ جيڏي پي کڙڪايائين ۽ ڪليو پي هوڪو ڏنائين تہ قرض مقراض محبت است، يعني قرض محبت لاءِ قينچي آهي. هن جي چوڌاري جيڪي ماڻهو بيٺا هوا تن بہ پي ڪليو. مون کي پري کان ڏسي رڙ ڪيائين، "مس صاحبہ! ذرو هيڏانهن قدم رنج فرمائجو."

مون هن ڏي خيال سان ڏٺو. پرئي مڙس جي شڪل ئي ڪل جهڙي هئي. مون کي هن جي شڪل ڏسي کل آئي، جو هن ڳالهائيندي بہ قينچيءَ جا ڏاٽن جيڏا ڦر تي کڙڪايا. آءٌ مرڪندي هن تائين وڃي پهتيس، ۽ چيم، "فرمايو!"

"مون کي پنهنجي اسم شريف کان واقف ڪرڻ ۾ اوهان کي ڪو اعتراض آهي؟" پرئي مڙس مون کان ڏاڍو ابوجهہ ٿي پڇيو. مون نالو ٻڌايومانس ۽ چيم، "مون کي مس- اي- رستمجي ڪري ڪوٺيندا آهن."

"مهرباني! مهرباني! احسان!" پرئي مڙس قينچي کڙڪائيندي چيو، "ضرور، ضرور.... مسي صاحبہ ضرور اوهين ڪنهن سڪول ۾ ..."

"جي نہ،مون جواب ڏنو. آءٌ ليڊي ڊاڪٽر آهيان- ڊاڪٽر مس رستمجي. پر فرمايو، اوهان کي ڇا چوڻو هو."

● هيءَ آکاڻي ماهوار "سنڌو" رسالي جي جنوري 1934ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

”اوهو!“ هڪڙي خوشيءَ جهڙي آواز سان چيو، ”اوهو! بس، سائين، پڇوئي نہ تہ مريضن جو ڪهڙو حال آهي. هڪ ٻئي کان وڌيڪ بي ايمان دنيا ۾ پريا پيا آهن. في جو ڇئون تہ ڇوندا سياڻي ڏيندا اسون، ڇي دوا جا پئسا ٻئي مهني ڏينداسون. اهو سمجهن ئي نٿا تہ اسان جي مسي صاحبہ وٽ ڪو خزانو ڪون رکيو آهي، نڪا لاٽري کٽي اٿس. نيٺ دنيا جو ڪم بہ تہ ضرور هلائڻو آهي، پر مريضن کي ڪوبہ خيال ڪونهي. مروت ڪرڻ سان تہ هيڪاري ڪم بگڙيو وڃي. غريب پنهنجي عزت جو بهانو ڪن تہ امير پنهنجي فرصت جو. نتيجو ڳالهہ جو اهو تہ دوا جا پئسا نڪي اڄ ٿا ملن، نڪي سياڻي ....“ ايترو چئي پير مرد مون ڏي مخاطب ٿي چيو، ”ڪيئن مسي صاحبہ، آءٌ سچ ٿو چوان نہ؟“

مون کان کل ڇٽي وئي ... جو اهڙي صفائيءَ ۽ چٽائيءَ سان آءٌ پنهنجي حالت پاڻ بہ بيان ڪري ڪانہ سگهان ها، ۽ چيم، ”پريا مڙس اوهين جيڪي پيا فرمايو سو بلڪل صحيح آهي. پر نيٺ انهي جو ڪو علاج بہ آهي؟“

”اوهو!“ پرئي مڙس وري قينچي ڪڙڪائي جواب ڏنو، ”بس، علاج جي تہ ڳالهہ ويئو ڪريان نہ. انهي جو مون وٽ شرطي علاج آهي. پر ساڍا ست روپيا خرچڻا پوندو- ... سي بہ هينئر جو هينئر. ها، مسي صاحبہ، انهي جو علاج اوهان مون کان لهڻو.“ ائين چئي هن پنهنجا هٿ هڪڙي سهڻي پيتيءَ ڏي ڊگهيڙيا، جا سندس سامهون هڪڙي ميز تي رکي هئي، ۽ چيائين، ”وري انهيءَ جي خوبي اها تہ جي پسند اچيو تہ رکجو نہ تہ ڪو زور ڪونهي.“

ايترو چئي هن قينچي ميز تي رکي ۽ پيتي کولي انهي مان هڪڙو فريم ڪڍيائين جنهن ۾ آرسيءَ تي سونهري اکرن ۾ ڏاڍي صفائيءَ سان هيءَ عبارت تحرير ٿيل هئي:

” قرض مقراض محبت است “

مون اڃا انهي فريم کي غور سان پي ڏٺو تہ پرئي مڙس چيو، ”بس هي ڪٽي وڃو ۽ پنهنجي دواخاني ۾ ٽنگي ڇڏيو. انهي مان ٿوري گهڻي بچت تہ ضرور ٿيندي.“

اها اٽڪل بہ مون کي وڻي ۽ تنهن ڪانسواءِ هوئن بہ فريم ۽

مٿس اڪر اهڙا سهڻا هئا جو فريم خريد ڪرڻ جي لائق هو، ۽ مون ڪيسي مان ڏهين رپئي جو نوٽ ڪڍي هن کي ڏنو. هن چيو ته ”مون وٽ ڇنا ته ڪونهن.“ پاسي ۾ هڪڙو سنڌي جنٽلمن بيٺو هو انهي کان پڇيائين ته انهي پنهنجو بٽون کولي ڏٺو ۽ چيائين، ”مون وٽ به رڳا پنجين رپئي جا نوٽ آهن.“

پريو مڙس ته اڳي ئي مسخري لائي ويٺو هو، انهيءَ چيو، ”هڪڙو نوٽ مون کي ڏيو.“ هن جنٽلمن هڪڙو نوٽ ڪڍي پرئي مڙس کي ڏنو، تنهن تي يڪدم پير مرد پيتيءَ مان ٻيو اهڙو ساڳيو فريم ڪڍي هن کي ڏنو ۽ پنجين جو نوٽ مون کي ڏئي چيائين، ”سائين مسي صاحب کي ۽ اوهان کي اڍائي اڍائي رپين جو فائدو ٿيو ۽ مفت ۾ مون کي پنجن رپين جو نقصان پيو.“

جيڪي ماڻهو اتي بيٺا هوا تن اهو حساب ٻڌي کلي ڏنو، ته وري پير مرد چوڻ لڳو، ”ميان اوهين کلو ڇا تي ٿا؟ هي ٻئي اهڙا ته ڪينهن جو منهنجا اڍائي روپيا ڪائي ويندا.“

”پر مون کي ته هن جي ڳهرج ئي ڪانهي،“ هن سنڌي جنٽلمن چيو.

”اڙي“، پرئي مڙس اکيون ڇنڀي چيو، ”مسٽر، اوهين به عجيب انسان آهيو، اوهين پنهنجي ڳهرج ڏي ڏسندئو يا پنهنجي نفع ڏي؟ جي اوهان فريم نه ورتو ته اوهان کي اجايو اڍائي روپين جو نقصان پئجي ويندو. هڪڙي فريم جو اگهه ساڍا ست روپيا ۽ ٻن جو فقط ڏهه.“

ماڻهو وري کلڻ لڳا. اتي جو اتي به ٻئي فريم به وڪاڻا ۽ آءُ اتان کلندي هلي ويس. فريم مون وجي انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ ٽنگيو جنهن ۾ مريض اچي ويهندا هئا. حقيقت ته اها آهي ته منهنجو خرچ ڏاڍو ڳرو هو. ٿون ڌنڌو شروع ڪيو هوم ۽ آمدنيءَ جو اهو حال هو ته خرچ ڇڪي تاڻي مس پورو ڪندي هيس، بلڪ ڪڏهن ته وقت تي في نه ملڻ ڪري قرض به چڙهي ويندو هوم.

(2)

ڊاڪٽر وياز ڪراچيءَ جو مشهور سول سرجن هو. پر منهنجي

تہ سيني ڊاڪٽرن سان اٿ ويھہ هئي. هڪڙي ڏينهن ڊاڪٽر وياز وٽ ڊاڪٽرن جي ميٽنگ ٿيڻي هئي، جنهن ۾ مون کي بہ خاص طور اچڻ لاء چيو ويو هو.

جڏهن آءٌ اتي پهتيس تڏهن ڏٺم تہ گهٽائي ڊاڪٽر اتي اڳيئي موجود هوا ۽ هڪڙي عجيب مٽي جي سور جي مريض جو ذڪر پئي هليو. اهو مريض شهر جو هڪڙو معزز نوجوان ٿي ڏٺو، جنهن کي اها عجيب مٽي جي سور جي شڪايت هئي. هن کي ڪاليج ۾ وڃڻ جي ڪري مٽي ۾ سور پوندو هو، ۽ جي ڪاليج ۾ نہ وڃي تہ هيڪاري مٽي جو سور وڌيس. ٿوري محنت ڪري تہ وري تہ بہ ساڳيو مٽي جو سور لڳو اچيس. جي ڪلاس ۾ ويهي تہ مٽي جو سور اچيو پويس، ۽ جي راند ڪرڻ وڃي تہ مٽي جو سور پاڻ وڌيو وڃي. مٽي جي سور جي ڪري هو امتحان بہ ڪونہ ڏئي سگهيو ۽ امتحان نہ ڏيڻ جي ڪري مٽي جو سور هيڪاري وڌڻ لڳو. مطلب تہ هي مٽي جو سور بہ ڪو نرالو مٽي جو سور هو. پر حقيقت ڪري انهي مريض جي هتي ڏاڍي تعريف پئي ٿي. هو گهٽو ڪري سيني ڊاڪٽرن جو علاج ڪري چڪو هو ۽ سيني کي وڏيون وڏيون رقمون ڪارائي چڪو هو. سيئي انهي ڳالهہ تي يڪراء هئا تہ اهو مريض نهايت خوش خلق ۽ تهذيب وارو انسان هو، ۽ ڊاڪٽرن کي نهايت فراخدليءَ سان فِي ڏيڻ وارو مريض هو. هن کان جيڪي گهربو هو سو ملندو هو، بلڪ مقرر ٿيل فِي کان جيڪي سو وڌيڪ ڏيندو هو.

اهڙا مريض ڪي ڀڳوليا ليندا. انهيءَ جي مرضُ تي گهڻي دير تائين بحث هليو ۽ نيٺ اها راء قائم ڪئي وئي تہ انهي مرض جو باعث سوداءُ، بيڪاري ۽ ورزش نہ ڪرڻ هو. هن کي ڪو خاص سنگتي بہ ڪونہ هو، نہ ڪو اهڙو ويجهو مٽ مائٽ هوس جنهن جي صحبت ۾ هو پنهنجي دل وندرائي. مطلب تہ انهي عجيب مريض جو ذڪرڊير تائين هلير ۽ هرڪنهن پنهنجي پنهنجي تجربي موجب پنهنجي راء ڏني. پر نيٺ سڀ انهيءَ ڳالهہ تي اچي شامل راء ٿيا تہ انهي مريض جو مٽي جو سور لاعلاج ٿي رهيو آهي.

(3)

انهيءَ ميٽنگ کان اٽڪل مهنو کن پوء، هڪڙي ڏينهن آءٌ

پنهنجي ڊريسنگ روم ۾ هيس تہ ٻاهران نوڪر گهنڊٽي وڄائي، يعني اطلاع ٿي ڏنائين تہ ڪو مريض آيو آهي. مون چيو مانس تہ ”چڱو ڊرائنگ روم ۾ ويهاريوس، آءٌ اچان ٿي.“ ڊرائنگ روم ۾ پردي جو بہ پورو بندوبست هو ۽ ڪا بہ مريض زال بند گاڏيءَ يا ڏوليءَ ۾ ايندي هئي تہ آءٌ انهيءَ کي ڊرائنگ روم ۾ گهرائيندي هيس. دواخانو ٻاهر وراندي جي ڪنڊ ۾ هو.

”آءٌ ڪپڙا ڪري ڊرائنگ روم ۾ آيس تہ، ڏٺم تہ هڪڙو ماٺهو اوورڪوٽ پايو، پنهنجو منهن ۽ مٿو گلابند ۾ ويڙهيو، ٻئي پاسي منهن ڪيو، منهنجي وڏي، رنگين تصوير کي پيو ڏسي. مون ڀانيو تہ ڪنهن مريض زال جو مائٽ آهي، جو مون کي ڏسڻ يا مون کان دوا وٺڻ آيو آهي. پٽ تي هڪڙو ٿلهو، نرم گلم وڇايل هو جنهن ڪري منهنجي پير جو کڙڪو بہ ڪونہ ٿيو. جڏهن مون هن جي ڏيان ڇڪائڻ لاءِ ڪرسي گهلي تڏهن هو بہ مون ڏانهن مڙيو. انگريزيءَ ۾ هڪ ٻئي کي ”گڊ مارننگ“ ڪري مون هن کي ويهڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ بہ ويهي رهيس. انهي مهل هن جو منهن .ڪوٽ جي ڪالر ۽ گلابند ۾ اهڙيءَ ريت لڪل هو، جو بسواء نڪ ۽ اکين جي هن جي شڪل جو ڪوبہ خاص حصو نظر نٿي آيو، هو بہ ويهي رهيو. آءٌ منتظر هيس تہ هو ڪجهہ چوي تہ ڪير آهي ۽ ڇو آيو آهي، پر هو ماٺ ڪيو، اگر سان سامهون ٽپائي کنهندو رهيو. مون کي ڪاوڙ اچڻ لڳي ۽ چيم، ”فرمايو، اوهان جو ڪهڙو ڪم آهي؟“

”تنهن تي پڇيائين، ”اوهين ڊاڪٽر رستمجي صاحب جي صاحبزادي آهيو؟“

مون چيو، ”ها، سائين فرمايو.“

چيائين، ”آءٌ ڊاڪٽر صاحب سان ملاقات ڪرڻ ٿو گهران.“

مون تہ سمجهيو تہ هي ڪو چريو آهي. غور سان هن جي اکين ڏانهن ڏٺم ۽ ٿوري کل اچڻ لڳيم. مون کي بہ من ۾ شرارت سجهي آئي ۽ تمام سنجيدگيءَ سان، ڪنڊ ۾ هڪڙي ننڍي ميز تي هڪڙو ننڍڙو ڪٻٽ رکيو هو جنهن تي وڏن اکرن ۾ لفظ ” POISON“ يعني ”زهر“ لکيل هو. انهي ڏي اشارو ڪري چيم، ”جي اوهان کي منهنجي والد صاحب سان ملاقات ڪرڻ جي خواهش آهي تہ اوهان کي هن ڪٻٽ مان

ڪنهن دوا جي هڪڙي خوراڪ ڪائڻي پوندي."
"معاف ڪجو" هن چيو، "پر آءٌ ڊاڪٽر صاحب سان ملاقات ڪرڻ ٿو گهران."
"ڪهڙو ڊاڪٽر؟" مون پڇيو.
هن اڳر سان ٻاهر اشارو ڪري چيو، "ڊاڪٽر رستمجي جنهنجو نالو مون ٻاهر بورڊ تي پڙهيو، پر شايد تڪڙ ۾ پورو نالو نہ پڙهيو هجيم."
"پر انهيءَ بورڊ تي تہ منهنجو نالو اڪريل آهي .... ڊاڪٽر مس. رستمجي، ۽ انهيءَ سان اوهين هيئنر ملاقات پيا ڪريو. اوهين شايد ڪنهن دوا لاءِ آيا آهيو. مريض جي ڪا ڳالهہ آهي تہ آءٌ حاضر آهيان."
"آءٌ خود مريض آهيان."
"معاف ڪجو" مون چيو، "مون ڀانيو تہ اوهين ڪنهن مريض ڀاران آيا آهيو. آءٌ رڳو زالن جو علاج ڪندي آهيان."
هن چيو، "معاف ڪجو، مون کان ڀل ٿي."
هاڻي هن پنهنجي منهن تان گلابند هٽائي ڇڏيو. چڱي خاصي ڏاڙهي هيس. هونئن تہ اڃا نوجوان هو ۽ چهرو بہ صاف هوس. پر البت زرديءَ ڏي مائل هو.
مون چيو، "ڪا حرڪت ڪانهي، اوهان شايد بورڊ پورو نہ پڙهيو هوندو ...."
"ها، ها،" هن چيو، "اها ئي ڀل ٿي، مون برابر خيال ڪري ڪونہ ڏٺو هوندو. توهين رڳو زالن جو علاج ڪندا آهيو.. پر جي اوهين پنهنجي ڪمپائونڊر کي ڪٿي حڪم ڪريو تہ دوا جي هڪڙي خوراڪ مون کي ٺاهي ڏئي تہ انهي ۾ ڪا .... ڪا ... حرڪت آهي؟"
مون چيو، "معاف ڪجو، آءٌ فقط زالن جو علاج ڪندي آهيان." ائين چئي آءٌ اٿي ڪرڙي ٿيس ۽ هو بہ اٿي بيٺو ۽ چيائين، "پر انهي ۾ شايد ڪو نقصان ڪونہ ٿيندو جي اوهين ڪمپائونڊر کان هڪڙو وزن دوا جو مون کي ڪٿي ڏياريو. مون کي هن مهل دوا جي سخت ضرورت آهي. منهنجو نهايت برو حال آهي."
مون چيو، "چڱو، تہ اوهان کي جيڪا دوا کپي سا ٻاهر

دواخاني مان وٺي سگهو ٿا. انهي ۾ مون کان پڇڻ جو ڪهڙو ضرور آهي."

چيائين، "مون کي ڪهڙي خبر تہ ڪهڙي دوا وٺان. اوهين ڪٿي چئوس تہ ڪا اهڙي دوا ڏئيم جنهن کان مٿي جو سور لهي وڃي. آءٌ مٿي جي سور جو جهونو مريض آهيان ۽ اڄ، غير معمولي طرح صبح جو سوير ڪنهن سنگتيءَ کي اسٽيشن تي ڇڏڻ ويو هوس تہ اتي اچي مٿي ۾ سور پيم. اتان هاڻي پنڌ ڪري پيو موٽان ۽ واٽ تي واجهائيندو آيو آهيان تہ ڪنهن ڊاڪٽر جي تختي لڳل هجي تہ پنهنجو علاج ڪرايان."

مون اشاري سان هن کي ويهڻ لاءِ چيو، جو آءٌ سمجهي ويس تہ هي سائين لوڪ ڪير آهي. جڏهن ويهي رهيو تڏهن مون پڇيومانس، "سائين اوهان جو نالو مسٽر محسن تہ ڪونهي؟"

"جي ها،" هن تعجب سان چيو، "پر انهيءَ جي اوهان کي ڪيئن خبر پئي."

مون مختصر هن کي احوال ڪري ٻڌايو تہ ڪيئن مون کي سندس نالي جي خبر پئي هئي ۽ چيومانس، "اوهان جو مرض اهڙو پراڻو آهي جو اوهان کي تپاسڻ کان سواءِ دوا ڏيڻ ڊاڪٽريءَ جي اصولن کان بلڪل برخلاف ٿيندو."

تہ تمام اٻوجهائيءَ سان چيائين، "تہ اوهين مون کي تپاسي وٺو."

مون چيو، "آءٌ تہ اڳي ئي عرض ڪري چڪي آهيان تہ آءٌ رڳو زالن جو علاج ڪندي آهيان."

"تہ مونکي دوا ڪيئن ڏيندئو؟"

"آءٌ تپاسڻ کان سواءِ دوا اصل ڪين ڏئي سگهنديس."

"تہ اوهين ڪٿي تپاسيوم. انهي ۾ ڪهڙي حرڪت آهي. آءٌ اوهان کي ڊبل في ڏيندس."

ڊبل في جو نالو ٻڌي منهنجو وات پاڻي ٿيڻ لڳو، ۽ دل ۾ خيال ڪيم تہ جي صبح مردان جو ڊبل في ملي وئي تہ ڪيترائي ڪم ٿي پوندا. نيٺ بہ انهيءَ ۾ ڪهڙي حرڪت هئي. اها تہ اڳي ئي خبر هيم تہ هي شخص بلڪل فضليت وارو، اشراف انسان آهي ۽ چيم، "ٻٽيهہ روپيا في پرٽي پونديو."

چيائين، ”تمام چڱو اوهين تپاس شروع ڪريو.“
مون ڪنهن مرد ماڻهوءَ کي ڪڏهن تپاسيو ڪونه هو، پر پيٽ بري بلا آهي. مون هن جي زبان ڏٺي، سينو تپاسيومانس، پٺي ٺوڪي ڏٺيم، جگر ڏٺم، دل تپاسيم ... مطلب تہ تمام چڱيءَ طرح سان تپاس ڪري مون پنهنجي راءِ قائم ڪري نسخو تيار ڪيو. کائڻ جي دوا ڏني مانس، ٽي وزن روز: هڪڙو صبح ناشتي کان پوءِ، ٻيو ٻنپهرن جو ۽ ٽيون رات جو ماني‌ءَ کان پوءِ. تنهن کان سواءِ ڳچيءِ ۽ مٽي کي مالش ڪرڻ جو تيل ڏنومانس ۽ مالش ڪرڻ جو رستو ڏسيومانس تہ مالش ڪيئن ڪجي. رت جي دوري جو سرسري طرح اصول ٻڌايومانس ۽ سمجهايومانس تہ مالش ڪرڻ سان ڪهڙو فائدو ٿو ٿئي. تنهن تي هن گهٻرائجي چيو، ”مالش ڪرڻ جو رستو تہ منهنجي سمجهہ ۾ اصل نٿو اچي. مون وري ٻڌايومانس پر وري بہ ڪونہ سمجهيائين. تنهن تي مون چيو، ”جي چئو تہ اچ آءٌ پاڻ اوهان کي مالش ڪري ڏيکاريان، پوءِ اوهين پاڻهي سمجهي ويندئو. پر اوهان کي انهي جي في جدا ڏيڻي پوندي.“ هن قبول ڪيو، تنهن تي مون هن کي ٺاهي ڪرسيءَ تي ويهاريو ۽ گرم اسپنج سان ڳچيءَ کي ٽاڪوڙ ڪري، ڳچي ۽ مٽي کي مالش ڪيم: ڪرسيءَ تي هن کي بي آرامي ۽ تڪليف پي ٿي ۽ مون اونهيئين هن کي چيو، ”هيءَ ڪرسي انهي ڪم جي ناهي. مون اڍائي سؤ رپئي هڪڙي خاص ڪرسي اهڙي مالش لاءِ گهرائي آهي.“ آءٌ مالش بہ ڪندي ويس ۽ هن سودائي مريض جي دل وندرائڻ لاءِ خيالي ڪرسيءَ جو ذڪر بہ ڪندي ويس. مون اهڙي ڪرسي نڪا گهرائي هئي نہ مون ۾ اهڙي ڪرسي گهرائڻ جيتري طاقت هئي، تنهن هوندي بہ بيخياليءَ سان چوندي ويس، ”ڪرسي اچي سهڙي آهي ۽ اڄ بلٽيءَ جا پئسا ڀري اسٽيشن تان گهرائڻي آهي.“ اهو وري انهي خيال سان چيم تہ ڀل سمجهي تہ مون کي پئسن جي گهرج آهي ۽ في نقد ڏئي.
مالش ڪرڻ کان پوءِ مون چانهہ جو ڪوپ، بيدا ۽ ٽوسٽ تيار ڪرايو جو اهي بہ نسخي ۾ لکيا هئم. پوءِ چڱيءَ طرح ڳچيءَ ۽ مٽي کي گلابند سان ويڙهي، پنهنجو بل پيش ڪيم. ٻٽيهہ روپيا تپاسڻ جي في، ڏهہ روپيا مالش جي في ۽ ست روپيا دوا جا: مڙئي اٺونجاهہ روپيا.

هن جي ڪيسي مان ڪل ويهه روپيا نڪتا باقي اٺتيهه روپيا چيائين تہ گهران وجي ٿو موڪليان. مون ٿورو منهن ڏرو ڪري انهي فريم ڏي ڏٺو جنهن تي ”قرض مقراض محبت است“ لکيل هو. هن بہ انهي پاسي ڏٺو ۽ منهنجو مطلب سمجهي ويو، ۽ چيائين، ”مون وٽ بہ هڪڙو بنهہ اهڙوئي فريم آهي، پر ... شايد .... مون اوهان کي اڳي ڪٽي ڏٺو تہ ڪونهي...“

آءٌ يڪدم هن کي سڃاڻي ويس ۽ چيم، ”اوهو! مون ۽ اوهان اهي فريم گڏجي نہ خريد ڪيا هئا. پر اوهان پنهنجي شڪل بدلائي ڇڏي آهي. تڏهن اوهان کي ڏاڙهي ڪانہ هئي.“ ۽ اهو قصو ياد ڪري اسين ٻئي کلڻ لڳاسين. وچڻ مهل تمام اخلاق سان مون کان موڪلائي ويو. هن کي وئي اجا ڪلاڪ مس گذريو هو تہ سندس نوڪر بل جا باقي پئسا پهچائي ويو. ٻئي ڏينهن هن جو خط آيو جنهن ۾ لکيو هيائين، ”اوهان جيڪا مالش ڪئي انهيءَ مان مون کي تمام گهڻو فائدو ٿيو، پر هتي ڪو نوڪر اهڙي طرح مالش ڪري نٿو سگهي. مطلب تہ جي اوهين روز مالش ڪرڻ قبول ڪريو تہ في پيرڻ لاءِ تيار آهيان.“

مون جواب لکيومانس، ”چڱو، آءٌ مالش ڪنديس، اوهين پلي اچو، پر روز ڏهن جي بدران اوهان کان ست روپيہ في وٺنديس.“ في مون انهي ڪري گهٽائي جو دل ۾ خيال ڪيم تہ اهڙي شريف ۽ ڀولي ڀالي انسان کي ايترو ڦرڻ بہ چڱو نہ آهي. ٻئي ڏينهن کان وٺي هو روز اچڻ لڳو ۽ پنجاه روپيا هفتي جي في جي ٻلي، اڳواٽ ڏئي ويم.

چوٿين ڏينهن چيائين، ”هوءَ ڪرسي جا گهرائي هئي سا ڪانہ تي ڏسجي.“

مون چيو، ”آءٌ دوائون گهرائي ويٺي هيس ۽ ڪرسيءَ جي ٻلتي نہ پري سگهيس، تنهن ڪري موٽائي موڪليم.“

”واه!“ هن چيو، ”اها بہ ڪا ڳالهہ آهي! پئسا مون کان ڪٽي وٺو ها. هاڻ ڪٽي تار موڪليو، پئسا مون کان وٺجو، پوءِ پنهنجي في ۾ پيا مجرا ڏجو. پاڻ منهنجو سک ٿي پوندو.“

ڳالهہ تہ ٺيڪ هئي ۽ مون منظور ڪري ورتي. انهيءَ مهل تار موڪليم. ٽئين ڏينهن ڪرسي اچي وئي ۽ مسٽر محسن يڪدم قيمت

ادا ڪري ڏني. هو بہ ڪرسيءَ مان گهڻو راضي هو. جڏهن ايندو هو تڏهن آرام ڪرسيءَ تي ليٽي پوندو هو ۽ مون کي بہ مالش ڪرڻ ۾ سهوليت ٿيندي هئي.

هڪڙي ڏينهن هو آيو تہ آءٌ نين دوائن جو بيجڪ کوليو ويٺي هيس. بيجڪ ڏسي چيائين، "مارا! ايتريون دوائون توهين سڀ اوڌر تي ٿا گهرايو؟ ۽ انهيءَ تي ڪارخاني وارا ايترو وياج ٿا وٺن؟ ڏسان چا! بہ سو رپيا رڳا وياج جا؟"

مون چيو، "لاچار آهي جو اسان جو ڌنڌو هلي ئي ائين ٿو. مريض بہ پئسا آهستي آهستي ڪري ٿا پهچائين، پوءِ اسين ڊاڪٽر بہ چا ڪريون؟"

چيائين، "تہ مون کان پئسا ڇو نہ ڪٺي وٺو. پوءِ في مان لاهيندا وڃجو."

"ٻاويهہ سؤ روپيا في جا؟" مون کلي چيو، مسٽر محسن اوهان جي گهڻي مهرباني، پر آءٌ پاڻ تي ڪنهن جو بہ قرض چاڙهڻ نٿي گهران. اوهان کي تہ خبر آهي تہ قرض مقراض محبت است.

هن کلي چيو، "مون وٽ بہ تہ اهڙو ئي فريم آهي نہ. مون کي خبر آهي. تڏهن تہ ڊاڪٽرن جون دوائون ايتريون مهانگيون ٿيون ٿين. جي اوهان کي وياج نہ پرڻو پوي تہ جيڪر دوائون سستيون ٿي وڃن ۽ اسان مريضن کي ايترو ڏيڻو ڪين پوي."

"ڳالهہ تہ سچي آهي،" مون چيو، "پر مجبوري آهي. ڪم ئي ائين ٿو هلي."

هن چيو، " اوهين بي حجاب مون کان پئسا وٺي ڇڏيو، آءٌ اجا گهڻو عرصو علاج ڪرائيندو رهندس."

مون هن جا شڪرانا مڃيا پر پئسن وٺڻ کان انڪار ڪيم.

انهي ئي هفتي ۾ هڪڙي ڏينهن ٽپال کوليم تہ دوائن جي ڪارخاني وارن جي ٻاويهن سون جي رسيد هڪڙي لفافي مان نڪتي، ۽ انهي سان گڏ هڪڙو شڪراداڻيءَ جو خط هو تہ دوائن جو ملهہ سڀ چڪتو ٿي مليو. پهرين تہ آءٌ عجب ۾ پئجي ويس تہ الائي هيءَ ڪهڙي ماجرا آهي، پر پوءِ سمجهيم تہ هوندو نہ هوندو، مڙئي مسٽر محسن جو

ڪم هوندو. شايد ڪارخاني وارن جو نالو نشان ياد ڪري ويو هو ۽ سڌو انهن کي پئسا موڪلي ڏنا هيائين. ٻئي ڏينهن جڏهن مسٽر محسن آيو تہ مون هن سان شڪايت ڪئي تہ هي توهان ڇا ڪيو! ڪرڻ کي تہ ڪري وينو هو، هاڻ شڪرادائيءَ کان سواءِ ٻيو آءٌ ڪري بہ ڇا ٿي سگهيس. جڏهن هو مالش ڪرائي هليو ويو، تڏهن مون هڪڙي ٻاويهن سون جي رسيد تي ٽڪلي هڻي ڏانهس موڪلي ڏني. نوڪر جواب ڪٺي آيو. لفافو کوليم تہ انهي مان منهنجي رسيد جا ڦاٽل ٽڪرا نڪتا، ٻيو ڪي بہ ڪين. جڏهن وري ٻئي ڏينهن مسٽر محسن آيو تڏهن مون پڇيومانس تہ هي ڇا، تہ البت شوخ ٿي چيائين، ”مس صاحب، آءٌ.ڪو واٽيو ڪونہ آهيان، نہ منهنجا ابا ڏاڏا وياج خور هئا جو آءٌ قرض جون رسيدون لکائيندو وتان. پئسا ڀي ۾ ڪاٽيندا وڃو ۽ جي بچي پون تہ موٽائي ڏجو.

لاچار مون کي اهو قرض بہ منظور ڪرڻو پيو.

(4)

منهنجي علاج کان مسٽر محسن کي گهڻو فائدو ٿيندو رهيو. مون هن کي تاڪيد ڪري ڇڏي هئي تہ روز مون وٽ پنڌ ڪري اچي ۽ انهيءَ روزاني ورزش بہ هن جي صحت تي خاص اثر ڪيو. مسٽر محسن تمام خوش‌خلق ۽ دلچسپ انسان هو. صبح جو تہ گهڻو ڪونہ ترسندو هو پر شام جو اڪثر گهمندي گهمندي مون وٽ سلام پري ويندو هو.

هڪڙي ڏينهن شام جو هو، بنا اجازت اوچتو ڊرائنگ روم ۾ گهڙي آيو. آءٌ هڪڙو نقشو کوليو ويٺي هيس. هن کي ڏسڻ سان مون نقشو لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن ڏسي ورتو ۽ مون کي زور ڪيائين تہ ڏيکار، تنهن تي مون ڏيکاريس. نقشو ”رستمجي زناني اسپتال“ جو هو. منهنجي بيوقوفي بہ ڏسجو جو مون ڪلڪتي کان سٺ روپيا خرچ ڪري هڪڙي مشهور انجنير کان نقشو تيار ڪرايو هو. خيال اهو ڪيو هوم تہ ڪنهن ڏينهن هڪڙي اسپتال ٺهرائيندس جنهن ۾ وڏو اگڻ هوندو؛ اندر بہ بنگلا هوندا، ٽينس ڪورٽ هوندو، ۽ اها اسپتال منهنجي هوندي، جنهنجو نالو ”رستمجي زناني اسپتال“ رکنديس. مريضن جي رهڻ لاءِ انهي ۾ جدا جدا جايون هونديون. مطلب تہ هڪڙي اعليٰ درجي جي

زناني اسپتال، زمين جي اگهه کان سواءِ چاليهن هزارن ۾ ٿي سگهندي. زمين تہ مون اڳي ئي تاڙي رکي هئي، جا بندررود تي، ماما پارسي گرلس سڪول جي پاسي ۾ آهي، ۽ ارادو ڪيو هوم تہ اهو پٽ خريد ڪري اسپتال انهيءَ تي اڏائيندس. جڏهن محسن صاحب اها رٿ ٻڌي تڏهن ڏاڍو ڪليو ۽ چيائين، "ٿي هڙ ۾ پائي بہ ڪانہ ۽ هزارن جون رٿون پيون رٿجن!" مون چيو، تڏهن تہ مون اوهان کان نقشو بہ لکايو.

مسٽر محسن منهنجي رٿ گهڻي پسند ڪئي ۽ جنهن انجنير نقشو تيار ڪيو هو تنهنجي ائڊريس مون کان ورتائين جو چيائين تہ ڪيس بہ بنگلو ٺهرائڻو آهي ۽ انهي ساڳئي انجنير کان انهي جو نقشو ڪڍائيندو جُو هو قابل انجنير ٿي ڏٺو. مون هن کي انجنير جو نالو نشانُ ڏنو پوءِ اسين دنيا سازيءَ جي ڳالهين ۾ وڃي پياسون.

علاج ڪندي هاڻ ڪي مهنا گذري رهيا هئا ۽ مٽي جي سور جو تہ ڪڏهن ذڪر بہ ڪونہ نڪرندو هو، پر مالش اجا روز ٿيندي رهندي هئي ۽ انهيءَ ۾ نہ هن ڪڏهن حيل حجت ڪئي نہ مون. انهيءَ وچ ۾ مون کي ڪن ڊاڪٽري اوزارن خريد ڪرڻ جي ضرورت پئي. مون گهڻن ئي ڪارخانن جون فهرستون پي جانچيون تہ ڪهڙو ڪارخانو سستو پوندو، ۽ جدا جدا اوزارن تي نشان پي ڪيم، پر پئسي جي تنگيءَ ڪري اوزارن گهرائڻ جو اجا ست ساري ٿي سگهيس. هڪڙي ڏينهن بيڪاريءَ مهل مون وري انهيءَ فهرست جا پنا پي اٿلايا تہ مٿان مسٽر محسن اچي سهڙيو. اهو بہ مون سان گڏجي فهرست ڏسڻ لڳو. مون هن کي مختلف اوزارن جا اصول ۽ انهن جو استعمال پي ٻڌايو. جڏهن وڌيڪ ڳالهہ نڪتي تڏهن نيٺ مون کي ٻڌائڻو پيو تہ پئسن جي تنگيءَ ڪري ايترو خرچ ڪري نٿي سگهيس. تنهن تي چوڻ لڳو، "تہ مون کان نہ ڪٿي قرض وٺو؟ ڀي مان ڪانئيندا رهجو."

مون هيڏي غور سان ڏٺو ۽ مون کان کل ڇٽي وئي. مون چيو، "مسٽر محسن، اوهان جي ڀي نہ ٿي هڪڙي مصيبت ٿي. اڳي ئي اوهان جي ڪا ٿوري عنايت ٿيل آهي. شڪرانا، هزار شڪرانا! مون کي وڌيڪ قرض کڻڻ جي ضرورت ڪانهي. خدا ٿو چاهي تہ الاجي ڪيئن ڪيئن ڪيو آءٌ اوهان جو اڳيون قرض پئي لاهيان."

پوءِ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪري هليو ويو.

پر، سائين ڪي پندرهن ڏينهن مس گذريا تہ محسن صاحب جو ماٺهو منهنجي غير حاضريءَ ۾ هڪڙو پارسل ڪٺي آيو ۽ منهنجي ڪمپائونڊر کان پارسل کولائي، سڀ اوزارن جون پيتيون ڪڍي کڻي ۾ ٺاهي جوڙي رکڻ لڳو. آءٌ جا آيس تہ وائڙي ٿي بهي رهيس. جڏهن حقيقت کان واقف ٿيس تڏهن ڪاوڙ آيم. هڪڙو خط لکيومانس، جنهن جو مضمون شايد سخت هو. مون انهيءَ ۾ مسٽر محسن کي کولي لکيو تہ هي آءٌ هرگز قبول ڪري نٿي سگهان، ۽ سڀ شيون وري کوکي ۾ بند ڪرائي موٽائي موڪليم. ٻئي ڏينهن پاڻ آيو تہ اوزارن جي هڪڙي ننڍڙي پيتي ڪچ هيٺ لڪائي ڪٺي آيو. پنهنجي گستاخي ۽ غلطي مڃي مون کان معافي گهريائين ۽ چيائين، "ٻيو تہ سڀ موٽايو هاڻ هيءَ هڪڙي پيتي تہ قرض طور رکو." مون هن کي خوش ڪرڻ لاءِ اها پيتي وٺي رکي جنهن جو ملهہ ٽيهہ رپيا کن هو. انهيءَ ريت هڪڙي هڪڙي پيتي ڪري مهني جي اندر مسٽر محسن سادي ٽي هزارين جا اوزار مون کي پهچائي ڏنا.

انهي واقعي کي پنج مهنا گذري ويا هئا تہ ٻہ اجا مسٽر محسن زير علاج هو. اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ بيماريءَ جو ذڪر نہ ڪڏهن هو ڪندو هو نہ آءٌ. نہ هو چوندو هو تہ آءٌ هاڻ چڱو ڀلو آهيان ۽ نہ آءٌ چوندي هيس تہ تون هاڻ چڱو ڀلو آهين ۽ وڌيڪ علاج جي ضرورت ڪانهي. ڪاٺڻ جي دوا هن البت ڇڏي ڏني هئي. بس هن جو علاج هاڻ اهو هو. اچڻ ساڻ اچي پنهنجي ڪرسيءَ تي ليٽي پوندو هو ۽ آءٌ اچڻ ساڻ مالش شروع ڪندي هيس. هاڻ مون وقت بہ بدلائي ڇڏيو هو، ۽ مالش کانپوءِ اسين اڪثر گهمڻ نڪري ويندا هئاسين. آءٌ دل ۾ خيال ڪندي هيس تہ ڪهڙو نہ رلٺو ملٺو ۽ سڌوسادو انسان آهي! هن ۾ ڪو عيب ڪونهي، سواءِ انهيءَ جي جو پنهنجي ڏاڙهي وڃي وڌائيندو. مالش ڪرڻ مهل مون کي هيءَ ڏاڙهي ڏاڍي تڪليف ڏيندي هئي. هڪڙو بہ ٻيرا نموني سان مون هن کي اهڙو اشارو بہ ڏنو هو، پر شايد هن کي ڏاڙهي ضرورت کان وڌيڪ پسند هئي. ڏاڙهي هن لاءِ هڪڙي مشغولي بہ هئي جو سڄو ڏينهن ڏاڙهي پيو ڪنهندو ۽ کوٽيندو هو.

جيئن مون عرض ڪئي ڪيو تہ اوزارن واري واقعي کان پنج مهنا پوءِ مون کي هڪڙي عجيب مصيبت پيش آئي. جنهن گهر ۾ آءٌ رهندي هيس، اهو گهر وڪامڻ لڳو. سادي ستين هزارين چڻ ڪوڏين جي ملهہ تي وڪاڻو. پر مون کي اميد هئي تہ جي ڪوشش ڪجي تہ ستن هزارن ۾ بہ ملي پوي. دير تائين پئي خيال ڪيم. خدا ڄاڻي تہ منهنجو خيال ڪيڏانهن وڃي نڪتو. خيال آيم تہ اهڙو ٺاهوڪو سودو پيو ٿئي سو ڇو نہ مسٽر محسن کي چوان تہ ڪٿي جاءِ خريدي. هن جو بہ فائدو ٿي پوندو، جو قيمتي ۽ وجهائتي جاءِ سستي ۾ ملي ويندس، پوءِ انهيءَ جي ضرورت هجيس يا نہ هجيس. وري بہ هن پير مرد جو گفتگو ياد آيم تہ "مسٽر اوهين پنهنجي ضرورت کي ڏسندئو يا پنهنجي نفع کي." تنهن ڪري جڏهن شام جو مسٽر محسن آيو تڏهن مون هن سان اها ڳالهہ چوري. چيم، "گهر اهڙو سستو ٿو وڪامي جو مون وٽ پئسا هجن ها تہ آءٌ يڪدم وٺي ڇڏيان ها."

چيائين، "پئسا ڪٿي مون کان قرض وٺو."

مون کلي چيو، "گهڻي مهرباني. پر چرچو ڇڏيو."

"چرچو اصل ڪونہ ڪريان،" هن ڏادي سنجيدگيءَ سان ڏاڙهي کنهندي چيو، "ني مان ڪنيو ويندو."

مون کان کل ڇٽي وئي ۽ چيم، "ني نہ ٿي ڪا ڇٽي ٿي. سڄي دنيا جو قرض پيو انهيءَ ني ۾ اڳاڙجي."

چيائين، "هاڻ سيارو بہ پيو اچي، مون کي ٿپ، ليس، ٿڌ، کنگهہ بہ ضرور ٿيندا. انهن جي بہ تہ ني ٿيندي نہ؟"

آءٌ هيڪاري وڌيڪ کلڻ لڳيس ۽ چرچي طور چيم، "مون کي دپ آهي تہ اوهان جي مٽي جي سور جو سبب اصل ئي ڪو پيو آهي ۽ انهي جو علاج بہ شايد پيو آهي."

تہ ڏاڙهي کنهندي ڏاڍيءَ اُبوجهائيءَ سان چيائين، "تہ پلا اهو علاج ڪڏهن ڪنديئءَ؟"

مون چيو اوهين اجايون ڳالهيون پيا ڪريو. موقعو نڪري ويندو ۽ وري اهڙو گهر ڪونہ ملندو."

چيائين، "جي اوهان جي صلاح آهي تہ ڪٿي وٺندس. اوهين

سؤدو پڪو ڪري ڇڏيو، بلڪ خريدي ڪري ڇڏيو. سپاڻي آءٌ وڪرو رجسٽر ڪرائي ڇڏيندس. اڄ ئي وڃي پنھنجي عام مختار کي چئي ٿو ڇڏيان.

(5)

جاء جو سؤدو ستن ھزارين ۾ مون تمام تڪليف سان ڪرائي ڇڏيو. پئسا بہ مالڪن کي پھچي ويا. پر پنجين ڏينھن جڏھن رجسٽر جا ڪاغذ مون کي پھتا تڏھن آءٌ وري بہ وائڙي ٿي ويس، جو، اعتبار ڪريو، تہ جاء منھجي نالي رجسٽر ٿيل ھئي، جڻ خريد ئي مون ڪئي آھي. آءٌ ويچار ۾ پئجي ويس. خيال ڪيم تہ ڪٿي ھي ميان مون تي عاشق تہ ڪونہ ٿي پيو آھي... ڪٿي ائين تہ نہ آھي تہ مون سان شادي ڪرڻ جي اميد ٿو رکي ... پھرين تہ سمجھيم تہ ضرور ائين ئي ھوندو. ۽ جي ائين آھي تہ ڳالھہ ڏاڍي ڳري ٿي پوندي. محسن ھڪڙو چڱو اشراف، معزز دوستي ڪرڻ جي لائق انسان ھو، پر انھي کان وڌيڪ صحبت .... شادي ... نہ نہ، مون کان اھو پير پريو ڪونہ ٿيندو. آءٌ ڳڻتيء ۾ پئجي ويس. پر ٿوري دير کان پوء اھو خيال لھي ويم. خيال ڪيم تہ جي ھن کي اھڙو خيال ھجي ھا تہ ضرور ھن کان اڳي ھن جي ھلت چلت، ھن جي اٿ ويھہ ۾ ھن جي ڳالھائڻ ٻولھائڻ مان ظاھر ٿي وڃي ھا. اسين ھڪ ٻئي سان ايترو گھاٽل مائل ٿي ويا ھئاسون، ھڪ ٻئي سان ايترو آزاد ھئاسون جو جيڪر ھن کي ڪو اھڙو خيال دل ۾ ھجي ھا تہ ھن کي لڪائڻ محال ٿي پوي ھا. جڏھن خيال ڪري انھيء راء تي اچي بيٺيس تڏھن مسٽر محسن ڏي چٺي لکيم، جنھن ۾ صاف صاف لکيومانس تہ جاء جو ڪاتو بدلائي وٺو. ھن زباني جواب ڏياري موڪليو تہ شام جو گڏباسون ۽ ڳالھيون ڪنداسون.

شام جو ھو آيو تہ آءٌ پنھنجي ڪاوڙ روڪي نہ سگھيس. جيڪي آيم سو چئي ڏنم. پر ھن سڄو وقت پي پنھنجي ڏاڙھي کنھي ۽ ڪوٽي. جڏھن نيٺ جواب ڏنائين تڏھن تمام مختصر. چي، "توھان پاڻ تہ چيو ھو نہ."

مون ڪاوڙجي چيو، "تہ ڇا؟ مون ائين چيو ھو تہ منھنجي نالي خريد جو؟"

”مون تہ اھا صلاح بھتر سمجھي.“

”نيٺ توھان صلاح ڇو بھتر سمجھي؟“ مون وري شوخيءَ سان پڇيو، ”مسٽر محسن انھيءَ جي معنيٰ اھا آھي تہ اوھين مون سان سڀ تعلق ٽوڙڻ ٿا گھرو؟“

”يا الاھي!“ ھن بہ گرم ٿي چيو، ”نيٺ ڳالھہ ڪھڙي اچي منجھي آھي جو اوھين ايترو فساد پيا ڪريو. توھان کي اھو ڊپ آھي ڇا تہ اوھين منھنجا پئسا کائي ويندئو؟ يا توھان جو اھو ارادو آھي ڇا تہ ٿورن ورھين کان پوءِ چئو تہ ھي گھر محسن جو ڪونھي، منھنجو آھي؟ ھرگز نہ. تہ باقي جھيڳڙو ڇا تي لڳائي ويٺا آھيو. مون کي تہ ھيءَ جاءِ ڪتي ئي نٿي، گھر توھان کي پسند ھو. ۽ ھاڻي گھر حاضر آھي. جڏھن وڻيو تڏھن پئسا ڏئي ڇڏجو. ٻي وري ڳالھہ ڪھڙي. دستاويز بہ ڀل اوھان وٽ پيا ھجن، يا ڀلا مون کي ڏيو، نہ تہ ڀلا ھي ڪاغذ ۽ قلم کڻو ۽ جئن لکايانو تيئن لکو.“

مون ڪاغذ ۽ قلم کڻيون ۽ پڇيم، ”ڇا لکان؟“

چيائين، ”لکو، ھي جاءِ جا منھنجي نالي خريد ڪئي وئي آھي، جا فلاڻي فلاڻي شخص کان خريدي وئي آھي، سا حقيقت ڪري مون خريد ڪاڻ ڪئي آھي، پر مسٽر محسن ڪئي آھي. جاءِ ملڪيت انھيءَ جي آھي. منھنجو نالو رجسٽر ۾ فقط ايتري ڪري داخل ڪرايو ويو آھي جو جاءِ مون کي پسند آھي ۽ جي، ڪڏھن بہ مون وٽ ايترا پئسا ٿيا تہ انھيءَ قيمت تي آءٌ مسٽر محسن کان جاءِ خريد ڪنديس.“

ايترو لکائي چيائين، ”بس، صحيح ڪريو.“ انھي کي پاڻ بہ تصديق ڪري ڪاغذ ويڙھي کڻي کيسي ۾ وڌائيندا، ۽ چيائين، ”بس ھاڻ تہ خوش ٿيئو؟“

مون چيو، ”ھا، ھاڻ ٺيڪ آھي، پر تڏھن بہ .....“

ڳالھہ ڪپيندي چيائين، ”ھاڻ وري تڏھن بہ جڏھن بہ ڇڏي ڏيو، ليکو صفا ٿي ويو، دستاويز پاڻ وٽ رکو يا مون کي ڏيو .... بلڪ پاڻ وٽ رکو، مون وٽ اوھان جي قبوليت آھي سا ئي بس آھي.“

تنھن تي آءٌ بہ راضي ٿي ويس تہ مون کي سمجھائڻ لڳو تہ توھين تعليم يافتہ، عقلمند ٿي اھڙيون ڳالھيون ٿا ڪريو تنھن تي مون

کي عجب ٿو لڳي. توهان کي جاءِ وٺي ٿي ۽ وڄهائتي جاءِ ملي پيئي ته پوءِ منهنجي ٺالي خريد ڪرڻ فضول هو. ملڪيت منهنجي آهي اڳتي اوهين مسواڙ مون کي ڏيندا رهجو.... بلڪ ڦي ۾ ڪاٽيندا وڃجو." ۽ ٻري ڇوڙڻ لڳو ته ڦاڙڻ جو هيءَ جاءِ منهنجي آهي ته انهيءَ ۾ آءٌ مرمت ۽ ڦيرگهير ڇو نه ڪرايان. ٻاڻ جي اوهان جي مرضيءَ موجب مرمت ۽ ڦيرگهير ٿئي ته تمام بهتر." مون چيو، "اها تمام سهڻي صلاح آهي. جاءِ جا اڳين مالڪ اصل مرمت نٿي ڪرائي، ڏاڍو ستائيندو هو. فرش جتان ڪٿان ٽڪٽو پيو آهي، پٿين تلن ڇاپوڙا پيا لهن."

نتيجو اهو ٿيو جو ٻئي ٿي ڏينهن ڪلان وٺي مرمت ۽ ڦيرگهير جو سلسلو جاري ٿي ويو. گهر ۾ عمدا ۽ قيمتي شيشا ۽ آرسيون لڳي ويون. غسل خاني وغيره ۾ چينيءَ جو فرش وڇائجي ويو، وڏا وڏا چينيءَ جا حوض نلن ۽ ڦوهارن سوڌا پٽجي ويا، پٿين تي تيل جو روغن چڙهي ويو. خرچ ته گهڻو ئي ٿيو، پر ڪنهن ٻئي جي گهر ۾ منهنجي دست اندازي ڪرڻ جو واسطو ڪهڙو. پوءِ ڏهه رپيا مسواڙ وڌائڻ تي مسٽر محسن اهو به مون کي قبول ڪرايو ته منهنجي گهر جو جيڪو به سامان هو سو سڀ وڪڻي نئون سامان وڄهائي، جو چيائين، "نئين جاءِ ۾ جهونو سامان نهيئي نٿو." مون به اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ خيال ڪيم ته منهنجي سامان جي وڪري مان محسن صاحب کي ڪجهه پئسا يڪمشتا پيجي ويندا. سڄي گهر لاءِ نئون ۽ عمدو سامان اچي ويو. هر قسم جون ميزون، ڪرسيون، الماريون، ڪپٽ، گلدان، غاليچا: مطلب ته پهاڙيءَ ڪان وٺي پلنگ تائين سڀ شيءِ نئين اچي وئي. خرچ تمام گهڻو ٿي ويو هو پر انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي منهنجو گهر هاڻ ڏسڻ وٽان هو.

هت آءٌ ايترو ضرور چوڻ ٿي گهران ته انهي زماني ۾ عام خاص ماڻهو منهنجي ۽ محسن جي ٺالي الاجي ڇا ڇا پيا بڪندا هئا. پر مون کي انهن ڳالهين جي ذري به پرواه ڪانه هئي ۽ نه هن کي. ڇو ته حقيقت ڪري اهڙين ناجائز ۽ واهيات ڳالهين تي ڌيان ڏيڻ بلڪل بيوقوفي آهي.

(6)

هڪڙي ڏينهن جو ذڪر آهي ته ڪنهن مريض کي ڏسڻ لاءِ مون کي پنڊرروڊ تان لنگهڻو پيو. وات تي اها زمين ٿي آئي جتهن تي

مون اسپتال اڊائن جو ارادو ڪيو هو. اتفاق سان ڇو ته منهنجي اتهي زمين تي نظر پيوي! شام جا اٽڪل چار ڪن لڳا هوا ۽ اتهيءَ پاسي منهنجو اچڻ گهڻن ڏينهن کان ڪونه ٿيو هو. آءٌ واٽرئي تي ويس. ڏسان ته سوين مزدور لڳا پيا آهن ۽ هڪڙي عاليشان عمارت، نه، بلڪ عمارتن جو سلسلو موجود آهي ۽ پوري ٿيڻ تي آهي. منهنجي دل کي ايترو صدمو پهتو جڻ سچ پچ ڪو منهنجي زمين مون کان ڦري ويو هجي. مون ساڻ جيڪو ماڻهو هو انهي کان پڇيم ته هي عمارتون ڪير پيو ٺهرائي ته هن جواب ڏنو ته شايد ڪا سرڪاري اسپتال پئي ٺهي. آءٌ ڇڱي طرح ڏسي به ڪين سگهيس.

موٽي گهر آيس ته منهنجي طبيعت تي مايوسي بلڪل ڇانئجي چڙهي وئي. ٿڌو ساهه پريم ته، افسوس هي ٿيو پئسن جي راند آهي. مون جاءِ اهڙي نئاڙي هئي جا اسپتال جي بلڪل لائق هئي پر مون کي سمجهه ۾ ٿي نه پيو آيو ته هيءَ اسپتال ڪهڙي آهي، جنهن جو فڪر نه ڪنهن اختيار ۾ نه ڪنهن جي والتان ڪنهن پڌرڻ ۾ آيو.

آءٌ انهي فڪر ۾ غلطان هيس ته مٿان مسٽر محسن آيو.

آءٌ مالش لاءِ اٿيس ته منهنجي فڪرمند شڪل ڏسي مون کان حال احوال پڇيائين. پهرين ته خيال ڪيم ته ڳالهه ٽاري ڇڏيان پر ٽيٽ ڇيوماٽس. چوڻ لڳو، ”اوهين به عجيب انسان آهيو. اها به ڪا فڪر ڪرڻ جي ڳالهه آهي. رستو اوهان کي آءٌ ٿو ڏسيان، پوءِ ڪريو ته ڪريو مرضي اوهان جي.“ مون پڇيو، ”اهو رستو ڪهڙو؟؟“ ته چيائين، ”مون کان قرض ڪٺي اها اسپتال خريد ڪريو. ڀي مان ڪلٽيندا رهجو.“

مون کي امالڪ ڪل اچي وئي ۽ چيم، ”تسلم چڱو! اوهين سرڪار سان ٺيڪيڙه ڪري اها اسپتال مون کي وٺائي ڏيو ۽ آءٌ ڦين ۾ اوهان جو قرض ادا ڪري ڇڏيندس.“

چيائين، ”سچ چئو! سچي پچي ڏياري ڏيانو؟“

مون مرڪي جواب ڏنو، ”ته پيو ڇا؟ لکو، هينئر ئي لکو.“ مون کي دل سان ئي ٽٽي لڳو ته سرڪار ايتري تڪليف ۽ خرچ ڪري پوءِ ٺهيل اسپتال ڪنهن کي به وڪڻي ڏيندي.

”۽ جي تون ڦري وڃين ته؟“

مون چيو، ”مون کان انجام نامو لکائي وٺو....“

”ها، انجام نامو ۽ قسم نامو .... لکو، هڪڙو انجام ڪريو ۽ هڪڙو قسم کڻو تہ آءٌ اها اسپتال اوهان کي سياڻڪي سج ۾ وٺي ڏيان.“

ڪلي چيائين، ”اچي وٺو مس قلم.“

مون بہ هن چرچي جو توڙ نہ نيايو. هو چوندو ويو ۽ آءٌ لکندي ويس. مون انجام ڪيو ۽ پنهنجي عزت ۽ حرمت جو قسم کڻي لکيو تہ جي مسٽر محسن مون کي اسپتال قرض کڻائي ڏيندو تہ آءٌ خوشيءَ سان وٺنديس ۽ انهي جو ملهہ پنهنجي في مان ڪاٽي پري ڇڏينديس ۽ انهي ۾ ڪنهن بہ قسم جو انڪار ڪونہ ڪنديس.

اهو لکي، مسٽر محسن ڏي ڏسي آءٌ زور زور سان کلڻ لڳيس. ”معاف ڪجو، مسٽر محسن“ مون چيو، ”پر اڄ اوهان جي قرض ۽ في، قرض ۽ في، جي چرچي تي مون کي ايتري کل پئي اچي جو آءٌ پاڻ کي روڪي نٿي سگهان. بهتر تہ ائين ٿئي تہ اوهين مون کي هڪڙو پرگٽي جو پرگڻو قرض طور خريد ڪري ڏيو جنهن جي قيمت آءٌ فين ۾ پاڙيندي وڃان. مون بہ هاڻ پڪو ارادو ڪيو آهي تہ آءٌ انڪار ڪونہ ڪنديس.“

”انڪار ڪري بہ ڪيئن ٿا سگهو،“ هن چيو، ”مون وٽ اوهان جو انجام نامو آهي.“

آءٌ جلدي جلدي بيگر جي مالش ثارڻ لڳيس ۽ چيم، ”هلو تہ اڄ انهي پاسي گهمڻ هلون، ڏسون تہ ڪهڙي اسپتال پئي ٺهي. پر محسن صاحب کي ڪنهن بئي پاسي ڪم هو ۽ پهرين هن ٽارڻ جي ڪئي، پر نيٺ منهنجي زور ڪرڻ تي راضي ٿيو.

(7)

اسين بئي اتي وڃي پهتاسون. هڪڙي ئي نظر ۾ مون کي شڪ پئجي ويو. ڇا؟ بہ بنگلا؟ هاڻ آءٌ جنهن عمارت ۾ بيٺي هيس اها بلڪل منهنجي اسپتال جي نقشي جهڙي هئي. مون پڇيو، ”مسٽر محسن هي ڇا معاملو آهي؟“ شام جو وقت هو ۽ ٻيو ڪوئي ڪونہ هو. ڪمي سڀ هليا ويا هئا. وري جو اسپتال جون ڪوٺيون ڏٺم تہ اصل هڪي ٻڪي ٿي بيهي رهيس.

مسٽر محسن پڇيو، ”ڇو؟ هاڻ وري ڪهڙي فڪر ۾ پئجي ويا آهيو؟“

مون چيو، ”هي ڪهڙو اسرار آهي جو آپريشن ٿيئٽر، گئلريون، ڊسپينسنگ روم ۽ ٻيون سڀ جايون منهنجي نقشي مطابق آهن؟“

چيائين، ”تہ انهي ۾ ڪهڙو عجب آهي. توهان ڪمپنيءَ کان پنهنجو نقشو رجسٽر تہ ڪونہ ڪرايو هو. اسپتالون اڪثر هڪڙي ئي نموني جون ٺينديون آهن. جنهن انجنير کان اوهان نقشو ٺهرايو هو انهي ئي انجنير ڪٿي هن اسپتال جو نقشو ٺاهيو هوندو.“

مون چيو، ”پر منهنجي دل تہ ويهندي پئي وڃي. آءٌ تہ صدمي کان ٻڏيو پئي وڃان تہ هاءِ! منهنجي خواهش جو ڪيئن خون پيو ٿئي. منهنجي .....“

هن ڳالهہ ڪپيندي چيو، ”توهين بہ عجيب انسان آهيو. نيٺ بہ هيءَ اسپتال اوهين قرض پيا کڻو نہ؟ توهان کي تہ پاڻ خوشي ٿيڻ کپي تہ اوهان جي ئي نقشي مطابق ٺهيل جڙيل اسپتال ٿي مليو. انهيءَ کان وڌيڪ ٻيو اوهان کي ڇا کپي؟“

مون ڏاڍي غور سان مسٽر محسن ڏي ڏٺو. اهڙي سنجيدگيءَ سان چرچو ڪرڻ شايد هن جي رت ۾ هو. مون گهرائيءَ سان چيو، ”يلا ماٺهو! منهنجو خواب خيال ٿي رهجيو پيو وڃي ۽ توکي پنهنجي چرچي جي لڳي آهي. چڱو ڏيو يلا، اها اسپتال قرض ڏيوم. آءٌ تہ مريو پئي وڃان!“

هن بہ خوشيءَ سان جواب ڏنو، ”يلا وٺو نہ. توهان کي جهلي ڪير ٿو؟ بس وٺو! هيءَ اسپتال پنهنجي ڪري سمجهو. قرض تہ قرض ئي سهي. سپاٽي جو سپاٽي سمجهو تہ اسپتال اوهان جي آهي.“

”اجايون ڳالهيون ڪرڻ مان اوهان کي الاجي ڪهڙو مزو ٿو اچي،“ مون چيو، ”منهنجو هيانءُ پيو ڦاٽي ۽ آءٌ هتي هڪڙو منٽ بہ وڌيڪ ڪونہ ترسنديس.“

ائين چئي آءٌ ٻاهر هلي آيس ۽ مسٽر محسن بہ کلندو منهنجي پٺيان آيو. گهٽو ئي چيائين تہ آيا آهيون تہ اڳو پوءِ چڱي طرح جاءِ ڏسي وڃون، پر وڌيڪ مون کان سٺو ڪونہ ٿيو.

اسين ٻئي گهر آياسون. مسز محسن ڳالهيون ڪري ٿوري دير ڪانپوءِ هليو ويو. ٻئي ڏينهن آيو تہ چيائين، "دل نہ لوڙيو. اسپتال سگهوئي اوهان کي ملي ويندي." مون چيو، "تهيو مهرباني ڪري هاڻ اهو چرچو بند ڪريو." جنهن تي وري هن اسپتال جو نالو بہ ڪونہ ورتو. ٿورن ڏينهن ۾ مون کي بہ اها ڳالهہ وسري وئي، ۽ ٿوري عرصي ڪانپوءِ اهو خيال ئي دل تان لهي ويم.

انهيءَ ڳالهہ کي بہ ڪي مهنا گذري ويا هئا، پر مسز محسن اڃا زير علاج هو. هميشہ ساڳيءَ مهل تي ايندو هو. هڪڙي ڏينهن هڪڙي نئين موٽر اچي در تي بيٺي ۽ انهيءَ مان مسز محسن لٿو. ڏاڍي خوشيءَ سان مون کي چيائين، "ڏسو، نئين موٽر ورتي اٿم." آءٌ موٽر ڏسڻ آيس، بلڪل نئين موٽر هئي ۽ تمام سهڻي هئي. چوڻ لڳو، "مون اڄ اها موٽر سادي پنجين هزارين ورتي آهي." آءٌ جا موٽر جي ساراه ڪرڻ لڳيس تہ مرڪي مون کي چوڻ لڳو، "وٺيو ٿي تہ پل اوهين ڪٿي رکو ... قرض ... في ۾ چڪائي ڏجو ... اها بہ ..."

مون بہ کلي جواب ڏنو، "ها، ضرور! پر جيسين هن تي چڙهي سير نہ ڪجي تيسين ڪيئن چئي سگهجي تہ قرض وٺڻ جي لائق آهي يا نہ." تہ چيائين، "تڏهن تہ آندي اٿم. اچو، چڙهو تہ گهمي اچون." مون چيو، تمام بهتر ۽ تمام جلدي اندر وڃي ڪپڙا مٽايم. پوءِ اسين ٻئي گڏجي موٽر ۾ چڙهي ويناسين، ۽ موٽر واري اسان کان پڇڻ بنا تہ ڪيڏانهن وڃان، موٽر ڇوٽ ڪٽي ڇڏي.

موٽر پوري رفتار سان بندررود ڏي منهن ڏيو پي آئي ۽ سڌو اچي نئين اسپتال وٽ پهتي. مون پنهنجو خواب اتي مڪمل صورت ۾ ڏٺو. مسز محسن موٽر واري کي اشارو ڏنو ۽ هو موٽر ڦاٽڪ مان اندر ڪاهي ويو. مسز محسن چيو، "يلا هيءَ اسپتال وري بہ هڪڙو پيرو ڏسي تہ ڇڏيو." آءٌ لٿيس ۽ هن پيري سڄي اسپتال ڏاڍي غور سان ڏٺم. ڪوٺي ڪوٺي ڪري جاچيم. سڀ ڪم تيار هو ۽ قلعيءَ وانگر پئي چلڪي. مون محسن صاحب کي چيو، "هي ڳالهہ ڇا آهي جو اڃا هن اسپتال جو ذڪر ڪنهن اخبار ۾ بہ ڪونہ پيو آهي. ڪنهن جي آهي ...ڪڏهن ٿي کلي ..." هن تہ وري جواب ئي اونڌو ڏنو. چي، "مون ڳالهہ

ڪري ڇڏي آهي ... " ايتري ۾ سامهون هڪڙو چوڪيدار آيو جنهن ڏاڍي تهذيب سان نوڙي اسان کي سلام ڪيو. مون انهي کان پڇيو، "تون ڪنهن جو نوڪر آهين؟"

انهيءَ جي جواب ۾ چوڪيدار چيو، "حضور اوهان جو ئي ملازم آهيان."

هن چوڪيدار جي تميز مون کي پسند آئي ۽ پڇيومانس، "ها، پر تون نوڪر ڪنهن جو آهين ۽ هيءَ اسپتال ڪنهن جي آهي؟

چوڪيدار وري بہ ساڳي عزت سان نوڙي جواب ڏنو، "حضور آءٌ اوهان جو ئي نمڪ خوار آهيان ۽ هي سڀ اوهان جي ملڪيت آهي."

"بدتميز!" مون يڪدم گرم ٿي چيو، "گستاخ! تون مون سان چرچا ٿو ڪرين؟ مون توکان پڇيو تہ تون نوڪر ڪنهن جو آهين ۽ هيءَ اسپتال ڪنهن جي آهي؟"

"چوڪيدار گهبرائجي ويو ۽ هٿ ٻڌي مسٽر محسن ڏي اشارو ڪري چيائين، "حضور! منهنجو ڌڻي اوهان جي پاسي ۾ بيٺو آهي. اسپتال جو مالڪ بہ پاڻ آهي. اسپتال بہ انهيءَ جي آهي ۽ آءٌ بہ انهي جو آهيان ... حضور! آءٌ تہ اوهان سڀني جو ادنيٰ ٻانهو آهيان..."

مون مسٽر محسن ڏي ڏٺو ۽ هن سامهون وڻ ڏي. يڪدم ڇڻ ڪوڻ جي تجلي وانگر سڄي حقيقت منهنجي اکيان گذري وئي. آءٌ ماٺ ۾ اچي ويس. ڏاڍي مصيبت سان مون مسٽر محسن کان انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ڪرائي. نظر هيٺ ڪري مون مسٽر محسن کي چيو، "اوهان مون کان بنگلو ٺهرائڻ لاءِ انجنير جي ائڊريس گهري هئي ... سو شايد هن بنگلي ٺهرائڻ لاءِ ...."

"اوهين قرض ڪٺي وٺو،" مسٽر محسن پنهنجي ڏاڙهي کنهندي چيو، "ني ۾ ادا ٿيندو رهندو ..."

"مسٽر محسن،" مون تمام شوخيءَ سان چيو، "انهي مان اوهان جو ڪهڙو مطلب ٿو حاصل ٿئي... اوهان مون کي ذليل ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي ڇا؟ ... نيٺ اوهان هيءَ اسپتال ڇو ٺهرائي ... هن تي ڪيترو خرچ ٿيو؟ ...."

"ٻائيتاليهہ هزار، پٽ ڪانسواءِ. پٽ اڳي ئي منهنجو هو." مسٽر

محسن جواب ڏنو، ”ٻائيتاليھہ هزار!“ مون وائڙي ٿي چيو، ”پر ... آءٌ ... آءٌ تہ هي بلڪل ....بلڪل ڪانہ وٺنديس.“

”نہ، نہ! اوهين قرض ڪٿي وٺجو ... ڇو تہ اوهين تہ انجام ڪري چڪا آهيو ...اوهان جو اهو انجامنامو ... اهو اوهان جي عزت ۽ حرمت جو قسم ... شايد اوهان کي ڳالهہ وسري ...“

آءٌ اها ڳالهہ ٻڌي پنهنجي قابوءَ مان نڪري ويس. سڌو پڇندي اچي موٽر کي پھتيس. مسٽر محسن بہ اچي موٽر ۾ ويٺو. مون پنهنجو منهن ٻئي پاسي موڙي ڇڏيو. موٽر بہ رواني ٿي. ”قرض ڪٿي وٺو، پوءِ ڇو ۾ پيا ادا ڪجو،“ مسٽر محسن چيو، پر مون جواب ڪونہ ڏنو. موٽر منهنجي گھر جي اڳيان اچي بيٺي ۽ آءٌ ٽپ ڏئي لھي پيس. ايتري لاءِ بہ ڪين ترسيس تہ مسٽر محسن لھي منهنجي لاءِ موٽر جو در کولي. سڌو اچي ڊرائنگ روم ۾ ويٺيس. خدا ٿو ڄاڻي تہ منهنجي دل جو ڪھڙو حال هو. صوفي جي ڪنڌ تي منهن رکي ويھي رهيس. مون پاڻ کي گھڻو ئي روڪيو پر مون کان روئڻ جھليو ڪين ٿيو ۽ اچي روئڻ ۾ ڇٽڪيس. پيرن جو کڙڪو ٻڌم. ڏٺم تہ مسٽر محسن اندر گھڙيو ۽ سامھون اچي ويھي رهيو ۽ مون کي ڏاڍي غور سان ڏسڻ لڳو. مون همت ڪري مسٽر محسن ڏي ڏسي چيو، ”اوهان تہ مون سان ظلم ڪري ڇڏيو. اوهان اسپتال ڇو ٺهرائي... “

هن جواب ڏنو، ”مس صاحب، پٽ منهنجو هو ۽ منهنجي خيال موجب هر ڪنهن کي اختيار آهي تہ پنهنجي زمين تي وٽيس تہ اسپتال ٺهرائي، وٽيس تہ پاڳل خانو ٺهرائي. پر مون تہ اسپتال انھيءَ خيال سان ٺهرائي تہ اوهان کي قرض ڏيندس. منھ کان وٺي آءٌ انھيءَ ئي ارادي سان اوهان کي قرض ڏيندو پيو اچان تہ منهنجي ۽ اوهان جي وچ ۾ دشمني پيدا ٿئي ... قرض مقراض محبت است .... پارسيءَ واري چيو آهي تہ قرض محبت جي قينچي آهي. جنهن ڏينهن کان وٺي مون اوهان کي هن ٻيڻي فريم واري وٽ ڏٺو انهي ڏينهن کان وٺي منهنجي من ۾ اوهان لاءِ محبت جاڳي ۽ زور وٺندي وئي آهي ۽ آءٌ انهي ئي ڪوشش ۾ رهيو آهيان تہ اها قرض جي قينچي ذرو جلدي هلي. هاڻ آءٌ وڃان ٿو. سياڻي سڀ دستاويز اوهان ڏي ڏياري موڪليندس ۽ اوهين ٻائيتاليهن هزارن جي

رسيد ڏياري موڪلجو، تہ مون پائيتاليھہ هزار رپيا محسن کان قرض کنيا، جي آءٌ في ۾ ادا ڪنديس. زمين جي قيمت اوهان کان نٿو لڪايان جو پٽ تہ اونهئين بيڪار پيو هو ... هاڻ گڏ بائي، آءٌ وڃان ٿو ... پر .... ها ... مس صاحبہ ... اوهان ڪڏهن اهو بہ غور ڪيو آهي تہ اهو ٻڍو ڪوڙو نڪتو .... بي ايمان .... "

"ڪهڙو ٻڍو" مون پڇيو.

"اهو،" هن فريم ڏي اشارو ڪري چيو. "هن اسان ٻنهي کي ٺڳي ڇڏيو. ڪوڙو! بي ايمان! چڱو، هاڻ وڃان ٿو. خدا حافظ!"

ائين چئي مسٽر محسن گم ٿي ويو. آءٌ ڪلاڪ ۾ پنجي ويس تہ يا الهيٰ هاڻ آءٌ ڇا ڪريان. ڏاڍي دير تائين پي.خيال ڪيم .... ۽ هن جون سڀ ڳالهيون ياد پيم. ڇا چيو هوائين ... انهيءَ ڏينهن کان وٺي محبت جاڳي ... زور وٺندي وئي آهي ... ڪوشش ۾ رهي آهيان ... يڪدم منهنجي دل ۾ هڪڙو خيال آيو، ڪرسي پٽ کي ويجهو ڇڪي اهو سهڻو فريم پٽ تان لاهي ورتم ۽ انهيءَ کي ميز تي رکي اندران هڪڙو وڏو متڪو ڪٽي آيس، ۽ هيئن چئي ڏاڍي زور سان هن تي متڪي جو ڌڪ هنيم، "غلط! غلط... بلڪل غلط! قرض بنياد محبت است،" يعني تہ قرض محبت جو بنياد آهي.

هيڏانهن مون متڪي جو ڌڪ هٽي اهي اڪر ڇيا ۽ هوڏانهن، اوچتو، مسٽر محسن وري ڊرائنگ روم ۾ گهڙيو، ۽ چيائين "سچ سچ، بلڪل سچ! قرض بنياد محبت است."

فريم واري آرسي پرزا پرزا ٿي پٽ تي پئي هئي، متڪو اڃا منهنجي هٿ ۾ هو ۽ مسٽر محسن منهنجي اڳيان بيٺو هو. آءٌ ڄڻ عرق عرق ٿي ٿيس. مٿي جو ساه مٿي ۽ هيٺ جو ساه هيٺ رهجي ويو.

تنهن کان پوءِ ڇا ٿيو؟ جيترو اهو سوال پڇڻ اجايو آهي، انهيءَ کان وڌيڪ انهيءَ جو جواب ڏيڻ اجايو آهي، سواءِ انهيءَ جي تہ بس: "قرض بنياد محبت است."

# عينڪ جو آزار ●

" آءٌ ٿي چوان تہ مٿو گهر نہ ٿيون سراءِ ٿي، ۽ جوءِ نہ ٿي زرخريد ٻانهي ٿي ..." رشيد جي امان ڪي قدر نخري سان پنهنجا ڀرون مٿي چاڙهي ۽ پنهنجي پنجونجاهہ سالن جي پيشانيءَ تي ٽي ور چاڙهي چيو.

" ڇو، ڇو، بيبي، ڇا ٿيو؟ خير تہ آهي؟" رشيد جي ابي منجهيل آواز سان ڏند ڪوٽڻي ڏندن ۾ جهلي پڇيو.

" اها بہ هڪڙي خوبي اٿس جو بيخبر ٿو ٻڌجي، ڇڙ ويچارو معصوم نادان ٻار ڪي ڄاڻي ٿو ڪين، "رشيد جي امان نڪ تي آڱر رکي چيو.

" اڙي بيگم، ڪجھ ٻڌائينديءَ بہ يا جيڪي بہ هيٺر ڪاڏو پيتو اٿم سو سمورو حرام ڪري ڏينديءَ ؟" رشيد جي ابي ڏند ڪوٽڻي چلمچيءَ ۾ ڦٽي ڪري چيو.

" ڇڱو، چوان ڪنهن کي؟ ڪو ٻڌڻ سڻڻ وارو هجي تہ چوان، پيو پٽرن ٽڪرن کي ويهي چوان ڇا؟" رشيد جي امان، گلو ڪولي ڪچيءَ کي وٽ ڏئي چيو.

" تہ آءٌ ٻڌان تہ وٺو، پيو اچا ڪيئن ٻڌان ...برابر پڇندو تہ اچان ...تنهنجو عقل بہ تہ ڀلا جاءِ هجي ...رشيد جي ابي حقي جو نڙ وات ۾ وجهندي چيو.

" ها، عقل تہ الله رکو مردن کي ڏنو آهي، زالون تہ ويچاريون سڀ ٺيڪي تي ٺهيون آهن ۽ اهي پنجاهہ زالون جي دنيا جي ملڪن ۾ مردن تي حڪومت هلائي ويون سي سڀ عقل جون ماريل هيون ..." رشيد جي امان ڇڱين خاصين ڪارين اکين کي اچو ڪندي چيو.

" ها، سائين ها. اوهان جي حڪومت اسان جي اکين تي آهي!

---

● هيءَ آکاڻي ماهوار "سندو" رسالي جي مارچ 1934ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

مون اوهان جي حڪومت تسليم ڪئي، پر نيٺ هاڻ ڪٿي اهي ڏوراپا پورا ڪريو ۽ اصلي ڳالهه جو مطلب ٻڌايو.“ رشيد جي ابي ڪنگهي ڪنگهي حقي جي ٿوڪ پريندي چيو.

” ۽ چئو، جناب، عقل جا ڏٿي، آءٌ ٿي چوان تہ سڄيءَ دنيا ۾ فرنگي عقل جي شهرت آهي تہ انهن جي عقل تي ڪهڙي مار پئي جو زالن جي هٿن ۾ حڪومت جي واڳ ڏئي ايتريون راٺيون بڻايائون،“ رشيد جي امان ناس جي دٻليءَ تي ڏڪڙ وڄائيندي چيو.

” پر نيٺ، بيگم، اڄ ڪا ٻلي اورانگهي اٿئي، يا ڪريلا ڪاڏا اٿئي؟ آءٌ تہ زالن جي حڪومت تسليم ڪري چڪو آهيان، نہ فقط روءِ زمين تي پر مردن جي اقليم قلب تي بہ. قصو ختم ٿيو. هاڻ ڪٿي اها ڳالهه ٻڌايو تہ جنهن جو هي ديباچو آهي.“

نہ رڳو هن موقعي تي، پر هزار ڀيرا ڏٺو ويو آهي تہ، انهي کان وڌيڪ خوفناڪ موقعن تي زال مڙس جي جنگ رڳو زال جي حڪمراني قبول ڪرڻ سان جهٽ ۾ فيصل ٿيو وڃي. مڙس جي شڪست ۾ بہ اهڙي تہ ڪرامت آهي جو انهي جي اثر کان،خونيءَ ۾ خوني ۽ جهيڙا ڪن ۾ جهيڙاڪ زال بہ ائين قاعدي ۾ اچيو وڃي، جيئن زيربند وجهڻ سان مستيءَ وارو گهوڙو قابوءَ ۾ اچي ويندو آهي. هيڏانهن رشيد جي ابي آڻ مڃي ۽ هوڏانهن رشيد جي امان جون سڀ ڇڪيل ۽ تاڻيل رڳون ۽ تمام آڪڙيل نبضون يڪدم نرم ٿي پيون. خونخوار ۽ خوفناڪ چهرو ڪل مڪ ٿي پيو ۽ مائي خوشي کان ٿنڊي ٿنڊي ڪپو ٻڌجي وئي نيٺ مرڪي بہ ڏناٺين ۽ مرڪندي چيائين، ” بس ، اوهان کي تہ اهي ئي دنيا سازيءَ جون ڳالهيون ياد آهن. هوڏانهن ماريندا وڃو هيڏانهن پيار ڪندا وڃو.“

” مارڻ جي ڳالهه تہ ڏاڍي ٻڌائي ، پر توکي خدا جو قسم آهي، ٻڌاءِ تہ سهي تہ ڳالهه ڪهڙي هئي؟“ رشيد جي ابي ٽي سيڪنڊ ڊگهي حقي جي ٿوڪ پريندي پڇيو.

” خدا جي واسطي انهي دوزخ جي دونهي کي تہ بند ڪريو! اون هون! دونهي سان تہ ساهہ پيو گهٽجي.“ رشيد جي امان پوتيءَ سان نڪ ۽ وات ٻوٽي نقلي کنگهڪار ڪندي چيو.

” او هو! معاف ڪجانءِ ! ڪمبخت عادت بہ اهڙي لڳي اٿم! ۽

وري خدا جي قدرت اها تہ حقي جو مزو بہ تڏهن ٿو اچيم جڏهن تنهنجي سامهون ٿو ڇڪيان،" رشيد جي ابي حقو سيريندي چيو.

" چڱو، انهيءَ ۾ بہ مون کي ٽوڪڻ کان سواءِ نٿا رهو. توهان مون کان ڳالهہ ٿي پڇي، سو پلا توهين اکين تي ٺڪريون ڇو ٻڌي ويٺا آهيو؟ ۽ گهر جي ڪنهن ڳالهہ جو اوهان کي خيال ڇو نہ ٿو پوي؟"

" گهرجي ڳالهہ؟ واه بيگم، واه ! گهر جي ڳالهہ گهر وارا ڄاڻن. آءٌ تہ ٻن ڪوڏين جو مزور، منهنجو ڪم آهي مزوري ڪرڻ پئسو پيدا ڪرڻ ....،" رشيد جي ابي چيو. " ها ڇو نہ؟ ساري دنيا جون ڳڻتيون ۽ فڪر منهنجي ئي سر لاءِ آهن. چڱو آءٌ ئي گهر واري سهي، پر توهين بہ تہ، ماشا الله، ٻارن جا وارث آهيو، ۽ انهن جي ڳڻتي ڪنهن جي ذمي آهي؟"

" ٻارن جي وارثي چڱي ٻڌايئي! اڙي، نيڪبخت بيگم، ٻار منهنجا وارث آهن ڪي آءٌ انهن جو وارث آهيان؟ تو تہ غضب ڪري ڇڏيو. سڄي دنيا جو وارثيءَ جو قاعدو اٿلائي رکيئي."

" ها، ها، انهي قاعدي ٻاعدي کي رهڻ ڏيو. منهنجو هيانءُ ٿو منجهي. آءٌ تہ وڏن جي ڳالهہ کي قانون ڪري ٿي سمجهان. دنيا ٿي ڄاڻي تہ ٻارن جو وارث پيءُ آهي ۽ سي بہ خير سان ڪهڙا سؤ ٻار آهن! ڏني ورتي هڪڙو گوڏڙو خدا ڏنو تنهن تي بہ توهان جو اهو حال آهي جو پل پل ۾ پيا رسو ڇنايو، ڪنن تي هٿ پيا ڏيو. آءٌ ڪو اهو ٻار ڪٿان جهلي آئي آهيان، يا ڪٿان پني مڱي ورتو اٿم؟"

" اوهو! رشيد جي ڳالهہ ٿي ڪرين؟ تہ مون بہ وري ان جي حق ۾ ڪهڙي غفلت ڪئي آهي؟ خدا جو شڪر آهي، کاڌو، پيتو، لٽو، ڪپڙو، تعليم سيني جو تہ خيال اٿم، باقي ڪهڙي ڳالهہ رهجي وئي آهي؟" رشيد جي ابي پڇيو.

رشيد جو ابو، ويچارو، پنهنجون سڀ خدمتون بيان ڪندو ويو ۽ رشيد جي امان پنهنجو ڪنڌ ڌوڻيندي رهي. نيٺ ٻڌي جي طبيعت ۾ بہ البت جوش جاڳيو ۽ رڙ ڪري چيائين، " اڙي بيگم! تون ڇو پئي باندر وانگي ڪنڌ ڌوڻين؟ توئين ڪٿي ٻڌاءِ تہ باقي ڪهڙي ڪسر رهجي وئي آهي."

" اون هون! اوهين پنهنجي پاڻيءَ مان ڇو پيا نڪرو؟ ويهہ

پنجويهہ سال شاديءَ کي ٿيا آهن ۽ مس مس اڄ هي وجهہ مليو اٿم جو گهڙي پل ويهي دل جون ڳالهيون ڪريان، تہ بہ اڄهو بگڙي هوا جي گهوڙي تي پيو سوار ٿئي. ڇا؟ تنهنجي بدن ۾ اڃا ڪو جوانيءَ جو رت رهجي ويو آهي ڇا، جو ٽڪي جي ڳالهہ تي جوش چڙهيو وڃي؟" رشيد جي امان اهو سڄو جملو ڪومل ۽ تيهر سرن ۾ ادا ڪندي چيو.

" چڱو، سائين چڱو! وري بہ اوهان ڪٿيو اسان هارايو. هاڻ ٻڌايو تہ نيٺ اوهان جي دل جي مراد ڪهڙي آهي؟" رشيد جي ابي ڏند ڪڍي پڇيو.

" مراد ڪهڙي اٿم؟ توهين پنهنجو مغز بہ تہ ڊوڙايو تہ اوهان جي ماءُ پيءُ اوهان کي لکايو پڙهايو، ڪارايو ، پيارو ۽ بس، نيٺ هي ٻانهي ڪٿان اچي نڪتي؟"

رشيد جي امان آخري جملو اهڙي ٺٺ ۽ مزاج سان چيو جو ٻڌي ڪان بہ کل ڇٽي وئي. ڏهہ پيرا هوا! هوا! هوا! ڪري ٻڍي ميان جي کل بہ مال گاڏيءَ وانگر ڏوڪبي ڏوڪبي بند ٿي ۽ نيٺ چيائين، " هاڻ مون سمجهيو!! چڱو، رشيد جي شاديءَ ڏي اشارو آهي؟ تہ بيگم صاحبہ آءٌ انهيءَ ۾ ڇا ڪريان. جي زالون بازار ۾ وڪامنديون هجن تہ آءٌ جهٽ خريد ڪري ڏيانءِ ، جهڙو نمونو ڏسين تهڙو، دڪان دڪان ڏسي، پيٽائي، اگهہ ملهہ پڇي پوءِ ڏسي وائسي سودو چڪائي ڏيانءِ."

" سبحان الله! ڇا ڇئجي! توهان جي ڪٽنب ۾ بہ شايد ائين پي شاديون ٿيون آهن؟ مون کي بہ شايد اوهان جي والد مرحوم بازار مان پيٽائي ورتو هو؟" ٻڍيءَ هٿ جا اشارا ڏيندي چيو.

" ڏوهہ مون کي ٿي ڏين، پر ڳالهہ تي بگڙندي تہ تون پئي وڃين. نيٺ تو وٽ بہ تہ پنجاهہ زالون پيون اچن وڃن، ڪو پتو ٽڪاڻو ٻڌاءِ، آءٌ بہ دوست احباب سان ذڪر ڪريان، جاچ ڪريو، الله سائين ڪٿي نہ ڪٿي جوڙو ملائي ڏيندو." رشيد جي ابي خوب جمائي جمائي چيو.

" ها، برابر، ڪوشش ضرور ڪرڻ کپي. ڇوڪرو ماشاءَالله، اچي سياڻو ٿيو آهي ۽ اڄ ڪلهہ جي زماني کان خدا پناهہ ڏئي!"

” تلاش ڪرڻ ۾ ڪا تڪليف تہ ڪا نہ ٿيندي، ...پر“

” پر پر ڪهڙي؟“ رشيدجي امان پڇيو.“

” مون بہ هن زماني جي ڳالهہ ٿي ڪئي، اسان جي ڏينهن ۾ شاديءَ جو قانون ڪو بيو هو، هينئر ڳالهہ ٻي آهي. هڪڙي پاسي ڇوڪرن جي طلب آهي تہ ڪنوار سهڻي، نيڪ ۽ لکيل پڙهيل هجي تہ ٻئي پاسي ماشاءَ الله ڇوڪرين جو بہ فرمان آهي تہ گهوٽ سهڻو، زن مريد، شاهوڪار، آزاد خيال ۽ پردي جي برخلاف هجي. مطلب تہ سڀ ڪجهہ هجي جنهن ڪي زرخريد ٻانهو ڇئي سگهجي. نيڪبخت بيگم، پاڻ پنهنجي صاحبزادي لاءِ ڪنوار ڳولڻ نڪرنداسين تہ انهن جي ڳالهہ بہ ميٺي پوندي ۽ هتي پنهنجو صاحبزادو البت ذرو آ ... آ ... آ ...“ رشيد جو ابو ” آ “ تي ائين اچي ترسيو جيئن اُٺ ڪنجهي ڪنجهي ڪٽي ماٺ ڪندو آهي.

” آءٌ ٿي چوان نيٺ توهان ڪي گڏيل ڳالهہ ڪرڻ جو ڪهڙو مرض اچي لڳو آهي؟ جي آهي اسان جو صاحب زادو ذرو آ آ آ آ ... انهيءَ جو مطلب اهو آهي ڇا تہ اسانجي ٻار ۾ خدانخواستہ ڪو عيب آهي؟ جي آهي تہ ضرور اهو عيب تہ مون ۾ بہ هوندو،“ رشيد جي اما ڇيو.

” نہ، نہ! توبہ، توبہ! منهنجو اهو مطلب اصل ڪونهي، ڇوڪري جي صورت شڪل ماشاءَ الله نيڪ آهي پر ذرو ...آ...آ..آ...“

” وري اها آ آ آ آ جي ڏم لڳائي ڏني اٿو! توهين بہ پلا دل کولي ڪٿي ڳالهہ ڪريو نہ. چو، هتي ڪو ڏاريو ماڻهو تہ ڪونهي ......“

” چوان تہ وينو نہ تہ ذرو ... آ ...آ... آ... “

”ها، ها، چئي ڏيو نہ، تہ ڇا انڌو آهي، ڇوڇو آهي، لولو آهي، لنگڙو آهي؟...“ رشيد جي امان رڙ ڪري ڇيو.

”لاحول ولا قوت! نہ خدا جو ڊپ، نہ رسول جو خوف! جيڪي ٿو وات ۾ اچيس سو چيو ڏئي! اڙي بيگم، اڪين ۾ البت ...آ ...آ ...“

” ها، ڙي، بس، رهڻ ڏيو، ڪجهہ هوش ڪريو، ڪي پيريءَ ۾ اچي هوش بہ ڪوهي وينا آهيو؟ اڪين ۾، اڪين ۾ لڳائي ڏني اٿو! خدانخواستہ اڪين ۾ ڪا بيماري اٿس؟ ڪو مرض اٿس؟ ها، ٿورو فرق

برابر اٿس، ذرو ٿيڌو آهي، پر خدا جو ڏنو ... توهان کي جيڪي ٿو اچي سو چوندا وڃو. مون تہ ڏٺو آهي تہ ڪارن ڪوجهن کي چنبہ جهڙيون ٻانهون پيون ملن ... باقي ڳالهہ رهي پئسي ۽ علم جي، سو خدا جو ڏنو سڀ ڪي آهي. منهنجو پٽ ڪو نيلامي گهوڙو تہ ڪونهي جنهن جي رڳ رڳ جاچي ڏسندا، نہ ڪو قربانيءَ جو جانور آهي جنهن جي ٻوٽي ٻوٽي چڪاسي وٺندا."

" بيگم، تون تہ هاٿي ڊڳي جهڙي مستي ۾ اچي وئي آهين، اجا ڪو آيو ناهي تہ سنگ جهڪيا ناهن..."

" الله سائينءَ توهان جي زبان جون واڳون بہ ڍريون ڪري ڇڏيون آهن، جيڪي اچيو سو بنايو، توهان جي پلئہ پئي انسان مان حيوان بڻجي ويس،" رشيد جي امان طعني بازي سان چيو.

" اڙي بيگم! هاڻ ٿهيو، تون بہ هاٿي ڏاڍي تند مزاج ٿي پئي آهين! ها، سا ڳالهہ پي ڪئيسين. مون ٿي چيو تہ اڄ ڪلهہ جون ڇوڪريون بنا پر پيون اڏامن. جي اڄ سيان ڪا هيڏانهن هوڏانهن جي زال گهوٽ ڳولهڻ اچي تہ بهتر آهي تہ پنهنجو ڪم تيار هجي. مون انهيءَ جو رستو بہ ڳولهي رکيو آهي. اڄ ئي، انشاءَ الله، لارنس ۽ ميئو جي دوڪان تان رشيد خان لاءِ هڪڙي سهڻي رنگ جي عينڪ وٺي ٿو اچان، جنهن. ڪان هن جي اک کي بہ آرام ايندو ۽ هن جو عيب پڻ ڍڪجي ويندو ......"

رشيد جي ابي اجا ٻيو بہ ڪي ٿي چيو پر ٻاهران ڪن اصيلن جي هڪل هن کي روڪي وڌو.

" وڪيل صاحب! وڪيل صاحب!" جي هڪل هن کي پريشان ڪري ڇڏيو. بيگم کي جلدي جلدي خوش ڪري رشيد جو ابو ٻاهر نڪتو.

(2)

وٺو سائين، رشيد خان جي شاديءَ جي پوري ريت رسم سان تياري آهي. ڳالهہ پڪي ٿيڻ جو ذڪر هن اڳاٽيءَ ۾ ڏيڻ اجايو آهي. بس ايترو سمجهي وٺو تہ امان جان جي طعنن ۽ ٽوڪن ابي جان ۾ جڻ ڪوشش جو روح ڦوڪي ڇڏيو. بيگم، ميان جي ڪا اهڙي چاٻي ڦيري ڇڏي جو سگهو رشيدخان بہ گهوٽ بڻجي ويو. پر ابي جي ڪوشش اتي

پوري ڪا نہ ٿي. پر رشيد خان ڪي ائڪٽر جي طرح اهڙو تہ سينگارياڻون جو هن جو ٽيڊپٽو بہ لڪي ويو. ڇو، سائين، انهي ۾ ڪا عجب جي ڳالهہ آهي ڇا؟ ڇو؟ اوهان ناٽڪن ۾ ڪونہ ڏٺو آهي تہ زالن مان مڙس ۽ مڙسن مان زالون بڻجيو وڃن. تہ سائين هن حڪمت ۽ سائنس جي زماني ۾ مسٽر رشيد خان ڪي اهڙي عينڪ پارائڻ جنهن مان هو سڀ ڪنهن کي ڏسي سگهي ۽ ڪوبہ هن جون اکيون نہ ڏسي، ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي.

”پر هاءِ ، قدرت جو ستم جو الله سائين هڪڙي پاسي انسان کي ” مسجود ملائڪ“ ٺاهي، ٻئي پاسي انهي غريب کي ” ظلوماً جهولا “ جو خطاب عطا ڪيو. ابي، رشيد جي ٽيڏين اکين کي دنيا کان لڪايو تہ سهي، پر هن جو چائي چم جو عيب لاهي نہ سگهيو ۽ ميان رشيد خان ۾ اهو عيب ضرور رهجي ويو تہ ڏسندو ڪيڏانهن هو تہ ڳالهہ وري ڪنهن سان ڪندو هو، ” ڪجا مي نمايند ڪجا مي زنند.“

وڪيل صاحب انهي نقص کي دور ڪرڻ ۾ بہ ڪا ڪوتاهي ڪانہ ڪري ها، پر انسان جو چائي چم جو عيب اڪثر زور پئجيو وڃي، جنهن ڪري رشيد خان ايترو عيبدار ضرور رهجي ويو جو، ڇنٽي هڪڙي کي ٿو حاڪم ۽ زخمي ٿو ڪري ٻئي کي.“

هاڻ رهي ڳالهہ ميان رشيد جي شاديءَ جي، سا غير معمولي تہ ضرور هئي، پر انهن ساڳين سنڌي رسمن ۽ رواجن سان پريل هئي، جي اوهان سؤ پيرا ڏٺيون هونديون. تنهن ڪري سؤ پيرا ڪاڏل دعوت ۾، ۽ خاص اها جنهن مان لذت نڪري وئي هجي، اوهين شريڪ ٿي ڇا ڪندؤ؟ مطلب تہ ايترو ئي چوڻ بس آهي تہ شادي ٿي وئي. شاديءَ جو نتيجو اهو ٿيو تہ ماءُ پيءُ ۽ پٽ جي زندگيءَ ۾ چڱو خاصو انقلاب پيدا ٿي ويو. وڪيل صاحب جو اڃا فقط هڪڙي پٽ جو پيءُ هو سو هاڻ سهرو بہ ٿي پيو. وڏي مائي تہ اڳي بہ سچو ڏينهن ڪم ۾ رڌل رهندي هئي، ۽ هاڻ ننهن جي ٽهل ٽڪور بہ سر تي پئجي ويس، ۽ رشيد خان جي اها حالت ٿي، جو هاڻ ڪلي سان ٻڌجي ويو. هونءَ تہ پڙهڻ لکڻ کان پوءِ گهمڻ گهتڻ ، رلڻ پنڻ ، سنيما، ٿئيٽر وغيره سگهوئي هڪڙو هڪڙو ٿي ضبط ٿيندا هليا. بيگم صاحبہ اڃا حجاب جي حالت ۾ هئي تہ امان

جان هن جي پاران هن جا حق طلبڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. شروع کان ئي اها تاڪيد ٿيڻ لڳي ، ” پٽ زالن کي اڪيلو ڇڏي وڃڻ نہ گهرجي، اڪيلي ڪنوار تي آسيب جو اثر پئجيو وڃي. پرائي ڌيءَ پرڻجي گهر وٺي آيو آهين، هاڻ هن جي آرام ۽ آسائش جو ذمو توتي آهي.“ وڏي مائي جو چوڻ هو تہ اهو رانديڪو جو تون ” ساڍا ٽي هزار معجل ۽ ساڍا ٽي هزار موجل جي عوض ۾ خريد ڪري آيو آهين، انهي سان رات ڏينهن راند ڪندو رهہ.

۽ ڪنوار جو اهو حال جهڙو وٺاڻ تي ٻڌل گهوڙي. ائين ٿي لڳو ڄڻ پنهنجن مائٽن جي گهران فقط ٿي ڪم سکي آئي آهي ۽ سدائين گهٽ کائڻ ، گهٽ ڳالهائڻ ۽ ٿي گز ڊگهو گهونگهٽ ڪڍڻ کان پيو ڪجهہ اچيس ئي ڪين ٿو. پر اهو آزار بہ خدا تعاليٰ دفع ڪري ڇڏيو ۽ اهو حجاب بہ رفتي برفتي غائب ٿي ويو. وڪيل صاحب وڃي اوطاق وسائي ۽ مائي وڏي پنهنجي حجري ۾ وڃي داخل ٿي ۽ اک ڇنڀ ۾ بيگم صاحب، بيگم صنوبر، ساري گهر جو قبضو ڪري وئي. اندر ٻاهر هن جا محتاج ۽ ڀاڻ سيني جي حاڪم ٿي پئي.

وڏي مائيءَ کي گهر جي ڪم کان زبردستي پينشن ملي رهي ۽ سوپارين ڪترڻ کان سواءِ ٻئي سڀ ڪم کان فارغ ٿي ويئي. صبح جي نماز کان پوءِ ننهن جو سلام وٺڻ ۽ تنهن کان پوءِ پٽ کي ڪلاڪ اڌ زن مريديءَ جو سبق پڙهائڻ ، بس وڏي مائي جو اهو ئي فرض هو. ماءُ جي سعادتمند پٽ بہ، ماءُ جي تعميل ارشاد ۾ ڪأ ڪوتاهي ڪا نہ ڪئي. سائين، غضب خدا جو، مڪتب جو ٻار بہ گهٽائي ڪم استاد جي پڇڻ ۽ مرضيءَ کان سواءِ ڪري وٺندو آهي، پر رشيد پنهنجي بيگم جي موڪل بنا ڪڏهن ضروري حاج لاهڻ بہ ڪونہ ويو هوندو! تہ پلا ٻڌايو تہ هڪڙو سنجيدو، ڏسٹو وائسٹو ڪاليج جو طالب علم صاحبزادو، زال لاءِ ايترو بڪيو هجي جو هن کي اُٺ جي گهنڊٹي ٻڌائي ڇڏي، تہ اها ڪهڙي بيوقوف ۽ اڻ ڄاڻ زال هوندي جو اهڙي خدا جي ڏني حڪومت کان انڪار ڪندي؟ صنوبر کي پنهنجي گهران موڪلائڻ مهل تہ اهو ئي سبق مليو هو تہ دنيا ۾ جي خدا کان پوءِ ڪنهن ٻئي کي سمجهي تہ پنهنجي مڙس کي سمجهي پر هوءَ غريب بہ ڇا ڪري جنهن آستاني تي هو مٿي

ٽيڪڻ لاءِ تيار هئي اهو آستانو پاڻ صنوبر کي ڏسنديئي سجدو ڪرڻ لاءِ اٿي بيهندو، تہ ويچاري صنوبر بہ حڪومت نہ ڪري تہ ٻيو ڇا ڪري؟ خدا ڀلو ڪري اهڙي محبت ۽ زماني جي گردش جو جنهن مسجود کي ساجد ۽ مخدوم کي خادم بڻائي رکيو آهي.

هونءَ تہ زال مڙس جو رشتو اهڙو آهي جو انهن جي پاڻ ۾ آزادگي، ڪنهن ڏاهي جي چوڻ موجب، "شاديءَ جي ٻي رات کان شروع ٿيو وڃي. پر هتي تہ ميان رشيدخان، ڇريائيءَ کان، ويچاري صنوبر جو اهو سمورو سبق جو هن "راه نجات، " "بهشتي زيور" ۽ " زالن جا فرض" ۾ پڙهيو هو، وسارائي ڇڏيو. ۽ وري انهيءَ تي ستم اهو تہ هن کي سيئي اڄوڪي زماني جا نوان نوان ڪتاب پڙهائڻ لڳو. تہ پوءِ انهيءَ ۾ ڪهڙو عجب آهي جو صنوبر بہ اها ئي ٻولي ٻولڻ لڳي، جا هن کي سيکاري وئي هئي. جنهن گهر ۾ صنوبر گهونگهٽ مٿي ڪيو اتي اڪ ڪٽنديئي رشيد کي پنهنجي خدمت، بندگي ڪندو ڏٺائين، ۽ سو بہ ايتري قدر جو مائٽن جي گهران هوءَ جيڪي بہ سکي آئي هئي، سو سڀ ٻن ڏينهن ۾ وساري ويئي. تنهن ڪري اوهان کي اهو ڏسي عجب نہ ڪرڻ گهرجي تہ هڪ رات جو مانيءَ کان پوءِ جڏهن وڪيل صاحب ۽ سندس بيگم پنهنجي پنهنجي وٿاڻ تي وڃي ٿانيڪا ٿيا تہ رشيد خان بہ پنهنجو رانديڪو سنڀاليو. زال مڙس پنهنجي خلوتگاه ۾ مصروف راز نياز، مس ٿيا هئا تہ هڪڙي آفت اچي ڪڙڪي يعني، صنوبر معشوقاڻي شوخيءَ سان رشيد کي چوڻ لڳي، "چڱو، هي وري ڪهڙو فيشن آهي جو رات جو بہ اکين تي انڌيري چڙهي پئي آهي؟ نيٺ بہ اهو ڪهڙو مرض لڳو اٿو جو رات ڏينهن نار جي ڏکي وانگر اکين تي ٽوپ چاڙهيو ويٺا آهيو؟ لاهيو نہ مٿيءَ کي! سؤ دفعا تہ چيو اٿم تہ مون کي اوهان جي عينڪ اصل نہ ٿي وڻي.

ڇو سائين، هي ڪو معمولي حڪم هو؟ عينڪ لاهڻ رشيد خان لاءِ ڪا سٽري ڳالهہ هئي؟ ها، عينڪ جي سونهن يا شوق ڪري چاڙهي وئي هجي ها تہ جهٽ ۾ لاهي "تعميل ارشاد" ۾ ڦٽي ڪئي وڃي ها، پر هتي تہ عينڪ خاص عيب پوشيءَ جي مطلب سان چاڙهي وئي هئي. اڄ جي انهيءَ حڪم جي تعميل ۾ اهو پردو فاش ڪري ها تہ ميان

جي ٽيڏائي بہ ظاهر ٿي پوي ها. پوءِ ويچاري رشيد جو سندس معشوق وٽ ڪهڙو قدر رهي ها. اڄ تائين تہ ميان رشيد بيگم جو عاشق زار ٿي ليکجڻ ۾ آيو، پر عينڪ لاهڻ کان پوءِ عاشق زار مان ڦري يڪدم " مئو ٽيڏو" سڏجڻ ۾ اچي ها. انهي خيال ۾ هو تہ ڪهڙو جواب ڏيان ۽ ڳالهہ ڪيئن ٽاريان. ۽ وري اهو بہ ڊپ هوس تہ متان ڪٿي بيگم جهٽ هٽي عينڪ لاهي نہ وٺي. نيٺ هبڪي هبڪي چيائين ، " بيگم، ويچاري عينڪ تنهنجو ڇا ڦٽايو آهي؟ تون انهيءَ تي ايترو ضد ڇو ٿي ڪرين؟" " وري ساڳئي ڳالهہ! ضد آءٌ ٿي ڪريان يا توهين؟ آءٌ ٿي چوان تہ رات ٿي وئي آهي، هاڻي تہ عينڪ لاهي رکو. هاڻي بہ ڪا اس پئي لڳي ڇا جا اوهان کي ستائيندي؟ توهين اهڙي خسيس ڳالهہ بہ نٿا مڃو، بس، هاڻ مون کي بہ ائين ڪرڻو پوندو جو ڪنهن رات جو اهو ٽوپ اوهان جي اکين تان لاهي لڪائي ڇڏيندس تہ اهو آزار لهي. پوءِ ڏسان تہ اوهين ڪيئن ٿا ڪريو."

" انهي مان توکي ڪهڙو فائدو رسندو؟ منهنجي آرام جي شئي آهي ۽ جي تون لڪائيندينءَ تہ اجايو مون کي تڪليف رسندي،" رشيد ڏند ڪڏي چيو. " واه جا آرام جي شئي آهي جا بين کي آزاري."

" واه! عينڪ پايان آءٌ ۽ آزار ٿئي توکي!" رشيد جي مرضيٰ هئي تہ ائين ئي ڳالهہ کي ٽاري ڇڏي متان سچي پچي رات جو جوڙس عينڪ لاهي لڪائي ڇڏي تہ صبح جو ٽيڏپڻائي ظاهر ٿي پوي. انهي ارادي سان اجا ڳالهہ وڌيڪ ڇيڙڻ لڳو، پر صنوبر، " هاڻ تہ مغز نہ کائو، مون کي ننڊ ٿي اچي،" چئي پاسو ورائي سمهي پئي.

(3)

سائين دل ۾ ڪرڻ جهڙي ڳالهہ اصل ڪانهي. رشيد خان پنهنجي زال کي منهن لڳائڻ ۽ مٿي تي چاڙهڻ ۾ ايتري خطا ڪا نہ ڪئي جيتري پنهنجي ڇائي جهڙي جي عيب ڍڪڻ ۾ ڪيائين. چئو، صاحب، جي ميان رشيد ٽيڏو هو تہ انهيءَ ۾ هن جو ڪهڙو ڏوهہ؟ بس جيئن خدا هن کي پيدا ڪيو تيئن هو. ها، جي انهي ۾ ڪو ڏوهہ هو تہ سندس ماءُ پيءُ جو جن ننڍي هوندي هن جو ڪو تدارڪ ڪو نہ ڪيو. شايد اکيون سڌيون بہ ٿي وڃن ها ۽ غضب تہ اهو ڪيائون جو

رشيد کي پنهنجي زال کان عيب لڪائڻ جي صلاح ڏيئي جڻ هڪڙو جهڳڙو ملھ پرايائون. هيڏانهن هن نيڪ بخت زال کي بہ اڇي ضد چڙهيو تہ اها عينڪ لهرائي ڇڏجي. شڪر آهي جو صنوبر يا صنوبر جي مائٽن کي نڪاح کان اڳي اهو خيال ڪو نہ پيو، نہ تہ جيڪر رشيد خان ڪڏهن گھوٽ ڪو نہ ٿئي ها. پر نيٺ صنوبر جو ضد جو علاج ڪهڙو؟ ملي جي ڊوڙ مسجد تائين ۽ رشيد کي بہ اڄ وجھہ مليو جو پنهنجي رام ڪهاڻي امان جان کي ٻڌائي.

سيارو هجي يا اونهارو، مينهن هجي يا پاڻي، تہ بہ انسانن ۾ هڪڙو اهڙو فارغ قسم جو فرقو آهي جو ٻن پهرن جو ڪلاڪ ٻہ ننڊ ڪرڻ فرض سمجهندو آهي. رشيد جي والده بہ انهي عقيدي جي پابند هئي. زمين اٿلي پوي يا آسمان ڪڙڪي پوي تہ بہ هن جي ٻن پهرن جي ننڊ نہ وڃي. رشيد اڄ صبح کان اهو وجھہ پئي ڳولهيو. هتي وڏي مائي وهاڻو ڪڇ هيٺ دٻي اٿي ۽ هتي رشيد آهستي پيٺيان لڳس. مائي اچا وهاڻو کٽ تي، بسم الله ڪري، پاڻ کٽ تي مس چڙهي هئي تہ رشيد چيو. " هاڻ اوهين سمهي پوندءُ ۽ منهنجي ڳالهہ ائين رهجي ويندي."

" توبہ، پٽ، تو تہ مون کي ڊيڄاري ڇڏيو،" رشيد جي ماءُ ڇرڪ ڀري چيو، " ڇئہ تنهنجي ڪهڙي ڳالهہ رهجيو ٿي وڃي؟" " امان هي تہ اوهان عينڪ پارائي ٻي بلا منهنجي سر تي ويهاري ڇڏي. اڄ ٿي ڏينهن ٿيا آهن جو تنهنجي ننهن ضد ٻڌيو ويٺي آهي ۽ چوي ٿي تہ منهنجي سامهون عينڪ نہ پاء جو مون کي ڪاوڙ ٿي لڳي. تتي ويٺي آهي ۽ چوي ٿي تہ رات جو عينڪ لاهي لڪائي ڇڏينديس. هاڻ توهين اٿي ڪو انهي ڳالهہ جو تدارڪ ڪريو: اها ڳالهہ منهنجي وس کان ٻاهر آهي."

" واه ! هي وري ڪهڙي سجهي آئي اٿس؟ وٽ مائي هي بہ ڪا نئي قسم جي ڪاوڙ آهي! سياڻي جي هن کي ٻانگ جي آواز تي ڪاوڙ لڳندي تہ، ڇا، دنيا جون مسجدون بند ٿي وينديون؟ ڇي، شهر جون ٻتيون وسايو منهنجون اکيون ٿيون سور ڪن! "

"توهين ڇاٽو توهان جي ننهن ڇاٽي. آءٌ تہ اکر ٿو ڪڇان تہ مون کي ڪائڻ ٿي اچي. اهو سڀ توهان جو ڪم آهي. زال کي ديوي ڪري

پوڄڻ بہ اوهان سيڪاريو آهي،" رشيد چيو.

" اڙي، ابا، ڪو هوش ڪر. هاڻ تون بہ ٿو مونکي ڏوراپا ڏين؟ ميان چاٽي بيبي چاٽي. منهنجو انهيءَ ۾ ڇا؟ پر ڏسو! انشاءَ الله آءٌ اڄ سياڻي سمجهائي ڇڏينديسانس."

رشيد ماءُ وٽ پنهنجو ڏکڙو روئي پنهنجي بيگم جي عدالت ۾ پهتو تہ اتي حساب ڪتاب ڏيڻو پيس. پهرين تہ " ڪيڏانهن اڏامي ويا هئو،" ۽ " اڄهو، آءٌ هتي اڪيلي ويٺي هيس،" جا سوال ٿيا پوءِ وري ساڳي عينڪ جي حجت دليلي ٿي. اوڏي مهل رشيد جي سيني ۾ جوش جاڳي جاڳي رهجي ويو. شڪر آهي جو ڳالهہ رهجي آئي جو نہ تہ ڪو عجب ڪونهي تہ محبت ۾ رخنو پئجي وڃي ها. خير، ٿوري ڪان پوءِ هيڏانهن بيگم پاسو اٿلايو ۽ هوڏانهن ميان ڪتاب سنڀاليا. پر اهي ڪتاب فقط پرده پوشي لاءِ هئا. اهو سچ آهي تہ اڄ رشيد جي شاديءَ کي پورا ڇهہ مهنا گذريا هئا ۽ ليٽئي ليٽئي رشيد پنهنجي غلامي ۽ بيگم صاحبہ جي حڪومت جو خيال ڪرڻ لڳو. جڏهن پڪ ٿيس تہ بيگم کي ننڊ ڪٽي وئي آهي تہ سندس ڏک ۽ فڪر جو اهو حال هو جو سندس ڦڦڙ پاڻ مرادو پخال وانگر ڦلارجي ۽ ڏمٽيءَ وانگر ساهہ زور سان " فون! فون! " ڪندو پي نڪتو. ٻن ٻن منٽن ۾ خواه مخواه پاسو پي اٿلايائين ۽ پيري پيري سان " لا حول !" ۽ " توبہ! توبہ!" جي تسبيح جاري هئي. ذري ذري وهاڻو سيرانديءَ کان پيرانديءَ ۽ پيرانديءَ کان سيرانديءَ ائين پي ڦيرايائين، جيئن ڪو ڪمزور شطرنج جو رانديگر هڪڙي ئي ال هلي وري ڦيري ڪائيندو آهي. ڪڏهن ڪنگهي ڪنگهي ڪانگهارا چلمچيءَ ۾ پي اڇلايائين تہ ڪڏهن چپ پي چپاڙيائين، تہ ڪڏهن کٽ جي ايس تي طبلي نوازي پي ڪيائين، تہ ڪڏهن زور سان نڪ پي سٽڪيائين. ڪڏهن تہ وري کٽ تي ويهي اسڪول جي ٻارن وانگر اڳتي پٺتي پي جهوليو، تہ ڪڏهن ڪنهن حال ۾ آيل فقير وانگر ساڄي کان کاٻي. ٿوري ديرڪان پوءِ ڏاڍي چوڪ ڪيم، ڏاڍي ناداني ڪيم، ابي امان جو چيو ناحق مڃيم، پر ...اهڙي جا ٽٽل غير مسلسل آواز ڪنهن ڦٽل ريڊيو جي طرح پي آيا.

پر الله تعاليٰ جلشانه رحيم ۽ ڪريم آهي ۽ انهي نيٺ رشيد

جي انهيءَ بي آرامي ۽ تڪليف جو تدارڪ ڪيو. اچا انهي سلسلي ۾ منو ڪلاڪ مس گذريو هوندو تہ صنوبر پاسو اٿلائڻ چاهيو تہ ڪن جي والي وهاٽي جي جهالر ۾ اٽڪي پيس. صنوبر بہ ڪوئي وانگر ڪوئا مار ۾ اچي ڦاٿي ۽ پهرين تہ نوريئڙي وانگر چرچر ڪرڻ لڳي، پر ٿورو زور ڏيڻ سان ڪن جي پاپڙي ڦاٽڻ لڳس تہ گهوڙا ڙي! ميس ڙي!" جي دانهن مچائي ڏنائين. بس، صنوبر جي دانهن ٻڌندي ئي رشيد جو اهو حال ٿيو جو ڪنهن سپاهيءَ جو، ڳٽيءَ جو بگل، ٻڌي ٿيندو آهي. يڪدم پنهنجي کٽ تان ٽپو ڏئي، وهاٽي سوڙ بيگم جي کٽ تي وڃي حاضر ٿيو، ۽ ايترو تہ منجهي پيو جو سيرانديءَ جي بدران پيرانديءَ کان وڃي بيٺو، ۽ ويچاري صنوبر جا پير ڏونڌاڻڻ لڳو ۽ بيگم! بيگم! بيگم! خير تہ آهي؟" چا ٿيو، چا ٿيو؟ بيگم! بيگم! بيگم! جي مشين‌گن هلائڻ لڳو.

" جلدي ڪريو، جلدي ڪريو! آءٌ مران ٿي! منهنجي والي ويهاٽي ۾ اٽڪي پئي آهي ۽ منهنجو ڪن ٿو ڇڃي!" صنوبر ٻاراٽي آواز سان چيو.

رشيد الله ڪري والي وهاٽي مان ڇڏائي ۽ صنوبر آزاد ٿي ٿڌو ساه پريو، ۽، " اهو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني،" چئي ميان ڏانهن ڏنائين تہ اهو ئي لال ٿين، چڙهيو پيو هوس.

ڏسو خدا جو شان! انهيءَ سهل ميان جي خدمت ، سور جي تڪليف ۽ انهي کان راحت ۽ آرام سيني گڏجي صنوبر جي دل تي هڪڙو عجيب اثر پيدا ڪيو. ڳٽي ڳٽي ميان کي دعائون ڏيڻ لڳي. پنهنجا ڳوڙها اگهندي وئي ۽ دعائون ڪندي وئي. پر رشيد انهي مان بہ ڪين سمجهيو، تہ انهي مون جو فائدو وٺي سگهبو. پاڙي جي ٽٽوءَ کي ڪيڏي مهل بہ، گاه بيگاه پڇهو وڃبو تہ هو اهو ئي سمجهندو تہ اجهو گاڏيءَ ۾ ٻڌجڻ جو وقت آيو. اُن جي پٺي ڪٽي ٽپر بي تہ سمجهندو تہ اجهو لڏيس، ۽ يڪدم ڪٽي بڙبڙائڻ شروع ڪندو. پلا رشيد کي ڪهڙي خبر تہ صنوبر جي من ۾ ڪهڙو ڦرڪو ڦري رهيو آهي، ۽ هاڻي چا ٿيڻو آهي، بس، ڊڄي ڊڄي، " بيگم، چا پئي چوين ، آءٌ تہ تنهنجو مطيع آهيان، تنهنجو خدمتگار آهيان، اهو تہ مون تي فرض آهي، ڏسان ڪن کي

ڪو نقصان تہ نہ پهتو،“ جي ڌمڪ لڳائي ڏنائين. نيٺ بہ ويچاري صنوبر کي شرم آيو ۽ هو پنهنجي مڙس کي ٽوڪڻ لڳي.

”ڏسو، مون کي گنهگار ڇو پيا بڻايو، پنهنجي عاقبت ڇا لاءِ مون کي پيا بگاڙيو! توهان اجايو ڪٽي مون کي مٿي تي چاڙهيو آهي، ۽ آءٌ پنهنجي زالاڻي تهذيب بہ وساري ويٺي آهيان. هتي اچي، ٿن چئن مهنن ۾ آءٌ بي تهذيب ٿي پئي آهيان. شيطان مون کي برغلايو، پر هاڻي شڪر آهي جو مون کي عقل آيو آهي، مون کي ڏاڍو ارمان آهي جو مون عينڪ جي باري ۾ توهان سان ايترو گهٽ وڌ پئي ڳالهايو آهي. مون کي معاف ڪجو، اها ڳالهہ اجائي هئي، اها منهنجي بيوقوفي هئي، منهنجي زبردستي هئي.“

اجا صنوبر پنهنجي ليڪچر ۾ ۽ رشيد وائڙو ٿي ڏسڻ ۾ غلطان هئا تہ هيئان، اگڻ مان مائيءَ وڏي رڙ ڪئي، ” بي بي ڪنوارا آءُ هيٺ لهي آءُ تہ چانهہ پيون. وچيون بہ گذري ويون آهن.“

(4)

خير، سائين ائين ڪندي ڪندي ميان رشيد جي شاديءَ کي ٻاره مهنا بہ اچي گذريا. انهي ٻارهين مهني جي عرصي ۾ ميان رشيد مجنون ۽ فرهاد جهڙي محبت، غلامن جهڙي غلامي ۽ پنڊتن جهڙي پوڄا سڀ ڪئي، پر تقدير چڱي هيس جو زال نيٺ زال ٿي ۽ رشيد سستو ڇٽي ويو. نہ جهنگل بيابان پيٽڻا پيس، نہ فرهاد وانگر ڪي جبل ٽڪڻا پيس، نہ يوسف وانگر سر بازار وڪامڻو پيس، نہ ڪا سماڌي ڄمائڻ جو حڪم ٿيس. پر افسوس، جو هن جي تقدير زماني جي گردش کان نا آشنا نہ رهي. اجا خدا خدا ڪري مڙس مڙس زال زال مس ٿيا هئا تہ هڪڙي نئين مصيبت نازل ٿي.

ڇو سائين؟ ڪو ٻار ڄائو؟ نہ قبلا؟ ڇا، ڪا آمدني گهٽجي وئي ؟ نہ قبلا! تہ پلا نيٺ ڇا ٿيو؟ ... جناب، رشيد خان جي بيگم، پنهنجا سڀ فرض بجا آڻيندي بہ رشيد خان سان ناراض ٿي پئي. پر ويچاريءَ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي ۽ پنهنجي خاوند کي پنهنجو مالڪ ڄاڻي اهو ناراضپو اندر ئي اندر ۾ سانديو ۽ پنهنجي دل جي حسرت جي ٻاڦ بہ ٻاهر نڪرڻ نہ ڏني. رشيدخان انهي معاملي ۾ ڏوهي هو يا بي ڏوهي هو انهي جو فيصلو پوءِ ڪري ونبو، پر في الحال تہ هو پنهنجي زال

جي هلت کان بلڪل بيخبر هو. بيگم خيال ڪيو اجا هينئر مس مس اسان جو صلح ٿيو آهي ۽ جي وري ايتري ۾ ڪو شڪايت جو لفظ زبان تي آندم ته غضب ٿي پوندو. تنهن ڪري، لاچار ٿي، خدا تي رکي، ماٺ ڪري ڏک سهڻ لڳي. توهين ضرور پڇندا ته ان ناراضپي جو نيٺ ڪو سبب به هو؟ ها، سائين چو نه! پلا، هن اسباب جي عالم ۾ ڪا شئي سبب کان خالي به ٿي سگهي ٿي ؟ تازو سبب ڪهڙو هو انهي تي اجهو هينئر ٿا اچون، پر سچ ڪري پڇو ته اصل سبب اهو هو جو رشيد خان بيوقوفي ڪري پنهنجو ماءُ جاثو عيب، عينڪ پائي زال کان لڪايو. در حقيقت ڳالهه هيءَ هئي ته جنهن ڏينهن کان وٺي ميان بيبيءَ جو پاڻ ۾ صلح ٿيو هو، تنهن ڏينهن کان وٺي بيگم، ميان جي خدمت ڪرڻ ۾ ڪابه ڪوتاهي ڪانه ڪئي، ايتري قدر جو روز بورچيخاني ۾ باه جي اڳيان ويهي پاڻ پنهنجن نازڪ هٿن سان ميان جي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه رڌي هن کي کارائيندي هئي، ۽ رشيد کي به بيگم کانسواءِ سک ڪو نه هو. جيسين ڪاليج وڃي وڃي تيسين پنج ڏهه پيرا بيگم سان کلي ضرور ڳالهائيندو ئي ڳالهائيندو هو. جڏهن کان وٺي بيگم بورچيخاني ۾ ويهڻ لڳي تڏهن کان وٺي رشيد به اتي ويهي هن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو، بلڪ ماني به اتي، بيگم جي پاسي ۾ ويهي کائيندو هو. خير انهي ۾ به ڪا حرڪت يا اعتراض جوڳي ڳالهه ڪانه هئي. پر جنهن ڳالهه بيگم کي بي آرام ڪري ڇڏيو سا هئي رشيد خان جي ٽيڏ پٽائي، جنهن جي ڪري ميان ڳالهائيندو بيگم سان هو ته چهري جو رخ مڙئي بورچي خاني ڏانهن هوندو هوس. په ٽي ڏينهن ته بيگم صبر سان سور سٺو، پر نيٺ صبر جي به ته ڪا حد هوندي. ڪنهن جو چورڻ آهي ته ڪا به زال سڪي ماني کائڻ ۽ ڦاٽل ڪپڙا پائڻ قبول ڪندي پر مڙس جي محبت ۾ ڀائيوار رکڻ قبول ڪانه ڪندي. صنوبر جي دل ۾ گرهه پئجي ويو. هوءَ انهي ڳالهه تي يقين ڪرڻ مجبور ٿي ته ميان ۽ بورچياڻيءَ جو پاڻ ۾ ڪو جهونو رستو، ڪا جهوني محبت آهي ۽ هاڻي هي منهنجي ڇاتيءَ تي مڱ پيا ڏرين، يعني ته اگرچ ظاهري طرح ڳالهيون ۽ پيار مون سان پيو ڪري، پر حقيقت ڪري اهي مٺيون مٺيون ڳالهيون سڀ بورچياڻيءَ سان پيون ٿين.

هن واقعي کان اڳي ويچاري صنوبر جي نظر ۾ ڏينهن عيد ۽ راتيون شب برات هيون، پر هاڻي، افسوس، ميان جي انهيءَ حرڪت کان ڏينهن باره وفات ۽ رات حشر جي ٿي پيا. صنوبر شمع وانگر اندر ئي اندر ڳرڻ لڳي. ڪي ڏينهن صبر ۽ تحمل ۾ گذاريائين. نيٺ اهو ئي فيصلو ڪيائين تہ پيڪي گهر هلي وڃان، نہ اتي اکين سان ڏسنديس نہ دل کي آزار ٿيندم. نيٺ هڪڙي ڏينهن، ملاقات جو بهانو ڪري، گاڏي گهرائي مائٽن ڏي رواني ٿي.

صنوبر جي پيڪي وڃڻ ڪا نئين ڳالهہ ڪا نہ هئي. سچي شهر جون زالون پيڪي گهر پيون وڃن. انهيءَ ۾ ڪهڙي حرڪت آهي. رشيد کي پڪ هئي تہ شام تائين موٽي ايندي. شام جو رستو ڏسي ڏسي نيٺ سمهي پيو ۽ خيال ڪيائين تہ ٿهيو سڀاڻي ايندي. ائين ڪندي ڪندي ٽي ڏينهن بہ گذري ويا. الاجي ڪيترن ڏينهن جو واپسي " ٽڪيٽ " وٺي وئي هئي. هاڻي رشيد کي بہ فڪر ۽ جدائي جي تڪليف پريشان ڪرڻ لڳا. صبر نہ آيس ۽ شام جو امان جان کان موڪلائي ساهري گهر وڃي سهڙيو، بيگم هن کي ڏسي خوش بہ ٿي ۽ دلگير بہ: خوشي ميان جي اچڻ جي ۽ دلگيري پنهنجي ڏکن جي تازي ٿيڻ جي. سس کي پيرين پئي، رشيد سڌو صنوبر جي ڪوٺيءَ ۾ ويو، ۽ ويهڻ کان اڳي ئي گهر موٽي هلڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. چي، " واه، بيگم واه! ڏاڍو سڪايو اٿئي. اچي ويهي رهي آهين. هل تياري ڪر، آءٌ گاڏي وٺي ٿو اچان."

" واه! اوهان کي منهنجي حال جي ڪهڙي خبر، تہ مون کي ڪهڙي تڪليف آهي. آءٌ اجا اچي نٿي سگهان. اجا ڪالهہ تہ منهنجو علاج شروع ٿيو آهي، ۽ حڪيم صاحب ڏاڪڻ تان لهڻ چڙهڻ جي منع ڪئي آهي."

" علاج" ۽ " حڪيم صاحب" جو نالو ٻڌي رشيد جا تہ ڇڪا ئي ڇڙي ويا. ڏاڍي فڪر ۽ انتظار سان پڇڻ لڳو تہ خير تہ آهي. پر بيگم هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ٻڌائي ٽاري ڇڏيس. ڀلا مردن کي زنانين بيمارين جي ڪهڙي خبر! رشيد بہ ڪٽي ماٺ ڪئي. هن جو مطلب بيگم سان. ٿهيو پنهنجو گهر نہ سهي ساهرو گهر سهي، شام جو

ڪاليج کان موٽي روز گهر وڃڻ جي بدران ڪٽي هتي ايندو.

(5)

ڪنهن چيو آهي، " جب ديا رنج بتون نے تو خدا ياد آيا."
يعني ته جڏهن ماڻهو ستائڻ ٿا لڳن خدا به تڏهن ياد ٿو پوي. بس، صنوبر جو به اهو ئي حال هو. هونئن ته خدا جي فضل سان هوءَ صوم ۽ صلوات جي پابند هئي، مسلمان جو بار هئي، پر هاڻ ميان جي بي وفائي جي فڪر کان پوءِ ڪو به وظيفو ڪونه ڇڏيو هيائين، ڪا رات تهجد گذاريءَ کان خالي نه هئي. اڄ صبح جو به اجا بانگ ڪانه ٿي هئي ته صنوبر اٿي ڪڙي ٿي. پاسي ۾ پلنگ تي ميان کونگهرا پيو هنيا. آهستي آهستي، وهنجي سهنجي، صنوبر نفل پڙهڻ شروع ڪيا ۽ پوءِ تسبيح سورڻ لڳي. نماز پوري ڪري دعا جي لاءِ تيار ٿي. صبح جو وقت خاص رحمت جو وقت آهي ۽ پنهنجي خاوند کي ويجهو ڏسي، صنوبر جي ڇاتي پرجي آئي ۽ دعا جي لاءِ هٿ اجا مٿي مس کنيا هيائين ته اڇي روئڻ ۾ ڇنڪي. خوب آزي نيزاريءَ سان دعا گهرڻ لڳي ته " يا الاهي ! تون منهنجي مڙس کي سڌي رستي تي آڻ ." ۽ " يا الاهي تون منهنجي ميان جي ٽيڏي (يعني بري) نگاهه کي سڌو ڪر." جو ڪلمون جاري ٿي ويو، ۽ اهڙي بيخوديءَ جي عالم مان ڏاڍيان سڏڪا پري وڏي واڪي دعا گهرندي ويئي ته " يا خدا تون منهنجي مڙس جي ٽيڏي نگاهه کي سڌو ڪر. ڪيس سنئي رستي تي آڻ." ميان رشيد ڇرڪ پري اٿيو ته ڇا ٿو ڏسي ته بيگم سجدي ۾ اونڌي ٿي پئي آهي ۽ پئي روئي ۽ دعا گهري. برداشت نه ڪري سگهيو. گهبرائجي اگهاڙي پيرين ڊوڙي اچي بيگم وٽ پهتو. تڪڙ ۾ عينڪ پائڻ به وسري ويس. سڌو اچي بيگم کي ڏونڌاڙڻ لڳو، " ڇو بيگم، ڇا آهي؟ ڇا آهي؟ خير ته آهي؟ بيگم! بيگم! بيگم!"

صنوبر ڇرڪجي وئي ۽ سر سجدي مان کنيائين، صنوبر جي اک ميان جي اک سان ملي. ڇا ٿي ڏسي ته ميان جي عينڪ گم آهي ۽ ٻنهي اکين جون پتليون مرڪز کان هٽي ڪنڊن ۾ اچي پهتيون آهن، ۽ هو پنهنجي بيگم کي اکين پيو ڏسي جو منهن پٺ ڏي اٿس ته نگاهه بيگم ڏي. صنوبر کي اکين لڳو ڄڻ ڪنهن سندس دل دانگيءَ تي ڪٽي اڇلي هجي. اوڏي مهل ئي غيب مان سندس ڪنن تي آواز آيو ته، " وٺ! ڏس

پنهنجي مڙس جي تيڏي نگاهه ۾ ، اي بيوقوف ، شڪي زال، پنهنجي بد گماني تي افسوس ڪر!“

خير شادي ٿيڻي هئي سا ٿي وئي. هاڻ ، رشيد، ٽيڏو يا سنئون، نيٺ سندس مڙس هو پاڻ پنهنجي هٿن سان عينڪ وڃائي هيٺان ڪڍي رشيد کي پارايائين. ممڪن آهي ته جي شاديءَ کان اڳي رشيد جو ابو عينڪ جو خيال نه ڪري ها، يا وري شاديءَ کان پوءِ رشيد جي امان ڏينهن رات عينڪ چاڙهي ويهڻ تي زور نه ڪري ها، ته يا ته اصل شادي ٿيئي ڪا نه ها، يا جي ٿئي ها ته اهي پهريان 12 مهنا خير سان گذري وڃن ها. پر ڪنهن به صورت ۾ هيءَ آڪاڻي ڪا نه لکجي ها.

* * *

# ماءُ جي محبت ●

رامرلعل سکر جي ڪنهن ڪارخاني ۾ ٽيهين روپئي تي نوڪر هو. انهيءَ سان ئي چندن مل پنهنجي ڀاٽيجي ڪملا جي شادي ڪرائي ڇڏي. شاديءَ کان اڳي چندن مل اها خبر رکڻ جي ڪوشش ئي ڪانه ڪئي ته جنهن سان گڏ ڪملا کي پنهنجي حياتي گذارڻي آهي، انهيءَ جي چال چلن ڪهڙي آهي. هو ته اهڙي ڳوٺ جي ڳولا ۾ هو جنهن کي ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪجهه ڏيڻو نه پويس. انهيءَ خيال کان هن رامرلعل کي ئي پسند ڪيو.

ڪملا هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ جي رهاڪو هئي ۽ ڳوٺڙي ۾ ئي ڄائي نپني هئي. ننڍي هوندي ئي ماتا ۽ پتا جي پريم کان محروم رهجي وئي هئي. چندن مل لاچار ڪملا کي پاڻ وٽ نپايو هو، پر هن جي پتنيءَ ڪملا ساڻ سهڻو سلوڪ ڪونه ڪيو هو، جنهن ڪري هن شاديءَ مان نه فقط چندن مل ۽ سندس پتني خوش هئا، بلڪ ڪملا به خوش پئي ٿي. بک ۾ انسان سڪو گاهه کائڻ لاءِ به تيار ٿي بيهندو آهي، گاهه کائڻ جهڙو آهي يا نه انهيءَ جو به خيال بڪايل کي ڪونه رهندو آهي. ڪملا جو به اهو ئي حال هو، انهيءَ ڪري ته هوءَ هاڻ داسيءَ مان ڦري مالڪياڻي بڻجي ويندي. ڪملا تمام خوش هئي، پر مالڪياڻي بڻجڻ جو پورو شرف ڪيس حاصل ٿيندو يا نه انهيءَ جو ته خيال ئي ڪونه ڪيائين.

ڪملا هاڻ سورهين سال ۾ هئي، هن جي سونهن ۽ جوانيءَ جو چنڊ آب تاب سان پي چلڪيو. جڏهن هو پنهنجي ڳوٺان سکر وڃي پهتي تڏهن اهو ڏسي ڏاڍو عجب لڳس ته پتيءَ کان سواءِ ساهرن ۾ ٻي پهرئي ڪانه آهي. ڳوٺ جي تازي تواني هوا مان نڪري هوءَ هاڻ شهر جي هڪڙي سوڙهي ۽ اونداهي گهر ۾ اچي قيد ۾ پئي، پر ڪملا کي انهيءَ جي ڪابه پرواهه ڪانه هئي. هوءَ محنت ۽ پورهئي تي هريل هئي. پهرين ته گهر هيٺ مٿي صفا ڪيائين ۽ پوءِ جيڪو ٿورو گهڻو سامان گهر ۾ هو

● هيءَ آکاڻي ماهوار "سنڌو" رسالي جي مئي 1934ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

انهيءَ کي ٺاهي ٺڪي رکيائين. ٻن ٽن ڏينهن جي اندر گهر جي رونق ئي بدلجي وئي. پر جنهن ديوتا جي پوڄا لاءِ هن گرهست آشرم سينگاريو هو سو تہ هن ڏي ڏسندو ئي ڪونہ هو.

رام لعل لکيل پڙهيل ڪونہ هو. ڪاريگر هو ۽ هٿن جو پورهيو ڪندو هو. ٽيهہ روپيا جي مهني ۾ ملندا هئس سي هن جي چانهہ بيڙيءَ ۾ خلاص ٿي ويندا هئا. ڪملا کي آٺي هو ٻہ ٽي راتيون تہ گهر ۾ رهيو پر پوءِ آهستي آهستي رات جو گهر کان گم ٿي وڃڻ لڳو. شام جو ڪارخاني کان موٽي، ڪجهہ کائي پي وري گهر مان نڪري ويندو هو. ڏينهن جو ڪملا پنهنجي پتيءَ جا ميرا ڪپڙا ڌوئيندي هئي، رسوئي تيار ڪري، شام جو هن جي موٽي اچڻ جو انتظار ڪندي هئي. گهر جو خرچ ڏاڍي ڏکيائي سان پورو ٿي پيو. نيٺ اها نوبت اچي رسي جو گهر جا ٿانو بہ وڪڻڻا پيا. نہ فقط ايترو پر ڪملا جا ڳهڻا بہ رام لعل وڪڻي ڇڏيا.

گهر ۾ کائڻ لاءِ ٽڪر ڪونہ هو ۽ ڪملا ورت رکڻ لڳي. اوڍڻ لاءِ ڪو ڪپڙو ڪونہ هو، پر ڪملا اکر بہ ڪونہ ڪڇي، پر جڏهن ننڍي وڏي ڳالهہ تي رام لعل هن کي مارڻ ڪٽڻ شروع ڪيو تہ هن جي صبر جو پيمانو پرجي آيو ۽ رام لعل جي سختين تي زبان کولڻ لڳي. هن جي عياشيءَ تي، هن جي بيحيا هلت تي هن کي ٽوڪڻ لڳي. ڀلا زال جي ڪهڙي مجال جو مرد جي خطائن تي هن کي ٽوڪي! رام لعل لاءِ اها ڳالهہ سهڻ جهڙي نہ هئي ۽ هڪڙي ڏينهن هن ڪملا کي ماري ماري بيهوش ڪري ڇڏيو. هو سڄي رات انهيءَ حالت ۾ پئي هئي ۽ رام لعل پاڻ حسن جي بازار ۾ پاتلون ڇنيندو رهيو.

(2)

رام لعل جو گهر ڪنهن اشراف پاڙي ۾ ڪونہ هو. غريب آباد جي بہ غريب ۾ غريب پاڙي ۾ رهندو هو. پاڙي ۾ ڪمينن ۽ بدمعاشن جا گهر هئا. ڏينهن تہ ڪيئن نہ ڪيئن گذري ويندو هو، پر رات جو ڪملا پنهنجي گهر ۾ اڪيلي رهڻ کان ڊڄندي هئي. هڪڙي ڏينهن شام جو جڏهن رام لعل کائي پي ٻاهر نڪرڻ لڳو، تڏهن ڪملا ڊڄندي ڊڄندي هن کي چيو، "هي گهر چڱو ڪونهي. ڪنهن چڱي پاڙي ۾ گهر جي ڳولا ڇو نہ ڪريو؟"

تہ رام لعل چوٽ مان ورندي ڏنيس، ”ها، سو پيڪي گهرن تڪا بہ ڏاڍا ڪٽي آئي آهين، تڏهن تہ هن غريب گهر ۾ تنهنجي دل نٿي لڳي.“

”نہ، نہ!“ ڪملا چيو، ”اها ڳالهہ اصل ڪانهي. هتي چئني پاسي بدمعاش ۽ لوفر ٿا رهن ۽ توهين گهر ۾ ڪونہ آهيو تہ مون کي ڊپ ٿو لڳي.“

تنهن تي رام لعل چيو، ”ڇو؟ ڪنهن سان اڪيون لڙايون اٿئي ڇا؟ بدمعاش ۽ لوفر آهن تہ پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ آهن، تنهنجي گهر ۾ ڪو گهڙي تہ ڪونہ ٿو اچي؟“

”پر اوهين گهر ۾ ٽڪو ئي ڪونہ ٿا. جي ڪٿي ڪو گهر ۾ گهڙي بہ اچي تہ مون کي ڪير بچائيندو؟“

رام لعل کلي جواب ڏنو، ”سو مان ڪر تنهنجو نوڪر آهيان ڇا، جو رات ڏينهن تنهنجي چرنن ۾ پيو هوندس؟ اشراف زالن کي ستائڻ جي ڪنهن کي بہ همت ڪانہ ٿيندي.“

ائين چئي رام لعل تہ ٽوپي ٽنڊ تي رکي، سيٽ وڄائيندو رهيو، ۽ ڪملا اتيئي روئيندي رهجي وئي. ٿوري دير ڪان پوءِ ٿڌو ساهہ پري ٻاهرئين در کي اندران ڪڙو ڏئي پنهنجي غريباڻي هنڌ تي اچي ليٽي پئي. انهيءَ مهل هن جي دل ۾ ڪهڙا ڪهڙا خيال پي آيا تن جو محسوس ڪرڻ سولو ڪونهي.

انهيءَ ڪان پوءِ ٽي ڏينهن رام لعل گهر ۾ شڪل بہ ڪانہ ڏيکاري. ٻئي ڏينهن هڪڙي ويجهي نل تان ڪملا پاڻي پريو پي آئي تہ سامهون هڪڙو نوجوان ماڻهو ايندو ڏٺائين. هن بہ هن کي ڏٺو. ڪملا شرم ڪان پنهنجو ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو. لاچار هئي جو نڪو نوڪر رکڻ جي توفيق هين نہ ايترو ئي پئسو هون جو ڪنهن پخاليءَ ڪان پاڻي پرائين. هن تہ شرم ۽ ٿڪائيءَ ڪان ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو، پر هو بي شرم ماڻهو گهڙي گهڙي هن ڏي ڏسندو هن کي واجهائيندو رهيو. پاڙي جو ماڻهو هو، هن ڪٿيءِ اڳ ڏٺو هيائين. پاڙي وارا گوپال، گوپال ڪري سڏيندا هوئس جو شايد سندس نالو هو. تڪا تڪا قدم ڪٽي ڪملا تہ پنهنجي گهر ۾ گهڙي وئي پر هو ماڻهو ڏاڍي بلند آواز سان ڳائڻ لڳو تہ:

اڄ عشق ۾ اوهان جي منهنجو مٺو اگهاڙو،
ٿيندو ڪڏهن الاجي ميلاپ جو ڏهاڙو.

شرم، حيا ۽ غيرت ڪان ڪملا جو سڄو بت پئي ڏڪيو. اف! اهڙو ظلم! اهڙي بيحيائي، اهڙي بدمعاشي! اشراف زالن تي، انگريزي راڄ ۾ بہ اهڙا بيجا حملا! ۽ هن ڪي ڪو جهلڻ وارو ئي ڪونهي؟ پر ٻين جي دلين ڪي ڪهڙو سيڪ ايندو جڏهن خود منهنجي سواميءَ کي پرواه ڪانهي؟ گهڻي دير تائين ڪملا اهڙيون ڳالهيون پنهنجي دل ۾ ويچاريندي رهي ۽ ڊپ ڪان سڄي رات ننڊ ڪانہ آيس. انهيءَ ڪان پوءِ روز اهو ماڻهو ڪملا جي گهر جي اڳيان چڪر هڻندو هو ۽ رات جو ڪنهن پاڙي واري گهر مان ويهي بداخلاقي وارا ۽ فحش راڳ ڳائيندو هو. بيڪس ڪملا ٻوڙي ڪانہ هئي ۽ لاچار سيڪي ٻڌڻو ٿي پيس. انهيءَ ڏينهن ڪان وٺي هن جي دل ۾ رام لعل لاءِ ڌڪار ۽ نفرت پيدا ٿيڻ لڳي. ڪو ڏينهن اهو هو جو ڪملا هن جي پوڄا ڪرڻ لاءِ ماندي هئي، رام لعل جي پريم ۾ هو پنهنجو سک ۽ آرام قربان ڪرڻ لاءِ تيار هئي، پر هاڻ ... هاڻ هن مان بيزار پئي ٿي. ڇو؟ انهيءَ جو ڪارڻ سماج جي ٺيڪيدارن ڪان پڇو."

ڪملا خيال ڪيو تہ جو پتي پنهنجي پتنيءَ کي ڇڏي بازاري زالن تي جان قربان ڪندو وتندو هجي، جو پنهنجي لڄ کي بدمعاشن جي پاڙي ۾ ڦٽو ڪري پاڻ بي پرواهيءَ سان گهمندو وتي، انهيءَ سان پريم ڪرڻ پاپ .... مها پاپ آهي. اهڙي پاپيءَ کي مان پنهنجو هرديشور اصل ڪونہ ٻڌائي سگهنديس. جي هرديشور هجي ها تہ ڇا، هو پنهنجي هرديشور جي سنڀال نہ ڪري ها؟

(3)

ائين ڪندي ڪندي ٽي سال گذري ويا. هاڻ ڪملا هڪڙي ٻار جي ماءُ هئي. اهوئي هاڻ هن جي زندگيءَ جو سهارو، سندس حياتيءَ جو آڌار هو. ٻار تہ ڄمندي ئي تمام هيٺو هو، تنهن تي اڻ هوند تہ هن کي هيڪاري بيمار ڪري وڌو. اها ساڳي ڪملا جا ڪنهن وقت ٽڙندڙ گل وانگر ساهري گهر آئي هئي، سا هاڻ ڪنهن ٻن پهرن جي اس ۾ ڪومايل گل جهڙي پئي لڳي. جي خود ماءُ ضعيف هوندي تہ پلا ٻار

ڪيئن زور وٺندو؟ جيڪي بہ ٽي ڦڙا ڪير جا نڪرندا هئا انهي مان ٻار جو پيٽ ئي ڪونہ پربو هو. ويچاري ڪملا وٽ ڪوڏي بہ ڪانہ هئي تہ پلا گانء جي کير جو بندوبست ڪيئن ڪري؟ ظالم پيءُ ڪي تہ انهن ڳالهين جو تہ جيترو بہ ويچار ڪونہ هو. ڪڏهن ڪڏهن گهر ۾ ايندو هو، وڙهندو هو، ڪملا کي ماريندو هو، ۽ هن کيۡ بہ ٽي سڏيون پڏائي وري هليو ويندو هو. هوڏانهن گوپال بدمعاش، پنهنجن فحش راڳن سان ڪملا جي دل وٺڻ جي ڪوشش ڪندو ئي رهندو هو. ڪيترائي گهمرا ڪملا کي واٽ ويندي گڏيو بہ هو تہ بہ اجا ايتري جرئت ڪانہ ٿي هيس جو ڪملا سان ڳالهائي. ڪملا بک ۽ اڄ جون تڪليفون سئيون، پتيء جون گاريون سئيون، تڏهن بہ هن بدمعاش جي چار ۾ ڪانہ ڦاٿي.

اماس جي اونداهي رات هئي ڪملا ٻار کي هنج ڪنيو ويٺي هئي. پوري تيل نہ هئڻ ڪري بتيء جي روشني بہ جهڪي ٿيندي پي وئي. اٽڪل 8 بجي جو وقت هوندو تہ رام لعل شراب جي نشي ۾ ٽاٽ ٿيو گهر ۾ گهڙيو. هيءَ ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ هئي. رام لعل ڏاڍي واڪي ڪملا کان پڇيو، ”پوڄن تيار آهي؟“

ڪملا شوڪارو ڀري جواب ڏنو، ”پوڄن! ڇا، پوڄن ڪو پت جي گاري سان رڌبو؟ ان سان پوڄن ٺهندو آهي، پر ان جو تہ اڄ ٻن ڏينهن کان گهر ۾ ڪڻو بہ ڪونهي.“

رام لعل گرم ٿي جواب ڏنو، ”ايترو ٿو آٿيان تڏهن بہ جڏهن پڇو تڏهن اهوئي جواب ٿو ملي تہ گهر ۾ ان جو ڪڻو ئي ڪونهي. ڪهڙو يار وينو اٿئي جنهن کي ٿي کارائين؟“

ڪملا ڏڪار جهڙي آواز ۾ چيو، ”شرم ڪريو! شرم ڪريو! الاجي ڇا ڇا پيا بڪو! يار کي تڏهن کارايان جڏهن منهنجو پيٽ پريل هجي. اڄ ٽن ڏينهن کانپوء گهر آيا آهيو. ان ڪيترو آندو اٿو؟ انهي جي بہ ڪا سوچ تہ ڪريو. ٻن ٽن ڏينهن کان مان بکون ڪاٽي رهي آهيان. توهين تہ ٻاهرائين کايو اچو، گهر ۾ ڪو بک مري انهيءَ جي اوهان کي ڪهڙي پرواه!“

رام لعل تہ اڳي ئي نشي ۾ چٽ هو، ويتر جو ڪملا جون ڳالهيون ٻڌائين تہ هيڪاري آپي کان نڪري ويو. ڏند ڪرٽي

چيائين، ”نياڻي! بس نٿي ڪرين؟ ڏاڍي گستاخ ٿي وئي آهين. مان نٿو ڪارايانءِ ته پيو ڪهڙو يار وينو اٿئي جو ڪارايو وجئي؟“

هينئر ته ڪملا به پنهنجي ڪاوڙ روڪي نه سگهي ۽ چئي ڏنائين، ”آهستي ڳالهايو، آهستي. گوڙ ڇو پيا ڪريو. منهنجو بکيو ٻچڙو هينئر روئي مس سمهيو آهي. توهان کي اهڙيون ڳالهيون ڪندي شرم ڪونه ٿو اچي؟ اوهان جو ٻار رات ڏينهن کير جي ڦڙي لاءِ ڦٿڪي پيو ماندو ٿئي، اوهان جي ڏرم پتني بکون پئي ڪڍي ۽ اوهين .... ها اوهين بازاري زالن جا چمپل چٽيندا وتو.“

رام لعل رڙ ڪري چيو، ”بس! پنهنجي زبان بند ڪر! بدمعاش رن! پيڪي ڇو نه ٿي هلي وڃين؟ هتي بکون ڇو پئي ڪاٽين؟ ڪپين وري ڪنهن کي ٿي؟“

ڪملا ستايل شينهن وانگر اڇلجي جواب ڏنو، ”ڇو وڃان؟ اوهين ڪهڙي منهن سان چئو جي اڳيان مون کي شادي ڪري وٺي آيا هئو جو هينئر پيڪي گهر جا ڏس پيا ڏيو. مصيبتون ۽ تڪليفون سهي به توهان جي گهرجو ڏيئو پئي ٻاريان، نه ته .....“ بس، ڪملا جي دل پرجي آئي ۽ ڪاوڙ کان هن جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا.

رام لعل طعنو ڏيندي چيو. ”ها، نه ته ڇا؟ چئو! نه ته ڪنهن يار سان ڀڄي نڪرين ها؟“

ڪملا سڙي جواب ڏنو، ”ها ائين ئي سمجهو. مان گهر ۾ پلي بکي اچي پئي هجان، ويچارو ٻالڪڙو بک پيو مري ۽ اوهين ٻاهر عيش اڏائيندا وتو! اهڙو ظلم! اهڙو پاپ!“

رام لعل منهن ڇپو ڪري چيو، ”ته ايترو ظلم ڇو ٿي سهين؟ پنهنجي يار سان نڪري ڇو نه ٿي وڃين؟ سڪيو رکندئي! گهر ڌياڻي ٿي پوندينءَ! ڪيئن؟ ڪڏهن ٿي منهن ڪارو ڪرين؟“

ايترو چئي رام لعل ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳو. ڪملا جي ساري بدن کي جڻ باهه لڳي وئي، ۽ انهي باهه ۾ ڪملا جي دل ۾ رام لعل لاءِ جيڪا به رهي کهي عزت هئي، سا به جلي خاڪ ٿي وئي. ڪملا پنهنجي پوتيءَ جي پلئو سان اکيون اگهي ڏاڍي نفرت ڀري نگاهه سان رام لعل ڏانهن ڏسي چيو، ”اف! توبه! مون نٿي سمجهيو ته اوهين اهڙا بيشرم ۽

نيچ آهيو. پر مان پلي هيس. توهان جو پنهنجي ڌرم پتنيءَ کي بدمعاشن جي حوالي ڇڏي ويٺا آهيو، توهين جو پنهنجي شرم کان ٻڏي نٿا مرو، ڇا، اوهين منهنجي پريم جا ديوتا ٿيڻ جا لائق آهيو؟ نه! نه! هرگز نه! اها منهنجي ڀل هئي جو اڄ تائين مان اوهان جي پوڄا ڪندي آئي آهيان. هاڻ هوشيار رهو! مان اهوئي رستو وٺنديس جنهن ڏي اوهين اشارو ڪري رهيا آهيو، پنهنجي پيٽ ڀرڻ لاءِ نه، پنهنجي سک ۽ آسودگي لاءِ نه، پر پنهنجي هن مرٽينگ ٻار جي سانگي مان پاپ به ڪنديس، مان بازاري زال ٿيڻ جي ڪوٺن تي ويهنديس، جتي اوهين روز مٿو ٽيڪڻ ويندا آهيو ۽ جتان روز ڌڪائي ڪڍيا آهيو."

اهو ٻڌندي ئي رام‌لعل ڏندو ڪنيو ۽ ڪملا کي مارڻ ڪاڻ اڳتي وڌيو. پر هاڻ ڪملا کي مارڻ ڪا سٿري ڳالهه ڪانه هئي. هوءَ به هڪڙو لڪڻ هٿ ۾ ڪٺي وڙهڻ لاءِ سامهون ٿي بيٺي. هي رنگ ڏسي رام لعل جا نشا ئي ٽٽي پيا. هو سمجهي ويو ته ڪملا هاڻ سندس قابوءَ کان نڪري رهي آهي. انهيءَ ئي مهل ٻار روئيندو اٿيو. ڪملا کي پنهنجي ڪاوڙ وسري وئي ۽ "هاءِ منهنجا لعل" چوندي ٻار کي وري هنج ۾ کنيائين، جو لڪڻ ڪٽڻ مهل هن کي کٽ تي ليٽائي ڇڏيو هوائين، ۽ سندس اکين مان ڳوڙهن جا نيسارا وهڻ لڳا.

رام‌لعل ڪجهه وقت خيال ۾ رهيو پوءِ آهستي اٿي گهر کان ٻاهر نڪري در بندي، ٻاهران ڪڙو پائي ڇڏيو، ۽ پنهنجي انهيءَ حرڪت تي خوش ٿيندو ڪنهن پاسي نڪري ويو.

ڪملا کي سڌ ڪانه رهي ته پاڻ گهر ۾ قيد ڪئي وئي آهي.

(4)

جڏهن کان وٺي گوپال بدمعاش ڪملا کي بري نگاهه سان ڏسڻ لڳو هو، تڏهن کان وٺي ڪملا ڏينهن جي بدران رات جو، هٿو مٿو ٽرئي کان پوءِ نل تان پاڻي ڀرڻ ويندي هئي. اڄ به آڌيءَ رات ڌاري پنهنجي ٻالڪ کي، جو تپ جي جوش کان بي سڌ هو، کٽ تي ليٽائي پاڻي ڀرڻ لاءِ هلي. جڏهن در تي پهتي تڏهن رام‌لعل جي حرڪت جي خبر پيس. گهر ۾ پاڻي جو ڦڙو به ڪونه هو. جيڪي هو سو به ڪملا اڇلائي ڏول خالي ڪري ڪٺي هلي هئي. هاڻ ڇا ٿيندو؟ رات ڪيئن گذرندي؟ جتي

پاڻي اڇلايو هوائين اتي ٻوڙي وئي تہ جي ڪجھہ پاڻي زمين تي پيل هجي تہ ڪپڙي سان ڇهي ٿورو گهڻو ڪٽوري ۾ نپوڙي وجهي ڇڏي. هن کي پنهنجي ڳڻتي ڪانہ هئي. هن کي ماني کاڌي اڄ ٻہ ڏينهن ٿي ويا هئا. ٻہ چار ڦڙا پاڻي: انهي بنا اڄ انهيءَ بيمار ٻار کي ڪجھہ بہ ڪونہ مليو هو. شام کان وٺي تپ جو جوش هو ۽ ٻارڙي جو وات هرهر پيو سڪو. ڪملا بہ ٽي ڦڙا هن جي وات ۾ وجهندي هئي البت جيڪي سو آرام ايندو هوس. هاڻ تہ پاڻيءَ بنا ٻار سڄي رات ڪيئن ڪاٽيندو؟ در کولڻ جي ڪوشش ڪيائين پر سندس ڪوشش مان ڪي ڪين وريو. ڪيتري دير در وٽ بيهي ڦوٽن سيرن مان جهاتيون پائي ٻاهر ڏسڻ لڳي تہ من ڪو لنگهي تہ انهيءَ کي در کولڻ لاءِ چوي. شرم ۽ لحاظ جو هي وقت ڪونہ هو. ٻار مرڻينگ حال ۾ پيو هو. گهڻي دير تائين ڪو اتان ڪونہ لنگهيو تہ زور زور سان دانهون ڪرڻ لڳي، پر ڪنهن بہ هن ڏکايل جو آواز ڪونہ ٻڌو. سيڪو پنهنجي گهر ۾ آرام سان سمهيو پيو هو. ڪهڙي نہ ظلم جي حالت هئي! ڪير تہ ٺهيو پر پاڻيءَ جو ڇڪو بہ ڪونہ هو جنهن سان هوءَ پنهنجي ٻار جا سڪل چپ ڪٺي آلا ڪري. ڪنهن اڇايل جهرڪيءَ جي ٻچي وانگر هن جي ٻار بہ هرهر وات پي کوليو ۽ پاڻي نہ ٿي مليس تہ ڏاڍي درد ڀري نگاہ سان ماءُ ڏي ڏسي وري اکيون ڪنيو ٿي ٻوٽيائين. انهيءَ مهل جيڪو ڪملا جو حال هو سو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. ڪملا ذري ذري گهر جي ڇت تي وڃيو ٿي بيٺي تہ من ڪو وانهڙو لنگهندو ڏسي. پر آڌي رات جو ڪير ٿو گهر کان ٻاهر نڪري! ڪڏهن ڇت تي، ڪڏهن در وٽ، تہ ڪڏهن ٻار جي کٽ وٽ وڃيو ٿي بيٺي. ائين ڪندي ڪندي رات جا چار بہ لڳي ويا. ٻار جو حال تہ هاڻ ڏسڻ کان ٻاهر هو، ائين پي لڳو اجهو ويو ڪي ويو. ڪملا وري هڪڙو ڀيرو ٻڪي وڃي ڇت تي بيٺي. هن ڀيري ڏٺائين تہ پري کان ڪو ڳائيندو پيو اچي. اهوئي راڳ اهوئي سر، اهي ئي تان جي هن هزار ڀيرا اڳي ٻڌا هئا. انهيءَ مهل بہ اهو ساڳيو، "ايندو ڪڏهن الاجي ميلاپ جو ڏهاڙو،" ڳائي گوپال ڪملا کي ڏاتاري پنهنجو ڪرڻ ٿي چاهيو. اهوئي راڳ جو ٻڌي ڪملا جي تن ۽ من کي باہ وٺي ويندي هئي، اڄ اهوئي راڳ هن کي امرت جهڙو پي لڳو. اهو جوان هاڻ گهر کي بلڪل ويجهو

اچي پهتو هو. هن جو نالو تہ اڳي ئي ڪملا کي ايندو هو، سو ڏاڍي واڪي سڏ ڪيائينس، گوپال! گوپال!

گوپال وائڙو ٿي منٺي ڏسڻ لڳو. انهيءَ مهل ايتري روشني ڪانہ هئي جو هو ڪملا جي شڪل سڃاڻي پر گهر سڃاڻندو هو ۽ زنانو آواز ٻڌي سمجهيائين تہ جنهن سندريءَ ڪيس هميشہ ڌڪار جي نظر سان ٻي ڏٺو هو، جنهن سندس راڳن تي ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو هو، انهي سندريءَ اڄ پاڻهئي پاڻ ڪيس پي سڏ ڪيا. پاڻ ڪو جواب ڪونہ ڏنائين بلڪ وائڙو ٿي چت ڏي نهارڻ لڳو. ڪملا وري بي آرام ٿي چيو، "ڇا پيو ڏسين؟ در کي ٻاهران ڪڙو ڏنو پيو آهي سو لاهي جلدي اندر اچ. اعتبار ڪر، اڄ تون جيئن چوندين تيئن ڪنديس. جلدي ڪر، جلدي!"

گوپال کي پڪ ٿي تہ برابر اهائي سندري آهي ۽ نيٺ اهو "ميلاپ جو ڏهاڙو" جنهن لاءِ ٿي ورهہ پي ٻاڪاريو هيائين سو اچي پهتو آهي. جهٽ ۾ وڌي در جو ڪڙو لاٿائين. گهر ۾ اچا پير مس پاتو هيائين تہ ڪملا هن جو هٿ جهلي چيو، "پهرين تہ هن ڪٺوري ۾ پاڻي پري آءُ پوءِ ٻيون ڳالهيون." ڪٺورو گوپال جي هٿ ۾ ڏئي پاڻ ڏاڍي بي آراميءَ سان در تي بيهي هن جو رستو ڏسڻ لڳي. ٻن چئن منٽن جي اندر گوپال پاڻي پري آيو. ڪملا جهٽ هٺي گوپال جي هٿ مان پاڻيءَ جو ڪٺورو کسي انهي ڪوٺيءَ ڏي ڀڳي جتي سندس ٻالڪڙي موت جو رستو پي ڏٺو. گوپال بہ آهستي آهستي هن جي پٺيان ڪوٺيءَ ۾ گهڙيو. پاڻي جا ٻہ ڍڪ پرڻ سان ٻار جي شڪل ۾ البت رونق آئي، ۽ خوشي سان ڪملا جون اکيون پاڻيءَ سان پرجي آيون. گوپال ڏي ڏسي چيائين، "گوپال منهنجي ٻالڪڙي کي بچاءِ تہ مان ساري عمر تنهنجي داسي ٿي گذاريندس. پنهنجو حسن، پنهنجي جواني سڀ تنهنجن قدمن تي قربان ڪنديس!"

انهي ۾ ذرو بہ شڪ ڪونهي تہ گوپال جي چال چڱي ڪانہ هئي، پر هن جي دل رحم ۽ درد جي جذبن کان بنهہ خالي ڪانہ هئي. خراب سنگت جي ڪري هو سڌي رستي تان لهي رهيو هو، پر تنهن هوندي بہ اڃا سندس دل ماڻهپي کان ٻاهر نڪري ڪانہ وئي هئي. هن

کي سمجهڻ ۾ دير ڪانه لڳي ته اڄ جو ڪملا پنهنجي عزت ۽ پنهنجو ست برباد ڪرڻ لاءِ تيار آهي سو نه ڪنهن نفساني خواهش جي ڪري، بلڪ اها ماءُ جي محبت هئي جا پنهنجي، بار کي موت جي چنبي مان ڇڏائڻ لاءِ پاڻ برباد ڪرڻ لاءِ تيار هئي. اهو نظارو ڏسي گوپال جي دل پرجي آئي. ماءُ جي محبت هڪڙي پل ۾ بدمعاش کي شريف انسان بڻائي ڇڏيو. جنهن ڪملا کي ٽن سالن کان پنهنجو شڪار بڻائڻ چاهيائين ٿي، اها ساڳي ڪملا اڄ هن جي نظر ۾ ڪا پوتر ديوي پئي لڳي، بي اختيار ٿي گوپال هن جي پيرن تي ڪري پيو ۽ پرڀل آواز سان چوڻ لڳو، "معاف ڪجو... مان پليو هوس ... "

ڪملا ڪنڌ هيٺ ڪري تمام آهستي جواب ڏنو، "نه، نه، گوپال! تون ڇا پيو چوين، مان ته سچ پئي ڳالهايان. هاڻ هن جسم تي تنهنجو اختيار آهي، تون انهيءَ جو مالڪ آهين. پر منهنجي هن ٻالڪڙي کي بچاءِ ... مان ته هاڻ تنهنجي داسي آهيان."

گوپال اکين ۾ پاڻي آڻي چيو، "ماتا، ائين نه چئو. توهان جون اهي ڳالهيون پڌي منهنجو جگر ٿو ڏري. ماتا، تنهنجو هڪڙو پٽ تنهنجي سامهون هٿ جوڙيو بيٺو آهي. حڪم ڪر! پر وري اهڙيون ڳالهيون پنهنجي زبان تي نه آڻ، نه ته ڌرتي ڦاٽي پوندي ۽ ڌرم پرشٽ ٿي ويندو. تون ڪو فڪر نه ڪر. ڀڳوان مڙئي چڱي ڪندو. اجهو مان وڃان ٿو هينئر ڊاڪٽر کي وٺي ٿو اچان. گوپال اکيون اگهندو تڪڙو تڪڙو گهر کان ٻاهر نڪري ويو.

ماءُ جي محبت هڪڙي پاپيءَ جي، ڪايا پلٽي ڇڏي.

(5)

ٻار سگهوئي تڪڙو تڪڙو ساهه کڻڻ لڳو ۽ هرهر پاڻيءَ ڪاڻ وات پئي کوليائين. ٿوري ئي دير ۾ گوپال کير جو ڪٽورو کڻي ڊاڪٽر کي ساڻ وٺي آيو. ڊاڪٽر تمام چڱي طرح سان ٻار کي تپاسيو. واتئون ته ڪي ڪين چيائين پر سندس شڪل مان گوپال سهي ڪيو ته ٻار جو خير ڪونهي، ۽ چيائين، "ڊاڪٽر صاحب، خرچ جو ڪو خيال نه ڪجو، ڪيترو به خرچ لڳي پر منهنجي ڀاءُ کي بچايو."

ڊاڪٽر جواب ڏنو، "فڪر نه ڪريو، مالڪ کي منظور آهي

تہ ٻار چڙهي پوندو.“

اهو ٻڌي ڪملا جي پيٽ ۾ ڪجهہ ساهہ پيو. گوپال ڊاڪٽر سان موٽي دوا وٺي آيو ۽ اهڙ سچو ڏينهن ڪملا سان گڏ ٻار جي ٽهل ٽڪور ۾ رهيو. شام ڌاري ٻار جي حالت البت بهتر ڏسڻ ۾ آئي ۽ اکيون بہ وڃي پٽيائين، تڏهن گوپال کي ڪملا چيو، ”تنهنجو هي احسان مان ساري عمر ڪين وساريندس. تو اڄ هڪڙي ماءُ جي دولت ڪيس موٽائي ڏني آهي.“

گوپال چيو، ”ماتا، هي سڀ ڀڳوان جي ڪرپا آهي. ماڻهوءَ جو ڪو وس ڪونہ ٿو هلي. مون اوهان لاءِ ڪجهہ بہ ڪين ڪيو آهي پر اوهان اڄ مون کي مروڻ مان ماڻهو بڻائي ڇڏيو آهي. هاڻ مون کي آسيس ڪريو تہ منهنجي دل هميشہ انهيءَ ريت سجاڳ ۽ هوشيار رهي.“

ڪملا، گوپال جي مٿي تي هٿ رکي چيو، ”پٽ! مان توکي دل سان دعا ٿي ڪريان تہ شل سدا خوش رهين ۽ ائين ڏکويلن جي مدد ڪندو رهين. تون هاڻ گهر وڃ جو سڄو ڏينهن ڪجهہ کاڌوئي ڪونہ اٿئي. نڪي مون وٽ ڪجهہ آهي جو توکي کارايان.“

”پر اوهين؟“

”مان اڄ ڪونہ کائيندس. جيسين منهنجو ٻالڪڙو چڱو ڀلو ڪونہ ٿيندو، تيسين مان ڪٽو وات ۾ ڪونہ وجهندس. اهو منهنجو وچن آهي.“

”پر، ماتا، ائين بيمار ٿي پونديون، پوءِ ٻار جي سنڀال ڪير ڪندو؟ پر مان وڃان ٿو ۽ ماني کائي اوهان لاءِ بہ ڪجهہ کڻي ٿو اچان. اوهان کي ضرور کائڻو پوندو.“

ڪملا مرڪي جواب ڏنو، ”مان بک پر ڪونہ ٿي ڊڄان. زالون گهڻو ڪجهہ سهي ٿيون سگهن. بک ڇا آهي! نہ گوپال تون منهنجو ڪو فڪر نہ ڪر. مون کي پڪ آهي تہ سڀاڻي منهنجو ٻار چڱو ڀلو هوندو... يا ... يا ..“

گوپال جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. ڪجهہ چوڻ اجايو سمجهي ماٿ ڪري ٻاهر نڪري ويو. هن جي وڃڻ کان ٿورڙئي پوءِ ٻار جي طبيعت وري بگڙڻ لڳي. ڏسندي ئي ڏسندي، اڌ ڪلاڪ جي اندر ڪملا جو پيارو ٻار هميشہ لاءِ هن دنيا کان موڪلائي ويو! ڪملا، ”منهنجي جان!

منهنجو لعل!!“ چوندي روئندي رهي. جڏهن گوپال موٽي آيو تڏهن منهن اونڌائي پي ٽي ۽ ڪملا پنهنجي مٿل ٻار کي ڇاتيءَ سان لايو ويٺي رني. گوپال کي ڏسي ڪملا چيو، ”ويو هليو! رسي هليو ويو! گوپال هن ٻار جي سانگي مان سيڪجھ قربان ڪرڻ لاءِ تيار هيس، هن جي خاطر مان زال جو غرور، استريءَ جو پتي ورتاپڻو- سيڪجھ برباد ڪرڻ لاءِ تيار هيس، پر هي مون کان رسي هليو ويو. ڀلا ڇو نہ رسي ويندو؟ ڪير تہ ٺهيو پر، ماءُ ٿي بہ مون سموري رات هن جي وات ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو بہ ڪونہ وڌو! هاءِ منهنجو لعل مون کان رسي ڪاوڙجي پيو وڃي ....“

گوپال کي بہ روئڻ اچي ويو ۽ ٻنهي انهيءَ مهل رام لعل، نشي ۾ چور، گهر آيو. هن کي ڏسنديئي ڪملا رڙ ڪئي، ”اجهو هن پاپي، چنڊال جي ڪري منهنجو ٻالڪڙو مون کان رسيو پيو وڃي. هاءِ! جي هي ظالم رات جو در پائي نہ وڃي ها تہ منهنجو ٻار اڄ کان ڦٽڪي ساهہ ڇو ڏئي ها. هاڻ ڇا ڪيو ئي ظالم؟ هاڻ ٻار مون کان کسڻ بہ ٿو گهرين ڇا؟ ڪونہ ڏينديس ..... نہ، نہ ..... مان اصل ڪونہ ڏينديس، ڪونہ ڏينديس، ڪونہ ڏينديس! نہ، نہ! منهنجي جيئري تہ تون هن ٻار کي پنهنجو پرشٽ هٿ بہ ڪون لائيندين! وڃ! وڃ! پري ٿي ....“ ائين چئي ڪملا جاري مان ڪات ڪڍي هٿ ۾ ڪيو ۽ ٻئي هٿ سان ٻار کي ڇاتيءَ سان لائي، ڪات گهمائيندي در ڏي وڌي. رام لعل دپ کان ۽ گوپال اچرج جي ڪري اتي ئي بيٺا ڏسڻ لڳا، ۽ ڪملا، ”نہ، ڪونہ ڏينديس، ڪونہ ڏينديس،“ چوندي در کان ٻاهر نڪري وئي. جڏهن ٿوري دير کانپوءِ هوش جاءِ آيس تڏهن گوپال هن جي ڳولا ۾ نڪتو. پر رات اونداهي هئي ۽ ڪملا ائين گم ٿي وئي جو هن جو ڪو پتو بہ ڪونہ پيو.

ٽئين ڏينهن ڪملا جو مڙهہ درياهہ جي ڪپ تان لڌو. ٻار اڃا اونهين ئي ڇاتيءَ سان چنبڙيو پيو هوس. جي ڪنهن وڏي سيٺ يا ديوان جو مڙهہ هجي ها تہ دنيا ۾ هوءِ هوءِ مچي وڃي ها، اخبارن جا خاص پرچا ڇپجي وڃن ها ۽ پوليس حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ، زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏي ها. پر هيءُ تہ هڪڙي سماج جي ستايل، ڏکن جي ماريل ماءُ جو لاش هئو ... ۽ هتي هندوستان ۾، غريب ۽ بيڪس زالن جو ساٿي ڪير آهي!!

# ماءُ جو قهر •

هڪڙي ڏينهن صبح جو حيدرآباد جي ويجهو قليليءَ جي ڪناري تي ٻه لاش لڌا، جن مان هڪڙو مرد جو هيو ته ٻيو زال جو. ٻئي ڳوٺ ۾ پنهنجي وسعت آهر مشهور ها. سيڪو سچاٽندو هون. زال ڪرڙوڙ هئي پر سال ڪن کان انهيءَ مڙس سان پرڻي هئي.

هڪ ٻئي سان سلوڪ به چڱو هون جنهن ڪري پاڻ ۾ وڙهي مرڻ جو امڪان ڪونه ٿي ڏٺو، ٿورا گهڻا زيور ۽ نقد پيسا به سندن بدن تي هئا جنهن مان ڦرلٽ جو انومان به نڪري نٿي سگهيو، بلڪ ائين ٿي ڏٺو ته ڪنهن هنن کي تکي اوزار سان خون ڪري قليليءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو هو.

جاچ مان ڪجهه پتو ڪونه پيو. ممڪن هو ته ڳالهه لڏ مٽي ٿي وڃي ها پر پسگردائيءَ جي ڳوٺن مان هڪڙي ڳوٺ جو هڪڙو نوجوان رشيد نالي جوابدار جي حيثيت ۾ قليليءَ جي ٿاڻي تي پاڻ وڃي حاضر ٿيو.

سوالن جي جواب ۾ هن فقط ايترو ظاهر ڪيو، ”آءٌ هن مڙس کي ٻن سالن کان سڃاڻان ۽ هن زال کي ڇهن مهنن کان. هو اڪثر مون کان پنهنجي گهر جي ڀڳل ٽٽل فرنيچر جي مرمت ڪرائيندا هئا ۽ مون کان گهٽوئي نئون سامان به خريد ڪيو هوائون، جو هن پسگردائيءَ ۾ منهنجو ئي هڪڙو فرنيچر جو دوڪان آهي.“

جڏهن هن کان پڇيو ويو، ”تو هنن کي ڇو ماريو؟“

تڏهن هن تڙي ڪڙي جواب ڏنو، ”انهيءَ ڪري جو مون انهن جو خون ڪرڻ ٿي چاهيو.“

---

• هيءَ آکاڻي ماهوار ”سنڌو“ رسالي جي جون 1934ع واري پرچي ۾ ڇاپيل آهي.

هي نوجوان بنا ڪنهن شڪ جي، قدرتي ٻار (حرامي) هو. چمڻ کان ئي ماءُ ۽ پيءُ کان ڌار ٿيل هو ۽ ماءُ پيءُ کان پري پليو نپنو هو. سامت جي عمر ۾ اچي، لکڻ پڙهڻ سگهي، پوءِ واڍڪو ڌنڌو اختيار ڪيو هوائين. ڇوڪرو ته غير معمولي ريت ذهين ۽ هوشيار هو، جنهن ڪري پنهنجي ڌنڌي ۾ به گهڻي ترقي ڪري ويو ۽ اگرچه شهر کان پري رهندو هو ته به سندس فرنيچر هائوس مشهور هو ۽ پري جا ماڻهو وٽائنس سامان ٺهرائڻ ايندا هئا. ڌنڌي سان گڏ پڙهڻ جو به شوق هوس ۽ هميشه ناول يا فيلسوفيءَ جا ڪتاب پڙهندو رهندو هو. طبيعت جو نازڪ مزاج ۽ جوشيلو جوان هو.

هن جي وڪيل هن کي چرئي ٿي پوڻ جي صلاح ڏني.

حقيقت ڪري، "هرڪو ائين پيو پائيندو ته جي هي جوان هوش ۾ هجي ها ته پنهنجن سڻن مان سڻن گراهڪن جو خون ڪري، پنهنجن پيرن تي ڪهاڙو هڻي، پنهنجي روزيءَ کي ڪيئن لت هڻي ها. جاچ مان معلوم ٿيو ته انهن ٻن گراهڪن ٻن ورهين جي اندر جي نه ته به ٻن هزارن جو سامان خريد ڪيو هو. سڀني ائين ٿي سمجهيو ته هو ضرور چريو هوندو نه ته اهڙو ڪم ڇو ڪري ها. پر جي چريو به هو ته سڄي جهان مان ڇونڊي ڇونڊي انهن ٻن جو خون ڇو ڪيائين؟ ماڻهن اهوئي فيصلو ڪيو ته سخت پورهيو ڪري ڪري ۽ فيلسوفيءَ جا ڪتاب پڙهي پڙهي رشيد جو دماغ ڦري ويو هو.

انهن خيالن کي ڌيان ۾ رکي رشيد جي وڪيل پنهنجي تقرير ۾ چيو، هي جوان پنهنجي ڪم جو ڪاريگر آهي، هرقسم جي ڪوشش وٺي هن هنر کي اعليٰ درجي تي پهچايو آهي. پر جڏهن ڏٺائين ته ايتري محنت کان پوءِ هن کي محنت جو پورو ڦل نٿو ملي، ۽ سماج ۾ سندس درجو ساڳيوئي گهٽ ٿو رهي، تڏهن هن کي جوش چڙهي ويو ...... هي هڪڙو عجيب اتفاق آهي جو هن پنهنجي چريائيءَ جي جوش ۾ ٻن ماڻهن جو خون ڪيو آهي جن سان هن جي ڪنهن قسم جي دشمني يا اٽڪٽ ڪانه هئي ..... وغيره وغيره.

ماڻهن ۾ سسپس ٿيڻ لڳي ۽ سڀني ائين سمجهيو ته بس رشيد جي وڪيل ڪيس کٽيو.

سرڪاري وڪيل بہ ڪو سخت اعتراض پيش نہ ڪيو ۽ ٿي اکر ڳالهائي فيصلو جج صاحب جي هٿ ۾ ڇڏيائين.

تنهن ڪانپوءِ جج صاحب، شايد پنهنجي خاطري ڪرڻ لاءِ جوابدار کان پڇيو، "توکي ڪي چوڻو آهي؟"

رشيد يڪدم ٽپ ڏئي ڪڙو ٿيو.

هو هڪڙو ڪڙو تڙو، برجستو جوان هو. سندس اکين مان هوشياري ۽ سمجهہ ظاهر هئي. هن جو آواز بلند ۽ سندس بيهڪ آزاد هئي، جنهن ڪري جيڪي بہ دليل هن جي وڪيل هن جي ڇرپائيءَ جي ثابتي ۾ پيش ڪيا هئا تن جو اثر هڪڙو هڪڙو ٿي گم ٿيندا ويا. هن بلند آواز سان ڇٻي ڇٽي اهڙيءَ طرح پنهنجو بيان شروع ڪيو جو سيڪو هن جو هڪڙو هڪڙو لفظ ٻڌي سگهي. چيائين، "جيئن تہ آءٌ پنهنجي عمر چرين جي اسپتال ۾ گذارڻ نٿو چاهيان ۽ چرين جي اسپتال ۾ وڃڻ کان موت هر طرح بهتر ٿو سمجهان انهيءَ ڪري سچي حقيقت ٻڌائڻ ٿو گهران.... مون هنن ٻنهي کي انهيءَ ڪري قتل ڪيو جو هو منهنجا ماءُ پيءُ هئا."

"ماءُ پيءُ!؟" "سچي ڪورٽ مان رڙ نڪري وئي."

"هائو، قبلا، ماءُ پيءُ. سچي حقيقت ٻڌي وجو پوءِ جيڪا فتويٰ وٺيو سا ڏجو."

"تيويهہ ورهيہ ٿيا تہ هڪڙي ڪنواري ڇوڪريءَ کي پٽ ڄائو. انهي يڪدم ٻار کي ڪپڙن ۾ ويڙهي سيڙهي رستي تي ڪٽي ڦٽو ڪيو. هن کي اهو ڪو خيال پيو تہ هن جي انهي گناه کان هڪڙي معصوم ٻار تي ڪهڙا ڪهڙا ستم وهندا........ هو ڄڻ ڄائي ڄم کان دوزخ جي باه ۾ ڦٽو ڪيو ويو هو. ۽ حرامزادگيءَ جو اهڙو تہ ٺپو هن جي پيشانيءَ تي لڳو جو سڄي عمر ڪوشش سان بہ لهي نہ سگهيو. ٻار جي قسمت ۾ بچڻ لکيل هو سو هڪڙي واڍي صبح جو واٽ ويندي ٻار لڌو. هن پوليس ۾ رپورٽ ڪئي ۽ ڳالهہ اخبارن ۾ شايع ٿي. واڍو پاڻ بنا اولاد هو ۽ ٻار کي پاڻ وٽ رکڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين. پوليس انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪو اعتراض ڪونہ آندو پر اخبارن جي معرفت ٻار جي ماءُ پيءُ کي بہ خبر پئي تہ ٻار بچي پيو آهي ۽ ڪنهن وٽ آهي. اڄ ڪلهہ

زمانو ڏسو ٿا تہ ڪھڙو آھي. پنھنجا حقي حلالي ٻار بہ پالڻ مشڪل آھن تہ ڪنھن کي ڪھڙي ڳتي پئي آھي جو ڪنھن ٻئي جا ٻار پالي ۽ سو بہ خاص ھڪڙو غريب واڍو.

”پر نہ! اھو واڍو، جنھن جي حوالي قسمت مون کي ڪيو ھو، منھنجي ماءُ پيءُ کان وڌيڪ مھربان ۽ رحمدل ھو. ھن ٻاڙن جو پورھيو ڪري، ٻاڻ ٻکون ڪاٽي بہ مون کي آسايش سان پاليو نپايو، پڙھايو لکايو ۽ ھنر سيکاريو. توھين سمجھندئو تہ آءُ انھيءَ لاءِ شڪرگذار ھوس. ھا، برابر شڪرگذار تہ بلڪل ھوس پر انھيءَ جي اھا نيڪي مون لاءِ ھڪڙو عذاب ھئي. آءُ ھميشہ ائين چوندو ھوس، ”يا الله، اھڙي محتاجي، اھڙي خيرات ۽ اھڙي احسان کان تہ مون کي ماري ڇڏين ھا تہ بھتر ھو.

”سڄي پاڙي، نہ، بلڪ سڄي ڳوٺ، سڄي دنيا کي منھنجي ڄم جي خبر ھئي. آءُ سياڻو ٿيندو ويس. ھڪڙي ڏينھن سڪول ۾ راند ڪندي، ھڪڙي ڇوڪري مون کي”حرامي“ ڪري ڪوٺيو. اگرچ انھيءَ ڇوڪري کي انھي لفظ جي معنيٰ جي بہ پوري خبر ڪانہ ھئي، مون کي خبر ھئي تہ ھن ڪنھن خاص مطلب سان مون کي اھو لقب ڪونہ ڏنو آھي، تہ بہ مون کي باھ وٺي وئي ۽ منھنجو ھانو ڦاٽو.

”آءُ بنا ڪنھن غرور جي خاطريءَ سان چئي ٿو سگھان تہ سڪول ۾ مون جھڙو ھوشيار ۽ چالاڪ ڪونہ ھو. جي منھنجا ماءُ پيءُ مون کي پڙھائين ھا، جي آءُ حلالي ھجان ھا تہ وڏي درجي کي پھچان ھا، ۽ منھنجي سنياليندڙ غريب واڍي بہ انھيءَ ڳالھہ ۾ ڪو عذر نہ ڪيو. جيڪي ھوس سو منھنجي تعليم جي پنيان لائڻ ۾ راضي ھو، پر انھيءَ واقعي کان پوءِ منھنجي دل ٽٽي پئي. سمجھيم تہ ڪيترو بہ پڙھان، ڪيڏي بہ عھدي کي رسان، تہ بہ اھو ٽڪو جو منھنجي ماءُ ڄمڻ گھڙيءَ سان منھنجي پيشانيءَ تي ھڻي ڇڏيو ھو، سو مرڻ گھڙيءَ تائين ڪونہ لھندو. ھاڻ منھنجي خواھش اھائي ھئي تہ سڪول ڇڏي ڪو اھڙو ڌنڌو اختيار ڪريان جنھن ۾ خود مختار ھجان، جنھن ۾ مون کي ٻين سان ڪو تعلق رکڻو نہ پوي، جنھن ۾ پنھنجي منھن رڌو پيو ھجان. انھيءَ ڪري ھي ھنر سکي پنھنجو دوڪان کوليم جنھن ۾ پنھنجي سر مٿو ھڻي، خدا جي مھربانيءَ ۽ پنھنجي شوق ۽ ڪوشش سان چڱي ترقي ڪيم.

سڪيو وقت گذريو.......

"پر، قبلا، مون کي سدائين اهو خيال دل تي هو تہ اهو گناه منهنجي ماءُ ۽ پيءُ نفساني خواهش پوري ڪرڻ لاء ڪيو هو؛ پر انهي گناه جي سزا مون کي ڀوڳڻي تي پئي. آءٌ بيڪس، بي يار ۽ بي مددگار، بنا رحم ۽ بنا ڪرم رهجي ويس. انهن جو فرض هو تہ مون کي محبت ڏين، مون کي سنڀالين، پر هنن مون کي ڌڪاري ڪڍي ڦٽو ڪيو. ساري عمر ماءُ جي محبت جي بدران ماءُ جو قهر منهنجي سر تي پي وٺو."

"مون کي زندگي انهن جي صدقي ملي" پر هاء! ڪهڙي نہ زندگي. اها زندگي مون لاء جان جو آزار آهي. هنن جي بيشرمي جي ڪري منهنجي دل ۾ هڪڙوئي خيال گهر ڪرڻ لڳو، اهو خيال هو موت جو. هنن مرن کان بہ لنگهائي ڇڏي هئي، ۽ حيوانن کان بہ وڌيڪ مون سان بدسلوڪي ڪئي هيائون، ۽ اخلاق ۽ فطرت جي برخلاف حد لنگهائي چڪا هئا."

"دنيا ۽ قدرت جو دستور آهي تہ جنهن ڳالهہ کان ڪو انسان ڀڄندو آهي، تہ جتي ڪٿي اهائي ڳالهہ آڏو ايندي اٿس؛ جنهن جي مال ملڪيت لٽجي ويندي آهي اهو روئي پٽي وري بہ پنهنجي پونگي اڏي ويهندو آهي؛ جنهن کي ڌوڪو آيو آهي، جنهن کي روحاني ۽ جسماني تڪليف ڏني ويندي آهي اهو رت ڪاڻ پيو اچائيو آهي ۽ جيڪو هر جنسن ۾ بي عزت ۽ ذليل ڪيو ويندو آهي، اهو خون ڪرڻ تي ڪمر ٻڌي ويهندو آهي.........

۽ آءٌ.... آءٌ...... ڦريو لٽيو ويو هوس... مون کي روحاني ۽ جسماني تڪليف پهچائي وئي هئي ۽ .. ها قبلا، آءٌ بي عزت ۽ ذليل ڪيو ويو هوس... تنهن ڪري مون اهي خون ڪيا ۽ پنهنجو وير ورتم. ڇا، اهو منهنجو حق نہ هو؟

"اوهين ڀلي مون کي ماءُ پيءُ جو خوني سڏيو. پر سوال آهي تہ هي ٻئي فوتي منهنجا ماءُ پيءُ سڏجڻ جا لائق آهن؟ اهي جن تي آءٌ هڪڙو اڻ گهريو بار هوس؛ جن لاء آءٌ هڪڙو خوف، خطرو ۽ ذلت هوس؛ جن لاء منهنجو جنم هڪڙو عذاب هو ۽ منهنجي زندگي هڪڙي وڏي اٽڪ: هنن نفس اماره جي پيروي ڪئي؛ هنن نفساني خواهش جي

پورائي ڪئي؛ ۽ هنن کي اڻ گهربو بار جاتو، هنن انهيءَ کي ڏڪي ڇڏيو..... پر فطرت يا قدرت بار کي بچائي رکيو..... وير وٺڻ لاءِ نہ تہ بيو ڇا لاءِ؟

”تنهن هوندي بہ آءُ پچاڙيءَ تائين انهن سان محبت ڪرڻ لاءِ تيار هوس. جيئن آءُ چئي چڪو آهيان، مرد فوتي پهرين پهرين بہ سال ٿيا هئا تہ ڏٺو هوم. مون کي ڪوبہ شڪ ڪونہ پيو. هن بہ ننگ فرنيچر جا ٺهرايا، پوءِ، گهٽو پوءِ مون کي خبر پئي تہ هن ڇاٽي واٽي مون کي ڇاٽي سجاٽي مون سان آمدو رفت رکي. اڪثر منهنجي دوڪان تي ايندو هو ۽ گهٽوئي سامان خريد ڪري ويندو هو، ۽ بازاري اگهہ کان بہ وڌيڪ قيمت ڏئي ويندو هو. ڪڏهن تہ ويهي مون سان دنياسازيءَ جون ڳالهيون ڪندو هو. مون کي هن جون ڳالهيون وڻنديون هيون ۽ پاڻ بہ وڻندو هوم. منهنجي دل خودبخود ڏانهس ڇڪجي ويندي هئي ......“

”هن سال جي منڍ ڌاري هو انهيءَ زال کي جا منهنجي ماءُ هئي ساڻ وٺي آيو. جڏهن هو پهرين پهرين منهنجي دوڪان تي آئي تہ سڄي پي ڏڪي، مون خيال ڪيو تہ شايد سندس دل ضعيف آهي، ۽ دل جي ڌڙڪ اٿس، مون کان ٿڌو پاڻي گهري منهنجي پيءُ جي پاسي ۾ ويهي رهي. هن زبان سان هڪڙو اکر بہ ڪونہ ڳالهايو ۽ ڇتائي ڏاڍي شوق سان منهنجي ڪم کي ڏسڻ لڳي. منهنجي پيءُ جيڪي بہ ڪانئس پڇيو ٿي انهي جي جواب ۾ فقط ها نہ کان سواءِ بيو ڪو جواب ڪونہ ٿي ڏنائين.“

”ٻئي مهني هو وري آئي. هن ڀيري هو سنياليل هئي ۽ مون سان گهٽي ئي ڳالهيون ڪيائين ۽ وڃڻ مهل هڪڙو وڏو آرڊر ڏئي وئي. مون وري هن کي ٽي ڀيرا ڏٺو، پر تڏهن بہ مون کي ڪو شڪ يا گمان ڪونہ پيو هو.پر هڪڙي ڏينهن هيءَ مون کان پنهنجي اصل نسل، ماءُ پيءُ ۽ گذران وغيره جي خبرچار پڇڻ لڳي. تنهن تي مون جواب ڏنو مانس، ” صاحب! مون کي پنهنجي ماءُ پيءُ جي خبر ڪانهي تہ ڪير هئا. انهن مون کي جهٽي ڪٽي الله جيآسري واٽ تي ڦٽو ڪيو.“

انهيءَ تي هن هٿ ڪٽي پنهنجي ڇاتيءَ تي رکيو ۽ بيهوش ٿي ڪري پئي. تڏهن يڪدم مون کي خيال آيو ته شايد اهائي منهنجي ماءُ آهي، پر مون هن کي ڪڙڪ پورڻ نه ڏني ته مون کي ڪو اهڙو شڪ پيو آهي.

هاڻ پنهنجي منهن آءٌ هنن جي حالت دريافت ڪرڻ لڳس جو هاڻ منهنجو وارو هو. مون کي خبر پئي ته اڳئين جولاءِ جي مهني ۾ هن شادي ڪئي هئي، وڌيڪ معلوم ٿيو ته هن جو ڪنواري هوندي منهنجي پيءُ سان رستو هو، پر انهن جي مائٽن ۾ اٽيٽت هئڻ ڪري منهنجي ماءُ جي مائٽن هنن کي منهنجي پيءُ سان شادي ڪرڻ نه ڏني. نيٺ منهنجي پيءُ ته ٻئي هنڌان شادي ڪئي پر منهنجي ماءُ تين رهجي وئي. منهنجي پيءُ جي پهرين زال کي گذرئي هاڻ تي سال ٿيڻ تي هئا ته نيٺ هن منهنجي ماءُ جي مائٽن کي ميڃائي هن سان شادي ڪئي. پر سندن پهرين ڏينهن جي دوستي ۽ نفساني محبت جو نتيجو آءٌ هوس...... جنهن کي هنن منڍ کان ئي پاڻئون ترڙي پري ڪيو هو.

هڪڙي ڏينهن شام جو هوءَ وري مون وٽ آئي. واردات واري ڏينهن. دستور موجب منهنجو پيءُ به ساڻس آيو. انهيءَ ڏينهن نمونو ئي ٻيو هوس. خدا ڄاڻي ڇو. وڃڻ کان ٿورئي اڳ مون کي چيائين، ”خدا توکي پنهنجي ڪم ۾ ڪاميابي بخشي جو تون مون کي محنتي ۽ ايماندار ٿو لڳين. هينئر تنهنجي شادي ڪرڻ جي عمر آهي... ضرور ڪا ڇوڪري ڳولهي شادي ڪج. آءٌ توکي ٿوري مدد ڪري سگهنديس جو مون کي خبر آهي ته شاديءَ کي خانه‌آبادي تڏهن ٿو چئي سگهجي، جڏهن ٻئي دليون مليل هجن ۽ ٻنهي ۾ انتهائي محبت هجي. منهنجي گهر واري به پهرين شادي پنهنجي پسنديءَ جي برخلاف ڪئي هئي ۽ خدا ٿو ڄاڻي ته ڪهڙيون ڪهڙيون تڪليفون ڏنائين. مون کي خدا سيڪي ڏنو آهي، آءٌ سکي آسودي آهيان، پر مون کي اولاد ڪونهي. هان، هي وٺ تون پنهنجي شاديءَ جو خرچ .....“

ائين چئي پنهنجن ڪپڙن مان هڪڙو سيل مهر ٿيل لفافو مون کي ڏنائين.

مون هن جي اک سان ملائي چيو، ”ڇا؟ تون منهنجي ماءُ آهين؟“

هوءَ يڪدم دهلجي پئتي هئي ۽ پنهنجي وات تي ڪٽي هٿ ڏنائين... منهنجي پيءُ هن کي پنهنجي ٻانهن جي ٺيڪ ڏني ۽ هڙٻيندڙ آواز سان مون کي چيائين، ”تون تہ ڪو چريو ٿو ڏسجين!“

مون چيو، ”هرگز نہ. آءٌ چڱي ريت ڄاڻان ٿو تہ اوهين منهنجا ماءُ پيءُ آهيو. آءٌ اهڙو سٽرو نڳجڻ جو نہ آهيان. توهين قبول ڪريو پوءِ خاطري رکو تہ آءٌ اوهان جو ڳجهہ ڪڏهن بہ ظاهر ڪونہ ڪندس.... نہ اوهان کي ستائيندس، پر پنهنجي باقي حياتي واڌڪي ڪم ۾ دل جاءِ ڪري پيو گذاريندس.“

پر هو پنهنجي زال جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي دروازي ڏي وڌڻ لڳو. هوءَ پي رني. آءٌ اڳيرو وڌي ويس ۽ دروازو بندڪري، انهيءَ ۾ ڪنجي ڦيرائي، ڪنجي ڪيسي ۾ رجهي بيهي رهيس، ۽ چيم، ”هن ڏي ڏسو! توهين اجا بہ ائين چوڻ جي جرائت ڪريو ٿا تہ هيءَ منهنجي ماءُ ڪانهي؟“

هو ڪاوڙ کان پيلو سائو ٿي ويو. منجهي پيو. شايد انهيءَ خيال منجهائي وڌس تہ، جنهن ڳجهہ کي هن ساري عمر سانديو پي سانديو اهو ڳجهہ اوچتوئي اوچتو ڦاٽي پيو. جي اها ڳالهہ ظاهر ٿي پئي تہ ڪيڏي نہ بدنامي ٿيندي! ۽ وري ڪاوڙ مان مون کي چوڻ لڳو، ”تون بدمعاش آهين! اسان کان پئسا ڦرڻ ٿو چاهين... توهان ڪمذات ماڻهن سان مهرباني ۽ ڀلائي ڪرڻ جو اجهو اهو نتيجو ٿو ملي.“

”منهنجي ماءُ گهبرايل هئي، ۽ ذري ذري پي چيائين، ”هتان نڪري هلون تہ چڱو.... نڪري هلون تہ چڱو!“

پر جڏهن هن ڏٺو تہ دروازي کي ڪلف لڳل آهي تہ وري مون ڏي منهن ڪري چيائين، ”جي اشرافت سان دروازو نٿو کولين تہ ياد رک هن دغابازيءَ ۾ زبردستيءَ لاءِ توکي جيل ڀوڳڻو پوندو...“

”ٿوري دير تہ آءٌ ماٺ ۾ رهيس، پر ماءُ جي حالت ڏسي مون کي دل ۾ قياس آيو ۽ اڳتي وڌي دروازو کوليم. هو نڪري ويا ۽ اونده ۾ هن کي شامداس پارڪ ڏانهن ويندو ڏٺم.“

انهيءَ مهل مون کي ائين لڳو ڄڻ تہ مون تي ڪا بجلي

ڪري آهي، منهنجين اميدن تي پاڻي ڦري ويو آهي، چڻ تباهي ۽ بربادي گهيري وئي اٿم. منهنجي دل ۾ رکي رکي ڏک ۽ ڪاوڙ، رنج ۽ نفرت، مايوسي ۽ بيزاريءَ جون لهرون پئي اُٿيون. هنن جي بي انصافي، بي عزتي ۽ هنن جو قهر منهنجي اکين آڏو ڦري ويا. جنهن ريت هنن منهنجي محبت کي ڌڪاريو هو، انهيءَ ريت انهن کي ٻچڙي ڪرڻ جو ارادو ڪيم. اهو خيال ڪري آءٌ هنن جي پٺيان ڊوڙيس ته ڦليليءَ جي ويجهوئي وڃي رسان ۽ کين بيرحميءَ جو مزو چکايان.

جلدئي آءٌ وڃي انهن کي پڳس. انهيءَ مهل اونده به گهٽي هئي. منهنجي ماءُ اچا پي رنو ۽ منهنجي پيءُ هن کي چيو، ”هي سڀو تنهنجو ڪم آهي. تون هن کي ڏسڻ لاءِ ڇو پي ماندي ٿيندئن؟ توکي خبر به هئي ته جي هن کي ڪڙڪ پئجي وئي ته اسان جي ٻيڙي ٻڏي ويندي. پاڻ پاڻکي ظاهر ڪرڻ کان سواءِ بـــ هن کي گهڻي مدد ڪري ٿي سگهياسون....“

”آءٌ ڊوڙي وڃي گڏيوسان ۽ ليلهائي چيو مان، ”ڏسو! ڏسو! اوهين منهنجا ماءُ پيءُ آهيو. مون کي اڳي ته ڏسي رائسي ڪٽي ڦٽو ڪيو، هاڻ وري به ساڳي حالت ڪرڻ ٿا گهرو ڇا؟“

”انهيءَ تي منهنجي پيءُ مون کي هڪڙي چماٽ ٺوڪي ڪڍي. مون بيتاب ٿي هن کي ڪوٽ کان ڪٽي جهليو ته هن ڪيسي مان هڪڙو ڪپ ڪڍيو، ۽ مون تي الر ڪري آيو....

”هاڻ ته، قبلا، منهنجو مٿوئي ڦري ويو، آءٌ پنهنجي آپي کان ٻاهر نڪري ويس ۽ نيٺ اهوئي ڪيم جنهن تي سڄي عمر خيال پئي ڊوڙايو هوم. واڍو ته اڳي ئي آهيان، سو ڪپ ته هميشه ڪيسي ۾ رهندو هوم. هن جو ڪپ ڏسي مون به پنهنجو ڪپ ڪڍيو ۽ هڪڙي ئي ڌڪ سان هن جو فيصلو ڪري ڇڏيم.

”تنهن تي هوءَ ”خون! خون!“ جون دانهون ڪرڻ لڳي ته مون هن کي به هڪڙو ڌڪ هڻي دوزخ جي حوالي ڪيو، ۽ ٻنهي کي ڦليليءَ ۾ ٻوڙهي ڇڏيم.......

”آءٌ پنهنجي عمر چرين جي اسپتال ۾ گذارڻ ٿو گهران، انهيءَ ڪري جو آءٌ چريو ڪونه آهيان. آءٌ بلڪل هوش ۾ آهيان....

تنهن ڪري مون کي خون جي سزا ۾ ڦاسي ڏجو، جو آءٌ خوني آهيان....."

جوابدار ويهي رهيو.

جج صاحب هن کي بيڏوهي ٺهرائي ڇڏي ڏنو.

وڪيلن ۾ ڪيترا ڏينهن بحث پي هليو تہ اها فتويٰ قاعدي جي لحاظ کان غلط هئي ..... پر ڪير چئي سگهي تہ جج صاحب قاعدي جي لحاظ سان يا انصاف جي لحاظ سان اها فتويٰ ڏني.

توهين ڪٿي فيصلو ڪريو تہ ڪورٽ جي فتويٰ صحيح هئي يا غلط.

# ياجائيءَ جي مضمون نويسي

[هن ۽ هن ڪان پوئين آڪاٽي ۾ منهنجا سنگتي ۽ ساٿي جي منهنجي سنگت جا واقف آهن، ضرور ائين سمجهندا تہ هنن آڪاٽين ۾ ڪن خاص ماڻهن جو بيان آهي. پر آءُ خاطري ٿو ڏيان تہ اگرچہ منهنجي خبر هوندي ڪي اهڙا واقعا ٿي گذريا آهن، تہ بہ ڪن خاص ماڻهن ڏي اشارو ڪونهي.]

”ادا، ٻڌو ٿا؟“

مون جواب ڏنو، ”ها، ياجائي، ڇا پئي چوين؟“

”اوهان ”سندو“ (1) پڙهيو؟“

”ڪهڙي مهني جو؟“

”هن سيپٽمبر مهني جو“

”ها، مون پڙهيو آهي.“

”پهرئين صفحہ تي ڏياري نمبر نڪرڻ جو اشتهار پڙهيو؟“

”ها، ڪا اهڙي ڳالهہ دل سان لڳيم تہ پئي، شايد پڙهيو هوندم.“

”سندوءَ جي مهتمم اعلان ڪيو آهي تہ، انهيءَ نمبر لاءِ سيني کان وڌيڪ چرچي جهڙي مضمون لاءِ پنجاهہ روپيا انعام ڏنو ويندو.“

”چڱو! پر اِهي لفظ منهنجي نظر مان تہ ڪين گذريا.“

”تڏهن توهان پڙهيو ڇا، ڊوڙ؟ انهيءَ کان سواءِ پنج انعام ڏهين ڏهين روپئي جا بہ مقرر ڪيا ويا آهن.“

”تمام چڱو! پوءِ ڪهڙو ارادو آهي؟“

---

(1) شڪارپور مان نڪرندڙ ادبي رسالو.

”آءٌ خيال پئي ڪريان تہ آءٌ بہ هڪڙو مضمون لکي موڪلي ڏيان، پنجاهہ روپين مان گهٽائي ڪم نڪري پوندا.“

”چڱو! تڏهن توکي اميد آهي تہ تو کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ انعام نٿو ملي سگهي.“

”يلا آءٌ اهڙي اميد ڇو نہ رکان؟ ڇو؟ آءٌ لکي ڪانہ ڄاڻان ڇا؟“

”مون ڪڏهن چيو تہ تون لکي ڪونہ ڄاڻين. پر اهو بہ ياد رکجئين تہ سڄي سنڌ جا مضمون نويس پنهنجو قلم هلائيندا. سنڌ ۾ بہ ڪيئي گڻنگ لکڻ وارا پيا آهن.“

”پوءِ ڇا! جو ماٺهو متو هٽي مضمون لکندو انهيءَ کي ئي انعام ملندو. ڪڏهن بہ ڪنهن جي محنت اجائي نٿي وڃي.“

”آءٌ قبول ٿو ڪريان تہ ڪنهن جي بہ محنت اجائي نٿي وڃي.“

”آءٌ ٿي پڇان تہ نيٺ انهي بحث ڪرڻ مان اوهان جو مطلب ڇا آهي؟“

”منهنجو مطلب آهي تہ توکي خاطري ڏياريان تہ تنهنجو خيال غلط آهي، تنهنجون اميدون اجايون آهن، ۽ تنهنجو مضمون ڪڏهن بہ پهريون نمبر ڪين ايندو.“

”نهيو،ڪٿي پهريون نمبر نہ ئي اچي، مَنَ ٻئي يا ٽئي نمبر جي انعام جو لائق ٿئي. ٻيا پنج انعام بہ تہ آهن نہ؟ مَنَ انهن مان هڪڙو اڌ مون کي ملي پوي؟آءٌ ڏهہ روپيا بہ ڪٿي قبول ڪندس، نہ ڪان، اهي ئي چڱا.“

”تون اها اميد بہ لاهي ڇڏ. سنڌ جي چٽني ڪندڙن کان مضمون ايندا، انهن جي مقابلي ۾ تنهنجو مضمون مورن ۾ ڪانگ جهڙو پيو لڳندو. جي فقط تنهنجومضمون ڇاپڻ جو لائق ڄاڻن تہ اهائي غنيمت سمجهجئين.“

”بس، بس! خدا جي واسطي وڏيڪ بدسڳڻي نہ ڪريو. توهان سان تہ ڪا ڳالهہ ڪري پڇتائڻو ٿو پوي. پهرين سَتَ ڪنهن جي دل پڇيو ڇڏيو، پوءِ مضمون ڇا، ڌوڙ لکيو ٿيندو؟

توهين پاڻ تہ مضمون لکي ڪونہ ڇاڻو ۽ پانيو تہ ڪو بيو بہ نہ لکي تہ چڱو."

"نہ، نہ! تون لک ۽ پلي لک. آءٌ پاڻ دعا ڪندس تہ ڇهئي انعام تو کي ملن ۽ بيا مضمون تنهنجي مضمون جو منهن تڪيندا رهجي وڃن. پَرَ پاڇائي، ڳالهہ بڌي اٿئي دعا تہ آءٌ ضرور ڪندس، پر انعام اڌواڌ ورهائڻ جو انجام ڪري ڇڏ."

توهان کي هڪڙي ڪوڏي بہ ڪين ڏيندس.

اڄ ڪلهہ اسان کي پاڻ پيسن جي ضرورت آهي. اڃا سياري لاءِ گرم ڪپڙا ئي ڪونہ ورتا اٿئون. پنجاه روپيا تہ ڇڻ ڇڻٽي تي ويندا. بس، مني آرڊر اچڻ جي دير آهي، هت آيا ۽ هت ويا."

"بيو نہ تہ مَنَ روپئي بن جي مٺائي کارائين!"

"ادا، اوهين بہ عجيب انسان آهيو. بڌو بہ پيا تہ مون وٽ دمڙي بہ ڪانہ بچندي، نہ تہ پاءُ کان مٿي روپيا ڪهڙي شئي آهن."

اڃا قصو انهيءَ حد کي رسيو هو تہ ادو حميد لکڻ ڦيرائيندو، سيٽي وڄائيندو اندر گهڙيو. هن جو دستور هو تہ ڇئين بجي آفيس مان نڪري سڌو پنهنجي دوست نذير جي گهر بنهہ ائين وڃي نڪرندو هو جئين ريڊون سڄو ڏينهن جهنگ ۾ چري پاٺهي پاڻ شام جو وٿاڻ ۾ اچيو بيهن. هن جو چوڻ آهي تہ دوستن سان يٽ شٽ هٽڻ ڪري سڄي ڏينهن جو ٿڪ لهيو وڃي انهيءَ ڪري هو ڪڏهن بہ سج لٿي کان اڳ ڪونہ ايندو هو. انهيءَ ڏينهن بہ شام جي نماز مهل گهر آيو ۽ آفيس جا ڪپڙا مٿائي اگڻ ۾ ڪٽ تي چڙهي ويٺو ۽ پکي جي ڏنڊي سان پنهنجي پٽ ڪنهندي پاڇائي کي چيائين، "دلارام ڪا خير جي خبر چار بڌاءِ، ڏينهن ڪيئن گذريو؟"

مون پاڇائيءَ ڏي ٽيڏي نظر ڪري جواب ڏنو، ادا انهيءَ کان وڌيڪ بي خير جي خبر ڪهڙي تہ پاڇائيءَ کي چرچي جي مضمون لکڻ لاءِ پنجاهہ روپئي جو انعام ملٹو آهي. اڄهو سياڻ يا پرهينءَ مني آرڊر اچي ويندو."

حميد: ڇا؟ سچي ٿا چئو يا اجايو پيا مون کي چيڙايو.

آءُ: سنڌوءَ جي ڏياريءَ جي نمبر جو قسم ته هڪڙو هڪڙو لفظ سچو آهي. منجهس هڪڙي تر جيترو به ڪوڙ ڪونهي.

حميد: ته پلا اسين به ته ڏسون ته اهو مضمون ڪهڙو آهي.

تنهن تي پاڇائيءَ نڪ چاڙهي جواب ڏنو، ”سو لکيو ڪٽي جو اوهين ڏسندو؟ هن نياڳي گهر جي ڪم ڪار کان فرصت نصيب ٿيندي ته به چار اکر لکي وٺنديس. پيو ادي جي ته هميشه اها عادت آهي ته ٿوري ڳالهه تي به پيٽ ۾ هاء واويلا اچي لڳنديس ته ڪنهن کي ٻڌايان. جيسين پيٽ هلڪو نه ڪندو، تيسن ماني هضم ڪانه ٿينديس. ٿوري گهٽي ڳالهه مان ڪٽي ڳالهوڙو بنائڻ ته هن جي ڏائي هٿ جو کيل آهي. مون ته فقط ايترو چيو هو ته سنڌوءَ جي ڏياري نمبر لاءِ منهنجو به ارادو هو ته آءُ مضمون لکان. هاڻ هن جي سمجهه ۾ جيڪي به اچي سو سچي زماني ۾ اُڏائيندو وتندو. چوڻ واري جي زبان کي خدا جهلي.“

حميد: ماڙ، هتي ته مرڻ کان اڳ ئي پٽڻ شروع ٿي ويو! پر، نه دلارام تون ضرور ڪوشش ڪج. نيڪ ارادن جي پڇاڙي هميشه نيڪ ٿيندي آهي.

پاڇائي: پر..........

آءُ. وچ ۾ ٽپي پوڻ معاف ٿئي، پر تو ٻڌايو ئي ڪونهي ته مضمون ڇا تي لکنديئن.“

پاڇائي: ڇاتي؟ اڙي ادا، سوين خيال منهنجي دماغ ۾ پريا پيا آهن. ڪو هڪڙو هجي ته ٻڌايانو. فقط فرصت ملڻ جي دير آهي. لکڻ وهان سهي پوءِ مضمون ائين هلندو ڄڻ درياه پلٽيو.

آءُ: تڏهن به ٻڌون ته سهي. ڳالهه کولي ڪجئين. گڏيل ڳالهه منهنجي مغز ۾ ئي نٿي ويهي.

پاڇائي: ٻڌوس! گڏيل ڳالهيون وري آءُ ٿي ڪريان! ۽ ڳالهه ڪهڙي به گڏيل هجي ته اوهان کان ڪيئن لکل

رهندي؟سنڌو اوهين بہ پڙهندا آهيو. جڏهن منهنجي حق ۾ پنجاه روپين جي انعام جو اعلان ٿيندو تڏهن اوهان بہ پڙهندا. چنبڊ اپرندو آهي تہ سڄي دنيا ڏسندي آهي.

آءٌ، تڏهن بہ، من اشاري طور اسان کي ٻڌايو. اهو ياد رکجو تہ مضمون چرچي جو هجڻ گهرجي، نہ تہ انعام ڪونہ ملندو.

پاڄائي: (مرڪي) واه! ٻلي شير پڙهايا ڦر شير ٻلي ڪون ڪاوڙ آيا. انهي اشتهار جو ٻڌايومانس بہ مون، وري مون کي تو ٻڌائي تہ مضمون ڪهڙو هجڻ گهرجي. ادا اوهين خاطري رکو. مون اشتهار پوريءَ طرح پڙهيو آهي، ۽ جي هڪڙو مضمون هجي تہ ٻڌاينو. مون تہ اڳي ئي چيو آهي تہ منهنجو دماغ مضمونن سان پريو پيو آهي، سو ڪهڙو ٻڌايانو. جڏهن لکڻ وهنديس، تڏهن خبر پوندي.

(2)

پاڄائيءَ چيو: ٻڌو ٿا؟

ادي حميد جواب ڏنو، "ها، بيگم ڇا ٿي چوين؟"

"آءٌ ڏيري نمبر لاءِ اڄ مضمون لکڻ شروع ڪنديس."

"پوءِ ڪهڙو خيال آهي؟ ڇا سڄي شهر ۾ ڍنڍورو ڏياريان تہ اڄ منهنجي بيگم صاحبہ، اديبہ فاضلہ مضمون تحرير فرمائيندي تنهن ڪري سڀ شهر جا ماڻهو پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ ماٺ ڪري ويهن ۽ گوڙ گهمسان نہ ڪن؟"

"لاحول ولا، ڪهڙا نہ انسان آهيو!منهنجو چوڻ جومطلب هو تہ آفيس کان موٽندي هڪ مس جي ڪپڙي ۽ هڪڙي فائونٽين پين وٺيو اچجو. هن گهر ۾ تہ نہ ڪڏهن آهي مس، نہ ڪو قلم. جڏهن ڪو لکڻ جو ڪم پوي تہ پاڙي مان پني منگي پئي ڪم ٽپايان. پر نيٺ بہ بي غيرتي جي ڪا حد آهي. ٽڪي جي مس قلم لاءِ خانصاحب جي زال جا هزار گفت ٻڌڻا ٿا پون. ها، پر فائو نٽين پين ڪهڙي آٽيندو آهي."

"اهڙي سڳي جهڙي خود وائسراءِ هند ڪم آٽيندو آهي."

"توبه ! اوهان کي ته ڳالهه ڳالهه تي مسخري ٿي سجهي. ڪا ڳالهه ٿي ڪجي ته اوهين چرچن ۾ اڏايو ڇڏيو."

"واه! هي چڱو داد پيو ملي. چرچي ڪرڻ مان منهنجو مطلب اهو هو ته مضمون لکڻ کان اڳ ئي تنهنجي طبعيت ۾ چرچو مسخري جاءِ ڪري وجي، جو آخر به چرچي جو مضمون لکڻو اٿئي. پر ٺهيو! جي اها ڳالهه توکي پسند نه ٿي اچي ته آءٌ اقرار ٿو ڪريان ته اڳتي ڪنهن فيلسوفي طريقي سان توسان تمام سنجيدي گفتگو ڪبي....... ها، سو اوهان مس جي ڪپڙي ۽ فائونٽين پين جي فرمائش ڪئي هئي. تمام چڱو. اسان پنهنجو سجو ڏيان لائي اوهان جو حڪم ٻڌو ۽ اوهان جا لفظ اسان جي لوح قلب تي نقش ٿي ويا آهن. جي عمر وفا ڪئي، خدا طاقت بخشي، ۽ خدا تعاليٰ جلشانه جي مرضي شامل حال رهي، ته انشاءَ الله سڀ شيون خدمت ۾ حضر ڪبيون. درآنحاليڪه، اهو امر مسلم آهي ته، اوهان جو قضيئه فرامين القاصده درحقيقت عامته الورود جي پابندين کان آزاد ۽ منوي الرڪن جي زنجيرن ۾ مقيد آهي، تنهن هوندي به اشياءَ مطلوبه جو حصول ناقابل منفصله ۽ ممتع فيه آهي."

ادي حميد جو ٻه چار لمبا چوڙا لفظ جاءِ بجاءِ، معني بي معنيٰ استعمال ڪري ڳالهائڻ شروع ڪيو، ته پاچائيءَ جون ته وايون بتال ٿي ويون. پيو ته وس ڪونه ٿي هليس، پر ويچاري معصوم ٻر جا ڪجهه ۾ هيس انهيءَ کي به ٿي تقرّ هٽي ڪيڏيائين. چي، نامراد، صبح ئي صبح ۾ ضد تي چڙهي آهين! توکي حلوو پوري کٽڻ سڏائي ڏيان؟ جي مون وٽ ايترا پئسا هجن ها ته جيڪر آءٌ مضمون لکڻ لاءِ مس قلم نه سڏائي وٺان ها."

ناشتو ڪري ادي حميد ڪپڙا مٽايا ۽ آفيس وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. پاچائي به دل ۾ تاٺيو ته هن مهل آڪڙ ڪرڻ کان هيڪاري نقصان رسندو، جي هينئر وري يـد نه ڏيريم ته شام جو مس قلم نصيب ڪونه ٿيندا. تنهن تي چوڻ لڳي، فائونٽين پين ياد رکجو متان وساري ڇڏيو ۽ مون کي پنجاه روپئي جو نقصان رسي. باقي ٿورا ڏينهن وڃي بچيا اهن.

”تمام چڱو.“
”۽ مس جي ڪپڙي بہ.“
”تمام چڱو.“
”۽ ها، اڇا ڪاغذ بہ ڪينهن. دستو ڪن وٺيو اچجو.
”تمام چڱو.“
”نوٽ پيپر جو هڪڙو پئڊ بہ. مضمون سان گڏ سنڌوءَ جي مهتمم ڏي خط بہ ضرور لکڻو پوندو.“
”تمام چڱو.“
”لفافا بہ آڻجو. پر، ڏسجو، ساڳئي رنگ جا هجن.“
”تمام چڱو.“
”توبهہ طوطي وانگر بہ لفظ ڪٿي ياد ڪيا اٿو. هاڻي تمام چڱو جي ڏم لائي ڏجو ۽ سانجهين جو اچي چئجو تہ مون کي ڳالهہ ئي وسري وئي.“
”تمام چڱو.......... پيوڪي؟“
”بس.“
”تمام چڱو.... پيو ڪي؟“
سانجهين جو ادي حميد گهر ۾ پير پاتو ئي مس هو تہ سندس بار جي ماءُ جو سيني کان پهريون سوال انهن شين بابت هو جن جي صبح جو فرمائش ڪئي هيائين. پڇيائين تہ، سي وٺي آيئو.
ادي حميد وائڙو ٿي پڇيو تہ: ”سي ڇا؟“
”اهي شيون جي مون چيون هيون.“
”ڪهڙيون شيون؟“
”مضمون لکڻ لاءِ مس قلم وغيره.“
”ڪهڙو مضمون؟“
”لاحول ولا! اصل بار تي پيا آهيو.... هو ڏياري نمبر وارو.....“
”اڙي هائو، برابر، مون کي هينئر ڳالهہ ياد آئي. اجهو هينئر ٿو آڻيان، بس، اک ڇنڀ ۾.“
”ائين چئي ادو حميد ٻاهر نڪري ويو ۽ اڌمنٽ ۾ اهي

سپ شيون ڪٺي آيو جي ڇاٽي واٽي اندر اڇڻ ڪان اڳ جاري ۾ لڪائي آيو هو."

پاڇائيءَ جي ڪاوڙ بہ اهي شيون ڏسي ڍري ٿي.

(3)

انهيءَ واقعي ڪان پورو هڪڙو هفتو پوءِ آءُ پاڇائيءَ جي گهر آيس. رات جا نو لڳا هئا. ادي حميد کٽ تي ليٽيو اخبار پي پڙهي ۽ پاڇائي ڪجھ لکڻ ۾ مشغول هئي.

مون بيخبر ٿي پڇيو، "پاڇائي، ڇاپيو لکجي؟"

"اڙي ادا! اهو ساڳيو ڏياري نمبر لاءِ مضمون جو اڃا نہ لکي سگهي آهيان."

"پاڇائي تون بہ غضب ٿي ڪرين. لکين چرچي جو مضون ۽ سو بہ وري رات جو."

"ڇو، انهيءَ ۾ ڪهڙي حرڪت آهي؟"

"حرڪت؟ توکي خبر ڪانهي تہ رات جو بتيءَ اڳيان جيڪي ٿو لکجي انهيءَ ۾ گاسليٽ جي بانس ٿيو پوي. انهي حالت ۾ ماڻهو تنهنجو مضمون پڙهڻ کان ئي نفرت پيا ڪندا، ۽ جي ڪنهن ڪٺي پڙهيو بہ تہ بنهہ سرسري طرح. اها تہ ضرور توکي خبر هوندي تہ انعام جو فيصلو سنڌوءَ جا بانيڪار نيٺ پڙهي ڪندا."

"توهان جو چوڻ درست آهي، پر آءُ بہ مني ڇا ڪريان. مون کي فرصت ئي فقط رات جو ٿي ملي يا گهٽو گهٽو تہ ٻن پهرن جو ڪجھ وقت ٿو بچيم."

"ٻن پهرن جو؟ اوڏيءَ مهل تہ هرگز اکر بہ نہ لکڻ گهرجي ۽ خاص چرچي جو مضمون. توکي تہ خبر هجڻ گهرجي تہ ٻن پهرن جي لکيل مضمون ۾ سج جي گرميءَ جو ڏاڍو گهڻو اثر ٿو ٿئي ۽ انهيءَ جي تپش کان پڙهندڙ جي دل ڪومائجيو وڃي، ۽ فرحت جي بدران هيڪاري نفرت پيدا ٿي ٿئي، پوءِ بہ تنهنجي مرضي. انهي حالت ۾ ڪيئن تنهنجو مضمون انعام جي لائق ٿيندو؟ آءُ تہ پانيان ٿو تہ صبح جو وقت سيني کان بهتر وقت آهي."

مطلب تہ منهنجي ڳالهہ جو پاڇائيءَ جي دل تي ايترو اثر

ٿيو جو يڪدم ڪاغذپَنَ ويڙهي خاني ۾ وڌائين ۽ پاڻ کٽ تي ليٽي پئي، ۽ پڪو ارادو ڪيائين تہ سوير صبح جو اٿي مضمون لکڻ شروع ڪنديس.

اوڏي مهل ئي مون بہ اهو ارادو ڪيو تہ آءٌ صبح جو روز اٿڻ سان اچي پاچائيءَ کي ستائيندس تہ هوءَ مضمون لکي نہ سگهي، تہ پل اهو خام خيال سندس مغز مان نڪري وڃي. ادي حميد کي بہ مون اک هنئي تہ هو مون کي انهي ارادي پوري ڪرڻ ۾ مدد ڏئي.

(4)

ٻئي ڏينهن علي الصبح آءٌ پاچائيءَ جي گهر اچي پهتس. هوءَ مضمون لکڻ لاءِ تيار ويٺي هئي پر اجا لکڻ شروع ڪونہ ڪيو هيائين. فقط ڪاغذ جي سري تي "٧٨٦" جو انگ برڪت لاءِ لکيو هيائين.

ادو حميد اجا هند تي ليٽيو پيو هو ۽ پاسا پئي ورايائين.

مون کي ڏسندي ئي چپن ۾ مرڪيو ۽ آرس پچي چوڻ لڳو،

"بيگم، ٻڌين ٿي؟"

"جي، چا ٿا چئو؟"

"پهرين ٻاه ٻاري پاڻي تہ گرم ڪري وٺ. اڄ آفيس ۾ سويرپرو وڃڻو اٿم. ڏاڍو گهڻو ڪم رهيو پيو آهي."

اوڏي مهل پاچائي بہ فرمانبرداريءَ جي هڪڙي ثابتي ڏئي چڪي، يڪدم اٿي چلهہ ۾ ٻاهہ ٻاريائين ۽ ديگڙو چاڙهيائين. ايترو ڪم ڪري وري اچي ميز وٽ ويٺي ۽ مضمون لکڻ جي ارادي سان ڪاغذ پاڻ ڏي سيري، فائونٽين پين هٿ ۾ کنيائين. پر ادي حميد وري اک پٽي چيو تہ، کٻٽ مان ڪپڙا ڪونہ ڪڍيئي؟ چا، غسل ڪري وري بہ اهي ئي ميرا ڪپڙا پايان؟" پاچائيءَ جي طبيعت تي البت ور چڙهڻ لڳو، پر زبان مان "اُف" بہ ڪونہ ڪڍيائين. کٻٽ کولي ڪپڙا ڪڍڻ لڳي. سٿڻ ۾ اگٺ وجهي، قميص ۾ بيڙا پائي، سيني

ڪپڙن کي کولي تيار ڪري ڪليءَ تي ٽنگي ڇڏيائين، پوءِ انهي خيال سان ته هاڻ سڀ ڪم لٿو ۽ مضمون لکڻ ۾ ڪنهن به قسم جو رخنو ڪونه پوندو، هوءَ شوڪارو ڀري ٻئي پيري ڪرسي سيري اچي ميز وٽ ويٺي. تنهن تي مون ڏاڍي لاڏ سان چيو، ”اڙي پاڇائي، اڄ ته مضمون لکڻ ۾ ايتري مشغول آهين جو منهنجي خاطرداري ڪرڻ ئي وسري وئي اٿئي. تنهنجي مراد اها آهي چا ته آءٌ چانهه پيڻ کان سواءِ هليو وڃان؟“

پاڇائيءَ گهنڊ پائي جواب ڏنو، ”اڙي ادا، ڇا چوان! اڄ ئي، بدبختين، مئي نوڪرياڻي کي به ڪو موت اچڻو هو. اَٽَ اچي لڳا آهن ۽ اجا نياڳيءَ جو ڪو پتو ڪونهي. خدا ڄاڻي ڪيڏانهن وڃي غرق ٿي آهي. منهنجو خيال هو ته هوءَ اچي ته ڪٽلي چاڙهڻ لاءِ چوانس.

مون وري ساڳئي انداز سان چيو ته نه ڙي، پاڇائي، تنهنجي هٿ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي هٿ جي ٺهيل چانهه مون کي ڪيئن وڻندي؟ جيڪر تون پاڻ نه ڪٽي ٺاهين؟

ويچاري پاڇائي پڳيءَ دل سان اٿي، ۽ مضمون نويسيءَ جون جيڪي شيون ميز تي موجود هيون انهن ڏي حسرت ڀري نگاهه سان ڏسي، منهن موڙي، بورچي خاني ڏي هلي وئي، ۽ اسٽو ٻاري ڪٽلي چاڙهيائين. انهيءَ خيال سان ته نيٺ وري به اٿڻو پوندو، ڪرسي سيري چلهه وٽ ئي ويهي رهي. اجا چانهه ٺهڪڻ تي هئي ته ادي حميد چيو، ”ڪالهه چار بيدا بچي پيا هئا. اهي ڪٿي آهن؟ سي تري نه وٺين؟ يا هن کي هڪڙي چانهه جي ڪوپ سان ٽاري ڇڏينديئن؟“

پاڇائيءَ دل ۾ خيال ڪيو ته ٺهيو جت مردي تي مڙ منٿيءَ جو ات سوامڙ ئي سهي. اٿي گنج مان بيدا ڪڍيائين ۽ مصالحو وغيره تيار ڪري، چانهه ناهي، تئو چاڙهي بيدا به تري ورتائين. پوءِ ناشتو ٿري تي رکي اسان جي سامهون اچي رکيائين. مون گهٽو ئي زور ڪيومانس ته پاڇائي تون به چانهه ڍڪ پيءُ ۽ ٻه ٽي گرهه کڻ، پر هن خدا جي بنديءَ ڪٽو

بہ وات ۾ ڪونہ وڌو. وات سان اکر بہ ڪونہ ڪڇي، پر پيشانيءَ جي گهنڊن مان صفا ظاهر هو تہ، ڪاوڙ ڪان اندر ۾ پي جلي ۽ سڙي.

ايتري ۾ پاڇائيءَ جي ننڍڙي ڌيءَ ڪلو پاسا ورائڻ لڳي ۽ ننڊ مان جاڳڻ جا آثار ڏيکارڻ لڳي. پاڇائيءَ گهٽوئي پانيو تہ ٿڦي ٿڦي سمهاري ڇڏيانس، پر هن دل پري ننڊڪئي هئي، سو سمهڻ تہ ٺهيو پر اٽلو روئڻ لڳي. پاڇائيءَ هن کي کير پياري ماٺ ڪرائي ۽ رانديڪا هن جي سامهون رکي پٽ تي ويهاري ڇڏيائينس ۽ چوڻ لڳي، "ڊيئڙي هتي ويهي راند ڪر. روئج نہ، تہ آءٌ مضمون لکي وٺان، نہ تہ تو کي پنجاهہ روپين جو چندن هار ٺهرائي ڪونہ ڏينديس."

ڪلوُ تمام معصوم هئي. سمجهيائين تہ اکر بہ ڪونہ، پر تنهن هوندي بہ ماٺ ڪري راند ڪرڻ لڳي ۽ پاڇائي مضمون لکڻ لاءِ مضمون نويسيءَ جو سڄو اسباب اندر کڻي وئي.

هاڻ، ادي حميد جي گهر اچڻ کان اڳي وات تي آءٌ ڏاڏي مٺل کي چئي آيو هوس تہ ڪلوءَ جي ماءُ اوهان کي سڏايو آهي جو ضروري ڪم اٿس. مون کي خبر آهي تہ ڏاڏي مٺل گهڻ ڳالهائو آهي. هيڏانهن هوڏانهن جون خبرون پڌايو سڄ لاهيو ڇڏي. اها هميشہ سندس عادت هئي. اگرچہ سيني کي اها عادت ناپسند هئي، تہ بہ هن کي چوڻ جي ڪنهن کي طاقت ڪانہ ٿيندي هئي. هوءَ اسان جي ڪا مائٽياڻي ڪانهي، پر پاڙي جي وڏي آهي ۽ ننڍو وڏو هن کي ڏاڏي ڪري سڏيندو آهي.

ڏاڏي بہ انهيءَ ئي مهل اچي سهڙي، هن کي ڏسي پاڇائي اٿي ۽ هن کي کيڪاري چيائين، اچو، ڏاڏي، هاڻ تہ ڏسڻ کان مهانگا ٿي پيا آهيو. ورهين کان پوءِ ٿا منهن ڏيکاريو. اسين سڏايو ٿڪجيو پئون پر اوهين ڪڏهن ليئو بہ ڪونہ پايو."

"ڏاڏي مٺل، ماشاءَ الله ٻٽ ۾ البت پريل آهي جنهن ڪري ٿوري ئي هلڻ ڪري سهڪيو پوي. تنهن ڪري ڪٽ تي ويهي ٿوري دير ساهہ پٽيائين پوءِ جواب ڏنائين، "اڙي امان، ڇا ٿي پڇين! ڪا هڪڙي ڳالهہ هجي تہ ماٿو منهن ڏئي. تون تہ چائين

تي تہ اوڙي پاڙي ۾ ڪا شادي ٿئي، خدانخواستہ ڪا مرادي ٿئي، ڪو ساٿ سڳڻ ٿيٽو هجي تہ مون کان سواءِ تہ ڪا مائي اڳرئي چوري نہ ٿي سگهي. آءُ بہ ڏسنديس تہ منهنجي مرڻ کانپوءِ جهان جو ڪم ڪيئن ٿو هلي."

"اي ڏاڏي، خير گهرو! توهان جا دشمن مرن. توهين اسان جي پاڙي جي رونق آهيو. اها تہ پاڻ چڱي ڳالهہ آهي. انهيءَ تي تہ اوهان کي فخر ڪرڻ گهرجي تہ سيڪو اوهان جي عزت ٿو ڪري ۽ اوهان کي بزرگ ڪري ٿو سمجهي."

"اڙي امان، چلهہ ۾ پوي اهڙي عزت، بن پئي اهڙي بزرگي. جان ٺيڪ آهي تہ سڀ ڪي پيو وٺي. اجا ڪالهوڪو ذڪر آهي تہ آءُ زڪام کان بي مُيَس تہ اصغريءَ جو نياپو آيم تہ ڏاڏي اچي منهنجي ٻار کي ڏسي وڃ، جو هوءَ ننڍ مان ڇرڪيو ٿي اٿي. مون گهٽوئي چيو تہ اڄ معاف ڪريو پر نہ مڃيائون، ڏوليءَ ۾ وجهائي گهر سڏائي ورتائون ۽ شام تائين ويهاري ڇڏيائون. هاڻ خيال تہ ڪريو تہ مون کي ڪيترو نقصان پيو هوندو..... امان، سوپاريءَ تڙ تہ ڏينم، ۽ امان ناس ڪا اٿئي؟"

مون دل ۾ خيال ڪيو تہ هاڻ ڏاڏي مَتُلَ کي چاٻي اچي وئي آهي، سو جي پاچائي سهماٽين تائين واندي ٿي تہ بہ نصيبن واري چبئي. هاڻ منهنجو وڌيڪ ترسڻ بيڪار هو. پيو تہ آفيس وڃڻ جو وقت بہ اچي پريو هو سوآءُ ماٺ ماٺ ڪري هليو ويس.

(5)

ٻئي ڏينهن صبح جو ڪو اهڙو اتفاق ٿي پيو جو پاچائيءَ ڏي وڃي ڪونہ سگهيس. تنهن هوندي بہ صبح ساڻ ڏاڏي متل کي چئي آيس تہ ڪلوءَ جي ماءُ اوهان کي سڏايو آهي، ۽ جيسين هوءَ برقعو پائي گاڏي ۾ نہ چڙهي تيسين آءٌ ڏرٽو ماري اتي ويهي رهيس. شام جو خبر پيم تہ انهي ڏينهن ڏاڏيءَ وچين تائي پاچائيءَ جو مٿو پئي کاڌو، جنهن ڪري پاچائي احا مضمون جو هڪڙو لفظ بہ نہ لکي سگهي هئي. هاڻ تہ مون کي اها عادت پئجي وئي هئي تہ روز

صبح جو ڏاڏي متل کي پاڇائيءَ ڏي موڪلي ڏيندو هوس ۽ روز شام جو پاڇائيءَ سان وڃي همدردي ڪندو هوس تہ ڏاڏي توکي ناحق چئو پئي ايترو ستائي. پاڇائيءَ ۾ بہ ايتري همت ڪانہ هئي جو ڏاڏيءَ کي چوي تہ مون اوهان کي ڪونہ سڏايو آهي، توهين ڇو آيا آهيو؟ انهيءَ ريت هڪڙو هفتو تہ خير سان گذري ويو. پر اٺنيهہ راتيون چور جون تہ هڪڙي ساڻ جي بہ ٿيندي آهي ۽ نيٺ پاڇائي بہ اسان جي بيماريءَ جو وجهہ وٺي ٻن ڏينهن ۾ مضمون لکي ورتو ۽ يڪدم لفافي ۾ بندڪري ٽپال جي رستي سنڌوءَ جي سمپادڪ کي موڪلي ڏنائين. ٻئي ڏينهن جڏهن ٽپالي خط ڏيڻ آيو تہ پاڇائيءَ نوڪرياڻي واتان هن کي چوائي موڪليو، هڪڙي هفتي کان پوءِ پنجاه روپين جو مني آرڊر "مسز حميد" جي نالي ايندو سو سنڀال سان پهچائج. ٽپالي تہ "حاضر سائين" چئي هليو ويو، پر انهيءَ کان پوءِ پاڇائيءَ جي اها حالت هئي تہ ٽپال جي مهل تي جي ڪٿي دروازو کڙڪيو ۽ سمجهيائين تہ ٽپالي هوندو، تہ يڪدم نوڪرياڻي کي دروازي تي موڪلي پاڻ فائونٽين پين کولي تيار ٿي ويهندي هئي تہ متان مني آرڊر تي صحيح ڪرڻ ۾ دير لڳي وڃي. پر پيري پيري سان مايوس ٿي فائونٽين پين بند رکي پوندي هيس.

مضمون لکڻ کان پنج ڏينهن پوءِ ٽپالي پاڇائيءَ نالي هڪڙو خط ڏئي هليو ويو. لفافي تي "سنڌو" رسالي جي مهر لڳل هئي. پاڇائي خوشيءَ کان ٻهڪڻ لڳي. نوڪرياڻيءَ پڇيس تہ مائي ڪنهن جو خط آهي جو اوهين ايترو خوش پيا ٿيو؟ تنهن تي پاڇائيءَ ڏاڍي فخر سان جواب ڏنو، "مون "سنڌو" رسالي ڏي هڪڙو مضمون موڪليو هو جنهن لاءِ پنجاه روپين جو انعام رکيل هو. انهن مني آرڊر موڪلڻ جي بدران شايد پنجاه رپين جا نوٽ لفافي ۾ بندڪري موڪليا آهن."

"واه مائي واه! مبارڪ هجيوَ. پر، مائي لفافو سنڀالي کولجو، متان ڪو نوٽ ڦاٽي پوي."

پاڇائيءَ تمام خبرداريءَ سان لفافو کوليو. منجهس

نوٽ تہ ڪين هٿا پر پاڄائيءَ وارو موڪليل مضمون هو جنهن سان گڏ پاڄائيءَ ڏي هڪڙو خط هو جنهن ۾ هيئن لکيل هو:

"صاحب! اوهان جو نوازش نامو مضمون، سوڊو پهتو. مهرباني. اسان جي ڏياري نمبر لاءِ جيترا مضمون اسان کي کتا ٿي، اُهي پهچي چڪا آهن، ۽ انهن مان چونڊ بہ ٿي رهي آهي، جنهن ڪري اسين اوهان جو مضمون شائع ڪري نہ ٿا سگهون. انهيءَ کان سواءِ اوهان جو موڪليل مضمون سنڌوءَ جي دستوري مضمونن جي درجي کان گهٽ آهي، جنهن ڪري ڪنهن ايندڙ رسالي ۾ بہ ڇاپجڻ جي اميد نٿي رکي سگهجي، تنهن ڪري اوهان جو مضمون موٽائي ٿو موڪلجي".

"بولچند"

[پڙهندڙ خود خيال ڪري سگهندا تہ نااميديءَ ڪري پاڄائيءَ جي دل کي ڪيتري قدر صدمو پهتو هوندو. اهو تہ پاڄائيءَ جي دل ڄاڻي ۽ بيو خدا ڄاڻي تہ مٿس نااميديءَ جو ڪهڙو اثر ٿيو. مون کي فقط ايتري خبر آهي تہ انهي رات پاڄائيءَ مانيءَ جو هڪڙو گرهہ بہ نہ کاڌو. بيو بس.]

# پاڇائيءَ جي آڳ

[متان منهنجي "پاڇائي" ائين سمجهي تہ اڳين اڪاٽيءَ ۾ سندس گهٽتائي ٿي آهي، تہ هن کي وارو ڏئي ٻئي آڪاٽي ۾ سرخرو ڪرڻ بہ ضروري ٿيو.]

[نوٽ:-جن ڏينهن ۾ پاڇائيءَ مضمون ٿي لکيو ۽ اسان، يعني مون ۽ ادي حميد هن کي چيڙايو ۽ چريو بنايو هو، اُنهيءَ کي بہ ورهہ کن گذري ويا هئا. تڏهن پاڇائي کي شادي ڪئي ٻارهن مهنا مس گذريا هئا. پر تنهن کان پوءِ ٻن ورهين ۾ پاڇائي ڪيتري هوشيار ٿي وئي ۽ مضمون نويسيءَ پيري ستائڻ جي ڪسر ڪيئن ادي حميد مان ڪيڏي چڏيائين، انهيءَ جي حقيقت هن ۾ اهي.]

رات اوندهائي هئي. سيءُ بہ موچارو پئي پيو. ادي حميد ڏاڍيون رڙيون ڪيون؛ ڏاڍا ڪڙا ڪرڪڪايائين، تاڪن کي ڌڪ هنيائين؛ ايترو تہ گوڙ ڪيائين جو سجو پاڙو جاڳي پيو. پر پاڇائي دت ماريو پئي هئي. اهڙي تہ سوڙ تاڻي ستي هئي جو جڻ مردن سان پئي شرط پڄائي. جاڳڻ تہ جاڳڻ جي ماڳ رهيو پر پاسو بہ ڪونہ ورايائين. ادو حميد حيران هو. هن جي سمجهہ ۾ ئي نٿي آيو تہ، هي ڪهڙي قسم جي ننڊ آهي، جو ايتري گوڙ گهمسان هوندي بہ اک نٿي کلي. جڏهن آواز ڏئي ڏئي ٿڪجي پيو ۽ رڙيون ڪري ڪري گلوئي گهٽجي پيس ۽ در کلڻ جي باقي ڪا اميد نہ رهيس تہ لاچار ٿي ڏيڍيءَ کان ٻاهر نڪري آيو، ۽ نثارعليءَ جي گهر وڃڻ جو ارادو ڪيائين، جو سندس سيني سنگتين مان اهوئي هڪڙو سنگتي هو جنهن جي گهر رات ٽڪڻ جي ڪا اميد هيس، پر بيحد پريشان حال هوس. رات جو اٽڪل هڪڙي بجي، جي مهل، سيني رستن ۽ گهٽين ۾ ماٺ، آدم نہ آدم زاد، ڪو پسون بہ

نٿي ڏٺو. ڪڏهن ڪا ڪتي جي پونڪ يا ڪنهن چوڪيدار جي "خبردار رهو!" جو آواز پڌرو ٿي ته، واه، نه ته ٻيو ڪو آواز ئي ڪونه هو.

مير صاحب جي گهران موٽندي ادي حميد کي اصل خيال ئي ڪونه هوته ڪا ايتري دير ٿي وئي آهي. راڳ جو شوق ڏاڍو ٻچڙو آهي. جنهن شخص کي انهيءَ جي عادت پئجيو وڃي اهو چڻ دين دنيا کان ويو. "واه! واه!" ۽ "آفرين!" ڪندي وقت گذريو وڃي ۽ خبرئي ڪانه ٿي رهي ته ڪيترا لڳا آهن. رستي تي به هو پنهنجن خيالن ۾ اهڙو محو هو جو وقت جو خيال ئي ڪونه رهيس. مير صاحب جي گهران نڪري، ڪنڌ جهڪايو، ڊگهاڊگها قدم کڻندو، ۽ هڪ اڌ شعر پڻڪائيندو پنهنجي جاءِ تي اچي پهتو. گهر پهچڻ شرط اچي ڪنهن گهڙيال جو آواز ڪن تي پيس تڏهن اک کليس ته مار! هڪڙو به لڳي ويو آهي ۽ مير صاحب جو چوڻ ته اجا سوا نو به ڪو نه ٿيا آهن سو سڄو فريب هو.

نثارعليءَ جي گهر وجڻ لاءِ ادي حميد قدم کنيوئي مس هو ته هڪڙي ڪتي اچي مٿس الر ڪئي، ۽ هو ڊڄي وري ڏيڍيءَ ۾ لڪي بيٺو ۽ ارادو ڪيائين ته سڄي رات ٻنيي تي ويهي ڪاٽيندو؛ ڇو جو هن کي اهو به خيال آيوته، نثارعليءَ جي گهر وڃڻ لاءِ کيس سوچڪي بازار ۽ چڪلي واري گهٽيءَ مان لنگهڻو پوندو. اتي پهرو ڏيندي ڪنهن سپاهيءَ کيس ڏسي ۽ سڃاڻي ورتو ته ڏاڍي بي عزتي ٿيندي. ڪٿي ڪيڇندو ڪين، ته به دل ۾ ته ضرور ائين سمجهندو ته جج صاحب جو پٽ، آڌيءَ رات جو لوفرن وانگر بازاري زالن جي درن تي ٿاڦا ڪائيندو وتي، ٻڏي مرڻو ٿيو! خانداني شرافت جي نالي کي ٽڪو لڳي ويندو. تنهن تي پنهنجي بدن کي اوورڪوٽ سان ويڙهي سيڙهي ڏند ڪڙڪائيندو ٻنيي تي ويهي رهيو. وري سگهوئي اهو خيال دل ۾ آيس ته ٽي ٻجي کان پوءِ پهري وارو اتهين لنگهندو ۽ پنهنجي ڊيوٽي ڏيندي ضرور دستور موجب ڏيڍيءَ ۾ منهن وجهي ڏسندو ته ڪلف سلامت آهي يا نه. جي انهيءَ ڏسي ورتس ته ڏاڍي ڳالهه ٿي پوندي. انهيءَ ڪري هڪڙي ويجهي مسجد ۾ سمهڻ مناسب سمجهيائين. اها مسجد گهڻي عرصي کان ويران پئي هئي، ۽ انهيءَ ۾ ڪو به ڪڏهن نماز پڙهڻ ڪونه ايندو هو، جنهن ڪري ادي حميد کي خاطري هئي ته جي صبح جو ڏهين ٻجي تائين به ستو ته ڪو،

ڏسندس ڪونہ. ڏيڏيءَ کان ٻاهر نڪري هيڏانهن هوڏانهن نهاري، تڪڙو تڪڙو مسجد ۾ گهڙي ويو. گلم ۽ فراسي تہ غنيمت آهن، پر انهي مسجد ۾ فرش بہ ڪونہ هو. ڪڏا ڪوبا لڳا پيا هئا، مٽيءَ جا بہ مڻ پٽ تي وڇايل هئا ۽ پاريهلن بہ سڄي زمين تي ڪن ڪري ڇڏيو هو. پر،"مرندو ڇا نہ ڪندو." حميد صاحب انهي بدبوءِ ۽ وٺين هاٽي جاءِ ۾ رات گذارڻ جي ارادي سان اڏڪوٽ پٽ تي وڇائي ٻيو اڌ سيءَ کان بچڻ لاءِ پنهنجي مٿان وڌو. پر، خدا پناه. ڏئي، اهو ماٺهو جو نواڙ جي کٽن تي برف کان بہ اڇين چادرن تي سمهڻ جو عادي هجي، ۽ سو بہ اهڙي ريت جو وهاڻي جي چئني پاسن کان چنبيلي ۽ موتئي جا گل سڄي رات خوشبوءِ نوازي ڪندا رهن، ڀلا اهڙي ماڻهوءَ کي اهڙي گدلي هنڌ ننڊ ڪيئن ايندي؟ سڄي رات جاڳندي گذري وئي ۽ ڪنهن پاسي بہ آرام ڪونہ ايس.

(2)

اگرچ سڄي رات جاڳندي گذري هيس، تہ بہ ادو حميد صبح جو سج اڀرڻ کان اڳي گهر نہ ويو. سڄهيس ٿي تہ ايترو سوير ڪڙو ڪونہ لڳو هوندو. ۽ علي الصبح وڃي در ڪڙڪائڻ تي بہ دل نہ ٿي وريس. شايد اٺ يا سوا اٺ لڳا هوندا، جو هن اٿي پنهنجو ڪوٽ ڇنڊيو ۽ ڪبوترن جون وٺيون ڪوٽ جي ٻجن کي چنبڙي پيون هيون سي پٽي ڪڍيائين، ۽ مسجد مان ڊوڙندو پنهنجي ڏيڏيءَ ۾ گهڙي ويو تہ متان ڪنهن راهه ويندي جي نظر مٿس پئجي وڃي. اهو بہ شڪر تہ درڪليل هو، نہ تہ وري رات وانگر رڙيون ڪرڻيون پونس ها. مطلب تہ ادو حميد انهيءَ پريشان حال سپاهيءَ وانگر جو دشمن جي فوج کان شڪست کائي پنهنجي ڪئمپ ويندو آهي. يا انهيءَ نامراد عاشق وانگر جنهن کي سڄي رات معشوق جي ڳليءَ ۾ چڪر هڻندي، محبوب جي ڪتي جو ديدار نصيب نہ ٿيو هجي، انهي اميدوار وانگر جو بي.اي جي ڊگري وٺي پوءِ بہ سڄي دنيا جي آفيسن ۾ نو ويڪنسي (ڪاجاءِ خالي ڪانهي) جو جواب ٻڌي ٻڌي مايوس ٿي ويو هجي؛ ادو حميد، اکيون هيٺ ڪيو، ڪنڌ جهڪائي، گهر ۾ داخل ٿيو.... جيتوڻيڪ سندس چهري تي ڪاوڙ جا آثار ظاهر هئا پر هيناهين نگاهہ ۽ پيشانيءَ جي پگهر مان صاف ظاهر هو تہ دل ۾ ضرور پشيمان هو. ڪاوڙ جو انداز فقط

ايتري لاءِ اختيار ڪيو هيائين تہ پنهنجي بيگم صاحبہ کي هيسائي، تہ مٿان چڙهي نہ وڃيس. پر منهنجي پاڇائي بہ نيٺ پاڇائي آهي، اڳين زماني واري ابوجهہ، اڻ ڄاڻ نہ، پر شير پاڇائي آهي، ۽ وري سڄي رات جا ساڙ ٻيٺا هئس. گهر ۾ گهڙندي ئي ادي حميد کي انهن سنگن تي ڪنيائين جو ميان جا ناطقائي بند ٿي ويا.

پاڇائي: الله اڪبر! گهر جوخيال نيٺ تہ پيو! جي هينئر بہ نہ اچو ها تہ بهتر هو. جت سڄي رات گذاريو اُت ڏينهن بہ ڪٽي گذاريو ها. پهرين، ٻارهين، هڪڙي بجي گهر ايندا هئو تہ اهائي آءٌ غنيمت سمجهندي هئس. خدا خير ڪري. پر اڄ ڪان وٺي سڄي رات گم رهڻ شروع ٿيو آهي. جي ائين ٿيندو رهيو تہ يقيناً ڪيترا ڪيترا هفتا گذري ويندا تہ اوهين خبر بہ ڪانہ لهندئو تہ زال ۽ ٻار مري ويا ڪي جيئرا آهن. مون کي عقل ۾ ئي نٿو اچي تہ اها ڪهڙي ڪلب آهي جا سڄي رات کلي ٿي رهي ۽ ڪهڙا ڪهڙا لچ لفنگا منجهس ويندا هوندا جن کي گهر وڃڻ جي اصل پراهہ ئي ڪانهي. ۽ سچ پڇو تہ، مون کي انهيءَ ۾ بہ شڪ آهي تہ، اوهين ڪنهن ڪلب ۾ ٿا وڃو. اڄ گپ چپ جا لڏون ڪائي آيا آهيو ڇا؟ واتان ڪي ڪڇو تہ سهي. ٻڌايو تہ سهي تہ سڄي رات ڪنهن وٽ ٽڪيا هئو؟

ادو حميد: ڇا ٻڌايان؟ ڏوڙ؟ توکي منهنجي ڳالهہ تي اعتبار ڪڏهن آيو بہ آهي جو اڄ ايندئي؟ آءٌ رات اٽڪل ساڍي نوين بجي گهر آيس. درڪڙڪائي ڪڙڪائي سڄو پاڙو مٿي تي کٽي ڏنم پر تنهنجي اک نہ کلٽي هئي ۽ نہ کلي. پاڻ سچ لٽي ڪان اڳي ئي سوڙ تاڻيو سمهيو پوين ۽ ڏوهہ ڏين ٻين کي. واهہ!

پاڇائي: ڪي خدا جي غضب پر بہ تہ ڊڄو! توهين ساڍي نوين بجي آئيو يا جڏهن دريئي ڪڙڪايو، تڏهن صبح جي ٻانگ پي ٻڌي؟ مون کي چڱي پر خبر آهي. مون ڪلوءَ کي کير تي پيارِيو. خاصو صبح ٿي ويو هو. توهان جو ڪڙڪو بہ ٻڌم پر دل ۾ خيال ڪيم تہ ايڏي مهل ڪوسي ڪوسي هند مان اٿي منهنجو موچڙو ٿو در لاهي. آءٌ سڄيون سڄيون راتيون اوهان جي انتظار ۾ جاڳندي ٿي ڪاٽيان، ۽ چيم تہ پل اوهان کي بہ تہ خبر پوي تہ اوجاڳي ڪڍڻ ۾ ڪيتري قدر تڪليف ٿي

ٿئي تنهن هوندي بہ مون پوءِ در وچي لاٿو پر اوهان جو پتوئي ڪونہ هو.

ادو حميد: چڱو! تہ انهيءَ جو مطلب اهو آهي تہ تو ڄاڻي واڻي مون کي حيران پريشان ڪيو. بيشڪ! تو ۾ اهائي اميد آهي. خير، چڱي طرح دل پري ستائي وٺ، اسان جو بہ خدا مالڪ آهي.

ڀاڄائي: واه! انصاف بہ انصاف جهڙو ڪيو اٿو. سڄي رات چبرن وانگر اَءُ کٽ تي ويٺي "تڙرون ٽون" ڪريان تہ اهو ڪجهہ بہ نہ آهي. توهان کي انهيءَ جو خيال ئي ڪونہ ٿو پوي، تہ هڪڙي بدنصيب منهنجي انتظار ۾ هوندي، هل تہ سويل ئي گهر هلون تہ، ڀل هوءَ ويچاري بہ سمهي آرام ڪري. سڄي رات جاڳي جاڳي منهنجي چمڙي گسي وئي آهي ۽ اوهان کي پائيءَ جي بہ پرواه ڪانهي. ڪنهن حڪيم يا ڊاڪٽر کي سڏائي دوا درمل ڪرڻ جي ڳالهہ تہ پري رهي، پر ڪڏهن ايترو بہ ڪونہ پڇو تہ شڪل جو رنگ بي رنگ ڇو ٿي ويو اٿئي، يا اکيون ڇو ڏرا ڏئي آيون اٿئي، ۽ ڇو هميشہ اداس ٿي رهين. افسوس! هن سڌريل زماني ۾ جي ڪابہ مصيبت آهي تہ فقط زالن لاءِ، ڪنواري هوندي جيڪي سو ٿورو آرام نصيب آهي، ماءُ جي گهر جو رڌو ڇڏي مصيبتون اچيو مٿي تي ڪڙڪن. اَءُ دنيا جي سيني ڪنوارين ڏيئين کي، ۽ خاص ڪري پنهنجي ڪلوءَ کي اهائي نصيحت ڏينديس تہ، شادي اصل نہ ڪن، يا شاديءَ کان اڳي مڙس کان دستاويز لکائي وٺن تہ جي مڙس ٻارهين بجي کان پوءِ گهر آيو تہ زال ڪڙو لاهڻ لاءِ ٻڌل نہ آهي..... اگرچ......"

ادو حميد: خدا جي پناه! اجوڪي سچ ۾ هي ماٺ ڪندي يا ڪندي ڪانہ. نو ٿا لڳن ۽ اَءُ ڏسان ٿو تہ اڃا ڇلهہ ۾ ٻاهہ ڪانہ ٻري آهي. نيٺ بہ اَءُ ڇا ڪائي آفيس ويندس؟

ڀاڄائي: اَءُ ڇاڄاڻان؟ ڄاڻي منهنجي بلا! نوڪرياڻي بہ رکيو تہ اهڙي ڪمبخت، اهڙي نڪسي، جا وقت جي پابنديءَ جي ڪاخبرئي، نٿي رکي. رات جو ٻتي ٻاريو هليو وڃي ۽ صبح جو سج اڀرڻ کان اڳي تہ ڪڏهن ڪانہ اچي. پر ايمان جي ڳالهہ تہ اها آهي تہ هن ويچاريءَ جو ڏوهہ ئي ڪونهي. گدري کي ڏسي گدرو ٿو پچي. هوءَ سمجهي ٿي تہ رئيس مون کي وقت تي اچڻ لاءِ چئي نٿو سگهي، جو هو پاڻ رات جو ٻارهين

بارهين بجي چورن وانگر ٿو گهر اچي. جو بادشاه پاڻ ڪاهل مزاج ٿيو سو رعيت ڪي چست ۽ چالاڪ ٿيڻ لاءِ ڪيئن چئي سگهندو؟ توهين روز سوير اچڻ شروع ڪريو تہ هوءَ پاڻهي ئي پاڻ وقت تي ڪم ڪرڻ لڳندي.

ادو حميد: خير، اهي تہ آئندي جون ڳالهيون آهن، پر ٻڌاءِ تہ حال في الحال ڪهڙو انتظام تي ڪرين؟ مون کي دير پئي ٿئي.

پاچائي: واهہ! اها ڪهڙي وڏي ڳالهہ آهي. جي ماڻهو سڄي سڄي رات ڪلبن ۾ ٿا گذارين، انهن کي تہ هوٽلن جي تيل ۾ رڌل ماني وڻندي آهي. اڄ ڪلب جي صدقي اوهين بہ ڪٿي بازار جي ماني کائجو ۽ جي کيسي ۾ پورا ٽڪا نہ هجن تہ ڪنهن نانوائيءَ جي هٽ تي ويهي تنور جا سوڪ ٿيل نان ويهي چٻجو. اوجاڳي ڪڍڻ کان بک سهڻ سولي آهي. جنهن جي سر تي وٽي هوندي انهيءَ کي ئي خبر پوندي.

ادو حميد: اهو خشڪ جواب ٻڌي اٿيو ۽ آفيس وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. پر، واهہ ڙي دل جي چِڪ! پاچائيءَ جي محبت (اُها محبت جا هرڪنهن شريف زال جي دل ۾ رهندي آهي. اهو واجب نہ هو تہ سندس ٻار جو پيءُ بکيو اچايو آفيس هليو وڃي)، يڪدم اٿي اسٽو ٻاري، بيدا تري ورتائين ۽ مکڻ جا ٽوسٽ سيڪي چانهہ سان گڏ هن جي سامهون اچي رکيائين. خيال ڪيائين تہ انهي ناشتي جي وسيلي بہ اڌ ڏينهن جي بک تہ ٽري ويندي پوءِ ماني تيار ڪرائي ٽفن باڪس ۾ وجهي، نوڪر جي هٿان آفيس ۾ موڪلي ڏينديسانس.

(حقيقت اها آهي تہ زال جي هستي پوڄڻ جي لائق آهي.)

# انقلاب

( ڪنهن پرده نشين زال جو پنهنجي مڙس ڏانهن خط )

[هي ڪنهن خيالي مسلمان پرده نشين زال جو پنهنجي مڙس ڏانهن لکيل خط آهي، جنهن جو مقصد اهو آهي تہ مسلمان کي خبردار ڪجي تہ سندن صاحبيءَ جو زمانو گذري رهيو آهي ۽ جي ڪين پنهنجي عاقبت بچائڻي آهي تہ، انهن کي زماني جي ترقيءَ موجب قدم کڻڻ گهرجي. هي خط بہ "سنڌو" رسالي ۾ اڳ ڇاپيل آهي.]

توهان کي هي خط ڏسي ضرور عجب لڳندو. پر نيٺ آءٌ بہ انسان آهيان، جي پٿر جي ٺهيل هجان ها تہ، شايد اهو محسوس ڪري نہ سگهان ها تہ منهنجي سيني ۾ بہ ڪا دل آهي. مون کي تہ اوهان قيد ۾ بندي رکيو آهي. جي سج، چنڊ، تارن ۽ خدا جي قدرت کي بہ اجهائي، لڪائي ڇڏيو ها تہ شايد منهنجا ستل حواس جاڳن ئي ڪين ها.

توهين سمجهندو تہ منهنجي دماغ ۾ خلل آهي. شايد مون کي پاڻ خبر ڪانهي تہ مون کي ڇا ٿيو آهي. ڪالهہ آءٌ بيحد خوش هيس. ڪائڻ لاءِ سيڪي پئي مليو، اوڍڻ لاءِ سيڪي هوم، رهڻ لاءِ عاليشان بنگلو؛ موٽرون، نوڪر چاڪر هر قسم جو آرام نصيب هوم. پر رات آءٌ پنهنجي گهر واري باغ ۾ پئي گهميس. چانڊو ڪي رات هئي، چنڊ جي ٺڪي ٺڪي روشني، گلن جي خوشبوءِ انهيءَ تي ڪنهن ڪٽي، بانسليءَ تي هڪڙو سُر وڄائڻ شروع ڪيو. خدا ڄاڻي مون کي ڇا ٿي پيو؛ منهنجي اکين اڳيان ڄڻ تہ ڪو پردو کڄي ويو ۽ مون يڪدم محسوس ڪيو تہ منهنجي زندگي ڪيتري قدر خالي آهي. اهي پنج سال جي مون اوهان سان گهاريا آهن سي منهنجين اکين اڳيان گذريا. آءٌ سترهن ورهين جي هيس جڏهن منهنجي اوهان سان شادي ڪرايائون.

امان ۽ بابي مون کان ڪو نہ پڇيو تہ آءُ اوهان سان شادي ڪرڻ گهران ٿي يا نہ. بس، منهنجي مڱڻي ڪري ڇڏيائون. ماٺهن چيو تہ ڇوڪري ڏاڍي بختاور، ڀاڳن واري آهي، ڪهڙو چڱو گهوٽ مليو اٿس: حسين، تعليم يافتو، جوان، وڏ گهراڻو. هيءَ چڱي خاندان ۾ ويندي جتي ڪنهن بہ شئي جي کوٽ ڪانهي. مون کي خبرئي ڪانہ هئي تہ، شادي ڇا ٿيندي آهي. اسان جي خاندان ۾ ڇوڪرين کي زندگيءَ کان بيخبر رکڻ جي هر طرح ڪوشش رهندي آهي. خير! آءُ اوهان جي ڪنوار ٿيس، ۽ زندگيءَ جا راز منهنجي اڳيان کلڻ لڳا. بس پوءِ اهي پنج سال شروع ٿيا، جن ۾ منهنجي روح کي نيوڙي ساه ڪڍڻ جي ڪوشش باقي نہ رهي. پر انهيءَ کان آءُ اصل اڻ واقف هيس..... ڪالهہ رات تائين.

توهين صبح جو ننڊ مان اٿو، جلدي جلدي ڪپڙا پائي پڇو تہ ناشتو تيار آهي؟ پوءِ آفيس هليا وڃو. ڇئين بجي واپس اچو، چانهہ پيو ۽ ٽينس جا ڪپڙا ڪري ڪلب ڏي رخ ڏئي هليا وڃو. رات جي ماني بہ اڪثر ٻاهر کائو، پوءِ ڪنهن ناٽڪ يا سنيما تي هليا وڃو؛ رات جو ڏيڍ ٻين بجي موٽي ماٺ ڪري سمهي پئو. جي ڪڏهن پلجي ڪٽي گهر بہ ماني کاڌي تہ مانيءَ کان پوءِ حڪم ٿئي تہ بس، ڪو گوڙ نہ ڪري مون کي آفيس جو ڪم آهي. منهنجي حق ۾ ڏينهن پهاڙ، راتيون سڄ. ڪيترائي ڀيرا دل ۾ اچيم تہ ويهي روئان، رڙيون ڪريان، ڪنهن طرح وقت کي جلدي جلدي گذاري ڇڏيان. ڪڏهن ڪتابن سان دل وندرايان، ڪڏهن سبان پريان، ڪڏهن گهر جو ڪم ڪريان. پر پڙهندي پڙهندي، سبندي سبندي اکين ۾ سور پئجيو وڃي، گهر جي ڪم ۾ بہ هاڻي دل نہ ٿي لڳي. شايد جي اوهين اهڙا وڏا ماڻهو نہ هجو ها، مون لاءِ نوڪر چاڪر ڪين هجن ها، ماني خود رڌڻي پويم ها، ٻهاري خود ڪڍڻي پويم ها، تہ منهنجي دل ڪم ۾ رڌل رهي ها. پر هاڻ تہ حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽڻ ئي دشوار ٿي پيا آهن. قسمت مون کي انهي هڪڙي خوشيءَ کان بہ محروم رکيو آهي جا اڪثر زالن کي نصيب ٿي ٿئي. مون کي ڪو ٻار ڪونهي. ڪالهہ تائين انهيءَ ڳالهہ تي مون ڀهر جا پهر ويهي ڳوڙها ڳاڙيا آهن پر اڄ آءُ خوش آهيان......... ها، خوش! جو اهي زنجير بہ منهنجن پيرن ۾ پيل نہ آهن ۽ آءُ آزاد آهيان!

ائين بہ نہ آهي تہ اوهان جي مون سان محبت ڪانهي. اوهين مون کي پانيو بہ ٿا. منهنجي آرام جو هر وقت خيال ٿا ڪريو. پر ائين جيئن اوهين پنهنجي گهوڙي يا پنهنجي ڪتي جي آرام جو خيال ڪريو. شايد انهيءَ کان ٿورو وڌيڪ. پر توهان کي ڪڏهن بہ اهو خيال نٿو اچي تہ مون ۾ بہ ڪو روح آهي. جي روشني ۽ هوا خوريءَ لاءِ ڪڏهن ٻاهر بہ وڃڻ ٿي گهران تہ بند موٽر ۾ ويٺو ٿو پويم. ڪڏهن پردي واري باڪس ۾ ويهي سنيما ڪنيون ڏسان، تڏهن بہ اوهان جي اهائي هدايت ٿيندي آهي تہ اهڙيون شيون گهٽو نہ ڏسڻ گهرجن. نہ ٿي ساهيليون اٿم، ڪڏهن انهن جي گهر هلي وڃان. پر روز روز ڪير ڪنهن جي گهر ويندو. توهين ڪٿي ٻڌايو تہ، منهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙو لطف آهي. ڇا مون کي اوهان سان محبت ڪانهي؟شايد هجي بہ. پنج سال گڏ رهيا آهيون. گڏ رهڻ ڪري هڪڙي قسم جي محبت بہ پيدا ٿيو وڃي. تنهن کان سواءِ هندوستان جي زال، مڙس جي محبت پاڻ تي فرض ڪري ٿي سمجهي. پر مون کي ڪهڙي خبر تہ محبت ڇا ٿيندي آهي. آءُ تہ رڳو پنهنجن پائن، سوٽن، چاچن ۽ مامن کي سڃاڻندي هيس، جڏهن منهنجي اوهان سان شادي ٿي. مردن جي محبت هندوستان جي زالن لاءِ بري ليکبي آهي، پر زالن جي محبت هندوستان جي مردن لاءِ بري نہ ٿي ليکجڻ ۾ اچي. توهين روز ڪيترين زالن ۽ ڇوڪرين سان اٿو ويهو ٿا، ڳالهايو ٿا، ۽ اسان کي اندر بند ڪري ويهاريو اٿو. ڇا؟ اسان جي دل ڪانہ چوندي هوندي تہ اسين بہ ٻين سان رلون، ملون، کلون ڳالهايون ۽ خيال ونڊيون؟

توهين هي پڙهي پڙهي حيران پيا ٿيندا هوندئو تہ هي خيال منهنجي دل ۾ آيا ڪيئن؟ اڄ تائين مون ڪڏهن اهڙي ڳالهہ ڪانہ ڪئي آهي. ڪالهہ تائين اهڙا خيال منهنجي دل ۾ هيائي ڪين. پر رات ...... انهيءَ بانسليءَ حي سر منهنجي ستل دل ۾ عجيب درد پيدا ڪري ڇڏيو. مون کي هتي هر طرح جو آرام آهي... پر هاڻ مون کي آرام کپي ئي ڪونہ. مون کي زندگي کپي........ ها، زندگي، جنهن ۾ مشڪلاتون هجن، جنهن ۾ ڪشالا هجن جنهن ۾ ڪوشش هجي، جنهن ۾ انقلاب هجي. انهيءَ ڪري، ۽ فقط انهيءَ ڪريآءٌ اڄ رات اوهان کي ڇڏيو ٿي

وڃان، توهين ڇرڪجي ويندؤ. توهان جون اکيون ڪاوڙ کان ڳاڙهيون ٿي وينديون پوءِ اوهين ضرور سمجهندؤ تہ مون اوهان سان ڇرچو ڪيو آهي ۽ آءُ فقط پيڪن گهرڻي وڃان. پر هي سچ آهي ...... بلڪل سچ!

شايد خيالن جي انهيءَ هجوم جو، جي ڪلهہ رات اوچتو اچي مون تي ٽٽا، شروعات انهيءَ ڏينهن کان ٿي، جنهن ڏينهن پنهنجي ڪم لاءِ اوهان هڪ ٽائپسٽ سڏائي. هوءَ بہ هڪ جوان ڇوڪري آهي.... مون جهڙي..... پر ڪهڙي نہ آزاد! مون هن سان ويهي ڳالهيون ڪيون. هوءَ خوش هئي، مون کان وڌيڪ خوش. جيتوڻيڪ هن وٽ موٽرون ڪين آهن، نوڪر ڪين اٿس ۽ هوءَ هڪڙي ننڍڙي فليٽ ۾ پنهنجي ساهيليءَ سان، گڏ ٿي رهي پر هو ٻئي سڄو ڏينهن پنهنجي ڪم تي وڃن ۽ شام جو، دل وندرائڻ لاءِ گڏجي ڪيڏانهن ٻاهر نڪريو وڃن. پنهنجو ڪمائين پنهنجو کائين. نہ مٿن ڪنهن جو حڪم هلي نہ مٿن ڪنهن جي روڪ ٽوڪ. پنهنجي زندگيءَ جون مالڪياڻيون پاڻ، پنهنجي نفس جون پاڻ مختيار! مون کي تہ اوهان، ۽ اوهان کان اڳي منهنجي ماءُ هڪڙو رانديڪو ڪري پئي هلايو. منهنجو دماغ ۽ منهنجو روح ترقيءَ کان ناواقف آهي. زندگي کان اوهين مون کي پري پري رکندا اچو. شايد جي اوهين مون کي پنهنجي سچي رفيق ڪري سمجهو ها، تہ ائين نہ ٿئي ها. پر اوهين تہ پنهنجن خيالن ۽ پنهنجي ڪم بابت ڪڏهن مون سان ڳالهہ بہ ڪانہ ڪريو. جي ڪڏهن ڪنهن زماني جي ڳالهہ تان پنهنجو ڪٿي بحث هليو بہ هوندو ۽ مون اوهان جي راءِ سان شامل راءِ نہ ڏيڻ جي ڪئي هوندي تہ اوهان بگڙي جواب ڏنو هوندو تہ زالن کي اهڙين ڳالهين سان واسطو ڪهڙو.

مسٽر ۽ مسز ڪوپر بہ اسان جا پاڙيسري آهن. سڀ ئي ڪم زال مڙس گڏجي ڪن. شام جو گڏجي ٽينس راند ڪن، رات جو گڏجي ٻاهر وڃن، آخر بہ تہ پڙهيل ڳڙهيل هيس. جي اوهان کي پنهنجي زال کي بند ٻڍي رکڻو هوتہ، ڪنهن اڻ پڙهيل سان ڪٿي شادي ڪريو ها، ۽ جي مون سان اوهان جي قسمت لکيل هئي تہ اهو پردو ۽ اها بندش دور ڪري ڇڏيو ها. پرهاڻ آءُ خوش آهيان تہ اوهان مون کي اها ٿوري آزاديءَ جي پيتي ڏيئي ٺڳاري نہ ڇڏيو. هاڻ آءُ اوهان جي احسانن کان

آزاد آهيان ۽ پوري آزادگي حاصل ڪري ٿي سگهان.

ماڻهو مون کي ٿي برو چوندا. طرحين طرحين جون ڳالهيون ڪندا. تعليم جي به گلا ڪندا. ها آءُ به ائين ٿي چوان ته چوڪرين کي جي پس پيش به، قيد ۾ رکڻو آهي ته، انهن کي تعليم ڏيڻ ئي چوڪ آهي ۽ هو پنهنجا زنجير محسوس ڪري نٿا سگهن. منهنجن مائٽن کي به ڏک ٿيندو. پر توهان جي ماءُ جي دل جي مراد پوري ٿيندي. ٿئين ننهن ايندي ۽ خدا اوهان کي اولاد نصيب ڪندو. مون کي ماڻهن جي ڳالهين ۽ گلا جي پرواه ڪانهي. سڄي عمر انهن ڳالهين جي پرواه رکي رکي ڏک سهڻ بيوقوفن جو ڪم آهي. پنهنجي ماءُ پيءَ جي رنجش جو البت خيال ٿئيم ٿو پر هاڻ اوهان سان رهڻ ۾ مون کي ڏک کان سواءِ بيو ڪي به حاصل ٿيڻو ڪونهي. سو انهن کي مون کي اهڙو ڏکيو ڏسي به ضرور رنج ٿيندو. ڳالهه مڙئي ساڳي آهي. آءُ اهائي اميد ٿي رکان ته اهو به ڪو ڏينهن ايندو جو هو سمجهندا ته آءٌ هينئر جيڪي ٿي ڪريان اهو چڱو ٿي ڪريان. ها، ڪڏهن ته دنيا ۾ زالن سان به نيث انصاف ٿيندو!

توهين مون کي ڳولڻ جي ڪوشش نه ڪجو. جڏهن، ٻن ڏينهن کان پوءِ اوهين سملي کان موٽي ايندؤ ته آءٌ هتان گهڻو پري هونديس. مون سان گڏ اهائي ٽائپسٽ هوندي، ها، اوهان وڏي چوڪ اهائي ڪئي جو پنهنجي پجري ۾ بنديل پکيءَ کي آزاد پکيءَ سان ملڻ ڏنو. اڄ صبح جو هوءَ مون وٽ آئي هئي ۽ اڄ شام جو اسين ٻئي هتان پري ڪنهن ٻئي شهر، ڪنهن نئين دنيا ڏي منهن ڏئي هليون وينديون سين. آءُ فقط اهي ئي زيور ۽ ڪپڙا پاڻ سان کنيو ٿي وڃان جي منهنجي ماءُ بيءَ مون کي ڏاج ۾ ڏنا هئا. توهان جيڪي شيون مون کي ڏنيون سي هتي ڇڏيو ٿي وڃان.

ڪالهه تائين مون کي اهو وهم ۽ گمان ڪو نه هو ته، اڄ رات آءٌ اوهان کي ڇڏي وينديس. پر چاندوڪي رات ۽ بانسليءَ جي لئه مون تي ڪو جادو هلائي ڇڏيو، ۽ انهن خيالن کي جي مدت کان منهنجي دماغ جي اهڙي ڪنڊ ۾ پوريل هئا جو مون کان به لڪل هئا، آزاد ڪري ڇڏيو. آءُ به زندگي جي تلاش ۾ پئي وڃان. آءُ به هڪڙي عورت ٿيڻ ٿي چاهيان، نه اوهان جو رانديڪو. بهتر ائين آهي ته، اوهين مون کي

طلاق ڏئي ڇڏيو. خدا حافظ! جي اوهين ٻي شادي ڪريو تہ اها سنڀال رکجو تہ، اوهان جي بند بلبل، ڪنهن آزاد بلبل سان نہ گڏجي ۽ چاندوڪيءَ رات ۾ کلي هوا کان بہ هُن کي پرهيز ڪرائجو.

زاهده

# محبت جو معجزو

[هيءَ آکاڻي پڙهي مڪليءَ وڃجو نہ، نہ تہ منهنجي ٺڳي ظاهر ٿي پوندي، جو اتي نڪي آهن اهڙيون قبرون نہ اهڙا نالا، نہ آءٌ ڪڏهن مڪليءَ ويو ئي آهيان.]

هي ڳالهہ جا آءٌ لکڻ وارو آهيان سا ڪيتري قدر سچي آهي انهيءَ جي هام آءٌ پري نٿو سگهان. انهيءَ جي تصديق تاريخ دانن کان ملي سگهندي جن جهونيءَ سنڌ جي تاريخ جو اڀياس ڪيو هجي. پر اها ڳالهہ منهنجي ڌيان تي ڪيئن آئي انهيءَ جي مختصر، حيرت انگيز حقيقت هن ريت آهي.

اٽڪل ٽي مهينا ٿيا تہ آءٌ ڪنهن ڪيس سان ٺٽي ويو هوس. رهڻو تہ اتي سڄو ڏينهن هوس، پر وچڻ سان پتو پيم تہ هڪڙو جوابدار بيمار ٿي پيو آهي جنهن ڪري ڪيس ڪونہ هلندو. انهيءَ حالت ۾ صبح جو ساڍي اٺين ڌاري ڪيس رڪائي، ٻي تاريخ وٺي، ساڳيءَ موٽر ۾ پٺتي موٽيس ۽ خيال ڪيم تہ شام جو سڌو حيدرآباد وڃڻ جي بدران ڪوئيٽاميل ۾ وڃي ڪراچيءَ جو چڪر هڻي وري رات واري گاڏيءَ ۾ موٽندس. پر ڪوئيٽاميل جي اچڻ ۾ بہ اڃا چار پنج ڪلاڪ پيا هئا، تنهن ڪري، واٽ تي، جڏهن ڏسندو مڪليءَ جي بنگلي تي پهتس تہ خيال ڪيم تہ هاڻ جوقسمت سان وقت بچي پيو اٿم تہ مڪليءَ جو مقام بہ ڏسندو وڃان، جو انهي مقام جون گهڻيون ئي ڳالهيون ٻڌيون هيم. اڃا سج تتو ڪونہ هو ۽ تنهن کان سواءِ آسمان بادل سان ڇانيو پيو هو، ٿڌي هوا بہ لڳي، تنهن ڪري موٽر سڙڪ تي ڇڏي، آءٌ پنڌ ڪندو مقام ۾ ڪاهي پيس ۽ اٿين، جهونيون جهونيون قبرون، مقبرا ۽ قبا ڏسندو

ڏسندو شايد ڏيڍ ميل کن پنڌ ڪري ويس جنهن ۾ مون کي ڪلاڪ کان بہ وڌيڪ وقت لڳي ويو. پر اوڏيءَ مهل اوچتوئي اوچتو ڪارا ڪڪر چڙهي آيا، بادل گرجڻ لڳو ۽ جهٽ ۾ زور جو مينهن بہ وسڻ لڳو. آسمان جي نموني مان ائين ٿي لڳو تہ مينهن اڌمنو ڪلاڪ مس جتاءُ ڪندو، تنهن کان پناه وٺڻ جي ارادي سان هيڏانهن هوڏانهن واجهائڻ لڳس. اتي وڻ ٽڻ تہ هوئي ڪونہ پر ٿوري پنڌ تي هڪڙي پٿر جي چٽي هئي، جنهن جي هيٺان بہ پٿر جون قبرون نظر پي آيون. آءُ انهي چٽيءَ ڏي ڊوڙيس ۽ قبرن جي پيراندي کان، رومال سان پٽ چنڊي، چٽيءَ جي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏئي، پٿرن جي فرش تي ٽنگون ڊگهيري ويهي رهيس. قبرن جي پيرانديءَ کان، ٻن تختين تي بہ نالا اڪريل هئا- هڪڙو قاسم ۽ ٻيو زليخا-بس، ٻيو نڪا تاريخ نہ مهنو نہ سال، فقط قاسم ۽ زليخا ۽ هيٺان، تمام سنهن اکرن ۾ ڪاتب جو نالو اڪريل هو "محمد". قدرتا مون کي دل ۾ خيال آيو تہ اهي قاسم ۽ زليخا الهجي ڪير هئا ۽ انهيءَ زماني ۾ الهجي ڪهڙا ڪهڙا تجربا ڪيا هونداءُن. انهن خيالن ۾ ئي هوس تہ ڪجھ ٿڪ جي ڪري جو آءُ پنڌ تي گهٽو هريل نہ آهيان، تہ ڪجھ مينهن جي ٿڌي هير جي ڪري شايد منهنجي اک لڳي وئي ۽ آءُ خواب ڏسڻ لڳس.

ڏسان ٿو تہ آءُ ٺٽي جي شهر ۾ آهيان. پر جنهن زماني جي هيءَ ڳالھ آهي انهيءَ زماني جي ۽ اڄوڪي ٺٽي ۾ زمين آسمان جو فرق آهي، انهيءَ زماني ۾ ٺٽو سنڌ جي گاديءَ جوشهر هو. نواب عيسيٰ خان جي ڏينهن ۾ ئي ٺٽو مشهور هو، پر نواب جاني بيگ جي صاحبيءَ ۾ تہ ٺٽو چڻ هڪڙي بهشت جي ڪنڊ هو. انهي شهر جي هڪڙي گلزار محلي جي مسجد ۾ هڪڙو بزرگ پير، محمد، امام هو. ننڍپڻ کان انهيءَ تي مذهبي رنگ چڙهيل هو. دين جي خدمت ۾ ئي هن پنهنجي زندگي وقف ڪئي هئي، دنيوي جهڳڙي کان هو دور هو، ۽ نماز ۽ ڪلام پاڪ جي تلاوت سان ئي سندس عشق هو. صبح جي نماز ٿي چڪي هئي، ايرندڙ سج جي ترورن سڄي شهر تي سونو پاٽي چاڙهي ڇڏيو هو. سڄي رات جي سيءَ کان پوءِ سج جو تڙڪو سيني کي وڻندو آهي. پير صاحب بہ مسجد جي ٻاهران تلهي تي پسار پي ڪيو، اچا شهر آرام ۾ هو، گوڙ گهمسان اچا

شروع ڪونہ ٿيو هو. اُتان ويجهو هڪڙو مشهور نانوائڻ جو دوڪان هو جنهن جي اڳيان ڪي بہ ٽي ڇوڪرا ٻي پاڻ ۾ لڙيا جهڳڙيا. ڳالهہ معمولي هئي. هڪڙي چيو، "يار ڏاڍو مزو هو سڄي رات استاد قاسم جي ڳائڻ جو آواز ٻي ٻڌوسين." ٻئي چيو، "ڪهڙو قاسم! نواب صاحب جو لاڏلو قاسم ڇا؟" پهرئين ڇوڪري اجا جواب ئي ڪونہ ڏنو هو تہ ٽئين چيو، "ڪهڙا نہ چريا آهيون قاسم هتي وري ڪٿان آيو." بس ايتري ڳالهہ تي ٻي ڇوڪرن جي ڇتا پيٽي هلي. پير صاحب جو انهن ڇوڪرن ڏي ڪو خاص ڌيان بہ ڪونہ هو، پر جڏهن بار بار قاسم جو نالو ٻڌائين تڏهن هن کي هڪڙي قسم جي بي آرامي ٿيڻ لڳي ڇو جو نواب صاحب جي مهربانيءَ سان ڪن ڏينهن کان وٺي قاسم جو نالو نٽي ۾ ڏاڍو مشهور ٿي ويو هو. هو نہ فقط موسيقي جي علم ۾ پنهنجو ڪو ثاني ڪونہ رکندو هو، پر عام ماڻهن جو اهو بہ خيال هو تہ هن کي لاجواب حسن بہ حاصل هو. پير صاحب کي موسيقيءَ سان دلچسپي ڪانہ هئي. هن جو خيال هو تہ موسيقيءَ جو شراب سان خاص تعلق آهي.

ڇوڪرن جو جهڳڙو ختم ٿي ويو جو سگهوئي قاسم نانوائڻ جي دوڪان مان نڪتو. هن کي سڃاڻڻ ڪاوڏي ڳالهہ ڪانہ هئي. هن کي ڏسڻ سان ئي پير صاحب دل ۾ خيال ڪيو، "انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ قاسم کان وڌيڪ حسين انسان ملڻ هن جهان ۾ مشڪل آهي. مگر مون ٻڌو آهي تہ هو شرابي آهي. هن جي چال مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو ڏاڍو مغرور آهي. غرور کان سندس پير ئي زمين تي نٿو ڪيي. يا خدا! اهڙو حسن ۽ اهڙو گناه جومجموعو! ڇا، آءٌ هن کي نيڪيءَ جي راه جي تلقين ڪريان؟ پر خبر ناهي تہ هو نصيحت ٻڌندو ڪي نہ." انهيءَ سوچ ويچار ۾ پير صاحب جون اکيون ڪجهہ بند ٿي ويون هيون، پر وري جڏهن کليون تہ انهن جي سامهون هڪڙو بيو لقاءُ آيو. سڙڪ جي ٻئي پاسي، پٽ سان لڳل ۽ نالي جي وچ ۾ هڪڙي ڳنڙيءَ جهڙي شي نظرآئي. پهرين تہ انهيءَ ۾ ڪا چرپر ڪانہ هئي ۽ پيو تہ هن جو رنگ بلڪل پٽ جي رنگ جهڙو ميٽائون هو، جنهن ڪري شايد پير صاحب انهيءَ پاسي ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو هو. پر قاسم جي پوءِ لڳ ڇوڪرن جي گوڙ شور انهي ڳنڙيءَ ۾ ساه ڦوڪي منجهس حرڪت پيدا ڪئي، ۽ ڳنڙي چرڻ

پرڻ لڳي. ڪنڌ ڪنيائين تہ معلوم ٿيو تہ هڪ زال ويٺي آهي. اها ڪا غيرمعمولي ڳالھ ڪانہ هئي. اهڙا تماشا تہ هميشہ شهرن ۾ پيا ٿين. گناہ ۽ ثواب، ايمانداري ۽ بي ايماني، انصاف ۽ ظلم جا سيڪڙين نظارا پير صاحب ڏسي چڪو هو جن جو ڪو خاص اثر سندس دل تي ڪونہ پيو هو. پر اڄ هن مصيبت ۾ گرفتار ٿيل زال کي ڏسي هن جي دل ۾ قياس آيو. انهيءَ جا ڪپڙا پراڻا ۽ ڦاٽل هئا. ڇا؟ انسان جي بہ ايترو زواليت ٿي سگهي ٿي؟ پير صاحب انهي زال جي شڪل پوري طرح نہ ڏسي سگهيو ڇو جو هن جو منهن ڍڪيل هو، ۽ چادر مان بہ وڏيون وڏيون اکيون پي چلڪيون. اهي ڏسي پير صاحب جو جگر بہ ڏڪڻ لڳو، پر جڏهن اهو خيال آيس تہ انهن اکين ڪڏهن خدا جو جلوو ڏسڻ جي ضرورت ڪانہ سمجهي آهي تہ هن جي دل کي سخت صدمو پهتو. مصيبتن ۽ تڪليفن جي ڪري هن زال جو جسم سُڪي رهيو هو، ۽ هوءَ هڏين جي پڃري وانگر پي لڳي. فقط هن جي وارن تي ڪو برو اثر نہ پيل ٿي ڏٺو. خدا ڄاڻي ڪڏهن کان هن جي وارن جي سنڀال ڪانہ ٿيل هئي، ڪي تہ اڳڙين سان ٻڌل هئا تہ ڪن سندس پٺيءَ تي پکڙجي ڄڻ هن جي هڏين جي پرده پوشي پي ڪئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ مهنن کان هن هٿ منهن ڌوتو ڪونهي، تنهن هوندي بہ سندس بدن جي ظاهر ڀاڱن مان حسن جو شعاع پي نڪتو.

پير صاحب اهو سمورو نظارو هڪ خواب وانگر ڏٺو ۽ سيني کان وڌيڪ عجب تہ هن کي تڏهن ٿيو جڏهن هن ڏٺو تہ اها گردش جي ستايل زال جوان آهي.

انهي وچ ۾ قاسم بہ انهي زال تائين اچي رسيو هو، پير صاحب جي اکين ۾ اهو لقاءُ ڄڻ ڪندن وانگر چڀڻ لڳو. انهن ٻنهي ۾ ڪيترو فرق هو جي هڪڙي پاسي بهشت جو سک هو تہ ٻئي پاسي دوزخ جي مصيبت.

جي پير صاحب پهرين انهي زال وٽ نہ وڃي پهچي ها تہ اهو خوبصورت جوان انهي فقيرياڻيءَ ڏي لوڻون ڦيري بہ ڪونہ ڏسي ها. شايد پيرصاحب جي لحاظ کان هو اتي بيهي رهيو. هن ائين ٿي سمجهيو تہ مون ڪو پير صاحب تي احسان ڪري ڇڏيو آهي، جو هن جي بيهڻ

جي نموني مان ايئن پيي لڳو. انهيءَ ڪمبخت زال کي تہ مغرور حسين قاسم اهڙي نظر سان پيي نهاريو جڻ هن جي ڏسڻ سان ئي هن کي نجات حاصل ٿي ويندي. اها حالت ڏسي پير صاحب جو چهرو سرخ ٿي ويو، تڏهن بہ قاسم کي شرم ڪونہ آيو، هُن پير صاحب جي ڏسندي پنهنجي کيسي ۾ هٿ وجهي ڪي پئسا هن ذڪايل زال جي اڳيان اڇلايا.

فقيرياڻي بہ پٿر جي مورت وانگر هن جوان قاسم ڏانهن گهور ڪيو پيي ڏٺو. هن نہ پئسا کنيا ۽ نہ فقيرن وانگر ڪا دعا ڪيائين. هن جي ڳاڙهين اکين مان باه جون چڻگون نڪرڻ لڳيون ۽ ٿوري دير ۾ ائين معلوم ٿيو جڻ پاڻ بہ ڪچري جي ڍير ۾ پڪڙجي وئي هجي. ڪکن جي ڍير مان جيئن باه يڪدم شعلا ڪري اٿندي آهي، تيئن هيءَ زال بہ يڪدم ڪچري جي ڍير مان اٿي کڙي ٿي ۽ هڪڙو قدم اڳتي وڌي، انهي نوجوان ۽ خوبرو قاسم جي منهن تي ٽڪ ٽڪي ڪئي. پير صاحب جي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. خيال ڪيائين تہ، خدايا، هاڻ الهجي ڪهڙو قهر ٿيندو!

زال جي اکين مان ڪاوڙ ۽ نفرت جي اهڙي باه پيي نڪتي جو جيڪر انهيءَ ۾ سچي پچي ڪنهن شئي کي جلائڻ جي طاقت هجي ها تہ قاسم ڪڏهوڪو سڙي خاڪ ٿي رهي ها. هتي قاسم بہ هبڪجي بيهي رهيو. هو يڪدم ويرو ٿي چڙي ها. انهيءَ لاءِ هن ۾ ڪافي طاقت هئي، پر هڪڙي لحظي لاءِ تہ هن جا هوش حواس خطا ٿي رهيا هئا. پر جلدئي هن پاڻ کي سنڀالي ورتو ۽ انهي زال کان پنهنجي بي عزتيءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ تيار ٿيو.

زندگيءَ جي لالچ بچڙي بلا آهي. زندگي ڇڏڻ ڪو سولو ڪم ڪونهي. هن زال ٽڪ ٽڪي تہ ڪئي پر پوءِ، يڪدم هن کي هوش آيو ۽ هو ڏپ کان ٿڙڪڻ لڳي. هن جي اها حالت پير صاحب کان بہ لڪل نہ رهي، ۽ هڪوار هن جي دل ۾ رحم جو چشمو اياميي آيو. هو يڪدم انهي غضبناڪ شڪاريءَ ۽ ڏنل شڪار جي وچ ۾ بيهي رهيو ۽ جهٽ ۾ شڪار کي هنج ۾ کڻي مسجد ڏانهن ڀڳو. نيٺ مسجد جي ڏاڪڻ تائين پهچي هن،"غلام علي! غلام علي!" جي رڙ مچائي. غلام علي سندس نوڪر هو. غلام عليءَ پنهنجي آقا ۾ نہ ڪڏهن ايترو مونجهارو ڏٺو هو ۽ نہ ايتري

تڪائي. هو حيران هو تہ نيٺ ڳالھہ آهي ڪهڙي. هن پير صاحب جي حڪم سان دروازو ڪٽي بندڪيو. پير صاحب اڱڻ لنگهي سچي پاسي واري ڏاڪڻ تان ڪڏ تي چڙهڻ لڳو ۽ ڪڏ تي پهچي، تمام آهستگيءَ سان پنهنجو بوجو اُس ۾ لاهي رکيو.

هتي قاسم ڪان ڪي بہ ڪين پُنو.اچا هو پير صاحب جي پنيان لڳڻ ۾ هو تہ هتي هتي جا گهٽائي ماٺهو مڙيا ۽ انهيءَ گڙ بڙ جو سبب پڇڻ لڳا. قاسم کي انهن مان ئي جند ڇڏائڻ مشڪل ٿي پيو ۽ خيال ڪيائين تہ ڳالھہ وڌائڻ جي هيءَ مهل نہ آهي. "ڪي ڪينهي، ڪي ڪينهي"، چوندو قاسم اتهين وڌيو.

(2)

جنهن مهل ڏڪ لڳندو آهي انهي مهل ايترو سور نٿو ٿي. پير صاحب کي خود حيرت لڳي تہ ايترو بوجو ايترو تيزيءَ سان ايترو مٿي ڪيئن کٽي آيو. ۽ ساڻ ئي ساڻ اهو بہ فڪر هوس تہ ڪٽي قاسم تہ پنيان ڪونہ ٿو اچي. پر ٿوري دير ۾ قاسم جي ڳٽي ويندي رهي، تڏهن پير صاحب جي پيٽ ۾ ساه پيو. پر جيئن ڪنهن سلامتي جي جاء کي رسي چورن کي چوريءَ جي مال جي جانچ ڪرڻ جي خواهش وڌي ويندي آهي، بس پير صاحب جي اهائي حالت هئي. هو انهيءَ فڪر ۾ پي مئو تہ اها جنهن کي هن موت جي چنبي مان ڇڏايو آهي، اها نيٺ آهي ڪير؟ ٿوري دير ترسي پير صاحب فرمايو، "ڏيءَ، پلا تو ائين ڇوڪيو؟ تنهنجي ڪارسازي ياد ٿي پويم تہ منهنجا وار اٿيو ٿا بيهن."

زال خاموش رهي. پير صاحب وري چوڻ شروع ڪيو، "جي خدا جي قدرت سان آءٌ تو تائين نہ اچي پهچان ها تہ، اڄ تنهنجي خون ٿيڻ ۾ ذرو شڪ ڪونہ هو. اهو ضرور آهي تہ هو تنهنجو خون ڪري نيٺ پڇتائي ها، پر تنهنجي تہ حياتي ويندي رهي ها. هن لاء تنهنجي دل ۾ ايتري نفرت ڇو آهي. هن ضرور توسان ڪا بدسلوڪي ڪئي هوندي. تون مون کي انهيءَ کان واقف ڪين ڪنديئن؟"

انهيءَ زال جو سارو جسم ڏڪي ويو. هن جواب ۾ فقط ايترو چيو، "نہ، هن منهنجو ڪو قصور ڪونہ ڪيو آهي." پير صاحب کي ڏاڍو عجب لڳو ۽ پڇيائين، "تہ خدا جي واسطي اهو تہ ٻڌاء تہ تو اها

بيجا هلت چوڪئي؟"

زال جي دل پرجي آئي، معلوم ٿي ٿيو تہ هن ڪنهن سان ڳالهہ ڪرڻ نٿي چاهي. هن يڪدم پنهنجي بدن تي ويڙهيل چادر هٽائي ڇڏي، ۽ وار منهن تان ڇنڊي چوڻ لڳي، "توهين ڇا ٿا پڇو: مون هن تي ڇو ٺڪيو؟ توهين تہ مسجد جا ملا نظر ٿا اچو! توهان کي حياتي جي حال جي ايتري بہ خبر ڪانهي؟ توهين پاڻ انهيءَ جو سبب نٿا سمجهي سگهو. جي آءٌ هن کي پيار نہ ڪندي هجان ها تہ........هاڻ سمجهيو ڪي نہ ...... تہ پلا آءٌ ڇو هن جي حسن کي برباد ڪرڻ جو ارادو ڪريان ها...... مون کي ڪهڙي پئي هئي ..... توهين مون ڏي گهور ڪري ڇو پيا نهاريو؟ ڇا، اهڙي سڌي سادي ڳالهہ بہ اوهان جي سمجهہ ۾ نٿي اچي، ڏاڍا بيوقوف ٿا ڏسجو .... تہ پوءِ عالم ٿيڻ جو دم ڇو ٿا هڻو؟ ايترو بہ عقل ڪونهيو! ايتري نفرت جو پيو خاص سبب ڪهڙو ٿو ٿي سگهي؟ مون ورهين جا ورهيہ هن جي پوڄا پي ڪئي آهي، مهنن جا مهنا بک ۾ اُڃ سٺي اٿم، ڏينهن کي ڏينهن ۽ رات کي رات نہ سمجهيو اٿم. اهڙي ڪهڙي دنيا جي تڪليف هئي جا هن جي خاطر سهڻ لاءِ تيار نہ هيس...... ڇو ملا صاحب! هاڻ تہ اوهين مون کان انهيءَ جو سبب ڪونہ پڇندؤ تہ مون قاسم تي نواب جاني بيگ جي زينت......... قاسم جي منهن تي ڇو ٺڪ ڦٽي ڪئي. مون هن تي انهيءَ ڪري ٺڪيو جو مون هن جي پوڄا ڪئي هئي، هن کي پيار ڪيو هوم، هن کي پائيم ٿي."

پير صاحب اها ڳالهہ ٻڌي انهيءَ زال جي شڪل تان اک بہ ڪڍي نٿي سگهيو. هن سمجهيو تہ هن اڻگهڙيئي هيري ۾ بہ ڪا وڏي صفت آهي. تقرير ڪرڻ مهل هن جي چهري تي هڪڙي چلڪ اچي وئي هئي. اڄ پير صاحب کي پاڪيزگيءَ جو هڪ نئون نمونو نظر آيو، هن جي اکين ۾ چلڪ هئي ۽ انهي چلڪ ۾ سنجيدگي. حسن تہ ڄڻ هن جي جسم مان ڦاٽيو پي نڪتو. پير صاحب تي انهيءَ حسن جو خاص اثر ٿيو. هن اثرداِ آواز سان چيو، ڳالهہ برابر آهي، پر ڏيءَ، انهي قسم جي محبت محبت نہ پر ڇريائي چئجي."

ايترو ٻڌندي ئي انهيءَ زال رڙ ڪري چيو، "مون کي نصيحت نہ ڪريو. پانيو ٿا تہ آءٌ اهو نٿي سمجهان؟ ها. سمجهان ٿي ۽ اوهان کان

وڏيڪ ٿي سمجهان. پر اوهين اها ڳالهہ هرگز سمجهي ڪين سگهندو. توهان جوشمار نہ عورتن ۾ آهي نہ مردن ۾. توهان کي شايد انهيءَ ۾ ئي مزو ٿو اچي. توهان کي اها بہ ڪا خبر آهي تہ اوهين ڪنهن سان پيا ڳالهايو. آءٌ جيئري نہ آهيان آءٌ مرده آهيان. الله ڄاڻي ڪيترن ڏينهن کان پنهنجي محبوب کي ملڻ جي سِڪ ۾ هن فاني جسم ۾ دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو اٿم. منهنجو روح تہ روحاني ڳلن تي شيدا آهي، پر شايد اوهان کي روحاني ڳلن جي خبرئي ڪانہ هوندي، آءٌ ڇوان ٿي ۽ دعويٰ سان ٿي چوان تہ روحاني ڳل ٿيندا آهن ۽ آهن، جو انهن تي يقين نٿو رکي اهو ديوانو آهي. ڏسجو اوهين عالم ۽ ملا ٿي اهڙي ڀل نہ ڪجو......"

آهستي آهستي ڪاوڙ جي باه اجهامندي وئي. اڱڙين جي ڍير ۾ جيڪا چلڪ پيدا ٿي هئي سا غائب ٿي وئي ۽ اها زال ماٺ ڪري وري تڙڪي تي ليٽي پئي. جيئن اسپنج پاڻي کي ڇهيو وٺي تيئن ٿڪ بہ هن جي ڪاوڙ کي کائي ويو. پير صاحب ڪجهہ دير تائين خاموش ويٺو رهيو. محبت جي اهڙي جيئري جاڳندي تصوير هن ڪڏهن ڪانہ ڏٺي هئي. ويرم کان سهي هن وري چيو، "ڏيءَ ڏس، آءٌ تنهنجي ڳالهہ کي رد ڏيڻ نٿو چاهيان، پر تڏهن بہ ايتري چوڻ کان نٿو رهي سگهان تہ محبت ڪرڻ جو انهيءَ کان بہ هڪڙو بهتر رستو آهي. هيءَ مسجد آهي، هتي توکي خدا جي محبت جي تعليم ملي ٿي سگهي جي تون منهنجو چيو مڃيندينءَ تہ هتي تنهنجي روح کي آرام ۽ سچي خوشي حاصل ٿي ويندي."

زال کو جواب ڪونہ ڏنو ۽ مجبور ٿي پير صاحب غلام عليءَ کي سڏ ڪيو. اهو پنهنجي پڙ پڙ ۾ لڳو پيو هو، "اڄ پير صاحب کي ڪهڙو اثر ٿيو آهي. زال ۽ اها بہ هڪڙي ڪميڻي زال کان نفرت ڪرڻ واري پيرصاحب جي دل بہ اٿي ويئي ڇا؟ ڪهڙي عجب جي ڳالهہ آهي. هي تہ خدا جو شان آهي." پير صاحب جي هڪل هن کي ڇرڪائي ڇڏيو. پڇندو وڃي ڪڏ تي پهتو. دل ۾ پي ڊنو تہ متان منهنجي زبان مان ڪو اهڙو اڻنگو لفظ تہ نڪري ڪونہ ويو جو پير صاحب ٻڌي ورتو هجي.... .

پير صاحب حڪم ڪيو تہ، يڪدم حميده کي سڏي اچُ.

اڄ هوءَ هن زال وٽ رهندي انهيءَ سان هن ڏکايل جي دل وندرندي. حميد کي تمام تاڪيد سان سمجهائي ڇڏجئين ته هن ڏکن جي ماريءَ کي ڪاڏي پيتي جي ڪا تڪليف نه ٿئي."

غلام عليءَ ادب سان عرض ڪيو، "جيڪو حڪم. هن کي ته ڪپڙن جي به ضرورت ٿي ڏسجي!"

پيرصاحب ڏمڪي ڏئي چيو، "تنهنجو ڇا؟ آءٌ سڀ انتظام ڪندس. مون جيڪو حڪم ڏنو آهي انهيءَ جي تعميل ڪندين يا بيئو بڪ ڪندين؟"

غلام علي ته چپ پيڙي ويندو رهيو. ڏاڪڻ کان هيٺ لهڻ کان پوءِ ڪيترائي پيرا هن جي دل ۾ خيال آيو ته، زال ته ڏاڍي حسين ۽ ڪمسن آهي. پير صاحب هن کي الهجي ڪٿان ڦاسائي آيو آهي.

غلام علي جي وڃڻ کان پوءِ پير صاحب وري هڪڙو پيرو هن نوجوان زال کي چوٽيءَ کان پيرن تائين جانچي نهاريو. هوءَ به سڌي ٿيو ماٺ ڪريو پئي هئي، ۽ سندس اکين مان هڪ عجيب قسم جي روشني پي نڪتي. هلڻ مهل پير صاحب دريافت ڪئي، "پٽ، تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

هن ٿورو ترسي جواب ڏنو،"زليخا. ملا صاحب! آءٌ اوهان جو احسان ڪڏهن به لاهي ڪين سگهنديس جي منهنجي زبان مان اوهان جي شان جي برخلاف ڪو اکر نڪري ويو هجي ته الله لڳ معاف ڪجو."

(3)

سچ لهي ويو، پر پير صاحب جي دل کي اڄا آرام ڪونه هو. هن کي باربار صبح وارو حادثو ياد پي آيو. ڏينهن جو دستور جي برخلاف سندس عبادت ۾ به ڪجھ فرق پئجي رهيو هو. پر عشاءَ جي نماز کانپوءِ ڪلام پاڪ جي تلاوت ڪرڻ لڳو. جهڙي طرح پير صاحب جو مزاج سادو هو، اهڙي ريت سندس ڪوٺي به سادگي جوهڪ اعليٰ نمونو هئي. قريب ڏهين بجي رات جو چانڊوڪي چڙهي آئي ۽ ڪجھ هن جي ڪوٺيءَ ۾ به پهتي، پر هو ڪلام الهيءَ ۾ محو هو ۽ چانڊوڪيءَ ڏي هن ڪو خاص ڌيان ڪونه ڏنو. اوچتو کيس ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته آسمان تي بادل چڙهي آيو آهي. مٿي نظر ڪئي ڏٺائين ته ڏسندو ئي رهجي ويو. آسمان ته

بلڪل صفاهو. بادل جو تہ نالو نشان بہ ڪونہ هو، پر انهيءَ جي بدران هڪڙو ماٺهو بيٺو هو جنهن ڪيس گهوري پي نهاريو. انهيءَ جي پاڇولي پيرصاحب جي ڌيان ۾ بادل جو اثر پيدا ڪيو هو. انهي اجنبي ڪي سڃاڻڻ ۾ پير صاحب کي ڪا دير ڪانہ لڳي. نرمي سان چيائين، ”قاسم! ڀلي ڪري آئين! اندر اچ!“

محبت ڀري آواز تہ هيڪاري قاسم جي ڪاوڙ کي ڀڙڪائي ڇڏيو. هن جو مغرور چهرو ڪاوڙ کان پي ڀريو ۽ تمام وڏائي سان ڪوٺيءَ ۾ قدم رکي ڏاڍي واڪي چيائين، ”چو، پير صاحب اوهان مون کي ڌوڪو ڏيڻ ٿي چاهيو پرمون تہ اوهان ٻنهي کي ڳولي لڌو. آءٌ ڪافر نہ آهيان مسجدءِ ملا کي آءٌ قدر ۽ عزت جي نظر سان ڏسندو آهيان. تنهن هوندي بہ آءٌ اهو ڪڏهن برداشت ڪري ڪين سگهندس تہ ڪوبہ منهنجي ۽ منهنجي بي عزتي ڪرڻ واري جي وچ ۾ دخل ڏئي. آءٌ هن رن کي سزا ڏيندس ۽ سزا بہ نهايت سخت. اوهين ماٺ ماٺ ڪري انهيءَ کي منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو. اجايو بحث ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو.“

پير صاحب جواب ڏنو، ”ڪٿي قبول ڪجي تہ آءٌ اهڙو ڪمينو ٿيان جو جنهن مون وٽ پناه اچي ورتي آهي، جومنهنجي حفاظت ۾ آهي. انهيءَ کي تنهنجي حوالي ڪريان، تہ تون انهيءَ سان ڪهڙو سلوڪ ڪندين؟“

قاسم ڏند ڪرٽيندي پير صاحب جي آخري لفظن جو نقل ڪندي چيو، ”آءٌ هن سان ڪهڙو سلوڪ ڪندس؟ ٻڌو! آءٌ هن کي وارن کان جهلي گهليندو، منهن تي ٿڪون هڻندو قاضيءَ تائين وٺي ويندس ۽ وچي ڪاٺ وجهائيندوسانس؟“

پير صاحب هن جي ڪاوڙ جي ڪجهہ پرواه نہ ڪندي چيو،”هن کي ڪاٺ وجهائڻ جو تہ ضرور ئي ڪونہ ٿيندو، جو تنهنجي گهل گيندڙ ۾ ئي هوءَ رستي ۾ ختم ٿي ويندي ۽ الٽو توتي خون جي تهمت جو مقدمو هلندو. هن جيڪا تنهنجي بي عزتي ڪئي آهي انهيءَ جي تون ڪا ثابتي ڏئي ڪانہ سگهندين، ڇو جو مون کان سواءِ انهي حادثي جو ساري جهان ۾ ڪو اڪيئين ڏٺو شاهد ڪونهي ۽ آءٌ انهي مظلوم زال کي بچائڻ لاءِ تنهنجي شاهدي هرگز ڪانہ ڀريندس. پر تنهنجي

ڳالھين مان تہ ائين ٿو لڳي جو چڻ توکي ڪو دپ ئي ڪونھي. ياد رکجئين تہ نواب جاني بيگ جو انصاف ساري سنڌ ۾ مشھور آھي ۽ نيٺ بہ تون آھين ڪير؟"

قاسم وري رڙ ڪري پڇيو، "آءٌ ڪير آھيان؟ پير صاحب اھو تہ اوھين تمام چڱي طرح ٿا ڄاڻو تہ آءٌ ڪير آھيان؛ ۽ نہ رڳو اوھين پر اھا ڇتري جنھن منھنجي بي عزتي ڪئي آھي انھيءَ کي بہ تمام پوري طرح خبر آھي تہ آءٌ ڪھڙي حيثيت جو ماڻھو آھيان ۽ ڪير آھيان. آءٌ قاسم آھيان......... سڄي سنڌ، بلڪ سڄي ھندوستان جو مغني، قاسم. پلا ٿئي ۾ ڪير اھڙو آھي جنھن منھنجو نالو نہ ٻڌو ھوندو. آءٌ فقط نواب صاحب جي دربار جو ڏيئو نہ بلڪ ھن وقت سڄي جھان ۾ مون کان وڌيڪ خوبصورت ٻيو ڪونھي. اھا ڪا ٻڌاڪ ڪانھي، سڀني کي خبر آھي."

پير صاحب چيو، "آءٌ اھو قبول ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار نہ آھيان."

قاسم وري چڙ ۾ چيو،"ڇا؟ ڇا؟ توھين اھا دعويٰ قبول نٿا ڪري سگھو. توھين ڪوڙا ۽ فريبي آھيو. توھين ڪيئن انھيءَ جو انڪار ڪري ٿا سگھو؟ ڏسو منھنجي رڳن ۾ اصلي ترڪي خون پيو ھلي، منھنجو جسم ڪير وانگر پيو چلڪي ۽ اڃا اوھان کي اعتبار ڪونہ ٿو اچي،" ايئن چئي ھن پنھنجي ڏڪندڙ ھٿن سان چولي جي ٻانھن ڪٽي مٿي ڪئي.

پير صاحب ھٽ چندي چيو، "رھڻ ڏي، رھڻ ڏي. پنھنجو جسم مون کي ڏيکارڻ جي ضرورت ئي ڪانھي. ڪير آءٌ روز پيو ڏسان. جي رڳو انھي صفت جي ڪري تون دنيا ۾ سڀني کان وڌيڪ خوبصورت سمجھيو ٿو وڃين تہ آءٌ ھاڻ روز چار ڪلاڪ ڪير کي ڏسڻ جي عادت ڪري ڇڏيندس."

ضد جي پوري نہ ٿيڻ ڪري جيئن ڪو بار ششدر ٿيندو آھي، قاسم جي بہ اھائي حالت ٿي ۽ وري خار کان چيائين، "چڱو، اوھين مون سان چرچا ٿا ڪريو پر آءٌ اوھان کي ڏسي رھندس."

پاڻ تي حملو ٿيندو ڏسي پير صاحب يڪدم پيرن پر اٿي

بيٺو ۽ تکي نظر سان قاسم ڏي نهاري چوڻ لڳو، ”منهنجا پيارا پٽ، منهنجي ڳالهه ٻڌ. گهڙي کن پنهنجي بي عزتي جي ڳالهه وساري ڇڏ ۽ مون کي ٻڌاءِ تہ ڪڏهن تو پنهنجي زندگيءَ جي مقصد تي بہ غور ڪيو آهي؟ ڏينهن رات غرور ۽ نخوت، شراب ۽ ڳانو، چاپلوسي ۽ گناه ۾ رهي ڪڏهن تو اهو بہ ويچار ڪرڻ جي ضرورت سمجهي تہ حياتيءَ جو مطلب ڇا آهي. گهٽ ۾ گهٽ انسانن جي دلجوئي ڪرڻ تہ سکين ها. ايترو تہ سکين ها تہ زال رڳو نفساني خواهشن جي ٻانهي ڪانهي پر محبت جي ديوي بہ آهي. دنيا ۾ الفت ۽ محبت جو چشمو بہ تہ زال جي دل مان نڪتو آهي.“

”زال! زال جي ايتري تعريف!“ اهي لفظ قاسم جي زبان مان بي خطا نڪري ويا. پر لفظن کان وڌيڪ هن جي چهري ۽ دل جي حالت مان صاف ظاهر هو زال ذات جو جاني دشمن آهي. هن چيو، ”پير صاحب! زال جي تہ تعريف ٿا ڪريو ۽ شراب جي گلا! مون کي اوهان جي عقل تي ڪل پئي اچي. ڀلا شراب ۽ عورت ۾ فرق آهي ئي ڪهڙو؟ ۽ جيسين زال ۾ بہ جواني ۽ حسن ۽ نزاڪت آهي تيسين هوءَ پيار ۽ محبت جي قابل آهي. پوءِ نہ!“

پير صاحب فرمايو،”ڏاڍي افسوس جي ڳالهہ آهي جو تون زالن کي اهڙو ذليل ٿو سمجهين، انهي ئي ڪري تہ تون منهنجي نظر ۾ اهڙو نيچ ۽ بيرحم پيو لڳين.“

اهو ٻڌي قاسم کي ايتري ڪاوڙ آئي جو هو يڪدم ٽپ ڏئي اٿيو ۽ ڪاوڙ مان چيائين، ”آءٌ نيچ ۽ بيرحم؟ چڱو، پير صاحب، آءٌ اوهان جو وعظ ٻڌڻ نٿو گهران. ماٺ ڪري اوهين انهيءَ بدڪار رن کي منهنجي حوالي ڪٽي ڪريو ۽ وري جي منهنجي ۽ اوهان جي ڪٽي ملاقات ٿي تہ خيال سان منهنجي عزت رکجو ۽ مون کي پوري تعظيم ڏجو...“

هن حد تي پيرصاحب بہ پنهنجي ڪاوڙ روڪي نہ سگهيو. هن اهڙي ڏڪار سان قاسم جي لفظن کي آلاپيو جو قاسم وائڙو ٿي ويهي رهيو.”عزت رکجو ۽ تعظيم ڏجو!“ اهي ئي اکر پير صاحب جي ڪنن ۾ پي ڏنويان، ۽ جوش، مان چيائين، ”تون پورو بيوقوف آهين. انهيءَ ئي ڪري تہ شرعي ڪتابن ۾ لکيو اٿن تہ شراب ۽ نشي کان انسان سگهوئي حيوان ٿيو پوي. موسيقي، حسن ۽ انهن کان بہ وڌيڪ جوانيءَ

جو نشو! جي اهڙي حالت ۾ تنهنجي دل پٿر ٿي وئي هجي ته انهيءَ ۾ ڪو عجب ڪونهي. توکي خبر آهي ته هن زال تنهنجي بي عزتي ڇو ڪئي؟"

قاسم جي ڪاوڙ ۾ هاڻ وڌندي وئي ۽ جوش مان چيائين،"نه.مون کي خبر نه آهي. توهين ڪٿي ٻڌايوم ته هن منهنجي بي عزتي ڪرڻ جي جرئت ڇو ڪئي."

پيرصاحب چيو، "ها، اهو آءٌ توکي ٻڌائي سگهان ٿو. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته تنهنجي سونهن ڏاڍي دلفريب آهي. هن زال جي دل توکي ڏسي ڏوڪو ڪاڍو هو. پر نيٺ هن کي خبر پئجي وئي ته تنهنجي دل محبت کان خالي آهي ۽ انهيءَ تي بلڪل انهي طرح هوءَ تنهنجي بيوفائيءَ کان پريشان ٿي توکي نفرت جي نگاهن سان ٿي ڏسي."

جيئن صبح جو قاسم هبڪجي بيهي رهيو هو تيئن هينئر پيرصاحب! جي ڳالهين جو ڪوبه جواب هن جي سمجهه ۾ نه آيو. هن کي خاموش ڏسي پيرصاحب وري چوڻ شروع ڪيو، "تون هن کي سخت سزا ڏيڻ ٿو گهرين پر تون، ٿي ايمان جي سلامتيءَ سان ڪٿي ٻڌائينم ته، ڪڏهن توکان ڪا خطا ڪانه ٿي آهي؟ تنهنجا سڀ ڪم بي عيب آهن ڇا؟ الله پاڪ توکي حسن جي دولت ڏني آهي، پر ڇا لاءِ؟ هن غريب زال جي تو ستياناس ڪئي، پر انهيءَ سان گڏ خدا چاٽي ته ٻين به ڪيترين جي ٻيڙي ٻوڙي اٿئي. تون علم موسيقيءَ جو استاد آهين. پر انهيءَ مان به ڪنهن کي ڪهڙو فائدو؟ انهيءَ مان تنهنجي عاقبت سڌري پوندي ڇا؟ اهو ته پاڻ وڏيڪ خوفناڪ........"

قاسم ڳالهه ڪپيندي چيو،"اوهين وري ڪهڙا چڱا مڙس آهيو. اسان جهڙن کي طعنا ڏيڻ ۽ توڪون ڪرڻ ڪانسواءِ ٻيو اوهان جو ڪهڙو ڪم آهي. خدا جي ڏنل سونهن جي گلا ڪرڻ ڪاچڱي ڳالهه آهي. جي مون پنهنجي حسن ۽ پنهنجي علم جو ناجائز فائدو ورتو آهي ته اوهان به منهنجي دل کي ڏکوئي ڪو ثواب جو ڪم ڪونه ڪيو آهي."

پير صاحب چيو، "پر آءٌ ته تنهنجو فائدو ٿو چاهيان جي منهنجي ڳالهين جي ڪري تنهنجي دل تي اثر ٿئي ۽ تون پڇتائين، يا منهنجي نصيحت کان تنهنجي اونداهي دل ۾ نيڪيءَ جي روشني پيدا ٿي ۽ انهي ريت هوءَ بدنصيب زال ڪاٺ پوڻ کان بچي، ته ٻڌاءِ ته منهنجو

ڪم تعريف جي لائق نہ آهي؟ هيٺن ڪان وير وٺڻ ڪو چڱو ڪم ڪونهي، تنهن ڪري اهو خيال لاهي ڇڏ ۽ آرام سان هتان هليو وڃ. مسجد ۾ جهيڙو ڪرڻ سخت گناه آهي.“

قاسم وري ڏاڍي واڪي چيو، ”آءٌ گناه پر ڊڄڻ وارو ماڻهو نہ آهيان. ڪٿي سمجهو تہ هينئر اوهان جي چوڻ تي آءٌ هليو بہ وڃان، تہ بہ توهين سمجهو ٿا تہ آءٌ پنهنجي دشمن کان بدلو وٺڻ کان سواءِ رهندس. آءٌ هن کي ضرور سزا ڏيندس. آءٌ ايترو قبول ڪندس تہ سچي عمر ايترو شرمندو ڪڏهن نہ ٿيو آهيان جهڙو اڄ، ۽ نہ توهان کان سواءِ ڪنهن بہ اڳي مون سان لعنت ۽ ملامت ڪرڻ جي جرائت ڪئي آهي. پر آءٌ ايترو چوڻ کان رهي نٿو سگهان تہ فقط نٿي ۾ نہ پر سڄي سنڌ ۾ هر ڪو انسان منهنجي حسن جي پوڄا ٿو ڪري.“

قاسم اهي ڳالهيون ڪيون تہ پي پر انهن جي صداقت تي ڪيس بہ يقين ڪونہ هو. پر وري پير صاحب ڏاڍي سنجيدگيءَ سان چيو،”تنهنجو خيال غلط آهي. دنيا تنهنجي تعريف نٿي ڪري پر چاپلوسي ٿي ڪري. آءٌ تہ ايتري تائين چوڻ لاءِ تيار آهيان تہ شايد دنيا ۾ اهڙو ڪو انسان ورلي ليندو جنهن کي دنيا جا ماڻهو توکان گهٽ ڀانئيندا هجن. ٻڌي ٻڌائي ڳالهہ تي نہ لڳ. خود پنهنجي دل کان پڇ، پنهنجي عقل کان ڪم وٺ ۽ پوءِ ٻڌائينم تہ ڪو اهڙو انسان بہ سجهئي جو توکي سچيءَ دل سان پيار ڪندو هجي؟“

قاسم، پير صاحب ڏي گهور ڪندو نهاريندو رهيو، پر وات مان اکر بہ ڪونہ نڪتس.

پير صاحب وري فرمايو،”منهنجي خيال ۾ آهي تہ دنيا ۾ هڪڙي ۽ فقط هڪڙي هستي آهي جا توسان الفت ۽ محبت ٿي رکي. مون اڃا هاڻ توکي چيو تہ هوءَ زال توکان نفرت ٿي ڪري. پرمون توکي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ چو. نفرت جو شمار گناه ۽ برائي ۾ ڪيو ويندو آهي، ۽ عيب سمجهڻ ۾ ايندو آهي، پرآءٌ جي ڪنهن جي بہ نفرت کي قدر جي نگاهن سان ڏسي ٿو سگهان تہ اها انهيءَ غريب زال جي نفرت آهي. جي آءٌ توکي هن جو غمناڪ احوال ٻڌايان تہ شايد تنهنجي پٿر جي دل بہ پگهر جي وڃي ۽ تون بدلو وٺڻ جو خيال ڇڏي ڏين. ڀلا ماڻهو، آءٌ توکي

خطري ٿو ڏيان تہ ٻئي ۽ سنڌ جو ڪو بہ اهڙو ماڻهو ڪونهي جو توسان محبت رکندو هجي جي ڪا محبت رکي ٿي تہ بس اهائي خاڪ ۽ ڌوڙ ۾ ملايل، فلڪ جي ستايل زال.“

قاسم جنسي پي ڏڪيو ۽ پير صاحب ڏي پي ڏٺائين. هن جي چهري جو رنگ گهڙيءَ گهڙيءَ بدليو. شايد شرم ۽ ڪاوڙ جو اثر هن جي چهري تي واري واري سان پي پيو.

پير صاحب آهستي ۽ ڏاڍي نرميءَ سان چيو، ”چو، قاسم؟ توکي هن تي رحم نٿو اچي؟ جي توکي ٿورو بہ خيال هجي تہ هينئر هتان ماٺ ڪري هليو وڃ. پر ڏس، منهنجا پيارا، منهنجا عزيز قاسم، ويندي ويندي اها ڳالهہ نہ وسارج تہ اهائي هڪڙي بدنصيب اهڙي آهي جا توکي دل وجان سان پيار ٿي ڪري.“

اوچتوئي اوچتو دروازي ڪان هڪڙو سنهو ۽ سريلو آواز آيو، ”نہ هوءَ بدنصيب ڪانهي.“ پهرين دروازي جا تاڪ ٿورا کليل هئا، پر هن آواز سان گڏ اهي صفا کلي ويا ۽ انهن جي وچ ۾ هڪڙي موهني مورت بيٺي ڏسڻ ۾ آئي. هن جي پوشاڪ نہ تمام اچي هئي نہ تمام سادي، تنهن هوندي بہ هن جي بدن جي بيهڪ ۽ هن جي نزاڪت پوشاڪ جو شان وڌائي ڇڏيو هو. وار بلڪل چڱي طرح سينگاريل هئا ۽ هن جي موجوده حالت کي ڏسي ڪو بہ هن کي بدنصيب سڏي نٿي سگهيو. هن کي ڏسي قاسم يڪدم نهي جڙي ويٺو. سندس ساه تڪڙو تڪڙو پي آيو. زال جون اکيون پير صاحب جي چهري تي جميل هيون ۽ چيائين، ”ڏسو چا ٿا؟ آءٌ اهوئي ڪچري جو ڍير آهيان جنهن کي اڄ صبح جو اوهين رستي تان کڻي آيا هئو. چو توهان کان اهي لفظ وسري ويا آهن جي صبح جو اوهان مون کي چيا هئا. توهان مون کي خدا جي محبت جي نصيحت ڪئي هئي. توهان جي نصيحت منهنجي دل ۾ چڀي ويئي، ۽ منهنجي دل مان گناه ۽ نفرت ايئن ڌوپي ويا جيئن حميده پانهيءَ هنن ميرن ڪپڙن کي ڌوئي انهن جي گندگي دورڪري ڇڏي ۽ اهي ئي ميرا ڪپڙا هينئر صاف ۽ پاڪ ٿا ڏسجن. انهيءَ ئي ريت منهنجي دل ۾ بہ هڪڙي قسم جي روشني پيدا ٿي آهي. بس هاڻ مون کي ڪو فڪر ڪونهي. منهنجو رستو صاف ٿي ويو آهي، آءٌ هاڻ انهي رستي تي دل جي تسلي ۽ خوشيءَ

جي ڳولها ڪندي رهنديس ۽ انشاءالله ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن منزل مقصود کي وڃي پهچنديس.

پير صاحب ڏکھو ساه ڪڍي چيو، ”اي، نيڪبخت نينگر.........“ هو اڃا ڪجهہ چوڻ تي هو پر ڪاوڙ ۾ اچي، قاسم، قطع ڪلام ڪندي چيو، ”اوهين بہ شيطان آهيو. توهان هن زال جو شان انهي مراد سان وڌايو آهي تہ آءٌ هن کي ڏسي ڏڄي وڃان. پر سچي پچي اوهين وڏا شيطان آهيو. توهان هن کي لڪائي بہ اهڙي هنڌ رکيو آهي جتي اوهين بيخطرو منهنجي لعنت ملامت ڪندا رهو ۽ هوءَ مون تي کلون ڪندي رهي.“

زليخا يڪدم تڙپي چمائي چيو، ”نہ، جناب هي تہ ڇا، پر جي سوٴ ملا ڪوشش ڪن ها تہ بہ منهنجو ارادو ڪونہ بدلائي سگهن ها. ڇو جو اوڏي مهل آءٌ جيئري ڪانہ هيس. آءٌ مئل هيس. پر خدا مون کي نيڪ راه اختيار ڪرڻ جي توفيق ڏني ۽ هاڻ مون کي پنهنجي من ۾ خدا جو جلوو نظر ٿو اچي. آءٌ انهيءَ جي خبر ڏيڻ هتي آئي هيس، پر اوهان جي گفتگو ٻڌي ٿوري ويرم ٻاهر ترسي پيس. ڇگو ٿيو جو ترسيس. سچي ڳالهہ ڪرڻ يا ٻڌڻ ڪهڙو ڏپ آهي؟ هاڻ تہ آءٌ صداقت ۽ سچائيءَ جو مزو چکي چڪي آهيان.“

جوش مان زليخا بہ ٻہ قدم اڳتي وڌي آئي هئي. هن جي اکين اڳيان قاسم جون اکيون بيهي نہ سگهيون. هن نوجوان، حسين زال جو حسن پنهنجو جادو هلائي چڪو هو. صبح جو تہ قاسم زليخا جي اکين ڏي ڌيان بہ ڪونہ ٿي ڏنو، پر هينئر انهن جو مَس اثر ٿي ڪنهن ٻئي نموني جو ٿي پيو. پير صاحب تہ اڳي ئي اثر لاءِ زمين تيار ڪري ڇڏي هئي. قاسم پير صاحب کي چيو، ”چڱو صاحب، توهين ڏاڍا ڪوڙا آهيو. توهان اڃا هينئر مون کي پي چيو تہ سڄي دنيا ۾ هن زال کان سواءِ ٻيو ڪو مون کي پيار نٿو ڪري، ۽ انهي بابت توهين الهجي مون کي ڪهڙا ڪهڙا وعظ ڏئي ويٺو، پر هاڻ تہ ذرا اکيون کولي ڏسو تہ ڪير مون سان پيار ٿو رکي ۽ ڪير مون کان نفرت ٿو ڪري. ڪهڙي نہ سهڻي زال آهي! اهڙي سهڻي جهڙو آءٌ پاڻ آهيان.“

قاسم جي اکين ۾ فخر جا آثار پئي ڏٺا ۽ هن آگر سان اشارو

ڪري چيو، ”پٽ، اي سونهن جي پتلي، پٽ! مون برابر توکي پيار ڪونہ ٿي ڪيو، پر هاڻ آءٌ توکي موڪل ٿو ڏيان تہ تون مون سان دل پري پيار ڪر.“

نفرت ۽ ڌڪار کان زليخا چار پنج قدم پٺتي هٽي وئي. هن جو آواز پي ڏڪيو ۽ چيائين ،”تون بيوقوف آهين.توکي منهنجي محبت سان مطلب ڪهڙو؟ آءٌ توکي پيار ڪريان يا نہ ڪريان، تون انهيءَ ڳالهہ ۾ دخل ڏيڻ وارو آهين ڪير؟ مون توکي ورهين کان پي پيار ڪيو آهي، سو تنهنجي موڪل سان تہ ڪو نہ ٿي ڪيم. يا خدا! اچ تنهنجي زبان مان محبت جو لفظ نڪتو تہ سهي، پر انهي محبت جي هستي آهي ڪهڙي؟ ڪنهن وفادار زال اڳيان تنهنجي محبت ڪا شئي ڪانهي. ٿي ورهيہ اڳي جڏهن مون پهرين توکي ڏٺو هو، اهو هڪڙو ڏينهن هو ۽ پيو اڄو ڪو ڏينهن آهي. اهو سمورو وقت آءٌ درجي بدرجي هيٺ ڪرندي وئي آهيان. محلاتن مان نڪري جهوپڙين ۾ آيس ۽ جهوپڙين مان نڪري رستن تي پٽڪندي رهيس. ماڻهن مون کي مستانيءَ جو خطاب ڏنو ۽ اهو ڇا لاءِ؟ فقط انهيءَ لاءِ تہ مون کي تنهنجي محبت جو ذرو ملي. ڪاٺڻ پيئڻ ڇڏائجي ويو، پنهنجي دل جو رت پي پي زندگي بسر ڪرڻ لڳيس. تنهنجي ستار جي جهڻڪار سان منهنجي دل جي تار وڄڻ لڳي ۽ انهيءَ مان مون کي راحت حاصل ٿي. منهنجي محبت! منهنجي محبت تنهنجي سانگي ڪهڙي مصيبت ڪانہ ڪنئي آهي؟ چورن، ڌاڙيلن ۽ بدمعاش جي پرواه ڪانہ ڪيائين، مون پنهنجي جان جو جوکو ڪٽي تنهنجي محبت جي حفاظت پي ڪئي. هڪ لحظو بہ آءٌ تنهنجي محبت کان غافل نٿي رهيس. منهنجي جسم رستن جي ڪسين ۾ ڌڪا پي کاڌا، آءٌ دنياجي نگاهن ۾ دوزخڻ ۽ گنهگار هيس، پر روحاني گل چونديو چونديو پنهنجي پلئو ۾ پي ڪٺا ڪيم تہ هڪڙي ڏينهن انهن مان اڇي تنهنجي پوڃا ڪنديس. خدا ڄاڻي مون تنهنجا ڪيترا نہ نالا ڪٺي رکيا هئا جن سان توکي يادڪندي هيس. چانڊو ڪي رات ۾ چنڊ کي ڏسي منهنجي دل ۾ تنهنجي محبت جا نغارا ٿي وڳا. تنهنجي محبت ۾ آءُ باه ۾ سڙڻ لاءِ تيار هيس، جبلن تان ٽپڻ لاءِ تيار هيس، زمين ۾ گهڙي وڃڻ لاءِ تيار هيس اڄ اهو ڏينهن آاهي جو مايا جي ڄار نٽي رهي آهي ۽ هاڻ آءٌ آزاد آهيان، چڱي طرح آزاد آهيان.

آءٌ سمجهي چڪي آهيان تہ جنهن کي مون پيار ٿي ڪيو، جنهن منهنجي دل تي قبضو ڄمايو هو اهو حقيقت ۾ انهيءَ جو لائق نہ هو، تہ انهيءَ کي پنهنجي دل جومالڪ بڻائجي. هن جي دل هڪڙي فاني شئي آهي جنهن تي انسان نہ پر حيوان جي شڪل ڇيل آهي. بس، جڏهن کان وٺي آءٌ انهيءَ حقيقت کان واقف ٿي آهيان تڏهن کان ئي منهنجي محبت جو خاتمو ٿي چڪو آهي. توتي ٽڪ اڇليندي منهنجا زنجير ٽٽي پيا. ورهين جاورهيہ منهنجي ڪنن ۾ تنهنجو آواز ۽ تنهنجو نالو پيي وڳو آهي، انهيءَ ئي نالي تي منهنجي ساه جو دارومدار هو. آءٌ تنهنجي محبت جو داستان توکي ڪيترو ٻڌايان. هاڻ تنهنجي نالي ۾ ڪو جادو ڪونہ رهيو. اهو هاڻ اهڙو بي اثر آهي جهڙو منهنجو سڌو سادو نالو، زليخا...... قاسم آءٌ سچ ٿي چوان تہ هاڻ آءٌ توکي پيار نہ ٿي ڪريان....."

قاسم گوڏن پر بيهي، ٻئي هٿ ٻڌي ڏاڍيان چيو، "ڪرين ٿي... تون مون کي پيار ڪرين ٿي." پوءِ اٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو، "جي تو ڪڏهن بہ مون کي پيار ڪيو آهي جيئن چئين ٿي تہ ڪيو اٿئي، تہ جي آءٌ وري توکي سڏيان تہ تون ڪڏهن اچڻ کان انڪار ڪري نٿي سگهين. دلربا! هاڻ آءٌ توکي پانيان ٿو، ۽ توکي مون وٽ، منهنجي پاڪر ۾ اچڻو پوندو. آءٌ هت انهيءَ ڪري آيو هوس تہ توکي ڪاٽ ۾ وجهرايان، پر نہ، توکي انهيءَ ريت هٿ ڪرڻ سونهي نٿو، آءٌ توکي ٻي طرح باز آڻيندس." ائين چئي قاسم بہ چار قدم اڳتي وڌيو. هن جون اکيون محبت جي نشي سان لبريز هيون، ۽ چپ پيي ڏڪيس. وري چيائين، "پياري، جي آءٌ توکي پنهنجي ڇاتيءَ سان ڪٽي لايان تہ تون مون کان نڪري سگهنديئن؟ وري بہ منهنجي گلا ڪري سگهنديئن؟" ائين چوندي هو زليخا ڏي وڌيو.

پير صاحب ڇرٻ ڏيئي چيو، "اڙي، او، ناپاڪ ڪتا! خدا جي گهر ۾ ايتري گستاخي؟" پير صاحب زليخا کي بہ ڌڪي اندر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هوءَ خوف کان پير صاحب کي چهٽي پئي. هن جو ساه تڪڙو تڪڙو پي آيو. قاسم بہ ضد ڪرڻ لڳو ۽ زليخا کي پير صاحب جي هٿن مان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيائين. انهيءَ خيال سان تہ متان قاسم جا ناپاڪ هٿ زليخا کي لڳي وڃن، پير صاحب زليخا سوڙو

پنتي هڻڻ لڳو، پر قاسم پاڻيو تہ ڏجي ٿو ۽ انهيءَ تان انهيءَ کي همت پاڻ وڌي ۽ چيائين، ”توهين آهيو ڪير جو اسان جي وچ ۾ ٿا پئو؟ جي ڪالهہ آءٌ هن کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائڻ چاهيان ها تہ هوءَ انهيءَ ۾ پنهنجو فخر نہ سمجهي ها؟ هوءَ اڃا هاڻ ڇئي چڪي آهي تہ هوءَ مون کي پوڄي ٿي، ۽ منهنجي بہ اهائي مرضي آهي تہ مون کي بہ انهيءَ طرح ڪو پيار ڪري. زليخا، هيڏانهن اچ. تون جنهن کي ڏڪارين ٿي انهي کي تو اڃا سڃاتو ڪونهي. آءٌ تنهنجي شڪل مان ئي چئي ٿو سگهان تہ توکي پنهنجي دل جي پڪ ڪانهي. چڱي طرح خيال ڪر نہ تہ پوءِ پڇتائڻو پوندئي. مون تنهنجي لعل لبن تي مهر لڳائي ڪانهي تہ تنهنجي ڪاوڙ، يڪدم ڪافور ٿي ويندي. پوءِ هڪڙي ڪان سؤ ملا اچي وڃن تہ بہ تون پنهنجو جتن، من،ڏن مون کي ڏيڻ ڪان سواءِ نہ رهي سگهين.“

پير صاحب جي پنيان بيٺي، سڏڪا پريندي زليخا دعا گهرڻ لڳي، ”يا الله پنهنجي بنديءَ تي رحم ڪر! مون کي هن مصيبت کان بچاءِ، هاڻ منهنجي عزت تنهنجي هٿن ۾ آهي.“ انهيءَ دعا پير صاحب جي دل تي ڏاڍو اثر ڇمايو ۽ قاسم کي چيائين، ”آءٌ چئي نٿو سگهان تہ ڪنهن عورت ۽ مرد جي جهيڙي ۾ پوڻ ڪري خدا مون سان خوش ٿيندو يا ناراض. ڪنهن فقير لاءِ اهو ڪم ڪيتري قدر درست آهي اهو بہ آءٌ چئي نٿو سگهان، پر تنهن هوندي بہ منهنجي دل تي چوي تہ مون کي هن شريف زال جي عزت ضرور بچائڻ گهرجي، تنهن ڪري قاسم، ٻڌ! جي تون پنهنجو خير گهرين تہ يڪدم هتان هليو وڃ.“

قاسم ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳو، ۽ چيائين، ”آءٌ ويندس، پر هڪڙو شرط آهي تہ وڃڻ کان اڳي هن خوبرو، نازڪ اندام، حسين زال کي ضرور پيار ڪندس. انهيءَ لاءِ جي مون کي ڪنهن توهان جهڙي ملي کي بہ ستائڻو پيو تہ انهيءَ جي بہ آءٌ ڪا پرواه ڪانہ رکندس.“

پير صاحب جو دماغ صبح کان وٺي پريشان هو. قاسم جي گفتگو هيڪاري هن کي باه ڏياري ڇڏي. جهٽ وجهي ڪٽي قاسم کي

جهلیائين ۽ زمين تي ڪيرائي وڌائينس. جهيڙي جو آواز ٻڌي غلام علي يڪدم ڏنڊو هٿ ۾ ڪنيو ڊوڙندو آيو ۽ هڪڙو ڏنڊو قاسم جي مٿي تي چمائڻ وارو هو تہ پيرصاحب هن کي جهلي ورتو ۽ چيائين، ”غلام علي، پهرين هن زال کي وٺي وڃي حميده وٽ پهچائي اچ.“

زليخا ماٺ ڪيو وائڙي ٿي بيٺي هئي، هوءَ پير صاحب جو حڪم ٻڌي، غلام عليءَ سان گڏجي اندر هلي وئي. پير صاحب در بيڪڙي قاسم ڏي وڌيو ۽ هن بيحال کي پٽ تي پيل ڏسي، نوڙي هن جي ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ چيائين، ”منهنجا نادان يار ! جي چاهين تہ تون بہ پنهنجي دل کي پاڪ ۽ صاف ڪري ٿو سگهين.“

قاسم چرين وانگر چوڻ لڳو، ”بس ڪريو! بس ڪريو! توهين پورا شيطان آهيو، ۽ هوءَ زال فريبڻ آهي. آءٌ سچ ٿو چوان تہ اڄ صبح جو مون اوهان کي ڏٺو انهيءَ ڪان اڳي آءٌ ٿي جو هڪ بيتاج بادشاه هوس. پر توهان مون کي حد لعنتِ ۽ ملامت ڪئي آهي ۽ جيترو اوهان کان پڇي سگهيو آهي منهنجي بي عزتي ڪئي اٿو. منهنجي حياتي ٺهي يا بگڙي، چڱي ٿئي يا بري، تنهن ۾ توهان جو ڇا؟ مون کي نصيحت ڪرڻ جو اوهان کي ڪو حق ڪونهي، نہ هن ڪمجنت زال کي منهنجي پوڇا ڪرڻ جو ڪو حق آهي. آه! محبت جو نالو ٻڌي انسان ڪهڙو بيوس ٿيو وڃي. اڄ صبح تائين آءٌ ڏاڍي آرام ۾ هوس. مون ڪان وڌيڪ خوشحال ڪو ورلي هن دنيا ۾ هوندو. پر هاڻي ...... وڃو! پاسي ٿيو! منهنجي منهن تان ٽرو! ..... آءٌ اوهان جي ڳالهہ اصل نٿو ٻڌڻ گهران ..... ائين چئي هو اٿيو ۽ ماٺ ماٺ ڪري ڪنڌ جهڪائي ڪوٺيءَ مان ٻاهر نڪري ويو.

(4)

هن واقعي کي گهٽا ڏينهن گذري ويا هئا. پير صاحب ۽ مسجد جي پسگردائي ۾ رهڻ وارن قاسم جون ڳالهيون سڀ نہ تہ بہ گهڻي قدر وساري ڇڏيون هيون، فقط هڪڙي زليخا هئي جا قاسم کي ڪڏهن وساري نٿي سگهي. پر اها بہ خدا جي قدرت سان هن کي ڪڏهن ياد ڪرڻ نہ چاهيندي هئي. هن جي حياتيءَ ۾ هڪڙو زبردست انقلاب اچي چڪو هو. پير صاحب جي صحبت ۽ تعليم هن جو ڦرڪوئي ڦيرائي ڇڏيو

هو. هن کي خدا جي عبادت مان خوشي حاصل ٿيڻ لڳي. جڏهن پير صاحب ڪلام الله جي تلاوت ڪرڻ وهندو هو تہ هوءَ تمام ادب سان ويهي ٻڌندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن سندس چوڻ تي پير صاحب هن کي معنيٰ بہ سمجهائيندو هو ۽ اگرچہ پير صاحب هن جي ذهانت کان گهڻو خوش هو، تہ بہ هن جي منهن تي ڪڏهن سندس تعريف ڪونہ ڪندو هو. هوءَ پراڻين ڳالهين کي ڪڏهن ياد ڪونہ ڪندي هئي، ۽ جي ڪڏهن حميده اڪيلا ٿيءَ ۾ هن کان ڪجهہ ڪٿي پڇندي هئي تہ هوءَ لاچار جواب ڏيندي هئي پر سندس چهرو ڦڪو ٿي ويندو هو. حقيقت ڪري هن جو هاڻ نماز، تسبيح ۽ ڪلام پاڪ جي دور ڪانسواءِ ٻي ڪنهن ڳالهہ سان مطلب نہ هو.

هڪڙي ڏينهن ڳالهہ ۾ ڳالهہ ڪندي پير صاحب زليخا کي چيو، ”زليخا، تو استاد قاسم بابت ڪا ڳالهہ ٻڌي آهي؟“

يڪدم زليخا جو هانو ڌڪي ويو، پر متان انهيءَ جو اثر سندس چهري مان معلوم ٿئي انهيءَ ڪري جلدي جلدي پڇيائين، ”چو؟ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ مون تہ ڪجهہ ڪونہ ٻڌو آهي.“

پير صاحب بيخياليءَ سان چوندو ويو، ”ڪونہ ٻڌو اٿئي؟“ مون تہ اصل ٿي چيو تہ قاسم جهڙي مغرور انسان جو ڪنڌ ڪڏهن نہ ڪڏهن ضرور هيٺ ٿيندو. حقيقت هن ريت آهي تہ هن پنهنجي حسن تي غرور رکي هڪڙي شاهي ٻانهيءَ سان چرچو ڪيو. هن وڃي بيگم صاحبہ کي دانهن ڏني. توکي تہ خبر آهي تہ نواب صاحب جو فقط نالو آهي ۽ حڪومت سڄي بيگم صاحبہ پئي هلائي. اها اچي مٿي ۽ يڪدم قاسم جي شهر نيڪاليءَ جو حڪم ڏنائين. نواب صاحب قاسم جي گهڻي سفارش ڪئي پر انهيءَ جي بہ ڪانہ هلي. قاسم بہ آڪڙجي معافي وٺڻ کان سواءِ شهر مان نڪري ويو. ماڻهو ٿا چون تہ اهاسڄي قاسم جي هڪڙي شاگرد جي حرڪت هئي، جنهن هن کي ڪڍائي پاڻ کي سرخرو ڪرڻ ٿي چاهيو. ايترو چئي پير صاحب زليخا ڏي ڏٺو تہ متّس انهيءَ جو ڪهڙو اثر ٿيو آهي، پر هوءَ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي.“

شام جو جڏهن حميده ڪم کان واندي ٿي تڏهن زليخا هن

کان قاسم بابت پڇا ڪئي. اهو پهريون ئي دفعو هو جو زليخا پاڻ قاسم جو ذڪر ڇيڙيو هو. حميده بيدليءَ سان جواب ڏنو، ”جيڪي تو ٻڌو آهي سو سڀ سچ آهي.“

پير صاحب جي نوڪرياڻي ڪڏهن ڪڏهن نانوائڻ جي دوڪان تي ويندي هئي. انهن ڏينهن ۾ نانوائڻ جي دڪان تان ئي سڄي شهر جي خبر چار ملندي هئي. پر زليخا حميده مان به ڪا وڌيڪ حقيقت معلوم ڪري نه سگهي.

انهي رات زليخا کي پوري ننڊ نه آئي.

(5)

نانوائڻ جي دوڪان مان دونهون پيو نڪتو. نانوائڻ جي دوڪان مان دونهون نڪرڻ ته معمولي ڳالهه آهي....... هڪڙو بورچي خاني جو ۽ ٻيو چلمن ۽ سلفين جو. انهنءَ ڏينهن ۾ نانواين جا دوڪان هوٽلن ۽ ساقي خانن جو به ڪم ڏيندا هئا. اڄ انهيءَ نانوائڻ جي دوڪان تي ڪي شرابي اچي مڙيا هئا ۽ يٽ شٽ ويٺي هنياٺون.

هڪڙي چيو، ”ڳالهه جو هتي ڳانو ٿيو هو سو اوهان مان ڪنهن ٻڌو؟“

ٻئي چيو، ”نه، مون ڪونه ٻڌو. پر انهيءَ جي ٻڌڻ مان ڇا وري ها؟ ڳانو ته اهو جو هڪڙي ڏينهن هتي ٿيو هو جڏهن الهجي ڪيٿن هيءَ نانوائڻ استاد قاسم کي هتي ڦاسائي آئي هئي. ڳائڻ ۾ قاسم لاجواب هو. بس هن کان پو ته......“ جملو اڃا پورو ئي ڪونه ٿيو هو ته ٽئي ٽوڪ ڪندي چيو ته الهجي ڇا پيو بڪين. قاسم ڳائڻ وڄائڻ مان ڇا ڄاڻي هن جي شڪل البته سهڻي هئي تنهن ڪري ماڻهن هن جي تعريف ٿي ڪئي.... زالون ته هن تي ڇڪن هيون.“

وري ڪنهن ٻئي چيو، ”جڏهن کان وئي پڳو آهي تڏهن کان هن جو ڪو پتو ڪونهي.“

هنن موالين کان ٿورو پريرو هڪڙي ڪنڊ ۾ هڪڙو نوجوان بوتل ۽ گلاس جهليو ويٺو هو. ڪن هن کي پڪ شرابي ۽ ڪن ڇريو ڪري ٿي سمجهيو. هن ڪنهن سان به ڳالهايو ڪونه ٿي، پر ڪڏهن ڪڏهن پاڻ مرادو پاڻ سان ڪجهه پيو پڙڪيو. اڄ هن دعويٰ سان چيو، ”آءٌ قاسم جو پتو ڄاڻان.“

سيٺي هن ڏي ڦري ڏٺو ۽ سيٺي گڏجي چيو، ”ها، ها. هن کي ضرور خبر هوندي. ڪنهن چيو، فرمايو تہ هو ڪٿي آهي؟“ هن چيو، ”ٻڏو! قاسم پاڻ کي درياہ ۾ ٻوڙي ماري ڇڏيو.“

سڀ ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳا. جو هن جي ويجهو ويٺو هو انهيءَ هن جي ڪلهي تي هٿ هڻي چيو، ”يار، تون تہ ڏاڍو چرچائي نڪتين. اسين تہ توکي چريو سمجهيو ويٺا هئاسين.“

وري ڪنهن ٻئي پڇيو، ”چو سائين معاف ڪجو. اسان کي اوهان جو نالو نٿو اچي، ڇا؟ اوهين قاسم جا دوست آهيو؟“

هن شراب جو هڪ ڍڪ پري چيو، ”اوهين پڇيو ٿا تہ قاسم منهنجو دوست هو ڇا؟ ها. هو منهنجو تمام گهرو دوست هو. ڇو آءٌ ڪنهن کان ڊڄي هن جي دوستيءَ کان انڪار ڪريان. ڪو ڏينهن تہ اهڙو هو جو اوهان جهڙا چاپلوسي مڙس هن جي خوشامد ڪندا هئا ۽ فخر سان ائين چوندا هئا تہ ڳائڻ ۽ شڪل ۾ قاسم جو ثاني آهي ئي ڪو نہ. اڄ توهين انهيءَ ئي تي ٽوليون پيا ڪريو. آءٌ هن جو سچو داستان ڄاڻان. مون کي اها بہ خبر آهي تہ هن کي ڪٿي مان شهر نيڪالي ڇو ملي.“

ڪنهن چيو، ”اها ڪنهن کي خبر ڪانهي! نہ زالن سان ڪونسڦائي ڪري ها نہ هن جي بي عزتي ٿئي ها. بدمعاشن کان خدا سيٺي کي بچائي رکي.“

ٻئي چيو، ” يارو ماٺ تہ ڪريو، ڪي ٻڌڻ تہ ڏيو. هن جي ڳالهين مان ڏاڍو مزو پيو اچي. هي قاسم جو دوست آهي ۽ ضرور ڪا پڪي خبر هونديس.“

هن وري شراب جا ٻہ ٽي ڍڪ پري رومال سان منهن اُگهي ڇڏيو ۽ چيائين تہ، ”ڪير ٿو چوي تہ هن ڪنهن بدمعاش رن جي پٺيان لڳي پنهنجو خانو خراب ڪيو. توهين بيوقوف آهيو جي اهڙي ڳالهہ ٿا ڪريو..... فعل بد پاڻ ڪريو، لعنت ڪريو شيطان تي.“ وري ٿوري دير ماٺ ڪري هن نوڪر کي ٻي ٻاٽليءَ جو حڪم ڪيو ۽ چوڻ لڳو، ”هي شراب نہ آهي پر جام جمشيد آهي. اوهان کي خبر آهي تہ آءٌ محبت جو جسم آهيان ۽ محبت جي شراب سان متوالو پيو ٿيان، ۽ پنهنجو غم دور ڪرڻ لاءِ شراب پيو پيان.“ ائين چئي هو پنهنجون

آڱريون نچائڻ لڳو ڄڻ ستار پيو وڄائي. ٿورو پٽڪي پٽڪي چيائين ته توهان ماڻهن کي راڳ جي ڪهڙي خبر. اڄ مون سان گڏجي سر ۾ سر ملائي ڳايو ڏسان ته مون سان گڏ ڪير ٿو ڳائي سگهي، ٻڌو،

مستي مين بهي سر اپنا ساقي کے قدم پر هو،

اتنا تو کرم کرنا اے لعزش مستانہ.

ڏسو، هاڻ ڪڏهن ائين نه چئجو ته قاسم ڳائڻ ڪين ڄاڻندو هو. ٻڌو ۽ ڏاڍي غور سان ٻڌو ته هو عشق جي پنيان برباد ٿيو ۽ آءُ.... آءُ...." هن جي زبان اٽڪڻ لڳي ۽ هو اونڌو ٿي زمين تي ڪري پيو. ماڻهو وري پنهنجين ڳالهين ۾ لڳي ويا. ٿوري دير کان پوءِ چاندوڪي نڪتي ۽ هڪڙو هڪڙو ٿي سڀ پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا.

صبح جو جڏهن نوڪر دوڪان کي ٻهاري ٿي ڏني ته هڪڙي شرابي کي پٽ تي پيل ڏسي هن کي اٿاريائين، " اٿ! اٿ! صبح ٿي ويو آهي."

شرابي چيو، "شراب! شراب! ٿورو شراب اڃا به ڪٽي ڏينم. مون پنهنجو سڄو مال ته هن دوڪان ۾ برباد ڪري ڇڏيو آهي..... توهين مون کي شراب جو هڪڙو ڍڪ به ڪونه ڏيندئو؟"

نوڪر چڙپ ڏئي چيس، "ڏس سج چڙهي آيو آهي، هاڻ شراب جو نالو نه وٺ. وڃ وڃي پنهنجو ڪم ڪر."

شرابيءَ وري منت آزيءَ سان عرض ڪيو، "سج ايري آيو آهي، اهو ته آءُ به پيو ڏسان، پر جي ڇڪي شراب جي ڏين ته آءُ تنهنجو احسانمند رهندس."

نوڪر نه ڪئي هم نه تم، هن کي ٻانهه کان جهلي ڪٽي اٿاريائين ۽ چيائين، "جي پنهنجو خير گهرين ته يڪدم هن دروازي کان ٻاهر نڪري وڃ."

شرابي جا پير پي اٽڪيا. هو اکيون اڌبند ڪيو ٿاٻڙندو، لڏندو لمندو ٻاهر نڪتو، هن کي اصل خبر ڪانه ٿي پئي ته ڪيڏانهن پيو وڃان. ٿورو اڳتي وڌي هن جو مٿو ڦرڻ لڳو ۽ هو هڪڙي ڪسي تي ڪري پيو......

صبح جي نماز کان فارغ ٿي زليخا مسجد جي ٿلهي تي ترڪي

تي نڪري بيهندي هئي. اڄ هن اتهين انهيءَ شرابي کي ڪسيءَ ۾ ڪرندو ڏٺو تہ يڪدم هن کي پنهنجي حياتيءَ جو اهو ڏينهن ياد پيو جنهن ڏينهن هوءَ پاڻ بنهہ انهي شخص وانگر خستہ ۽ پريشان حال مسجد جي سامهون اچي ڪسيءَ تي ڪري هئي. جلدي ڊوڙي وڃي هن کي پهتي ۽ پنهنجي پلوءَ ۾ جيترا پئسا هئس سڀ هن ماٺهو جي ڪپڙن ۾ ڪٽي اٿلايائين.

انهيءَ تي جو هن شخص منهن مٿي ڪنيو تہ زليخا جتي جي تتي پٿر وانگر ڄمي وئي. ٻنهي جون اکيون مليون. هن مڙسالي جي اکين مان غم ۽ مصيبت جا ڳوڙها پي ڳڙيا، پر زليخا کي ڏسي اهي اکيون خوفناڪ ٿي ويون. هن اٿي ويهڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي، ۽ هن جي حرڪت مان صفا ظاهر هو تہ هن جي مراد اهائي هئي تہ اٿي زليخا جي منهن تي ٿڪ اڇلي. پر جڏهن نيٺ هو اٿي ۽ زليخا کي سامهون ٿيو تڏهن زليخا جي اکين ۾ اهو رحم، اها محبت ۽ اها همدردي ڏٺائين جو هڪي ويهي رهيو. زليخا پنهنجي محبوب جو نالو وٺڻ چاهيو پر سندس زبان اٿلي ڪا نہ ٿي، پر سندس ٻئي ٻانهون پاڻ مرادو قاسم کي سنڀالڻ لاءِ ڪلي پيون ۽ قاسم بہ پاڻ کي سنڀالي نہ سگهيو، ۽ ائين چوندو زليخا جي قدمن تي ڪري پيو:

مستي مين سر اپنا ساقي کے قدم پر هو ،
اتنا تو ڪرم ڪرنا اي لغزش مستانہ.

انهيءَ کان پوءِ دل صاف ٿي وئي ۽ پير صاحب اها حالت ڏسي ٻنهي جو نڪاح پڙهائي ڇڏيو، زليخا ۽ قاسم ٻئي پير صاحب جي خدمت ۾ رهڻ لڳا ۽ مرڻ گهڙي تائين ڪڏهن بہ خدا جي ياد کان غافل نہ رهيا.

# پاڪ محبت

ڪراچي ٽُل يارڊ جي پرسان سمنڊ جو هڪڙو ڍورو آهي جنهن تي هڪڙي بوٽ -ڪلب آهي. انهيءَ ڪلب جو آءٌ بہ ميمبر آهيان، جو ٻيڙين هلائڻ جو مون کي ڏاڍو شوق آهي، ۽ اهائي منهنجي ورزش آهي. انهيءَ بوٽ -ڪلب ڏي واٽ، ڪئينس روڊ کان ٿي وڃي. انهيءَ رستي تي ڪي پنج يا ڇهہ بنگلا آهن، جي ڍوري جي بنهہ ڪپ تي آهن. انهن بنگلن مان هڪڙي بنگلي جي ڪمپائونڊ ۾ خورشيد ويٺي هئي ۽ هڪڙو هٿ ڊگهيريو پنهنجي ٻڪ ۾ ڦوهاري جي پاڻيءَ جا موتي پي ميڙيائين. ٻئي هٿ سان پنهنجي ساڙهيءَ جي هيٺين پلؤ کي قابو ڪيو ويٺي هئي جو هوا جي زور هئڻ سبب ڪڏهن ڪڏهن سندس ڪپڙا اخلاق جي حد کان مٿي اڏاميو ٿي ويا، ۽ سندس، بلور جهڙيون پنيون ظاهر پي ٿيون. انهيءَ سان گڏ وري هوا جي مستيءَ جي ڪري سندس زلفن اڪثر اڏامي سندس ڪنن تائين هوا جي بي ادبيءَ جي شڪايت پي پهچائي ۽ ذري ذري سندس ڳچي ۽ ڳلن تي ڪاوڙ مان وٽ پي کاڌا. هوا جي اهڙي گستاخيءَ کان سندس چهري جو رنگ کلي پيو هو، هن جي اکين جي چلڪ ڏهوٽي ويهوٽي ٿي وئي هئي ۽ هن جو سرو قد بدن نيٺ وانگر ذري ذري هوا جي زور کان پي لچڪيو ۽ لڏيو.

مون بہ ڪلب ڏي ويندي واٽ تي اهو عجب لقاءُ ڏٺو، ۽ اهو قدرت جو ڪيل، اها هوا جي حرڪت ۽ محبوب جي چلولائي چڻ سئيءَ وانگر چڀي وئي. عينڪ لاهي صفا ڪري وري چاڙهيم ۽ وري ڏسڻ لڳس ۽ خورشيد بہ مون کي ڏٺو. پهرين تہ البت هٻڪي ۽ شرمايائين، پر ٿوري ڪانپوءِ خاص طرح مون ڏي ڏسي پنهنجو گل جي شاخ وانگر مڙيل هٿ سڌو ڪيائين. بند آڱريون کلي پيون ۽ ٻڪ مان پاڻي ڪري هيٺ پيو. ڪي بوندون تہ هوا ۾ اڏاڻيون ۽ هڪ اڌ پل هوا ۾

چمڪي عالم جي دامن ۾ وڃي لڪيون. ڪي بوندون هيٺ پٽر تي ڪري پرده پرده ٿي پيون ۽ اتي، بہ ٿي لحظا چنڊ وانگر چمڪي پٽر ۾ جزب ٿي ويون.

منهنجين اکين ۾ جڻ هڪڙو ڪوڻ جو تجلو گهڙي ويو ۽ منهنجين ڏڪندڙن چنگهن ڪي سنيالڻ لاءِ مون ڪي پنهنجي لڪڻ تي ٽيڪ ڏئي ٻيهڻو پيو، ۽ هوءَ مهلقا نانگ وانگر وٽ ڪائيندي ۽ ڊيل وانگر نچندي گهر ۾ گهڙي وئي.

(2)

قسمت سان ٻئي ڏينهن مَلڪ جي مون کي انهيءَ گهر ۾ وٺي ويو ۽ اتي منهنجي خورشيد سان ملاقات ٿي.

واقفيت مهل هن جي مرڪندڙ شڪل ڏسي مون کي ايتري چوڻ جي جرئت ٿي تہ مون کي لڳي ٿو تہ مون اڳ بہ اوهان کي ڪٿي ڏٺو آهي.

خورشيد تمام رڪائيءَ سان شڪل ٺاهي جواب ڏنو، ها ممڪن آهي. دنيا ڪا وڏي ڪانهي. پر مون کي ياد نٿو اچي، ۽ ائين بہ آهي تہ منهنجو حافظو البت ڪمزور آهي."

مَلڪ-جي ٽهڪ ڏئي ڪليو ۽ چيائينس، مرزا صاحب، هن جي حافظي جي ڪمزوريءَ جو نتيجو اهو آهي جو مس رستمجي هينئر مئٽرڪ جي امتحان ۾ سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آئي آهي."

تنهن تي خورشيد جواب ڏنو، برابر پر ڪتاب ياد رکڻ ۽ ماڻهن جون شڪليون ياد رکڻ ٻئي هڪڙي ڳالهہ تہ نہ آهن."

مون چيو،"مون ائين ڪڏهن چيو تہ اوهان بہ مون کي ڪٿي ڏٺو آهي. تنهن کان سواءِ جي ڪٿي ڏٺو بہ هجيو تہ بہ دنيا ۾ ڪي اهڙيون شڪليون آهن جي دل تي رکڻ مشڪل آهن.........."

مَلڪ-جيءَ وچ ۾ پئي جواب ڏنو، بئريسٽر صاحب، اوهان جي شڪل انهن شڪلين مان هڪڙي آهي ڇا؟

انهيءَ تي اسان سيني وٺي ڪليو. مون وري عرض ڪيو، پر ڪي شڪليون اهڙيون بہ آهن جن کي وسارڻ مشڪل آهي."

وري بہ مَلڪ-جيءَ وچ ۾ ٽپي جواب ڏنو، ۽، "خورشيد

انهن شڪلين مان هڪڙي."

تنهن تي خورشيد ڪرسيءَ تان هيٺ لهي چوندي اٿي، مَلڪ-جي، اگرچه اوهين منهنجي پيءُ جيڏا آهيو تہ بہ انهيءَ لاءِ آءٌ اوهان جي گوشمالي ڪرڻ ڪانسواءِ هرگز ڪين رهنديس. پر، مَلڪ-جي ڪلندو ڦرتيءَ سان پنهنجي ڪرسيءَ تان ٽپ ڏئي اٿيو ۽ ڪوٺيءَ ڪان نڪري ڀڄي ويو. خورشيد انهي ٻاراڻي راند تي مرڪندي وڃي دريءَ وٽ بيٺي. آءٌ ٿوري دير ماٺ ڪري بيٺس، پوءِ آهستي آهستي آءٌ بہ دريءَ ڏي وڌيس ۽ ويجهو اچي پڇيم، اوهين مون سان ناراض آهيو ڇا؟"

هن مون ڏي تعجب جي نظر سان ٿوري دير تائين ڏٺو. سندس خمار ڀريون اکيون ٿورو کليون ۽ سندس ابرن جا خنجر مون تي وار ڪرڻ لاءِ ٿورا مٿيرا ٿيا ۽ سوال ڪيائين، ناراض! آءٌ توهان سان ڇو ٿيڻ لڳيس؟"

هوءَ دريءَ تي ائين چڙهي ويٺي، جو سندس اڌ منهن مون ڏي هو ۽ اڌ منهن ٻاهر ڊوري جي پاسي. سامهون، دريءَ مان ڊوري جو سڪو ۽ آلو پٽ، ٿورو سمنڊ جو پاڻي، ٿوري ساوڪ ۽ انهيءَ ڪان بہ پرتي ڪلفٽن جون عمارتون ڏسڻ ۾ پي آيا. انهن جا رنگارنگي پٿر ۽ پن، ڪٿي ڳاڙها، ڪٿي ساوا، ڪٿي پيلا، ڪٿي سونهري تہ ڪٿي سوسنا، ۽ ڀريان وري ڪلفٽن جي سڙڪ جي سنهي ليڪ، اهي سڀ هڪ دلچسپ نظارو لڳايو بيٺا هئا. سج بہ لهڻ تي هو، ۽ انهيءَ جو زردو ۽ سرخ شعاع ڪڏهن بنگلن جي ڀتين تي گهمندو تہ ڪڏهن وڻن ۽ ٻوٽن کي چمندو پي لٿو. سج جا ترورا بہ دونهي وانگر هوا ۾ پي آيا ويا ۽ نيٺ، لهندي لهندي، ڊوري ۾ اچي پناه ورتائون ۽ پاڻيءَ جي چادر پائي سمهي پيا. انهن مان هڪڙو ترورو دريءَ وٽان لنگهندي منهنجين سڪ ڀريل نگاهن وانگر خورشيد جي زلفن ۾ اچي اٽڪي پيو ۽ سندس ڪن جي ويجهو اچي پنهنجي دل جو آتش ڀريو احوال ٻڌائڻ لاءِ ايترو تہ ڦٿڪيو جو مون مجبور ٿي هڪڙي وڏي آه ڀري، تنهن تي خورشيد ڦري مون ڏي ڏٺو ۽ چيائين دنيا ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون آهن جن کي ياد رکڻ گناه آهي."

مون حسرت سان جواب ڏنو،" ها، بيشڪ! مگر ڪي اهڙيون بہ ڳالهيون آهن جن کي وسارڻ عظيم گناه آهي.

هن بيزار ٿي وري منهن ڦيرائي ڇڏيو ۽ مون چيو،" مجبوري بہ هڪڙي انساني حالت آهي."

پڇيائين،"پوءِ آءٌ مجبور ڇو نہ آهيان؟"

مون جواب ڏنو، "آءٌ تہ اڳ ئي عرض ڪري چڪو آهيان تہ مون تہ ائين چيو ئي ڪين تہ ڪو اوهان بہ مون کي ڏنو هو. پوءِ مجبور ڇا تي ٿيندئو؟"

انهيءَ تي ڦڙتي ڪاڏائين ۽ چيائين ،" جيڪي بہ ڪالهہ اوهان ڏنو سو آءٌ تمام چڱيءَ طرح چاٺان ٿي، ۽ مون کي اها ڳالهہ چڱي طرح ياد بہ آهي. پر آءٌ زال آهيان مون کي ياد رکڻ جو بہ حق آهي ۽ وساري ڇڏڻ جو بہ. توهين مرد آهيو ۽ اوهان کي اهڙو ڪو حق ڪونهي."

مون نهايت عاجزيءَ سان پڇيو، "جي انهيءَ هوندي بہ نہ وسري تہ؟"

هن ڊوريَ ڏي اشارو ڪري چيو،" تہ پوءِ مرداني مرد کي ٻڏي مرڻ لاءِ گوڏي جيڏو پاڻي بہ بس آهي." پوءِ بهار جي لطف ۽ صبا جي آهستگيءَ سان هوءَ منهنجي دل جي نذراني کي ٺوڪر هڻندي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري وئي. مون بہ بيوسيءَ کان هيڏانهن هوڏانهن نهاريو ۽ در ۽ ديوار سان شڪايت ڪيم. پوءِ آءٌ بہ ڪنڌ جهڪائي گهر هليو ويس.

(3)

خورشيد جو حڪم اکين تي رکي مون هن کي وساري ڇڏڻ جي دل سان ڪوشش ڪئي. انهيءَ ڪوشش ۾ ڏين بہ وساريم، دنيا بہ وساريم پر دل کان مجبور هوس. اهو ڏينهن وري بہ ياد رهيو، اها صورت دل ۾ قائم رهي. اهو نقش ميٽائيندي نہ ميٽيو. بلڪ روز روز جي ملڻ جلڻ کان ڪشش وئي وڌندي، يادگيري وئي تکي ۽ تازي ٿيندي. حجاب گهٽيو پر بيتابي وڌي، پريشاني وڌي، اختلاج وڌيو، اضطراب وڌيو، صبر جو شيشو ٽٽي پيو، غيرت جو دامن هٿن مان ڇڏائيندو رهيو ۽ نيٺ، جا ڳالهہ دل ۾ هئي سان زبان تائين اچڻ لڳي ۽

آءٌ پنهنجي حالت کان خورشيد کي واقف ڪرڻ جا رستا ڳولڻ لڳس
هڪڙي ڏينهن خورشيد کي اڪيلو ئي اڪيلو ڍوري جي سير تي وٺي ويس. پنهنجي بيڙي ڇوڙايم ۽ ونجهه هٿ ۾ ڪٺي بيڙي هلائڻ لڳس. دل ٽپا ڏيڻ لڳي. زبان ۽ تارونءَ جي خشڪي وئي وڌندي پر منهنجي دل جو ارادو ذرو به نه گهٽيو.

خورشيد تي به منهنجي حسرت جو اثر پيو وڌيو. اگرچه هن ظاهري طرح هڪڙي پاسي کان جهڪي پنهنجين نازڪ آڱرين سان پاڻيءَ تي ليڪا پي ڪڍيا، ته به ڪڏهن ڪڏهن ٽيڏيءَ اک سان مون کي به ڏسيو ٿي ورتائين. نيٺ مون ونجهه هٿڻ روڪيو ۽ هن ڏي جهڪي آهستي سڏ ڪيومانس، ”خورشيد!“

هن پنهنجي اک جي اشاري سان پڇيو، ”ڇا آهي؟“

مون چيو: خورشيد، آءٌ هاڻ ماٺ ڪري نٿو سگهان.

مرڪي جواب ڏنائين: ڀلا ڳالهايو.

مون چيو: ”ڳالهايان ڪيئن..........“

ته جملو ڪپي ڇيائين :”ڀلا ماٺ ڪٺي ڪريو.“

مون بيزاريءَ سان جواب ڏنو :”بس; اوهان کي ته هرڪنهن ڳالهه ۾ چرچوئي ٿو سجهي. ڪڏهن ڪٺي ڌيان لائي منهنجي ڳالهه ٻڌو......“

انهيءَ تي يڪدم گنڀير شڪل بڻائي سنئين سڌي منهنجي سامهون ويهي رهي ۽ چيائين : هاڻ منهنجي عضوي عضوي، رڳ رڳ جو ڌيان اوهان جي چپن تي آهي، جيڪي فرمائڻو هجيو سو فرمايو.

مون چيو : خورشيد آءٌ توسان محبت ٿو رکان.

انهيءَ تي وري تعجب جي نظر سان مون ڏي ڏسي چيائين: گهڻي مهرباني! اڄ ته اوهان منهنجي وڏي عزت افزائي فرمائي آهي.

مون چيو : مون تي چٿرون نه ڪريو. قسم آهي ته اها سچي ڳالهه آهي ته آءٌ اوهان سان محبت ٿو رکان. محبت! محبت ته هڪڙو هلڪو معمولي لفظ آهي. آءٌ ته اوهان تان جان ۽ دل سان قربان آهيان. نه فقط ايترو پر آءٌ اوهان جو پوڄاري آهيان. مون کي ته چنڊ جي مهتابي، سورج جي ڀهڪ، آسمان جو رنگ، تارن جي چمڪ، وڻن

جي ساوڪ، بلبلن جون ٻوليون، گلن جي مهڪ سڀ اوهان جي ذات صفات پيا لڳن. جي اوهين نہ هجو تہ ٻئي عالم، مون لاءِ هڪ خاڪ جي مٺ کان بہ حقير لڳن.

خورشيد چيو : ياالله! اوهان تہ مون کي فرشتن ۽ ديوتائن کان بہ وڌائي وجي خدا سان ڪلهو هڻايو. ڇا، آءٌ اوهان جي نظر ۾ خود خدا تہ نہ آهيان؟

مون چيو : نہ خدا نہ، پر بيشڪ خدا جي محبوبن مان خلقيل محبوب. پوءِ ٻيڙيءَ ۾ ئي گوڏن ڀر نوڙي، وڏي عزت ۽ وينتيءَ سان هن کي عرض ڪرڻ لڳس : ديوي! هاڻ تون پنهنجي پوڄاريءَ تي رحم ڪر، ۽ هن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ شريڪ ڪر.

مون ڏٺو تہ منهنجي ڇڪ جو هن تي ڪجهہ اثر ٿيو. سندس ڪافر اکين ۾ اها روشني پيدا ٿيڻ لڳي جنهن سان، چوڻ ۾ ٿو اچي تہ، ڏاڏي حوا جون اکيون بهشت ۾ چلڪنديون هيون. پر وري اک ڇنڀ ۾ الهجي ڪهڙو خيال دل ۾ آيس جو اکين جا پڪڙيل تارا ڪومائجي ويا ۽ سنديس ٻرندڙ شعلن کان منهنجو جسم جلڻ لڳو. مون بيوسيءَ ۽ نيزاريءَ سان چيو : رحم ڪر! رحم ڪر! جي دانهن ڪري هٿ جوڙي ڏانهس دگهيريا. پر هن جا نازڪ، گلاب جي پتين جهڙا چپ پيڙجي ويا ۽ هن هڪ عجيب حقارت ڀرئي انداز سان پنهنجي ساڙهيءَ جو پڪڙيل پلؤ منهنجي پهچ کان پري ڪري ميڙي ڇڏيو.

ترارَ جو ڪپڻ، تير جو چپڻ، بندوق جي گوليءَ جو سيني ۾ ٽنگ ڪرڻ، ڪوڻ جو ڪري ملڪ ساڙڻ سڀ ڏٺا ۽ ٻڌا اٿم، پر خورشيد جي انهيءَ انداز جي زخم جهڙي اونهائي، انهي جهڙو چيندڙ درد، انهيءَ جهڙي جان گدازي ڪنهن ۾ ڪانهي. مون کي پنهنجي ڪم کان، پنهنجي زندگيءَ کان بلڪ خود پاڻ کان نفرت پيدا ٿيڻ لڳي. منهنجو جهڪيل سر هيڪاري وڌيڪ جهڪي ويو، منهنجي هيٺاهين نگاه ٻيڙيءَ جي تري ۾ ڄمي وئي ۽ آءٌ نااميد ۽ شرمندو ٿي موٽي پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺس.

خورشيد منهنجو مصيبت ڀريو، پريشان حال ڏسي ڪجهہ ٽوڪڻ جي ارادي سان، تہ ڪجهہ دلداري ڏيڻ لاءِ مون کي چوڻ

لڳي مسٽر مرزا، معاف ڪجو، اگرچہ اوهين بئريسٽر ۽ عقلمند آهيو. تہ بہ اوهين پنهنجي خيال ۾ ايتري قدر غلطان آهيو جو اوهان انهن ديوارن جو تہ اصل خيال ئي ڪونہ ڪيو آهي جي منهنجي ۽ اوهان جي وچ ۾ اڏيل آهن. توهين مسلمان، آءٌ آتش پرست، توهين سنڌي آءٌ پارسياڻي، توهين سنڌ جا آءٌ بمبئيءَ جي، توهان جي ٻولي سنڌي منهنجي ٻولي گجراتي، توهين پردي جا پابند، آءٌ آزاد. نہ ذات هڪ، نہ مذهب هڪ، نہ ٻولي هڪ، نہ ريت هڪ نہ رواج هڪ اهڙي بيجوڙ جوڙي ۾ ڪهڙا وياهہ ۽ ڪهڙيون شاديون! ڪهڙي ناممڪن ڳالهہ آهي."

مون غمزده آواز سان چيو : اهو سڀ سچ آهي، پر محبّت اهڙين پابندين تي ڪلندي آهي. عشق اهڙين پتين ڪي پچيو ڇڏي.

هن بيزاريءَ سان چيو : محبّت؟ محبّت جو هن جهان ۾ وجود آهي ڪٿي؟

مون پڇيو : ڇا؟ اوهين پانيو ٿا تہ منهنجي اوهان ڏي محبت ڪانهي؟

چيائين : هرگز نہ. مردن جي عورتن سان محبّت اصل ٿيندي ڪانهي. هو فقط هن جي جسماني خوبصورتيءَ ۽ سونهن تي ديوانا آهن. جي هو عاشق آهن بہ تہ هن جي گل جهڙي رخسار تي، هن جي مڌپرين اکين تي، هن جي صراحيدار گردن تي ۽ هن جي اپرندڙ جوانيءَ تي. زال جو روح بيحد گندو ۽ ذليل هجي، سندس دماغ پل ڪيترو بہ مڏو هجي تہ بہ هن ۾ جي ظاهري سونهن آهي تہ مرد لاءِ اها وڏيڪ وڻندڙ آهي. هن ڪي پنهنجي نفس پرستيءَ سان ڪم آهي نہ روح جي صفائيءَ يا سچائيءَ سان. اوهين جنهن کي عشق ٿا چئو انهيءَ کي آءٌ بوالهوسي يا نفساني خواهش ڪري ٿي سمجهان.

مون چيو : جي ائين بہ ڪٿي هجي، تہ بہ آءٌ اوهان ڪي خاطري ٿو ڏيان تہ آءٌ اوهان سان محبت ٿو رکان.

چيائين : نهيو، بس! بس! رهڻ ڏيو! اجايو منهنجو وات نہ کولايو. اوهين بہ تہ نيٺ مرد آهيو. اوهان مان ٻيو ڇا ورندو؟

مون چيو : تہ، ضرور ٻڌايو دل جي ڳالهہ دل ۾ ڇو رهجي

وڃڻ گهرجي. ذرو آءٌ به ته ٻڌان.

چيائين : چڱو جي اوهين هرو ڀرو ضد تي چڙهيا آهيو ته ٻڌو. آءٌ تڏهن سمجهان ها ته اوهين برابر مون سان دلي محبت ٿا رکو جڏهن هنن ڏگهن نانگ جهڙن وارن جي بدران منهنجي مٿي ۾ هڪڙي مٺ وارن جي مس هجي ها! هن ڀريل، گلابي رخسار جي بدران ڏريل منهن هجيم ها، ۽ انهيءَ تي به ماتا جا هزار داغ: هنن متوالين ۽ بجلي ڪيرائيندڙ اکين بجاءِ ٽيڏيون چوچيون اکيون هجنم ها ۽ تن ۾ به ڦلا. جي منهنجي ڀريل بدن جي بدران سڪيل سڙيل ڪاٺيءَ جهڙو بدن هجي ها ۽ آءٌ ڪا ميري ڦاٽل ساڙهي پايو منڊڪائيندي، گهلبي هلان ها ۽ تڏهن چئو ها ته : هاءِ، ڏس ته خورشيد ڪهڙي نه حسين آهي، ڪهڙي نه وڻندڙ آهي، ڪهڙا نه زلف اٿس، ڪهڙي نه نازڪ بدن آهي! اهڙي ڪا جنت جي حور به ڪانه هوندي! جهڙي هيءَ منهنجي دل جي مالڪ آهي. اهڙي ڪنهن ڏرم جي ديوي به ڪانه هوندي،..... جڏهن اوهين ائين......"

مون جلد ڳالهه ڪپي بي اختيار ٿي چيو بس! ڪهڙي نه هيبتناڪ تصوير پيئي ڪڍين!

ڪلي جواب ڏنائين : اوهين ته بلڪل ڏڄي ويا آهيو. فقط خيالي تصوير تي ٿي اهڙي حالت آهي ته سچ پچ جي اهڙي هجان ها، يا اوهان سان پلؤ اٽڪائي پوءِ اهڙي ٿي پوان ها ته اوهان جي محبت الاجي ڪيڏانهن اڏامي وڃي ها. منهنجي ته حياتي دشوار ٿي پوي ها ۽ اوهين انهيءَ کي محبت ٿا فرمايو! انهيءَ کي اوهين عشق جو خطاب ڏيڻ ٿا چاهيو؟ توبهه ڪريو! نيٺ به غور ڪريو ته اهڙي محبت ۽ شهوت ۾ فرق ڪهڙو وڃي رهيو؟

مون چيو : خورشيد! منهنجي محبت ڪل ۽ چرچي جي لائق نه آهي. انهيءَ کي ڪلي نه اڏاءِ، ڪنهن مرد جي پاڪ محبت اهڙي خسيس شئي نه آهي جنهن کي ڪا ملڪ جي راڻي به بيپرواهيءَ سان ٺڏي پري ڪري. اها اها شئي آهي جنهن جي حورن کي به اميد آهي، جنهن لاءِ ديوين کي به تمنا آهي. سچ ٿو چوان ته دل جو نذر اهو نذر آهي جو خود خدا کي به قبول آهي. اوهين ڪيئن اهڙي محبت جو تماشو ويٺا اڏايو؟ جنهن کي اوهان بوالهوسي يا شهوت سڏيو آهي، انهيءَ ۽ اهڙي

بره
محبت جي وچ ۾ ايترو فرق آهي جيترو راوڻ ۽ رام ۾، قابيل ۽ هابيل ۾، نوح جي پٽ ۽ ابن مريم ۾، شيطان ۽ خدا ۾........"

وري به ڳالهه ڪپي، مون ڏي نهاري، ڏاڍي سنجيدگيءَ سان چيائين ها اهو برابر آهي، پر.......دل ۾ نه ڪجو.... پهرين پنهنجين اکين مان حيوانيت جو جوش دور ڪريو، پوءِ ڪنهن اشراف زال کي خاطري ڏيارڻ جي ڪوشش ڪريو ته اوهان جي محبّت پاڪ ۽ صاف آهي.........

مون ڊگهو ساه کڻي ڏاڍي غمگين ۽ ڀڳل دل جي آواز سان پڇيو : بس! اوهان جو اهوئي جواب آهي؟

هوءَ وري جهڪي پاڻيءَ تي ليڪا ڪڍڻ لڳي ۽ مون ڏانهن منهن ڦيرائي ڏٺائين به ڪين. فقط ڪنڌ ڌوڻيائين. مون ٻيڙيءَ جو منهن موڙيو، ۽ ڪناري تي اچي پهتاسون. مون ڀڳل آواز ۾ چيو: خدا حافظ، خورشيد! هن مون ڏي نهاريو به ڪين، ۽ ڪرڙبڙ مان قدم سنڀاليندي منهنجي نظر مان غائب ٿي وئي.

(4)

انهي واقعي بنسبت، انهن ڏينهن جي لکيل ڊائريءَ ۾ منهنجي هيءَ داخلا آهي، جنهن ڏينهن شام جو ڍوري جي ڪپ تي منهنجي دل جي آرزوءَ تي پاڻي ڦري ويو، انهيءَ رات آءٌ سڌو گهر آيس. هاڻ آءٌ يڪمنو ٿي پنهنجي ڌنڌي کي اچي لڳو آهيان. پنهنجو نالو پيو ڪڍان منهنجي آمدني جيڪي سو وڌندڙ آهي. سيڪو منهنجي لياقت جي تعريف پيو ڪري.ڪي بزرگ دوست منهنجي نالي پيا چون ته فلاڻو هاڻي ماٺهو ئي بيو ٿي پيو آهي. ماڻهو مون کي پاڳ وارو پيا سڏين. آءٌ انهن جي خوشامد تي ظاهري ته پيو کلندو آهيان پر اندر ۾ رت جا ڳوڙها پيا ڳڙندا اٿم. ماڻهن کي ڪهڙي خبر ته منهنجي جان تي ڇا پيو گذري، ۽ ڇو سيڪجهه هوندي آءٌ پنهنجي زندگي برباد ڪري پيو سمجهان. هن کي ڪهڙي خبر ته منهنجي حياتيءَ جي چمن ۾ اها هوند بهار جي نشاني نه آهي پر خزان جو هڪ انوکو روپ آهي. هي گلن جي ٽڙڻ جا نه پر پنن جي ڇڻڻ جا آثار آهن. انهن

ڪي ڪهڙي خبر تہ منهنجي غريب غيرت ۽ شرافت تي ڇا اچي بڻي آهي. آءٌ پستول ٿو ڪڍان ۽ غيرت اچيو منهنجا هٿ جهلي، آءٌ پل تان ٽپي پڏڻ جي ٿو ڪريان تہ شرافت ٿي شرمائيم، آءٌ شراب جي ٻاٽليءَ ڏي هٿ ٿو ڏگهيريان تہ پنهنجي درد کي نشي جي درياه ۾ غرق ڪريان تہ عقل آڏو ٿو اچيم، آءٌ جوئابازيءَ سان دل وندرائڻ ٿو گهران تہ مذهب جي مصيبت ٿي ماريم! مطلب تہ چئني پاسي چوڪاري جا رستا ڪليل آهن تہ بہ محبت مون کي مجبور ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري آءٌ سچو وقت پاڻ کي رذل ٿو رکان تہ دل تي پيو ڪو خيال نہ اچيم. پر انهيءَ پهر بہ تہ ڪم نہ ٿو ڪري سگهجي ! انهيءَ ڳالهہ اچي منجهايو آهيان. جي ڪڏهن بہ گهمندي ڦرندي باغ ۾ وڃيو سهڙان تہ مون کي ڏسي سنبل سر تي ڏوڻي ، نرگس اک تي هڻي، ڪليون مرڪي مون تي ٺٺولي ٿيون ڪن، گل مون کي ڏسيو پيا کلن، بلبل طعنہ زني ٿي ڪري ۽ انهيءَ ريت آءٌ زمين ۽ آسمان جي دشمنيءَ کان پريشان ٿي موٽيو گهر اچان ۽ پنهنجي غريباڻي ڪوٺيءَ ۾ اچيو پنهنجو سر لڪايان. رات جي اڪيلائيءَ ۾ جڏهن ساري دنيا ننڊون پئي ڪري ۽ آءٌ ڏک جي بستري تي پيو ليٽان پيٽان، تڏهن جي ڪا ڪوئل جي ڪوڪ منهنجي ڪنن تي ٿي پئي تہ پهرين وانگر پنهنجي محبوب جي ياد ۾ اگڻ ۾ پيو ڦيريون پايان. هن کي وڻن جي تارين ۾ پيو ڏسان، ڪنڊن ۾ پيو نهاريان، ڦوهاري جي حوض ۾ بہ هن جي تارن جيئان ٽمڪندڙ اکين جو عڪس پيو نظر اچيم. پر هن کي ڪٿي بہ نہ ڏسي، نيٺ نااميد، دل شڪستو ٿي ٽڪو ٽٽو وري اچيو هنڌ تي ڪران. جي انهيءَ بي آراميءَ هوندي بہ ڪو ننڊ جو جهوٽو اچيو وڃيم تہ وري خواب ۾ نئين سر هڪڙو سائو باغ نظر ٿو اچيم جنهن جي هوا مان بهشت جي باغ جي گلن جي خوشبو پئي اچيم. انهيءَ جي وچ ۾ هڪڙو ننڍو لعل جو ٺهيل بنگلو آهي، جتي خورشيد چيلهہ تائين وار ڇوڙيو ويٺي آهي، ۽ هڪڙي هٿ جي ٻڪ ۾ آب حيات جا قطرا ڪٺا ڪيو پئي مون کي آڇي. پر جڏهن آءٌ اهو ٻڪ وات تي رکڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان تڏهن هوءَ يڪدم بيرحميءَ سان پاڻي آگرين مان وهايو ڇڏي، ۽ پوءِ گلن وانگر ٽڙندي ٽهڪندي،

نازڪ وٽن جي شاخن وانگر لڏندي لمندي، مون کي چيڙائيندي، نظر کان غائب ٿيو وڃي. آءٌ ننڊ جي حالت ۾ "خورشيد! خورشيد!" پڪاريندو ۽ ٻئي هٿ ڊگهيري ڪٽ تان اٿي محبوب جي تلاش ۾ ٿو نڪران ۽ نيٺ ڪنهن نہ ڪنهن شئي تي ٺوڪرجي سجاڳ ٿيو پوان ۽ ٻنهي هٿن سان مٿو ترين ۾ جهلي ويهيو رهان. اکين اڳيان اونده اچيو وڃي، زندگي بيڪار پيئي لڳي. وري پنهنجي دل تي ضابطو جمائڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان پر صبر جو دامن وري هٿن مان نڪريو وڃيم ۽ نيٺ محبت جو جوش پاٽي تي اکين مان ٽمي ٽمي صبح ڪرايو ڇڏي.

(5)

ٽي ورهيہ اهائي حالت رهندي آئي. پوءِ هڪڙي ڏينهن خورشيد جو ڀاءُ ايدلجي، جو اڳين ڏينهن ۾ منهنجو سنگتي ٿي ويو هو، مون کي رستي تي ڏسي، "مرزاجي، مرزا جي" پڪاريندو مون ڏي وڌي آيو ۽ اچي ڏاڍي حب سان مون کي گڏيو. ظاهر ڪيائين تہ پاڻ بہ ٻئرسٽريءَ جو امتحان پاس ڪري آيو آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪئي اٿس. آءٌ هن کي پنهنجي بنگلي تي وٺي آيس. گهٽي تائين پيو ڳالهيون ڪيونسين ۽ گذريل ٽن سالن جو احوال هڪ ٻئي کي ڏنو ورتوسين. اها خبر پئي تہ گذريل ٽن سالن ۾ آءٌ ڪو ورلي سندن گهر آيو ويو آهيان، مون کي ڏوراپو بہ ڏنائين ۽ ڏک بہ ظاهر ڪيائين. ٻئي ڏينهن وري آيو، ساڻ هڪڙو خط کڻي آيو. مون خط کولي پڙهيو. منجهس نڪو هو سرنامو نڪا ڪنهن جي صحيح، فقط خورشيد جي سهڻن گجراتي اکرن ۾ ڪنهن اردو غزل جو هڪڙو شعر لکيل هو.

عشاق کے هونٹون پر شکوه بهي نهين آتا،
جو ظلم یہ کرتے هين سهتے هين سب بيچارے.

يعني تہ عاشقن جي چپن تي ڪڏهن ڏوراپو بہ نٿو اچي. معشوق جيڪي بہ ظلم ٿا ڪن سي ويچارا ماٺ ڪيو سهيو وڃن.

آءٌ ٽوپي پائي اوڏي مهل ئي ايدلجيءَ سان شامل راه ٿيس. سندس گهر وڃي پهتاسين. ڏٺم تہ خورشيد پنهنجي پراڻي ادا سان کلمک

بيٺي آهي. مون ماٺ ۾ ساڻس هٿ ملايو. گهڻي سڪ سان ڏٺم پر سندس اکين ۾ ڪا بہ محبت جي نشاني نظر نہ آئي. فقط ٿڪائيءَ جا ڪي آثار ٿي ڏٺا ۽ آءٌ ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. خورشيد دستوري خاطرخواهيءَ کان پوءِ چيو، ”هاڻ تہ اوهين عيد جو چنڊ ٿي پيا آهيو!“

مون چيو: هائو پر اهو غريب تہ اصل کان سج جو محتاج آهي. جي سج پاڻ پنهنجي سخاوت ۾ ڪوتاهي ڪري تہ ويچاري چنڊ جو ڦڪو ٿي وڃڻ يا اصل ڏيکائي نہ ڏيڻ ڪا عجب جي ڳالهہ نہ آهي.

خورشيد منهنجو اشارو سمجهي ڦڪائيءَ کان سر کڻي جهڪايو ۽ پاڻس اٽڪاٽائيءَ کان چيو: مرزا جي، اوهين تہ اهڙيون مٺاچريون ڳالهيون پيا ڪريو جڻ اسين ڪي ڏاريا آهيون، ۽ اسان کي گڏجي اوهان کي ڪا خوشي ڪانہ ٿي آهي.

مون چيو ايدلجي، اعتبار ڪنديـن تہ اوهان کي ڏسي آءٌ ايتروئي خوش ٿيو آهيان جيترو اوهين مون کي ڏسي خوش ٿيا آهيو.

ايدلجي ڪو جواب ڏيڻ تي هو تہ هن جو ڪو اصيل اچي ويو ۽ هو اٿي ٻاهر ويو. خورشيد آهستي مون کان پڇيو: اجا اوهان جي ڪاوڙ ڍري ڪانہ ٿي آهي.

مون چيو: ڪاوڙ نہ ڪڏهن هئي نہ آهي. ها. دل ۾ ناسور سو هو ۽ اجا آهي، پر هينئر تہ اهو بلڪل لاعلاج ٿي چڪو آهي.

خورشيد مرڪي جواب ڏنو: دل ۾ ناسور؟ تہ چڱو تہ خير سان اوهان جي دل اجا اوهان وٽ آهي.

مون مرڪي چيو: اڙي نہ. مون کي وسري ويو. چوڻ کپندو هوم تہ جت اڳي دل هوندي هئي ات هاڻ ناسور آهي. دل آهي ڪٿي؟ اها ناقبول سوکڙي جا مون ڪنهن جي قدمن تي ڌري رکي سا تہ،بوٽ -ڪلب واري ڊوري جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ پئي سڙندي هوندي.

هن شروع کان وري اکيون کڻي هيٺ ڪيون ۽ آءٌ بي آراميءَ کان اٿي ڪوٺيءَ ۾ تصويرون ڏسڻ لڳس. اجا آءٌ پنهنجن ويندڙ حواسن کي جهلڻ جي ڪوشش ۾ هوس تہ ايتري ۾ هڪڙو ويهين يا ٻاويهين ورهين جو حسين نوجوان ڪوٺيءَ ۾ گهڙي آيو. مون ڏٺو تہ هن جي اچڻ ڪري خورشيد جي چهري تي ٻئي نموني جي

رونق چڙهي ۽ هن پنهنجي مٿي تان ڪريل ساڙهيءَ جو پلئو وري سنيالي مٿي تي رکيو، ۽ سڌي ٿي ويٺي. "انٽروڊڪشن مان معلوم ٿيو تہ هي نوجوان جنهنجو نالو مڪرجي هو سو سيٺ پالنجيءَ جو پٽ هو، جو هينئر ڪاليج ۾ بي-اي پڙهندو هو. هن جي سڪايل ۽ محبّت آميز نگاهن مان آءٌ تاڙي ويس تہ هو بہ انهن ئي زلفن جي زنجيرن ۾ گرفتار ٿيل آهي جن ۾ آءٌ اڳئي مبتلا هوس. خورشيد البت ڪجهہ گهبرايل ٿي ڏٺي ۽ اسان لاءِ چانهہ ٺاهڻ جو بهانو ڪري نڪري وئي.

ٿوري دير تہ هن جوان کي آءٌ پنهنجي دل ۾ توريندو رهيس ۽ ٿوري ڪان پوءِ گفتگو شروع ڪيم: هن خاندان سان تہ اوهان جو جهونو رستو هوندو.

چيائين : هائو، منهنجو پيءُ ۽ خورشيد جو پيءُ سڄي عمر گهرا سنگتي هئا ۽ اسان جو بہ اهوئي رشتو آهي. ننڍي هوندي کان اسين پليا نپنا گڏ آهيون. جڏهن خورشيد جي پيءَ انتقال ڪيو پوءِ البت اسان جي اٿ ويهہ گهٽ ٿي، پر هاڻ، ايڊلجيءَ جي ولايت مان موٽڻ کان پوءِ وري منهنجي پيءَ جي خواهش ٿي آهي تہ اسين پنهنجو اڳيون رستو قائم ڪريون.

منهنجي دل ڌڙڪڻ لڳي ۽ مون ڌڄندي ڌڄندي پڇيو تہ اها خواهش خورشيد سان تعلق ٿي رکي؟

هن ڪنڌ ڌوڻي قبوليت ڏني. مون پنهنجي ڏڪندڙ آواز تي قبضو ڄمائي مڪرجيءَ کي چيو: خدا اوهان کي ڪامياب ڪري! اهو مڙس ڏاڍو خوش نصيب هوندو جنهن کي خورشيد جهڙي پانهن ملڻ جي اميد هوندي. آءٌ پاڻ کي ڪنهن ورهين جي بيمار جهڙو بي طاقت سمجهي وري ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. مڪرجيءَ خاطرداريءَ طور پڇيو : خير تہ آهي؟ طبيعت تہ ٺيڪ آتو؟

مون ضعيف آواز ۾ چيو: مڙيئي خير آهي.

هو گهڻي دير مون کي تڪيندو رهيو، ۽ هن جي شڪل مان نموني نموني جا خيال پيي ظاهر ٿيا. همدردي، رحم، افسوس، ڪاوڙ، حسد، دشمني، بغض،۽ نيٺ حيوانيت هن جي طبيعت تي غالب پئجي وئي، ۽ مون کي خار ڏيارڻ جي ارادي سان چيائين : بئريسٽر صاحب،

اوهان لاءِ اهو خيال خام آهي، ۽ اوهان جي اميد بلڪل اجائي. ايدلجي ۽ منهنجو پيءُ پاڻ قريب قريب فيصلو ڪري چڪا آهن ۽ انهيءَ فيصلي جي خورشيد کي بہ پوري طرح خبر آهي.

انهي فقري تہ منهنجي رهيل کوهيل اميد تي پاڻي وهائي وسائي ڇڏيو. پر انهيءَ سان گڏ منهنجي غيرت کي بہ جاڳائي مون کي مرد بڻائي ڇڏيو. مون سڄي عمر ڪڏهن اهڙين ڳالهين ۾ هار ڪانہ مڃي هئي. تڪليفن ۽ مصيبتن ڪڏهن بہ مون کي ڏيچاريو ڪين. منهنجي لاءِ تڪليفون مقابلو ڪرڻ جو سامان آهن، نہ دل شڪستو ٿي ويهي رهڻ جو. آءٌ مڪرجيءَ جو شڪر گذار آهيان جو هن مون کي خار ڏيارڻ لاءِ مرڪي منهنجي مغروريءَ کي ٺوڪر هڻي منهنجي جنگي طبيعت کي جاڳايو.

مون مڪرجيءَ جي مرڪندڙ شڪل ڏسي هن ڏي نظر ڪري چيو: مسٽر مڪرجي ڪنهن ڪم جو قريب قريب پورو ٿيڻ ۽ انهيءَ جي سرانجامي ٿيڻ ۾ ايترو فرق آهي جيترو پيالو چپ تي رکڻ ۽ پيئڻ ۾. ممڪن آهي تہ پيالو وات تي رکڻ کان پوءِ بہ هٿن مان نڪري وڃي، ۽ اجايل اتي ئي رهجي وڃي. توکي سوير ئي سينو سهائڻ ۽ آڪڙ ڪرڻ جڳائي نٿو."

هن چيو: خير، شايد ائين هجي، پر اوهان کي تہ ايتري بہ اميد ڪانهي تہ ڪو پيالو اوهان جي وات تائين بہ ايندو."

مون هن کي ڏڪار جي نظر سان ڏسي هن کي چيو: نوجوان! آءٌ تنهنجو بدخواه نہ آهيان تون دلجاءِ ڪر. پر پنهنجو ڪم سنڀال."

مڪرجي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ مون کي ڪو سخت جواب ڏيڻ تي هو تہ خورشيد پاڻ چانهہ جي ٽرائي کڻي اندر آئي. هن پنهنجي هٿ سان مون کي چانهہ جي پيالي ٿاهي ڏني جا مون پيتي. هڪڙي ڍڪ ۾ طهور جي شراب جي مدهوشي پريل هئي. آءٌ انهيءَ جي مزي وٺڻ ۾ ايترو محو ٿي ويس جو مڪرجيءَ جي ڳالهہ بلڪ هن جي هستي بہ منهنجي دل تان لهي وئي.

آءٌ ڍڪ پري پيالي خالي ڪري خورشيد جو منهن تڪيندو رهيس. هن مرڪي بيو ڪوپ وڏائي منهنجي اڳيان رکيو. پهرئين

ڪوپ جي اثر سان گڏجي انهي مرڪ تہ منهنجون وايون بتال ڪري ڇڏيون. آءُ متوالن وانگر جهوليندو ۽ رندن وانگر چپن کي چسڪا ڏيندو پيو ڪوپ بہ چاڙهي ويس. خورشيد جي اکين پڇيو:"پيو؟" مون چيو هائو پيو! پيو! هن پيو بہ ڪوپ ٺاهي اڳيان رکيو. مون مواليـن وانگر ڏڪندڙ هٿن سان ڪوپ کڻي وات تي اڃا مس رکيو هو تہ ڪن تي آواز پيو، "خورشيد! هڪڙي ڪوپ جي مون تي بہ عنايت ٿئي."

مون ڦري ڏٺو تہ پاسي کان مڪرجي بيٺو آهي ۽ هٿ ۾ خالي ڪوپ اٿس. منهنجا چپ ڪوپ تائيـن اچـي رهجـي ويـا. ڏاڏي آدم وانگر آءُ بہ بهشت تان ڪري اچي زمين تي ڦهڪيس. ڪوپ منهنجي هٿ مان نڪري اچي پٽ تي پيو. مڪرجي بي اختيار ٺهڪ ڏئي کلي ڏنو. ائين پئي لڳم ڄڻ تہ منهنجي دل ۾ ڪنهن چنهنبڙي پاتي هجي، ۽ آءُ بيقرار ٿي اٿيس.

خورشيد ڏاڍي فڪر مان پڇيو: خير تہ آهي؟

" آءُ اڪيلو رهي رهي چريو ٿي پيو آهيان. خورشيد، مون کي ڏاڍو افسوس آهي، ائين ڇئي هليو ويس.

(6)

گهر پهچي مون خيال ڪيو تہ هي مون ڪيو ڇا؟ جڏهن مون کي خبر هئي تہ منهنجي نذر ڪيل دل خورشيد ناقبول ڪري ڇڪي هئي تہ مون کي رقابت ڪرڻ جو ڪهڙو حق هو؟ جڏهن آس ٽٽي چڪي هئي تڏهن اميد رکڻ مان حاصل ئي ڇا ٿيڻو هو. واجب بہ ائين هو تہ هر قوم، هر مذهب، هر وطن ۽ هر عمر جو پاڻ ۾ جوڙو ٿئي. هرڪنهن انسان کي حق آهي تہ پنهنجي مرضيءَ تي انهن ڳالهين جو فيصلو ڪري. انهيءَ ۾ ڏوراپو ڏيڻ واجب آهي نہ شڪايت ڪرڻ. انهيءَ حالت ۾ منهنجو تيسو ٻاراڻو هو، منهنجو ڪاوڙجي هليو اچڻ برابر هڪ ڪل ۽ مسخريءَ جو باعث هو. مون کي ڪپندو هو تہ جا مائٽي خورشيد پنهنجي لاءِ منظور ڪئي هئي انهيءَ کي داد ڏيان ۽ سندس چونڊيل جوان جي تعريف ڪريان ۽ کيس مبارڪ ڏيان. تنهن ڪري مون شرمندو ٿي دل ۾ اهو فيصلو ڪيو تہ مون کي خورشيد کان معافي وٺڻ گهرجي ۽ مبارڪباديءَ جو فرض جلديءَ ۾ جلدي لاهڻ کپي.

انهيءَ مراد سان ٻئي ڏينهن شام جو آءٌ وري ايدلجيءَ جي گهر ويس. رات چانڊوڪي هئي ۽ باغ جي وڻن جو هڪڙو هڪڙو پن چانڊوڪيءَ ۾ پيو چلڪيو. خورشيد بہ باغ ۾ پسار پئي ڪيو. دستوري سلام ۽ نياز ڪان پوءِ مون چيو : خورشيد، آءٌ ڏاڍو پشيمان آهيان. توڪان معافي وٺڻ ۽ توکي مبارڪ ڏيڻ آيو آهيان.

هن مرڪي مونکان پڇيو: معافي ڇا لاءِ ۽ مبارڪ ڇا جي؟

مون چيو: پنهنجي بيجا ڏک ۽ ڪاوڙ جي معافي ۽ مبارڪبادي......

ڪلي پڇيائين : ها ۽ مبارڪبادي ڇا جي؟

مون ڏاڍي مسرت سان چيو: خورشيد، ڏس! مون کي اجايو نہ ستاءِ. تون چڱي طرح ڄاڻين ٿي تہ آءٌ مبارڪ ڇا جي تو ڏيڻ چاهيان. آءٌ سڄي حقيقت کان واقف آهيان. انهيءَ فيصل تيل ڳالهہ ۽ ايندڙ شاديءَ کان بہ. مون سان خود مڪرجيءَ ڳالهہ ڪئي آهي. اڇا انهيءَ کان بہ وڌيڪ ڪولي مبارڪ ڏيان ڇا؟

هن جي اکين مان عجب طرح جا شعاع نڪرڻ لڳا ۽ مون کي چيائين : اوهان کي ٻڌي ٻڌائي ڳالهہ تي تمام جلدي اعتبار اچيو وڃي.

مون پڇيو: ڇا؟ اوهين انهيءَ کان انڪاري آهيو؟

چيائين : منهنجي اقرار يا انڪار مان فائدو ڪهڙو؟ توهين تہ اڳي ئي انهي ڳالهہ تي اعتبار آڻي چڪا آهيو. سچ آهي تہ مردن جي پورڙائيءَ جي ڪا حد ڪانهي.

پوئين جملي بنسبت مون ڇپي ڇٽي جواب ڏنو تہ جي مرد اهڙا پورڙا نہ هجن ها تہ جيڪر عورتون اهڙي سولائيءَ سان انهن کي بيوقوف ڪيئن بڻائين ها. ڪيئن خورشيد، نيٺ انهيءَ ڏينهن جي فيلسوفيءَ جو نتيجو اهوئي وڃي بيٺو؟

پڇيائين : ڪهڙي فيلسوفي؟

مون چيو: اهائي تہ مرد نفس پرست آهن، ۽ عورتن ۾ فقط بدني سونهن جا ڳولائو آهن، ۽ انهن جي پسنديءَ جو لاڳاپو فقط بدن سان آهي، نہ روح سان. مرد تہ برابر اهڙا پر آءٌ توهان کان تو پڇان تہ

اوهان بہ عورت ٿي، پنهنجي پسندي ٻئي ڪهڙي آڌار تي ڪئي؟ اهي ئي جسماني خوبيون. اهي ئي مردانگيءَ جا جوهر. اهي ئي مضبوط هٿ پير، اهوئي شينهن جهڙو سينو، اهائي چيتي جهڙي چيلهہ! آءٌ تڏهن مڃان ها جڏهن مڪرجيءَ ۾ اهي ظاهري بدني جسماني سونهن جون صفتون نہ هجن ها ۽ پوءِ بہ اوهان جي منظوريءَ جي نظرانهيءَ تي ڪري ها. هندوستاني ريت رواج ڇڏي يورپ جي خيالن موجب ڳالهيون تہ گهڻيون ئي ڪري چاٺو پر حقيقت کان انڪار نٿا ڪري سگهو، ۽ قدرت جو قانون اوهان جي فيلسوفيءَ جي ڪري بدلجي نہ ٿو سگهي.

خورشيد ٿوري دير ماٺ ڪري چڻ وائڙي ٿي مون ڏي نهارڻ لڳي. پوءِ هڪ عجيب طرح سان مرڪي مون کي چيائين : مون مڪرجيءَ جي شاديءَ جي آڇ نامنظور ڪري ڇڏي. اوهين اجايو پيا ڪاوڙجو.

اهو فقرو منهنجي مثل آرزوءَ لاءِ هڪ اڪثير بوند هو: جهڙو سڪل زمين تي رحمت جو مينهن. انهيءَ منهنجي دل جي خشڪ باغ کي سائو ڪري ڇڏيو. پر شڪ جو برو ٿئي جو اها ڳالهہ دل سان ئي نہ پي لڳي، ۽ مون ڏاڍي ڳڻتيءَ مان پڇيو: سچ ٻڌايو، مون کي اعتبار ئي نٿو اچي.

چيائين : ها اوهان کي اعتبار ڪيئن ايندو! آءٌ مڪرجي تہ نہ آهيان جو اوهان کي اعتبار اچي. آءٌ هڪڙي ڪوڙي ٺگ باز زال آهيان جو هڪڙي جي شاديءَ جي آڇ منظور ڪري ٻين کي چوندي وتان تہ آءٌ آزاد آهيان. سو منهنجي ڳالهہ تي اوهان کي اعتبار ڪيئن ايندو؟ پر وڪالت جي ڏنڌي منهنجي طبيعت اهڙي شڪي ۽ بي اعتبار ڪري ڇڏي آهي جو انهيءَ تي بہ خاطري نہ ٿيم ۽ پڇي ويٺس : نيٺ بہ سو ڇو؟

انهيءَ سڌي سادي جملي ۾ الاجي ڪهڙو ڏنگ هو جو هڪدم هوءَ باه ٿي ۽ ڏاڍي ڪاوڙ سان چيائين : منهنجي دل جي مرضي! توهين ڪير پڇڻ وارا آهيو. اوهان کي منهنجي ڪنهن ڪيل فيصلي تي ڇو، ڇا ۽ ڪيئن پڇڻ جو حق ڏنو ڪنهن؟ مون کي اوهان جي انهيءَ سوال پڇڻ ۽ بحث ڪرڻ جي عادت تان تہ نفرت

آهي. مرد سڀ اهڙا آهن. ڪين جيڪي وٺي سو ڪن. انهن ڪان ڪو پڇڻ وارو ڪونهي، پر جي ڪنهن زال ڪو ڪم ڪيو تہ بس، پٺيان پئجي ويندس تہ ائين چو ٿيو؟ ڪهڙو سبب آهي؟ پڇون تہ اوهين آهيو ڪير؟ منهنجا مالڪ؟ منهنجا وڏا ؟

آءٌ هن جي ڪاوڙ پر ڏجي ويس ۽ نيٺ شرم کان سرجهڪائي ڇڏيم. خورشيد وري ٿورو رکي چيو: هن ڪان اڳ مون کي اوهان لاءِ عزت هئي، بلڪ ٿوري محبت بہ هئي، پر اڄ کان وٺي .....هينئر ڪان وٺي ..مون کي اوهان لاءِ نفرت آهي. ائين چئي هوءَ ڏاڍي مان سان باغ مان گهر ڏي وڃڻ لڳي. مون ليلائي هن کي سڏ ڪيو.....

هن ڦري مون کي چيو: آءٌ اوهان سان نٿي ڳالهايان.

مون چيو: ڀلا ايترو تہ ٻڌايو تہ منهنجو قصور ڪهڙو آهي؟

چيائين : ياخدا! ايتريون ڳالهيون ڪري وينا آهيو ۽ اڃا ٿا پڇو تہ اوهان جو قصور ڪهڙو؟ منهنجي انهيءَ ڪان وڌيڪ گهٽتائي ڪهڙي ٿي ڪري سگهيو جو اوهان مڪرجيءَ جهڙي شخص سان محبّت رکڻ جي مون تي تهمت لڳائي.

۽ اگرچہ مون گهٽو ئي ستايومانس ۽ معافي گهريمانس پر هوءَ اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي گهر ۾ هلي وئي.

(7)

انهيءَ کان پوءِ مون خورشيد کي گڏجڻ جي گهڻائي ڀيرا ڪوشش ڪئي، پر هوءَ پنهنجن نوڪرن هٿان ڪو اهڙو نہ اهڙو بهانو ڏياري موڪليندي هئي جو هميشہ نااميد ٿي موٽي ايندو هوس. نيٺ آءٌ بہ ٿڪجي ماٺ ڪري ويهي رهيس ۽ حياتيءَ جا ڏکيا سکيا ڏينهن صبر سان ڪاٽڻ لڳس. ائين ٻيا بہ ٻہ چار مهنا گذري ويا.

هڪڙي ڏينهن سج لٿي کان پوءِ منهن اونداهيءَ مهل گهمندي گهمندي آءٌ بوٽ- ڪلب،وٽ ڊوري جي ڪپ تي اچي نڪتس، ۽ اڪيون ڊوري جو سير ۽ ٻيڙيءَ جي چال کي ياد پي ڪيم تہ ڪنهن مٺي آواز سان منهنجي پٺيان اچي چيو: بئرسٽر صاحب، چو، هن منڊ ۾ ٻيڙيءَ ۾ ڪونہ چڙهبو آهي ڇا؟

مون يڪدم ڦري ڏٺو تہ اها ساڳي مهہ لقا بيٺي هئي جنهن جي بي نيازين منهنجي زندگيءَ کي موت کان بہ خراب حالت تي رسايو هو.

منهنجي دل جي اوڏي مهل ڪهڙي حالت هئي اهو هڪڙو خدا ٿو ڄاڻي. پر منهنجي واتان جيڪي نڪتو سوهي : خورشيد! تون! تون هت ڪيئن آئينءَ ؟

مرڪي چيائين : اڃا اوهان سوالن پڇڻ جي عادت ڪانہ ڇڏي آهي؟

مون شرمساريءَ کان ڪنڌ ڪٺي هيٺ جهڪايو.

هن چيو: بيڙي ڇو نہ ڇوڙايو؟

مون جلدئي پنهنجي بيڙي تيار ڪرائي ۽ اڳي وانگر پاڻ ئي ونجهہ هٿ ۾ ڪٺي بيڙي هلائڻ لڳس.

ٿوري دير تہ خورشيد ماٺ ڪيو پي مون ڏي ڏٺو، پوءِ ڪجهہ شرارت تہ ڪجهہ سنجيدگيءَ سان چيائين : مرزاجي، اوهان جي دل تہ هتي ئي ڪٺي پئي هوندي. چسَتَ لڳايو، شايد لڀي بہ پوي."

مون ڏانهس نظر ڪئي. سندس اکين ۾ انهيءَ مهل اها روشني هئي جا مجنوءَ کي ڏسڻ سان ليليٰ جي اکين ۾ ايندي هئي. اگرچہ سامهون چوڌاري بنگلن ۽ رستن تي بجليءَ جو بتيون پي ٻريون. پر انهن جي روشني خورشيد جي اکين جي روشنيءَ جي اڳيان منهنجي نظر ۾ ڦڪي پي لڳي. اها حالت ڏسي مون کي وري سيني ۾ اميد جاڳي ۽ ڊڄي ڊڄي پڇيم : جي اوهين انهيءَ تي بہ ڪاوڙجي نہ پئو تہ منهنجي دل جي ليڻ جو سولو ئي رستو ٻڌايانو.

چيائين : وڏي شوق سان. جيڪي وڻيو سو فرمايو. مون کي بہ ڏاڍو فڪر آهي تہ ڪنهن طرح اوهان جي وڃايل دل لڀي پوي جو اوهان جي غلط فهميءَ موجب انهيءَ جي وڃائجي وڃڻ جي ڪي قدر آءٌ بہ جوابدار آهيان.

مون چيو: جي ائيسن آهي تہ پرتي وڃڻ جو ضرور ئي ڪونهي. اوهين پنهنجي دل ۾ ڪٺي ڏسو. جام جمشيد وانگر انهي ۾ بہ سڀڪجهہ نظر ايندو. جڏهن ايترو چوڻ بہ ڦبي ويم تڏهن پنهنجي

همت ٻنهي هٿن ۾ قابو جهلي وينتيءَ سان عرض ڪيم: خورشيد، هاڻ تہ منهنجي دل موٽائي ڏي ۽ جي نہ تہ پلا انهيءَ جو ڪو عوض ڏينم .

هن جي چهري تي شوخي ۽ شرارت جي بدران حد درجي جي نرمي چڙهي وئي. ڏاڍي محبت سان هن جون اکيون پاڻيءَ سان پرجي آيون ۽ مون کي چيائين : انهيءَ جي عوض ۾ مون کان ڇا ٿا گهرو؟ آءٌ حاضر آهيان.

مون چيو: خورشيد، پياري، آءٌ توکي ٿو گهران. تون، تنهنجو پيار ۽ تنهنجي محبّت، تنهنجو چنڊ جهڙو منهن، تنهنجا پڪڙيل وار، تهنجيون محبّت ڀريون نگاهون.........

چيائين : منهنجا ڏٽي، منهنجا مالڪ، اهي تہ اڳي ئي توهان جا آهن. ڪي ٿي سال ٿيا جو اهي سڀ مون اوهان کي ڏنا ۽ وڏي خوشيءَ سان ڏنا آهن.

مون وائڙو ٿي پڇيو: پلا جي ائين آهي تہ هي ٿي سال مون کي هيئن باهہ ۾ ڇو ٻي جلايو اٿئي؟

ڏاڍي لاڏ سان جواب ڏنائين : هاءِ ڙي ناداني! جي ائين نہ ٿئي ها تہ اوهان ۾ ۽ مڪرجيءَ ۾ ڪهڙو فرق رهي ها. پاڪ ۽ ناپاڪ محبّت جي بہ تہ پرک لهڻ ضروري آهي. اها لذيم ۽ هاڻ، سائين آءٌ اوهان جي بندي آهيان. جان ۽ دل، زندگي ۽ موت، ڏک ۽ سک، دنيا ۽ آخرت سڀ اوهان جي هٿ ۾ آهن. جيئن وڻيو، تيئن ڪريو .

هن هٿ جوڙي منهنجي پيرن ڏي دگهيريا ۽ مون ڏي اهي جوڙيل هٿ پنهنجي هٿن ۾ جهلي ڪٽي چپن تي رکيا.

ٻيڙي ڪناري ڏي موٽي. پر ڪيئن؟ اسين ٻئي پاسو پاسي ۾ لڳائي ويٺا هئاسين. ونجهہ منهنجي هٿن ۾ هئا ۽ سکان هن جي هٿ ۾. انهيءَ ڏينهن کان وٺي اڄ تائين اسين ٻئي انهيءَ ئي ريت پاسو پاسي سان ملايو حياتيءَ جي درياہ تي پيا هلون ۽ شايد هي دنيا ڇڏي فردوس برين ۾ ٻي زندگي بہ ائين گذري!

آمين!

# بيگم جو خواب

[هن آکاڻيءَ ۾ ڪي ڳالهيون ۽ ڪي خيال شايد اوهان کي غيرواجبي ۽ نا ممڪن لڳندا، پر، بہ- زالون پرڙجي ڏسو تہ خبر پويو.]

منهنجي عمر اجا بہ ورهيہ مس هئي تہ گهڻن هنڌن کان منهنجي شاديءَ لاءِ نياپا اچڻ لڳا. انهن مان فقط هڪڙو قبول ڪرڻ جي لائق هو جو اسان جي دنگئي رياست وارن جو هو، پر هوءَ ڇوڪري تمام وڏي هئي. حقيقت ڪري هن جي عمر پندرنهن سورنهن ورهيہ هئي ۽ آءٌ رڳو ٻن سالن جو معصوم! پر جنهن صورت ۾ نياپو، رياست جي نواب جي بيگم جو هو، منهنجي والد نواب صاحب انڪار تہ ڪو نہ ڪيو پر ماٺ ڪٽي ڪيائين.

جڏهن آءٌ پنجن ورهين جو اچي ٿيس تہ والد صاحب انهي ساڳي رياست جي ولي عهد جي ڌيءَ جي سنگ لاءِ منهنجو نياپو ڏياري موڪليو. گهڻين ڳالهين کان پوءِ هو انهي شرط تي راضي ٿيا تہ پهرين سندن نوابزاديءَ سان منهنجي شادي ڪئي وڃي ۽ جڏهن سندن پوٽي وڏي ٿئي تہ انهي کي بہ مون سان شادي ڪرائجي. مطلب تہ پوٽيءَ جي سنگ وٺڻ جو گهڻو خيال هو، انهن اهو شرط قبول ڪيو ۽ منهنجو سنگ ڌيءَ ۽ پوٽيءَ سان پڪو ڪري ڇڏيائون يعنيٰ ٻڌي ۽ پائٽي، ٻنهي سان ڳالهہ پڪي ڪئي وئي جو اهڙو رواج اسان نوابن ۾ عيبدار ڪونہ ليکبو آهي.

منهنجي شاديءَ کان اڳ ئي والد صاحب وفات ڪئي. انهن جي بارهي کان پوءِ جڏهن آءٌ اٺن ورهين جو هوس تہ منهنجي شادي ٿي. آءٌ پنهنجي ماءُ پيءُ جو هڪڙو ئي ٻار هوس. نہ هوم ڀاءُ ۽ نہ ڀيڻ. والد مرحوم کان پوءِ گاديءَ جو مالڪ بہ ٿيس ۽ جيئن اجا عمر جو ننڍو هوس تنهن ڪري رياست جو ڪاروبار، ڪائونسل ۽ ايجنٽ جي

هٿ ۾ هو. منهنجي شادي ڏاڍي ڌوم ڌام سان ٿي. ٻنهي رياستن دل کولي پئسو خرچ ڪيو ۽ آءٌ بيگم پرڻجي آيس. تڏهن منهنجي عمر اٺ ورهيه هئي ۽ منهنجي بيگم جي عمر ويهه ايڪيهه هوندي.

تمام جلدي بيگم سان گستاخي، بلڪ گهري دوستي ٿي وئي. هوءَ منهنجي سيني راندين ۾ شامل ٿيندي هئي. رئيسن ۽ جاگيردارن جي هم عمر ڇوڪرن جي فوج جي فوج هئي ۽ بيگم سان گڏجي زالن ۽ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين سان، قلع ۾ سڄو ڏينهن رات لڪ لڪوٽي راند ٿيندي هئي. خوب تماشا ۽ خوب رانديون ٿينديون هيون. بيگم نواب ٿيندي هئي ۽ آءٌ بيگم. قلع جي اندرئي اندر تير ڪمان جون ڪوڙيون لڙايون ٿينديون هيون، فوجون تيار ٿينديون، هيون ۽ هئيءَ جو هاڻ جوآءٌ غور ٿو ڪريان تہ منهنجو عقل ئي نٿو هلي تہ ڪيئن هن کي انهن ٻاراڻين راندين ۾ مزو ايندو هوندو، يا ڪيئن انهن ۾ هن جي دل لڳندي هوندي.

مون کي بيگم سان تمام جلدي محبت ٿي وئي. آءٌ ٻوڙي ٻوڙي ايندو هوس تہ اچي مٿان ڪرندو هوسانس ۽ هوءَ مون کي هنج ۾ کڻي ٻانهن کان جهلي ڦيري ڏيندي هئي ۽ آءٌ پيو رڙيون ڪندو هوس تہ مون کي ڇڏ، پر هوءَ مون کي ڦيري ڏئي ڏئي بيحال ڪري ڇڏيندي هئي. انهيءَ زماني ۾ منهنجي هن سان ڪهڙي محبت ۽ ڪهڙي مزي جهڙي اٺ ريهہ هئي انهيءَ جو آءٌ بيان ئي ڪري نٿو سگهان. ٿورن ئي ڏينهن ۾ هوءَ مون کي قلع کان ٻاهر عاليشان محلن ۾ وٺي وئي ۽ اسين ٻئي اتي اڪيلا، مائٽن کان ڌار رهڻ لڳاسين جي مون کي ڪنهن شئي جي ضرورت ٿي ٿي تہ آءٌ بيگم کي چوندو هوس. جي ڪا تڪليف يا شڪايت ٿيندي هوم تہ بہ بيگم کي دانهن ڏيندو هوس. هوءَ رياست جي ٻانيڪارن کي سڏي مون بابت خاص هدايت ڪندي هئي ۽ منهنجي ننڍي وڏي ڳالهہ جي سک لاءِ نموني نموني جا حڪم جاري ڪندي هئي.

قصو ڪوتاه تہ هوءَ منهنجي بيگم بہ هئي تہ منهنجي نگهبان ۽ سنڀاليندڙ بہ هئي. مون کي حدڪان وڌيڪ پانئيندي هئي، ۽ منهنجي دل ۾ بہ هن جي محبت ائين ويهي وئي جو آءٌ بيان نٿو ڪري سگهان تہ هوءَ ڪهڙي ريت هردم منهنجو خيال ڪندي هئي؟ جڏهن آءٌ ٻاهران

ايندو هوس تہ هوءَ ٽپ ڏئي اٿندي هئي ۽ خوشيءَ کان هن جو سهڻو چهرو پيو ٻهڪندو هو ۽ هوءَ گل وانگر ٽڙي پوندي هئي. جي ٻاهر ٿوريئي دير لڳيو ٿي ويم تہ بيگم منهنجي لاءِ بي آرام ۽ بيقرار ٿي ويندي هئي، ۽ جڏهن، مون کي ڏسي، خوشيءَ سان ڪل مک ٿي ڪنول جي گل وانگر نوڙي منهنجي استقبال لاءِ وڌندي هئي تہ پنهنجين ساهيلين جي جهرمر ۾ ايئن پئي لڳندي هئي ڄڻ پاڻ چنڊ آهي ۽ سندس چوگرد تارا پيا ٽمڪن. مون کان هوءَ قد ۾ بہ وڏي هئي. زالن ۾ هوءَ ڏٺي، بلڪ قداور، ليکبي هئي. سندس جسم، هٿ، پير نهايت مضبوط هئا. نزاڪت جي بدران هن ۾ حسن سان گڏ قوت ۽ طاقت بہ هئي؛ جو وڏي قد سان گڏ خداتعاليٰ هن کي حسن بہ ڏنو هو ۽ طاقت بہ ڏني هئي. هن جو حسين چهرو، چنڊ وانگر، هميشہ پرنور رهندو هو. سندس رنگ روپ بہ تمام گورو، چٽو ۽ بي داغ هو. هن جي وارن تي هميشہ سنهري پنيءَ جو ٻورو ڇٽڪاريل هوندو هو، جو اڪثر ڇٽي سندس چهري تي اچي پوندو هو ۽ سندس سرخ ۽ اڇي رنگ تي باه لڳائي ڏيندو هو؛ ۽ هوءَ حسن جو هڪ شعلو ٻڏجي ويندي هئي. جيئن جيئن عمر وڌندي وئي، تيئن تيئن منهنجي دوستي ۽ محبت هن سان گهري ٿيندي وئي. هن جو حسن وڌيڪ موهيندڙ ٿيندو ويو ۽ منهنجي لاءِ هن جي جواني وڌيڪ دلپذير ٿي پئي. هن جي مقناطيسي ڪشش مون کي پاڻ ڏي وڌيڪ قوت سان ڇڪيندي رهي. هن جي اکين جي چلڪ جا مون لاءِ ٻهرين معمولي ڳالهہ هئي سا هاڻ ڪابي شئي ٿي پئي. آءٌ هن کي ڏسي متوالو ٿي ويندو هوس ۽ مون ۾ ڄڻ بيگم سمائبي ويندي هئي. آءٌ انهيءَ خوشيءَ جي عالم ۾ هڪ جادوءَ ۾ گرفتار ٿيل انسان وانگر وائڙو ٿي ويندو هوس.

(2)

منهنجي عمر پندرهين سورهين جي ۽ بيگم جي عمر ٽيهن سالن جي ويجهو هئي ۽ هي زمانو اهو هو جو آءٌ بيگم جي عيش ۽ محبت ۾ چريو هوس. جي ڪو منهنجي سچي دولت حڪومت ۽ رياست مون کان گهري ها تہ آءٌ ڏيان ها، فقير ٿيڻ پسند ڪريان ها پر بيگم جي دل ڏکائڻ پسند ڪين ڪريان ها. منهنجي حياتيءَ ۾ جيڪي بہ هو، سو

بيگم هئي. آءٌ انهيءَ سان گڏ جنهن عيش عشرت ۾ گذاريندو هوس انهيءَ جو ذڪر ڪرڻ مشڪل آهي. بيگم جو ڳائڻ به وري اهڙو هو جو ڇا چئجي! منهنجو ڪهڙو حال ٿي ويندو هو! ڳائڻ ۾ بيگم جو ڪو ثاني ڪونه هو. چانڊوڪيءَ رات، ڍنڍ جي ڪناري تي سنگ مرمر جون محفلون لڳي وينديون هيون. هوءَ ڳائيندي هئي ته آءٌ مست ٿي ويندو هوس. ٻانهيون ۽ ساهيليون شربت جا پيالا ڀري ڀري سامهون آڻينديون هيون ۽ بيگم پنهنجن هٿن سان مون کي پيالي تي پيالو پياريندي هئي، ۽ تازي تواني ٿي وري ڪو نئون سر ڪڍندي هئي. هن جو اثردار آواز ڍنڍ جي چوگرد جبلن ۾ پڙلاءُ ڪندو ويندو هو. رات جو ٻارهين بجي سينگاريل ٻيڙين ۾ چڙهي، چانڊوڪيءَ ۾ ڍنڍ جو سير به ڪندا هئاسين ۽ گڏ ئي گڏ ڳائڻ وڄائڻ جو شغل به لڳو ايندو هو؛ ۽ جهٽ ۾ سڄي ڍنڍ جي رونق ئي بدلجي ويندي هئي. هڪڙو جوانيءَ جو نشو، ٻيو عشق ۽ ٽيو عاشق معشوق؛ هتي راڳ، هتي سازَ ۽ وري محبت. آءٌ ته ڪڏهن ڪڏهن دهلجي ويندو هوس ته آءٌ آهيان ڪٿي ۽ منهنجي چوڌاري ڇا پيو ٿئي. بهشت انهيءَ کي ته ڪونه چوندا آهن؟ حياتي هڪڙو وٽندڙ خواب پئي لڳندي هئي. منهجي ۽ بيگم جي محبت ۽ عشق جو زمانو موج ۾ هو. فڪر ۽ رنج ته وڏيون ڳالهيون آهن پر اسان کي انهن جو خيال به ڪونه هو. انهيءَ زماني ۾، انهيءَ عيش عشرت ۾، انهيءَ خوشيءَ جي وچ ۾ منهنجي ٻي شاديءَ جو وقت اچي ويجهو سهڙيو؛ ايترو ويجهو جو اسين پئي ڇرڪجي وياسين. دنيا جي مدنظر تي سيني کي ائين ٿي لڳو ته انهي شاديءَ لاءِ انهي کان سٺو موقع ٻيو ڪونه ٿيندو، بلڪ جي غور ڪري ڏسو ته به ائين معلوم ٿيندو ته اهوئي موقع منهنجي شاديءَ لاءِ سٺي ۾ سٺو هو. جي ڪٿي ساهرن مان ڪو اعتراض يا سيڙهه جو سبب اٿي ها ته به چڱو. پر هتي ته ريزيڊنٽ کان وٺي رياست جي ادنيٰ ۾ ادنيٰ ٻانهي تائين سيني کي اهائي ڳالهه وات ۾ هئي ته خدا جي فضل سان نواب صاحب بهادر جن هاڻ جوان ٿيا آهن ۽ ننڍي بيگم جي شادي هاڻ جلدئي ڪرڻ گهرجي.

جڏهن شاديءَ جو وقت تمام ويجهو آيو ته انهي جي

ورچائيندڙ ذڪر جو پڙلاءُ بہ ڪنن تائين پهچڻ لڳو. بيگم سان جنهن جي عشق جي اها حالت هئي جو بس، اسين چڙ ٻن قالبن ۾ هڪڙي جان هئاسين. انهيءَ ايندڙ شاديءَ جو نالو ئي دل ۾ هڪڙو عجيب انتظار پيدا ڪندو هو. بيگم کي هڪڙوئي ڀاءُ هو ۽ انهيءَ کي اها هڪڙي ئي ڌيءَ هئي. ڪنهن چيو آهي تہ پڦي ۽ ڀائٽي ٻئي ذات مڙئي هڪڙي، تنهن ڪري بيگم جي بہ پنهنجي ڀائٽيءَ سان ڏاڍي گهڻي دل هئي. هوءَ پاڻ ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ شاديءَ جو ذڪر ڇيڙي چڻ منهنجي هنج ۾ هڪڙو خنجر اڇلي وجهندي هئي.

(3)

هڪڙي ڏينهن جي ڳالهہ آهي تہ ڍنڍ جي ڪناري تي هميشہ وانگي ڳائڻ وڄائڻ جو جلسو پي ٿيو. ٻانهيون زريءَ جا ڪپڙا پايو ناچ پي نچيون ۽ بيگم تال ڏيندي هلي ۽ مرڪي مرڪي، تاڙيءَ سان گڏ مون ڏي ڏسندي رهي. ڪڏهن ڪڏهن، جوش ۾ منهنجي نظر ناچ تي وڃيو ٿي پئي نہ تہ آءٌ تہ ڪنهن ٻئي ناچ ڏسڻ ۾ مشغول هوس. مون بيگم جي اکين جو رقص پي ڏٺو يا هن جي محبت جو، جنهن سندس چهري تي رقص پي ڪيو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ناچ جو تال مون پاڻ ئي ڏنو، مطلب تہ عجب رنگ هو. طبيعت خوشيءَ جي حد تي وڃي رسي هئي، تہ انهيءَ منزل تي منهنجي شادي جو ذڪر اچي ڇڙيو. مون کي ڪهڙي خبر هئي تہ هيءَ محفل هن ريت ڏامان ڏول تي ويندي. انهي ڳالهہ جو ذڪر هڪڙي سهري سان شروع ٿيو جو ڳائڻ ۾ پي آيو. يڪدم سهري جي هڪڙي مصرع مون ڏي چڪڻ لڳيون. نوبت وڃي انهي حد کي رسي جو مون لاچار ٿي چئي ڏنو، ”نيٺ تنهنجي مرضي ڇا آهي؟“

بيگم مرڪي، وڏي خوشيءَ سان جواب ڏنو، منهنجي مرضي ڇا آهي ! آءٌ اهوئي ٿي چاهيان تہ اوهين جلدئي منهنجي ڀائٽيءَ سان شادي ڪريو. مون هن جي منهن ڏي ڏسي هن جي شڪل پروڙڻ جي ڪوشش ڪئي. ناچ اڃا پي هليو ۽ ٻانهيون ۽ ڳائڻ وڄائڻ واريون نشي ۾ تاٿ ٿيو ساڳيءَ ريت پي نچيون ۽ اسان ٻنهي پاڻ ۾ ڳالهيون پي ڪيون. مون کي شڪ گذريو تہ متان بيگم منهنجي محبت جو امتحان ٿي وٺي ۽ چهري مان سندس دل جي حالت معلوم ڪرڻ جي بيڪار ڪوشش ڪيم ۽ چيم، ”آءٌ تہ هاڻ

تنهنجو ٿـي چڪو آهيان ۽ تنهنجي پائنٽي هتي اچي مون مان ڪا خوشي حاصل ڪانہ ڪندي."

بيگم جواب ڏنو، "هي اوهان جو خيال آهي. هوءَ توهان جي هم سن آهي ۽ مون کان وڌيڪ، گهڻو وڌيڪ حسين ۽ سهڻي آهي. توهان جو ۽ هن جو جوڙو ملي ايندو. بس ائين ٿو لڳي چڻ خدا تعاليٰ اوهان کي پيدا ئي هڪ ٻئي لاءِ ڪيو آهي. حقيقت ڪري توهان جو ۽ منهنجو جوڙو ٺهي ئي نٿو. دنيا ائين ٿي چوي، ۽ سچ بہ ائين آهي. جو اوهين مون کان عمر ۾ گهڻو، گهڻو ننڍا آهيو." مون وري بيگم ڏي گهور ڪري نهاريو تہ ڪٿي هوءَ پنهنجن انهن خيالن کي جي پنهنجي پائنٽيءَ جي برخلاف سندس دل ۾ هجن، انهن لفظن ۾ لڪائڻ جي ڪوشش تہ نہ پئي ڪري؟ اجا منهنجي دل ۾ اهڙو شڪ ئي مس گذريو هو تہ مون چور پڪڙي ورتو: جو سندس روشن چهري تي اک ڇنڀ ۾ هڪڙو غمناڪ پاڇو ڊوڙي ويو. مون تڏو ساه ڪٽي بيگم کي چيو، منهنجي دل ۾ توکان سواءِ ڪنهن بيءَ لاءِ اصل جاءِ ڪانهي. مون کي توسان بيحد..........."

بيگم ڳالهہ ڪپي چيو، "آءٌ سمجهان ٿي تہ توهان کي مون سان ۽ مون کي اوهان سان بيحد محبت آهي. پر مون ۾ ۽ اوهان ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. منهنجي دل ۾ بس هڪڙي جاءِ آهي ۽ اها اوهان جي محبت سان پري پيئي آهي: پر توهان جي دل ۾ ڪيترين جي جاءِ آهي. آءٌ وڏي بيگم آهيان ۽ اوهين نواب آهيو. توهان کي هيءَ ٻي شادي تہ ضرور ڪرڻي آهي، پر انهيءَ کان سواءِ پيون بہ جيترين چاهيو ڪري ٿا سگهو."

مون ٿورو شوخ ٿي چيو، "آءٌ ڪونہ ڪندس. ڪٿي سمجهہ تہ آءٌ تنهنجي پائنٽيءَ سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪريان تہ پوءِ ڇا؟"

نچنديون، ڳائينديون، ٻانهيون ٿورو پريرو وڃي ويهيون هيون. شايد انهن تاڙي ورتو تہ اڪيلائي جي ضرورت آهي. سازن واريون تہ اڳ ئي اشارو ڪري اٿي ويون هيون. اسين ٻئي هاڻ اڪيلا رهجي وياسين.

پوري مغلاڻي مان شان سان بيگم گهنڊ پائي بي آراميءَ سان جواب ڏنو، "اوهين مغل آهيو. اوهين خودمختار والي رياست آهيو

۽ اوهين.......... اوهين انڪار ڪري نٿا سگهو. ۽ سو بہ وري...... سوبہ وري انهيءَ حالت ۾ جو آءٌ ......آءٌ اوهان جي گهر ۾ آهيان. آءٌ اوهان جي وڏي بيگم آهيان تنهن ڪري توهين انڪار ڪري نٿا سگهو.“

مون وري چيو، ”پر توڪان سواءِ ٻيءَ ڪنهن سان آءٌ محبت ڪري نٿو سگهان“

بيگم منهنجن پيرن کي هٿ لائي پنهنجي مٿي تي رکيو ۽ پوءِ منهنجي شڪرادائي تي ڪري ۽ چيائين، ”انهيءَ ۾ ڇا آهي! مغل نوابن جون بيگمون ڪي خاص سندن محبت لاءِ ڪونہ ٿينديون آهن پر رياست جي تخت ۽ تاج جي سونهن ۽ زيور ليکبيون آهن. ڪنهن والي رياست جي ڌيءَ ضرور ڪنهن نواب جي ئي گهر ۾ وڃڻ گهرجي. نوابن جو تعداد آڱرين تي ڳڻي ٿو سگهجي ۽ نواب زاديون تمام وڌيڪ آهن. منهنجي پيءُ جي ڌيءَ ڪنهن جهڙي تهڙي جي گهر نٿي وڃي سگهي. محبت هڪڙي شئي آهي ۽ شادي ٻي. توهان کي جي منهنجي ڀائٽيءَ سان محبت ڪانهي تہ ڀل نہ هجي؛ مون سان تہ آهي! بس، اهائي محبت انهي ڳالهہ جي ضامن آهي تہ اوهين اها شادي ضرور ڪندئو. اوهان کي شادي ڪرڻي پوندي. اوهان انجام ڏنو آهي. اوهين بہ ظلم ٿا ڪريو. ڀلا غور تہ ڪريو تہ منهنجي ڀائٽي، هڪڙي رياست جي نواب جي پوٽي، ۽ رياست جي وليعهد جي ڌيءَ، سان ڪنهن والي رياست سان نہ پرڻجي، ۽ سو بہ منهنجي ڪري نہ... نہ..! اهو ناممڪن آهي.“

مون اها تقرير ٻڌي بيگم کي مٿي کان پيرن تائين چتائي ڏٺو ۽ پڇيومانس، ”ڇا تون سچيءَ دل سان ٿي چوين تہ تنهنجي اهائي مرضي آهي تہ آءٌ تنهنجي ڀائٽيءَ کي تنهنجي ڀاڄ ڪري وٺي اچان؟“

بيگم هڪڙي عجيب نموني سان جواب ڏنو، ”ها، آءٌ سچيءَ دل سان ٿي چوان ۽ منهنجي مرضي اها ڇو نہ هوندي ؟ مون کي هڪڙو ئي ڀاءُ آهي ۽ انهي ڀاءَ کي اهائي هڪڙي ڌيءَ. “

”پر مون کي انهيءَ سان ذري بہ محبت ڪانہ ٿيندي.“

مرڪي جواب ڏنائين، ”اوهين اجا ٻار آهيو، ٻاراٽيون

پيا ڪريو. ٻہ دليون ملنديون تہ محبت ڇو نہ ٿيندي؟"

مون بيزاريءَ سان جواب ڏنو، "توکي منهنجي محبت جو قدرئي ڪونهي. تون ائين ٿي پائيئن ڇا تہ آءٌ ڪوڙ ٿو ڳالهايان، يا توسان نقلي محبت ٿو رکان؟"

بيگم وري منهنجا پير ڇهي، هٿ اکين ۽ مٿي تي رکي ڏاڍي ادب سان جواب ڏنو، نہ،هرگزنہ! ڳالهہ هيءَ آهي تہ اوهين سمجهو ٿا. مون سان اوهان جي ڇوڪراڻي يا ٻاراڻي محبت آهي. توهين تہ ڄڻ مون کان محبت جو سبق سکيا آهيو. قدرتي قاعدو ائين آهي تہ زال کي ڪنهن گهٽ عمر واري مرد سان تہ پهرين ۽ آخري محبت ٿي سگهي ٿي؛ پر اهو ضروري نہ آهي تہ انهيءَ گهٽ عمر واري مرد جي بہ اهائي حالت ٿئي....۽ سوبہ هڪڙي والي رياست جي، جي انهئين بہ هڪڙي دل ڪانہ رکندا آهن." پوءِ ٿورو مرڪي عجيب نموني سان چيائين، "انهن جي دلين ۾ تہ ڪبوترن جي کُڏڻ جهڙا خانا هوندا آهن."

جيئن بيگم ڳالهہ پئي ڪئي تيئن مون هن جي حسين شڪل ڏي پئي نهاريو. هن جي مرڪ تہ منهنجو الائي ڪهڙو حال ڪري ڇڏيو. هن جو رنگ، هن جو روپ، ۽ وري انهيءَ تي سندس اکين جي غير معمولي چلڪ؛ هن جي ڏِگهن ڏِگهن ڇنيرن مان ڄڻ بجليءَ جا شعلا پئي نڪتا. آءٌ تہ بيحال ٿي ويس ۽ هن جو سهڻو هٿ کڻي بي اختيار چمي دل تي رکي چيم،"هن دل ۾ تہ فقط هڪڙو خانو آهي ۽ انهيءَ ۾ فقط تون آهين."

اکيون هيٺ ڪري دٻيل آواز سان پڇيائين، "فقط آءٌ ؟فقط آءٌ."

مون آهستي، ڏِگهو ساهہ پريندي چيو، "تون! ها، تون! تون! منهنجي بيگم.......منهنجي جان.......منهنجي دل......منهنجي دل جي مالڪ..."

هوءَ آهستي آهستي بي وس ٿيندي مون ڏي جهڪي ۽..........

اسين ٻئي محبت جي نشي ۾ چور هئاسين. هن کي مون سان ۽ مون کي هن سان عشق هو. مون هن جي سهڻن وارن کي آڱر سان

چيڙيو ۽ يڪدم سنهري پنيءَ جي بوند جو جڻ مينهن وسي ويو. بيگم پي مرڪي ۽ مون چيو تہ اجا هڪڙو جلسو ڪرائي سمهي پئجي. بيگم جي ڪلڻ جي آواز سان جڻ هڪڙي نئين زندگي پيدا ٿي پئي ۽ تاڙي وڄائڻ شرط گهنگهرن جي ڇڻڪار ۽ ٻانهين جي جهومر شروع ٿي وئي.

تمام جلدئي ناچ بند ڪرائي بيگم اڪيلي ڳائڻ لڳي. پهرئينءَ ئي تان سان منهنجي دل ڌڙڪڻ لڳي. پوءِ جو هن تانن ۽ شعرن سان گڏ هڪڙو عاشقاڻو غزل شروع ڪيو تہ مون کي ائين پي لڳو جڻ تہ سندس اثردار آواز ڪا چيرڻ جي مشين آهي جا منهنجي دل کي پئي چيري. هن جي آواز ۾ عجيب سوز ۽ درد هو. منهنجو الائي ڪهڙو حال پي ٿيو. منهنجو حال ڏسي هن جو آواز هيڪاري اثرائتو ٿيندو ويو. هن غزل بہ اهڙو ڪنيو هو جو هڪڙي هڪڙي مصرع هانءُ ڏاريو ٿي ڇڏيو .هڪڙي زال پنهنجي مڙس جي عشق ۾ بيحال پي ٿي! اهو بہ هڪڙو عجيب نظارو هو. مون کي تہ ماٺ لڳي وئي ۽ آءٌ پنهنجو مٿو هٿن ۾ جهلي اڪيون بندي غور سان ٻڌڻ لڳس. تيئن هن جو آواز ويو منهنجي دل ۾ چبندو. آءٌ تہ اهڙو بي آرام ٿي پيس جو بي صبر ٿي پنهنجي هٿ سان ساز ڪٽي روڪيم، بيگم بہ ڪٽي ماٺ ڪئي. مون اشارو ڏنو، جنهن تي سيئي ٻانهيون پاڇي وانگر گم ٿي ويون. مون بيگم ڏي ڏٺو. سندس اکين جي ڇنيرن ۾ بہ ڳوڙها اٽڪيل هئا. منهنجي دل مهنجي وئي ۽ پڇيم "هي ڇا؟"

چيائين، "ڪي ڪين. غزل ئي اهڙو هو."

مون چيو، "ها. آءٌ بہ پريشان ٿي ويس ۽ پاڻ سنڀالي ڪين سگهيس. هاڻي ٿورو آرام ڪر." مون هن کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لائي ڊنڊ جي ڇڻي پاسي نظر ڦيرائي، چوڏاري چاندوڪي وڇايل هئي. جيسيتائين نظر ٿي پئي، جبلن جي هڪڙي هيبتناڪ قطار پي ڏٺي. هڪڙو ماٺ جو عجيب عالم ڇانئجي ويو هو. مون کي تہ ائين پي لڳو جڻ ڊنڊ ۽ جهل ۽ سڄو زمانو روئڻهارڪي آواز سان پريل هو جو اجا هينئر پورو ٿيو هو. مون دل ۾ چيو تہ راڳ ۾ بہ ڪو عجيب جادو آهي جو انهي سوز ۽ درد پرئي راڳ سڄي زماني کي روئڻهارڪو ۽ غمگين

ڪري ڇڏيو آهي.

(4)

پنهنجي ڀائٽيءَ جي شاديءَ لاءِ بيگم گرما گرم تياريون پئي ڪيون. سڄو بندوبست سندس ئي مرضيءَ موجب پئي ٿيو. لکن رپين جا ڪپڙا خريد ڪيا ويا ۽ لکن رپين جو ٻيو سامان. محلات جو ٻه هڪڙو خاص ڀاڱو سينگاريو ويو. انهيءَ ئي ڪم پٺيان بيگم پنهنجي ڀاءُ جي گهر ٻه ايندي ويندي هئي ۽ اتي جي ڪاروبار ۾ ٻه دخل ڏيندي هئي. مطلب ته هوءَ پنهنجي ڀائٽيءَ جي شاديءَ ۾ ايترو ٻهرو وٺڻ لڳي جيترو ڪنهن ڀڦيءَ کي وٺڻ گهرجي. آءٌ هن جو ڪم ڏسي ناراض پيو ٿيندو هوس. منهنجي دل رنج پئي ٿيندي هئي. حقيقت ڪري هن جي ڀائٽيءَ لاءِ منهنجي دل ۾ هڪڙي قسم جي نفرت پيدا ٿيڻ لڳي، جو دل نٿي چاهيم ته بيگم جي محبت مان ڪو تر جيترو ڀاڱو ٻه ڪنهن ٻيءَ کي ملي. منهنجي مرضي هئي ته بيگم ٻه مون کان سواءِ دنيا ۾ ڪنهن سان محبت نه رکي. منهنجي اها خواهش هئي ته منهنجي محبت جي ڪري بيگم پنهنجي ڀائٽيءَ تي ساڙ کائي. سمجهان ٿو ته اهو نالائق خيال هو؛ پر پنهنجي دل کي ڇا ڪريان. هن جو ايتري قدر شاديءَ ۾ ٻهرو وٺڻ منهنجي حق ۾ هڪڙي مصيبت هئي. آءٌ هن کي چوندو هوس، "جي تنهنجي مون سان اهڙي محبت هجي ها جهڙي منهنجي توسان آهي ته توکي پنهنجي ڀائٽيءَ سان ضرور حسد ٿئي ها." تنهن تي مرڪي چوندي هئي، "سچ ٿا چئو مون کي اوهان جهڙي محبت ڪانهي، جو جيترو اوهين مون کي ٿا ڀانيو انهيءَ کان آءٌ اوهان کي تمام گهٽو ٿي ڀانيان." پوءِ عجيب نموني سان مون ڏي ڏسندي هئي ۽ چوندي هيم، اڃا اوهين ٻي سمجهه آهيو: توهان کي جي مون سان محبت آهي ته، اوهين منهنجي ڀائٽيءَ پر ڏڄو ڇو ٿا؟

هڪڙي ڀيري جو ذڪر آهي ته رات جو منهنجي اک اوچتي کلي پئي. ائين لڳم ته ڪو ڀاڇولو منهنجي جاڳڻ کان پوءِ پر اکين کولڻ کان اڳي، اکين اڳيان لنگهي گم ٿي ويو آهي. اک کٽي مون ڏٺو پر ڪجهه ٻه نظر ڪين آيم ۽ بيگم غافل ستي پئي هئي. ٻيءَ رات ٻه ساڳي ڪار ٿي ۽ ٽيءَ رات ٻه ائين. مطلب ته اڪثر ائين ٿيندو رهيو ۽ وري

جڏهن بہ گهڙيال تي نظر پوندي هيم تہ اڪثر پويون پهر هوندو هو. جڏهن گهڻا ڀيرا ائين ٿيو تہ مون بيگم سان ڳالهہ ڪئي پر هن ٽاري ڇڏيو تہ اهو اوهان جو وهم آهي. آءُ اڃا انهيءَ ئي ويچار ۾ هوس تہ پاڻهي اها ڳجهارت پڄي پئي. هڪڙي رات ورِي بہ ساڳي حالت ٿي، پر منهنجي منهن تي بہ گرم گرم ڳوڙها اچي ڪريا: جو بيگم ڏاڍي غور سان منهنجي شڪل پي ڏٺي. مون کي جاڳندو ڏسي دهلجي وئي ۽ منهن موڙي پنهنجي هنڌ تي ليٽي پئي. مون يڪدم ڪٽي هٿ کان جهليومانس ۽ پڇيومانس،"ڇو" ۽ کهلي پاٽوٽ ويهاريومانس، ڏٺم تہ مڙئي مون ڏانهن منهن ڦيرائڻ کان پئي نٽائي. مون هن جي روئيندڙ شڪل ڏٺي ۽ منهنجو هانءُ منجهي پيو. بيتاب ٿي هن کي سيني سان لائي پڇيومانس،"منهنجي جان، تون ڇو پئي روئين، توکي اڄ ڇا ٿي ويو آهي؟" هن ڪا ورندي ڪانہ ڏني، هيڪاري وڌيڪ روئڻ لڳي. آءُ وائڙو ٿي ويس. جيئن پيو روئڻ جو سبب پڇانس تيئن پئي روئڻ ۾ ڇٽي. ايترو تہ رني جو اچي هڏڪيون ٿيس ۽ سڏڪا پرڻ لڳي. مون کي تہ هن کي سنڀالڻ ئي ڏکيو ٿي پيو. منهنجي هن سان ڏاڍي محبت هئي ۽ ڪڏهن بہ روئيندي ڪونہ ڏٺو هومانس. اها حالت ڏسي آءُ پاڻ کي جهلي نہ سگهيس ۽ هن کي ڇاتيءَ سان لائي پاڻ بہ ايترو رنس جو بيحال ٿي ويس. جڏهن ٻئي روئي روئي ٿڪاسين تہ گهٽ ۾ گهٽ آءُ تہ سمجهي ويس تہ اسين ڇاتي پي رناسين، يعني ايندڙ شاديءَ جي ڪري. مون کي تہ هاڻ هن جي روئڻ تي خوشي ٿيڻ لڳي جو سمجهيم تہ شاديءَ جي ڪري، مون وانگر، هن جي دل تي بہ رنج آهي. پر جڏهن مون اهو خيال ظاهر ڪيو تہ هن عجب ڏيکاريندي چيو، "اوهان جو اهو خيال بلڪل غلط آهي. آءُ اوهان کي اڳئي چئي ڪين چڪي آهيان تہ، اوهين منهنجي ڀائٽيءَ سان شادي ڪريو ۽ آءُ انهيءَ ۾ نہ فقط راضي پر خوش آهيان؟" آءُ وائڙو ٿي ويس ۽ ورِي روئڻ جو سبب پڇيم تہ معلوم ٿيم تہ بيگم ڪو خواب ڏٺو هو جنهن جي ڪري پي رني. وڌيڪ پڇا ڪرڻ تي ظاهر ڪيائين، آءُ روز هڪڙو ڊپ جهڙو خواب پئي ڏسان ۽ تنهن کان پوءِ اٿي اوهان جي شڪل ڏسندي آهيان جنهن کان منهنجي دل کي آرام اچي ويندو آهي، هي خواب

جو هن هينئر روز پي ڏٺو سو پهرين هن تڏهن ڏٺو هو جڏهن آءٌ اجا پنجن ورهين جو مس هوس ۽ اسين منگيا هئاسين. تنهن کان پوءِ سال ۾ ڪي ٻه ٽي پيرا ساڳيو خواب ڏسندي هئي؛ پوءِ مهني ۾ هڪڙو پيرو، تان جو اها حالت وڃي رسي جو هفتي ۾ پنج ڏينهن يا ته سچو خواب ڏسندي هئي ۽ جي نه ته، انهيءَ جو ڪو نه ڪو پاڇو ته ضرور ڏسندي هئي. جڏهن پچيومانس ته"مون کي ٻه ته ٻڌاءِ ته اهو ڪهڙو خواب آهي"، ته چيائين، "بس، اهو نه پڇو ته چڱو. آءٌ پنهنجي زبان سان اهو خواب اوهان کي ٻڌائي نٿي سگهان." وري ٿورو ڏکي چيائين، جيڪي آءٌ انهي خواب ۾ ٿي ڏسان سو بيان ڪرڻ جهڙو نه آهي ۽ آءٌ انهيءَ جو ذڪر پنهنجي زبان تي آڻي نٿي سگهان." پر نيٺ جڏهن مون هن کي گهڻو زور ڪيو ۽ ڪيس پنهنجي سر جو ۽ پنهنجي محبت جو قسم وڌومانس ته چيائين، چڱو ٻڌايان ٿي، پر اجا ٻه چوان ٿي ته انهيءَ ڳالهه تان ٽري وڃو ته بهتر." پر مون نه مڃيو ۽ هن کي بيحد زور ڪيم، تنهن تي هن ريت خواب جو بيان ڪيائين:

"آءٌ ڏسندي آهيان ته جڻ ڪو وڏو ڏينهن آهي ۽ آءٌ درباري لباس پائي ڏاڍي دٻدٻي سان زناني دربار واري صفحي ۾ ويٺي آهيان. سيئي ٻانهيون ۽ نوڪرياڻيون ٻه زيورن سان ڏٺيل چوڌاري بيٺيون آهن. مون کي پنهنجي سينگار جو ڏاڍو گهڻو خيال آهي، ۽ هڪڙي ٻانهي خاص آرسي کنيو بيٺي آهي. جي ڪوهڪڙو وار ٻه پنهنجي جاءِ کان ٽڙيو ٿو وڃي ته آرسي تي ڏيکاريم، ۽ جي ڪو ڪپڙو هيٺ مٿي ٿيو وڃي ته اها ٻانهي جهٽ سنئون ڪيو ڇڏي. آءٌ ڏاڍي خوش ۽ اوهان جي خيال سان دل پري پئي اٿم. پل پل اوهان جوئي انتظار اٿم، جو توهين اچڻ وارا آهيو. جي ڪو پير جو کڙڪو ٿي ٻڌان ته اوهان جي اچڻ جي گمان کان دل گرانٽ جيڏا ٽپا ٿي ڏئي. اهڙي موقع تي، جڏهن آءٌ سچي اوهان جي شوق ۽ انتظار ۾ محو آهيان هڪڙي عجيب رودداد برپا ٿيو وڃي."

ايتري ڳالهه ڪري بيگم ڪٺي مات ڪئي ۽ سندس چهرو، دپ کان ڦڪو ٿي ويو. بلڪل معصوم ٻار وانگر بي وس ٿي مون ڏي ڏسڻ لڳي ۽ ٿورو سري مون کي ويجهو آئي. مون پڇيو، "ها پوءِ ڇا؟"

بيگم تمام ڏني بيٺي هئي ۽ ڏپ کان سندس ڄڀ سڪيو ٿي ويا پر پنهنجي زبان سان، چپن کي ٿورو آلو ڪري وري چوڻ لڳي، ”انهي انتظار ۾ پريان هڪڙي نوڪرياٽي جو روئڻ ۽ پڪارڻ جو آواز آيو. ۽ رڙيون بہ اهڙيون پي ڪيائين جو ٻڌڻ سان بت ڪانڊارجي ٿي ويو. اجا آءٌ پڇان ئي پڇان ته،ڇا آهي ته ايتري ۾ اها نوڪرياٽي گهوڙا گهوڙا ڪندي منهن مٿو پٽيندي پچندي آئي. سندس نڙيءَ جون نبضون چڪيل آهن، ۽ مٿي اگهاڙي، پيرين اگهاڙي چرين جهڙي پئي لڳي. ڏپ کان سندس اکيون ڦاٽي ويون آهن. آءٌ هن کي ڏسي پريشان ٿيو وڃان، ۽ هن جي اچڻ شرط دربار ۾ گوڙ مچيو وڃي. هوءَ سڌو مون ڏي اچي، منهنجي سامهون بيهي ڪجهہ پيئي وڦلي. ڪي چوڻ ٿي چاهي پر ڏپ کان پئي ڏڪي ۽ سندس زبان ئي نٿي اڪلي. نيٺ ڏاڍي مصيبت سان، جتان آئي آهي، انهي پاسي منهن ڦيرائي، آڱر سان اشارو ڪري چوي ٿي، ” هوءَ ..هوءَ ......هوءَ...پيئي اچي........هوءَ...هوءَ...پيئي.......“ آءٌ پريشان ٿي هن کان پڇان ٿي، ”اڙي نياڳي، نيٺ ٻڌاءِ بہ تہ هوءَ ڪير؟“ پر هن جي زبان مان، ”هوءَ......هوءَ......“ کان سواءِ ٻيو اکر ئي نہ ٿو نڪري. ذري ذري جتان آئي آهي انهيءَ پاسي اشارو ڪري ”.....هوءَ ...هوءَ“ پيئي ڪري. اجا آءٌ هن کان وري پڇڻ تي آهيان تہ ٻاهر رڙين جو آواز اهڙو تہ اٿي جو سيئي دهلجيو وڃن، گوڙ مچيو وڃي. رڙين، روئڻ،پٽڻ ۽ پچ ڏوڙ جي آواز کان سڄي محلات ۾ واويلا لڳيو وڃي. اک ڇنڀ ۾ هڪڙي قيامت برپا ٿيو وڃي. سڀ نوڪرياٽيون ۽ ٻانهيون بي شرميءَ سان بي محابيون هڪ ٻئي جي مٿان ڪرنديون دربار واري ڪوٺيءَ ۾ ڪاهي ٿيون پون، ۽ اونده ٿيو وڃي. آءٌ وائڙي ٿي، اٿي ٿي بيهان ۽ رڙيون پئي ڪريان تہ ڪو اوهان کي خبر ڏئي، ڪو فوج سڏائي جو هاڻ صفا ظاهر آهي تہ ڪا بلا منهنجي دربار ۾ ڪاهيندي پئي اچي، ڇو جو سيڪا اهوئي پڪاريندي پئي اندر گهڙي.“ هوءَ اچي پيئي“انهي گوڙ گهمسان ۾ منهنجي ڳالهہ ئي ڪائي ڪانہ ٿي ٻڌي جو سيني جا حواس خطا ٿي رهيا آهن. ايتري ۾ هڪڙو خوفناڪ........“

ايترو چئي بيگم وري ڪٽي مات ڪئي ۽ سندس چهرو جو هميشه پيو ٻهڪندو هو سو هاڻي مٽيءَ جي رنگ جهڙو ٿي ويو. وري ٿورو سري مون کي اچي چهٽي. مون هن کي پاڻ ڏي ڇڪيو ۽ دلداري ڏني مانس،"ڊڄ نه، ڊپ نه ڪر!" وري ٿورو ساهه پٽي تصو شروع ڪيائين:

"ايتري ۾ هڪڙو اهڙو خوفناڪ، نهايت خوفناڪ ۽ دل ڏڪائڻ جهڙو آواز وڄندو اچي، جو اسان مان هرهڪ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ڄڻ ڄميو وڃي. مون کي پاڻ ائين پيو لڳي ته منهنجي بدن جو رت جتي جو تتي ڄمي رهيو آهي. ڊپ- انتهائي ڊپ کان بدن پيو ڏڪيم...اينددڙ بلا ويجهي پوندي وڃي. انهيءَ جي پيرن جي آهٽ ٻڌي سارو بدن ڪاندارجيو وڃي ۽ سڄي محلات ۾ قبر جهڙي خاموشي ڇانئجيو وڃي، اهڙي خاموشي جو ڪٽي سئي ڪري ته به ٻڌڻ ۾ اچي. هاڻ ته اهو حال ٿيو وڃي جو نڪو دروازي ڏي ٿو ڏٺو ٿئي جتان هيءَ بلا پئي اچي ۽ نه انهي در کان اکيون هٽائي ٿيون سگهجن. ايتري ۾ هڪڙي هڪل ٿي ٿئي ۽ دروازي ۾ ڪارائڻ چڙهيو ٿي وڃي. هوءَ ...هوءَ....هوءَ بلا اچيو پهچي.... ۽ اچيو منهنجي سامهون ٿي بيهي."

بيگم جو چهرو وري ڊپ کان ڦڪو ٿي ويو هوءَ مون کي ائين اچي چنبڙي جو آءٌ به ڊڄي ويس. مون وري هن کي ڇاتيءَ سان لائي چيو، "ڊڄ نه ! ڊپ نه ڪر! تون ڇا کان ٿي ڊڄين." بيگم اکيون بند ڪيو منهنجي ڇاتيءَ تي پئي هئي ۽ پئي ڏڪي. مون دلاسو ڏنومانس ۽ پڇيومانس، نيٺ به اها ڪهڙي بلا هئي؟ مون کي به ته ٻڌاءِ! شڪل ڪهڙي هيس؟"

بيگم ڏڪندڙ آواز سان جواب ڏنو، "نه، نه ! مون کان وڌيڪ نٿو چيو ٿئي... مون کي بچايو ......" ائين چئي ڊپ کان هوءَ يڪدم منهنجي مٿان اچي ڪري.

مون وهاڻي هيٺان پستول ڪڍي چيو،ڊڄ نه، ڊپ نه ڪر! ڏس، تنهنجي دشمن لاءِ هن جي هڪڙي گولي ڪافي آهي، پر چئين ته ٽيليفون ڪري فوج سڏي وٺان، توبخانو گهرائي وٺان .

" نه، نه! آءٌ صبح جو ٻڌائيندي‌س."

مون گهڙيال ڏي نظر ڪري چيو، "هاڻ صبح ٿيڻ ۾ به وري

ڪھڙي دير آهي.......“ منھنجي ڳالھ ڪندي ئي ڪنھن ويجھي مسجد مان صبح جي بانگ جو آواز آيو. ”اڄھو صبح بہ ٿي ويو،“ مون چيو، ”بہ بانگ پئي اچي.“ ائين چئي مون بجليءَ جي گھنٽي جو بٽڻ دٻايو جو پلنگ جي سيرانديءَ کان لڳل هو. يڪدم هڪڙي نوڪرياڻي ڊوڙندي آئي. مون هن کي حڪم ڏنو، ڪنھن سوار کي جلدي پھچاءِ تہ اهو ملو، جو هينئر بانگ پيو ڏئي تنھن کي صبح جو ڏهين بجي اسان وٽ حاضر ڪري.“

بيگم پڇيو،”انھي کي ڇو ٿا سڏايو؟“

حقيقت ڪري اهو آواز آئي، گھٽن ڏينھن کان ٻڌندو ايندو هوس ۽ انھيءَ جو ڪيتري مدت کان واقف هوس. ڪيترائي ڀيرا خيال ڪيو هوم تہ انھي ماڻھوءَ کي سڏائي ڏسان تہ ڪير آهي، پر ڪڏهن سڏايو ڪونہ هومانس. بيگم کي اهو سبب ٻڌائي وري خواب جو ذڪر ڪرڻ لاءِ چيم.

بيگم جو بہ هاڻ ڊپ ويندو رهيو. هن ڪجھہ قدر آرام سان وري قصو شروع ڪيو.

”.........هن جي شڪل، هن بلا جي شڪل تمام خراب، خوفناڪ ۽ ڊيڄاريندڙ هئي. هن جو چھرو بنھہ ڪارو هو ۽ سڄي منھن تي ڦرڙيون ۽ موهيڙا هئس. ۽ موهيڙا بہ اهڙا گندا ۽ ڪراهت پريا هئا.. انھن مان ڪي سرخ هئا ۽ ڪي پيلا. پاڻ قد جي بندري هئي ۽ هڪڙي ننڍڙي گوڏ ٻڌل هيس. پيشانيءَ ۽ لوندڙين تي وار ٽڙيا پکڙيا پيا هئس ۽ مروڻ وانگي ڳچي ٿلهي ۽ ننڍي هيس. پر سندس منھن تمام غليظ ۽ بيحد هيبتناڪ ۽ نفرت جھڙو هو. هن جون وڏيون وڏيون اکيون سنگترن وانگر گول گول ۽ ٻاهر نڪتل هيون ۽ اک ۾ اڇاڻ جي بدران ڪٽي ڳاڙهاڻ تہ ڪٽي پيلاڻ پي نظر آئي. سندس نڪ ڦتل هو ۽ انھيءَ مان بہ گويا پي ڳڙيا. سندس نڙيءَ جون ٿلھيون رڳون تہ نوڙن جھڙيون پي لڳيون. هن ڪوٺيءَ ۾ گھڙڻ شرط هڪڙو هٽڪار جھڙو آواز ڪيو، اهو ڄڻ هن جو ڪلي ٺھڪ ڏيڻ هو. انھيءَ کلڻ ۾ هن جون واڇون ٽڙي وڃي ڪنن تائين لڳيون ۽ سندس گندا ۽ وڏا ڏند مھارن تائين پي ڏٺا. ڪوٺيءَ ۾ گھڙڻ سان هن پنھنجي لٽ زمين تي

ٺوڪي پڇيو،" بيگم دل افروز! بيگم دل افروز ڪٿي آهي؟" پوءِ مون ڏانهن نهاري ۽ وري ٺوڪ جهڙي آواز سان چيائين، "دل افروز! دل افروز!"

بيگم وري ماٺ ڪري مون ڏي ڏسڻ لڳي.

مون پڇيو،"ڇو؟ ڇا ٿيو، ڇئو......"

"آءٌ وڏيڪ نٿي چيو سگهان"

"ڇو؟ ڇو نہ ٿي چئي سگهين. انهيءَ ۾ ڪهڙي حرڪت آهي؟ نيٺ اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي جا تون چئي نٿي سگهين؟ هي تہ خواب آهي، ڪا سچي ڳالهہ تہ ڪانهي؟"

بيگم ٿورو ترسي چيو، " دل افروز.... دل افروز.....تون....."

بيگم وري ماٺ ڪئي تہ مون چيو، "ها ..ڇئو؟"

......." تون ڏهاڳڻ ٿي پئي آهين، هاڻ وڃي عدت ۾ ويهہ!"

اهو ٻڌندي ئي منهنجي ڇاتي ڌڪيو ٿي وڃي ۽ منهن ڦڪو ٿيو وڃيم. هوءَ وري مون ڏي ڏسي ساڳي ڳالهہ ٿي ڪري، ۽ هاڻ آءٌ ڏسان ٿي تہ سندس هٿ غليظ ۽ چنبي وانگر آهن ۽ هن جا ننهن باز جي چنبي جهڙا آهن....... ايتري ۾ توهان کي پري کان ايندو ٿي ڏسان. اوهان کي اهي ئي ڪپڙا پيل آهن جن ۾ توهان اڃا هاڻ تازو پنهنجي وڏي رنگين تصوير ڪڍائي آهي.......... "

مون ڳالهہ ڪپي چيو،" خواب تہ تون منهنجن انهن ڪپڙن تيار ٿيڻ کان اڳي کان پئي ڏسين. هميشہ اهي ئي ڪپڙا ڏسندي آئي آهين ڇا؟"

چيائين، "هائو. رنگ اهوئي ٿي ڏسان. سنهري گل بہ اهي ۽ زيور ۽ هيرا ۽ جواهر بہ اهي ئي. مطلب تہ سڀ اهوئي جيڪي تصوير ۾ آهي. گهٽي ۾ گهٽو تہ ممڪن آهي تہ اڄڪن تي جيڪي گل آهن سي مون کي ياد نہ رهيا هجن ۽ مون خيال نہ ڪيو هجي، پر جيستائين منهنجو خيال آهي، گل بہ مون کي ياد آهن، ۽ جڏهن کان اها تصوير ٺهي آئي آهي ۽ اهي ڪپڙا ڏٺا اٿم، تڏهن کان وٺي تہ هوبهو اهي ئي ٿي ڏسان."

"چڱو تون پنهنجو قصو شروع ڪر."

........”توهين مرڪندا ڪونهيءَ ۾ تا اچو، ۽ بيحد سهڻا جوان پيا لڳو. توهان کي ڏسي منهنجو ڊپ لهي ويو، پر جڏهن ڏسان ٿي تہ اوهين انهيءَ منحوس بلا سان وڙهڻ جي بدران هن سان ڳالهيون ڪرڻ ٿا لڳو تہ منهنجو عقل ئي چرخ ٿيو وڃي. هوءَ ڏائڻ ڪنڌ ۽ ڇاڙيون لوڏي لوڏي توهان سان ڪي ڪن جون ڳالهيون ٿي ڪري ۽ پٺي مرڪي. اوهين مون ڏي ڏسي وري هن کي ٿا ڏسو ۽ مون کي چئو ٿا، ”ها، برابر تون ڏهاڳڻ آهين ۽ هاڻ توکي عدت ۾ ويهڻ کپي.“ هاڻ جو آءٌ اوهان ڏي منهن ڪريو ٿي ڏسان تہ ايتري ۾ اها بلا غائب ٿيو وڃي. پر اوهين وري مون کي ٿا چئو، ”تون ڏهاڳڻ آهين، وڃي عدت ۾ ويهہ.“ هاڻ منهنجي حالت بہ عجيب آهي. انهيءَ جي بدران جو آءٌ اوهان کي چوان تہ خدا اوهان کي هزارن ورهين جي عمر ڏئي، اوهين منهنجي سر تي موجود آهيو ۽ آءٌ سهاڳڻ آهيان عدت ۾ ڇو ويهان، آءٌ ڪجهہ بہ نہ ٿي چوان بلڪ اوهان جي ڳالهہ مڃيو ٿي وڃان. اوهين مون کي جلدي ڪرڻ جي تاڪيد ڪري ٻاهر نڪريو ٿا وڃو. انهيءَ ريت انهيءَ نياڳي خواب جو پهريون حصو پورو ٿيو وڃي جو ڪڏهن تہ مون کي سچي جو سچو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ ڪڏهن باقي حصن سان، ۽ مون کي تہ انهيءَ جو فقط ڪو تورو تڪر ڏيکائي ڏيندو آهي.“

مون بيگم کي چيو، ” تنهنجو خواب بہ عجيب آهي، پر چئو! انهي خواب جو ٻيو حصو بہ ٻڌائينم!“

تنهن تي بيگم وري چوڻ لڳي، تنهن کان پوءِ ڏسان ٿي تہ هڪڙو جنازو تيار آهي. ڪپڙو هٽائي ٿي ڏسان تہ منهن مٿو پٽڻ شروع ٿي ڪريان جو واقعي... واقعي، منهنجي وات ۾ ڌوڙ، اوهان جي لاش آهي. اوهان کي ساڳيا ڪپڙا پيا آهن. آءٌ لاش کي ڍڪيو ٿي ڇڏيان تہ ايتري ۾ توهين اچيو ٿا وڃو. عجب تہ اهو آهي تہ اوهان کي ڏسي بہ آءٌ خيال ٿي ڪريان تہ هي ڳالهہ ڪهڙي آهي. اوهين پاڻ بہ ڪپڙو ڪٽي لاش کي ٿا ڏسو. آءٌ لاش کي ڏسي وري اوهان ڏي نظر ٿي ڪريان. ذرو بہ فرق ڪونہ ٿي ڏسان. اهائي صورت، اهائي شڪل، اهي ئي هيرا، اهي ئي جواهر، هوبهو اهي. ذرو بہ فرق ڪونهي.

اوهين وري بہ لاش ڏڪي ٿا چڙيو ۽ انهيءَ ريت خواب جو ٻيو حصو بہ پورو ٿيو وڃي.

"وري انهيءَ خواب جو ٽيو حصو هڪڙي عجيب نموني سان شروع ٿو ٿئي. سانوڻ واري محل ۾ جنهن جي ڇت ائين ٺهيل آهي جو هوا ۽ روشني اندر اچي ٿي پر پاڻي اندر نٿو اچي، جو هيئنر پنهنجو مقبرو آهي، اتي هڪڙي قبر کوٽيل ٿي ڏسان ۽ آءٌ بہ اتي اهو ئي سينگار ڪيو ويٺي آهيان. اوهان جي لاش منهنجي هنج ۾ آهي. وري بہ عجب اهو تہ اوهين منهنجي سامهون ويٺا آهيو، ۽ منهنجو حال ڏسي مون تي پيا کلو. اوهان جي نظر ۽ اوهان جو لاڏ منهنجي سيني کي ڏاريو ڇڏي. آءٌ انهيءَ لاشي کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لائي اوهان ڏي اهڙي محبت سان ٿي ڏسان جو ائين پيو لڳيم ڄڻ آءٌ فنا ٿي وينديس. اوهان کي ڏسندي، پنهنجي محبت جي جوش کان بيحال ٿيو وڃان. طبيعت هڪدم بگڙيو وڃيم ۽ سڄي بدن جو جوش گڏجي سيني ۾ هڪڙي مرڪز تي اچيو پهچي ۽ آءٌ محسوس ٿي ڪريان تہ هاڻ مون ۾ ضبط جي طاقت ڪانهي. منهنجو سينو محبت جي جوش کان ڦاٽندو پيو وڃي. ايتري ۾ ائين ٿو لڳيم ڄڻ منهنجو هانءُ ڦاٽي پيو هجي. هڪڙو وڏو شعاع ٿو ٿئي ۽ انهيءَ چلڪاٽ سان منهنجي اک کليو پئي. پاڻ کي ساڻي پئي سمجهندي آهيان ۽ سارو بدن پگهر ۾ شل ٿيو پويم. ڪيتري دير انهيءَ ئي حال ۾ پئي هوندي آهيان. آهستي آهستي اٿندي آهيان تہ متان اوهين جاڳي پئو، ۽ اوهان جي سهڻي شڪل ڏسي دل کي تسلي ڏيندي آهيان، پر اڄ بي اختياريءَ جي عالم ۾، بہ ڳوڙها اوهان جي چهري تي ڪري پيا ۽ اوهين جاڳي پيئو."

مون تي انهيءَ خواب ڏاڍو اثر ڪيو، پر کلي بيگم کي چيم، "تون بہ سودائڻ آهين. اهڙا خواب تہ ڪيترائي پيا اچن ۽ ڪيترائي پيا وڃن. انهن ڳالهين تي ڪو خيال بہ ڏبو آهي ڇا؟"

" پر ساڳيو خواب ۽ اهو بہ جي انهي ريت سانده ڏسجڻ ۾ اچي تہ طبيعت پلا چوڪين گهبرائيندي؟ ۽ ٻي ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رکو. نيٺ، انهيءَ جي ڪهڙي معنيٰ آهي تہ اوهان کي جڏهن بہ خواب ۾

ڏنو اٿم، شاديءَ کان اڳي بہ جڏهن توهين اچا پار هئو، تڏهن بہ انهن ئي ڪپڙن ۾ پي ڏٺو اٿمانو. شڪل جو تہ پورو خيال ڪونهيم، پر اوهان جي عمر هميشہ ايتري ڏسبي هئي جيتري هينئر آهي. نہ، هن خواب ۾ ضرور ڪو مطلب رکيل آهي.“

مون چيو، ”تون سودا پڇائي، چري ٿي پئي آهين. مطلب اهوئي آهي بيو ڪهڙو.“

پر بيگم بي اعتباريءَ سان ڪنڌ ڌوڻڻ لڳي .

X X X X X X

منهنجي حڪم موجب ڏينهن جو ڏهين بجي ملو مون وٽ حاضر ڪيو ويو. ويچارو غريب هو. مون هن کي چيو، ” هڪڙي بانگ رات جو 2 بجي بہ ڏيندو ڪر، اسين توکي پگهار ڏينداسين. پر هن انهي کان انڪار ڪيو. تنهن تي مون چيومانس، ڀلا صبح جو سوير ۾ سوير بانگ ڏي،“ تہ چيائين، ”حضور، آءُ تہ سوير ۾ سوير بانگ ڏيندو آهيان.“ مون هن کي وقت ڏسڻ لاءِ هڪڙي واچ ڏني ۽ پنجاهہ رپيا انعام ڏئي روانو ڪيومانس. حقيقت ڪري بانگ بہ صبح جو هڪڙو نياپو آهي، ۽ انهي بانگ جي آواز کان بيگم جي دل کي گهٽي تسلي ٿي هئي تنهن ڪري مون خيال ڪيو تہ روز بانگ جلدي ٿئي تہ بهتر.

ملو هليو ويو ۽ هن جو خيال بہ اسان جي دلين تان لهي ويو. انهيءَ جي يادگيري وري تڏهن پوندي هئي جڏهن رات جو بيگم خواب ڏسندي هئي، ۽ جڏهن صبح ٿيڻ جي انتظار ۾ پئي بيگم ۽ آءٌ بانگ ٻڌڻ لاءِ منتظر رهندا هئاسين.“

بيگم مهني اندر ڪي چار پيرا اهو ساڳيو خواب ڏٺو هو جو هڪڙي رات خواب ڏسڻ جي مهل ڇرڪجي اٿي ۽ يڪدم مون کي جاڳائي چيائين، ”هي توهان ڪهڙو قهر ڪري وڌو!“

مون هن جي ڊنل ڇهري کي ڏسي مرڪي چيو، ”توسان خير تہ آهي؟ مون ڪهڙو قهر ڪيو آهي“.

”توهان هن ويچاري غريب بانگ ڏيندڙ ملي کي ناحق مارائي ڇڏيو“

مون چيو، ”اچ تہ الائي ڪهڙيون ڳالهيون پئي ڪرين. ڀلا ٻڌائينم تہ سهي تہ اچ ڪهڙو تماشو ڏٺو اٿئي.“

تنهن تي هن وري بيو خواب ٻڌايو، اهو هي تہ انهيءَ خواب واري ڏائڻ مون سان ملي جي شڪايت ڪئي ۽ مون انهيءَ بلا کي چيو تہ چڱو هاڻي ئي وڃي هن کي ماري ڇڏ.

اها ڳالهہ ٻڌي آءٌ ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳس ۽ چيم، ”تو کي ڇا ٿيو آهي؟ انهيءَ جو بہ ڪجهہ تہ علاج ڪرڻ کپي.“ پر هن هڪڙي عجيب نموني سان چيو، ”آءٌ ڪوڙ ڪانہ ڳالهايان. هي سچو خواب.......... نہ آءٌ سچ تي چوان، هي خواب ضرور سچو آهي. توهين ڏسي وٺجو اڄ ٻانگ ڪانہ ٿيندي.“

صبح تائين مون کي ۽ بيگم کي ٻانگ جو انتظار رهيو. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن تيئن بيگم جي ڳڻتي وڌندي وئي. جڏهن ڏينهن نڪري آيو ۽ ٻانگ جو آواز ڪونہ آيو تڏهن آءٌ بہ وائڙو ٿي ويس. مون سچ ايرندي ئي سوار پڄايو تہ خبر وٺي اچي تہ ڇو اڄ ملي ٻانگ نہ ڏني. خبر پئي تہ ملو رات مري ويو! معلوم ٿيو تہ هو حيران پريشان حال ۾ ننڊ مان اٿيو ۽ پنهنجي زال کي ننڊ مان اٿاريائين؛ پر جيسين ڪو علاج ٿي سگهي تيسين پاڻ مري ويو. اها ڳالهہ ٻڌي منهنجو عقل چرخ تي ويو. يڪدم سول سرجن ڏي حڪم موڪليم تہ لاش کي تپاسي مون کي خبر موڪلي تہ انهيءَ ملي جو موت ڇا ڪان ٿيو. ٿوري ڪان پوءِ سول سرجن رپورٽ موڪلي تہ موت دل جي حرڪت بند ٿي وڃڻ ڪري ٿيو هو. مون ملي جي ڪفن دفن لاءِ سؤ رپيا ڏياري موڪليا. منهنجي پريشان شڪل ڏسي بيگم بہ سهي ڪري ورتو تہ ڳالهہ ڪيئن آهي. سندس منهن يڪدم لهي ويو ۽ ڏک ڀرئي آواز سان چيائين، ”مون تہ اڳ ئي اوهان کي ٿي چيو تہ منهنجي ڳالهہ سچي آهي. اوهان هن غريب کي ناحق مارائي ڇڏيو.“ آءُ اهي لفظ ٻڌي، بت وانگر بيهي بيگم کي ڏسڻ لڳس. مون کي ائين پي لڳو ڄڻ سچي پچي ملي جو موت منهنجي هٿان ٿيو هجي. گهر ماڻهو موڪلي اطلاع ڏنم تہ ملي جي ٻارن ٻچن جي قوت گذران لاءِ شاهي خزاني مان انهن کي ڏهہ رپيا

ماهانو پهچايو ويندو ۽ جڏهن ٻار وڏا ٿيندا تڏهن انهن جي پڙهائڻ ۽ شاديءَ جو خرچ بہ رياست ڪندي.

هاڻ تہ بيگم جي بدران اسين ٻئي فڪر ۾ پئجي وياسين. بيگم ڏاڍي خيرات ڪئي. پنهنجي رياست مان ڪيترائي پير فقير سڏايائين ۽ ٻين ملڪن مان بہ، ۽ انهن کان تعويذ ۽ دعائون لکايائين. مون کي ملن ۽ مولوين تي تہ نہ ڪڏهن اعتقاد هو، نہ آهي، پر انهن ڏينهن جي ڳالهہ ئي نرالي هئي. تنهن کان سواءِ اهڙو بندوبست رکيوسين جو ٻارهين ٻارهين بجي سمهڻ جي بدران سنجهي مان ئي سمهي رهندا هئاسين ۽ رات جو هڪڙي بجي اٿي صبح تائين ڳائڻ وڄائڻ جون مجلسون ڪندا هئاسين. سيني کان وڌيڪ فائدو انهيءَ تدبير مان ٿيو. پر اهو منحوس خواب ڪو اهڙو هو جو ڪڏهن نہ ڪڏهن مرڻي ڏيکائي پيو ڏيندو هو. مطلب تہ رات جي بدران ڏينهن جو سمهندا هئاسين جنهن ڪري خواب ڏسڻ گهٽ گهٽجي ويو. ۽ وري منهنجي شادي بہ اچي ويجهي پئي هئي. بيگم انهيءَ جي ڪم ڪار ۾ ايتري مشغول ٿي وئي جو ڪٿي خواب ڏسندي بہ هئي تہ انهيءَ ڏي خيال ئي ڪونہ ڏيندي هئي.

(5)

نيٺ مون کي نندي بيگم سان شادي ڪرڻي پئي. رسمن موجب نہ مون هن کي ڏٺو هو نہ ڏسڻ جي ڪا خواهش هيم. وڏي بيگم پنهنجي ڀائٽيءَ لاءِ محلات جو هڪڙو خاص ڀاڱو سينگاريو هو جنهن ۾ نندي بيگم کي اچي لاٿو هيائون. شروع کان آءٌ محلات جي انهيءَ حصي کان ڪنڌ پاسو پيو ڪندو هوس جو انهيءَ ۾ اها زال اچڻي هئي جا منهنجي ۽ منهنجي بيگم جي محبت ۾ رولو وجهڻ واري هئي. مون کي تہ انهيءَ جو خيال ڪندي ئي نفرت پي آئي.

آڌيءَ رات ڌاري، جڏهن وڏي بيگم سيني سوٽن سائن کان فارغ ٿي ۽ نندي بيگم کي پنهنجي خوابگاه ۾ پهچائي منهنجي تلاش ڪرڻ لڳي، پڌائين تہ آءٌ ٻاهر آهيان.

انهئين پڇا مان معلوم ٿيس تہ آءٌ اندر آهيان. ڪوئي ڪوئي ڪري ڳولڻ لڳي پر آءٌ اتي ڪٿي ٿو ليان. آءٌ تہ وڏي بيگم جي پلنگ تي آرام سان بيخبر ستو پيو هوس. وڏي بيگم مون کي ڳچيءَ تي چمي ڏئي جاڳايو. مون اکيون کولي بيگم جي سهڻي مرڪندي شڪل ڏٺي. هن ڪلي چيو، ”هتي ڪٿي؟“ مون هن کي گلي سان لائي چيو، ” آءٌ اتي جت مون کي هجڻ کپي، يعني پنهنجي جان وٽ، پنهنجي پياري بيگم وٽ!“ هن مون کي هٿ کان جهلي گهلي پلنگ تان اٿاريو. پوءِ تہ اڇي اسان جا حجت دليل شروع ٿيا. منهنجو چوڻ هو تہ آءٌ ننڍي بيگم وٽ اصل ڪونہ ويندس ۽ هن جو ضد هو تہ ”اوهان کي ضرور وڃڻو پوندو.“ اسان جي ضد ڏاڍا نمونا اختيار ڪيا، جو شروع تہ ڪل چرچي ۾ ٿيو پر پڇاڙي اها ٿي جو ٻئي هڪ ٻئي کي ياڪر پائي روئڻ ۾ اچي چٽاسين. پر روئي ڏوئي وري بہ ساڳي گهل گيندڙ رهي. جنسي ڏڪا ڏئي مون کي ڪوٺيءَ مان ڪڍيائين. آءٌ ڪرڪندو ويس ۽ بيگم مون کي دلداري ڏيندي پي هلي. طرحين طرحين جون ڳالهيون ٻڌائي مون کي پي ريجهايائين، ۽ ائين ريجهائيندي پرچائيندي، چڪيندي، گهليندي ننڍي بيگم جي خوابگاه تائين وٺي ويم. پر در تي پهچي آءٌ اٽ هٽي بيهي رهيس. مون کي در تي چڏي بيگم پاڻ پنهنجي ياڻٽيءَ کي ڪجهہ سيکارڻ پڙهائڻ لاءِ اندر وئي، ۽ آءٌ ڀڳس. ۽ وري پنهنجي ڪڏٺي ۾ وڃي لڪس جتان اڃا هينئر گهلجي گهلجي آيو هوس. پر بيگم کان بچيس ڪين. هن کي منهنجي حال تي ڪجهہ بہ رحم ڪونہ آيو ۽ ٿوري دير کان پوءِ وري مون کي جهلي آئي ۽ زبردستيءَ سان ننڍي بيگم جي ڪوٺيءَ ۾ ڏڪو ڏئي ٻهران در بندي چڏيائين.

جيئن اڳ ذڪر ڪري چڪو آهيان، مون اها ڪوٺي اصل ڪانہ ڏٺي هئي. هينئر پهريون دفعو ڏٺيم. سڄي ڪوٺيءَ ۾ بجليءَ جي گلابي روشني پکڙيل هئي. طرح طرح جون گلابي رنگ جون بتيون پي ٻريون. ڪوٺيءَ جي ڇت کي بہ

گلابي رنگ هو جنهن تي نموني نموني جا سنهري نقش نڪتل هئا. سڀ شئي مون کي گلابي نظر پئي آئي. ڇت وانگر ڀتين کي بہ گلابي رنگ ڏنل هو، جنهن تي سنهري ۽ رنگارنگي گل ٻوٽا نڪتل هئا. ڪوٺيءَ ۾ هرقسم جي آسائش جو سامان موجود هو. ڪوٺيءَ جي وچ ئي وچ ۾ ننڍا پلنگ پيل هئا جن جي چوڌاري هڪڙو آب روان ( جارجيٽ ) جو گلابي پردو اهڙي تجويز سان لڳل هو جو ڇت کان وٺي زمين تائين جيئن ڀتين وانگر پئي لڳو. اهو پردو اهڙو تہ سنهو هو جو انهيءَ جي چئني تهن مان بہ آرپار ڏسجي ٿي سگهيو. انهي پردي ۾ قسمين قسمين موتي ۽ زمرد جڙيل هئا. جي بجليءَ جي روشنيءَ ۾ تارن وانگر پئي چلڪيا. هڪڙي پلنگ تي بيگم حسن افروز يعني منهنجي ننڍي بيگم ويٺي هئي. انهيءَ کي بہ گلابي رنگ جا ڪپڙا پيا هئا، ۽ ائين پئي لڳو ڄڻ هند تي ڪا گلابي هڙ ويڙهي رکي آهي. مون اهو سڀ هڪڙي نظر ۾ ڏٺو پوءِ وڏيءَ بيگم جي خيال ۾ محو ٿي ويس ۽ ننڍيءَ بيگم کي پٺ ڏئي، دروازي جي گلابي بخمل جي پردي ۾ منهن لڪائي بيهي رهيس. اگرچہ ڪوٺي اڳ ئي نموني نموني جي خوشبوين سان ڀريل هئي تہ بہ اوچتو عنبر جي تکي ۽ مست ڪندڙ خوشبو جو غبار منهنجي دماغ ۾ ائين اچي پهتو جو مون گهبرائجي منهن ڪڍي ڪوليو. منهن ڦيرايم تہ ڏٺم تہ بيگم منهنجي پاسي ۾ بيٺي هئي. زمين تي رومي غاليچو وڇايل هو جنهن جا ٻُجَ مرن تائين پئي پهتا جنهن ڪري هن جي اچڻ جو آواز ئي ڪونہ پڌو هوم. مون هن ڏي ڏٺو تہ يڪدم هوءَ جهڪي منهنجي پيرين پئي ۽ پنهنجا هٿ چمي اکين تي رکي ٻئي هٿ جوڙي، ٿورو هٽي، اکيون هيٺ ڪري بيهي رهي. مون هن حسن جي پتليءَ کي هينئر پهريون دفعو مٿي کان پيرن تاءِ ڏٺو. سهڻي صورت، سروقد ۽ نازڪ بدن هئي. سندس چهرو صاف بلور وانگر گلابي روشنيءَ ۾ ڄڻ پئي ٻهڪيو. فقط ٿوري پيشاني گونگهٽ جي ڪري لڪل هئي پر سندس نڪ نقشو اهڙو حسين ۽ موهيندڙ هو جهڙو مون

اڃي عمر ۾ ڪونہ ڏٺو هو. هڪڙو پيرو ڏسي وري ٻئي پيري ڏٺومانس. هوءَ انهين ئي هٿ ٻڌيو بيٺي هئي ۽ آءٌ پردو جهليو بيٺو هوس. هوءَ اڳتي وڌي پيرين پئي وري ٿورو هٽي بيٺي. پر آءٌ اڃا اتي ئي بيٺو هوس، تہ وري ٽيو پيرو بہ پيرين. پئي هٿ پنهنجين اکين ۽ پيشانيءَ تي رکيائين. پر هن پيري هٽي بيهڻ جي بدران منهن مٿي ڪٽي مون ڏي ڏٺائين مون ڪي دل ۾ چوٽو پيو، "خدا توکي ڪهڙو غضب جو حسن ڏنو آهي." هن مون ڏي پي ڏٺو ۽ هن جي چپن تي ڪا حرڪت هئي جڻ ڪجهہ چوڻ تي گهريائين ۽ آهستي پنهنجو ساڄو هٿ منهنجي سڄي هٿ ڏانهن ڊگهيريائين. هن جي گلابي ڪشميري شال ترڪي هيٺ ڪري پئي جنهن جي شايد مون ڪي خبر ئي ڪانہ رهي. هٿ وڌائي جڻ ڊڄندي ڊڄندي مون ڪي ڪارائيءَ کان ڪٽي جهليائين ۽ منهنجو هٿ ٻنهي هٿن سان جهلي اکين تي رکيائين ۽ ڏڪندڙ آواز سان،"سرتاج" چئي مون ڏي نماڻي نظر ڪٽي ڏٺائين جڻ تہ مون کان ڪنهن تقصير جي معافي پي گهريائين. آهستي آهستي مون ڪي وٺي هلي پلنگ تي ويهاريائين. آءٌ پلنگ تي ويٺس ۽ ننڍي بيگم ڪي پي ڏٺم جا هٿ جوڙيو منهنجي اڳيان بيٺي هئي. ڊسمبر جو مهنو هو ۽ سخت سيءَ پي پيا، پر ڪوٺيءَ جي اندر تمام سٺي موسم هئي جو جتي ڪٿي بجليءَ جون سگريون پي ٻريون. مون هن ڪي ويهڻ جو اشارو ڪيو تہ يڪدم ويهي رهي ۽ هڪڙي گلابي شيشي جي صراحيءَ مان ڪير جو پيالو ڀري ڏنائين جو مون پيتو. پوءِ هن ڪي بہ ڪير جو پيالو ڏئي اها رسم پوري ڪيم. جلدئي بہ چار ڳالهيون ٿيون ۽ گفتگو چڙي پئي ۽ ننڍي بيگم پنهنجي جادوءَ جي چار مون تي اڇلڻ شروع ڪئي. پر پنهنجي طبيعت ڪي ڇا ڪريان! آءٌ ڪومائجي ويس جو شايد هن ڪي برو لڳو. مون ڪي اڃي وڏي بيگم جو خيال پيو جنهن ڪري ڳالهہ ڪپي مون هن ڪي چيو،"سمهي پئو." هيئن چئي پنهنجي پلنگ تي وڃي ليٽيس ۽ تڏهن جو ستل صبح کان اڳي اک کانہ پٽيم. ساڍا اٺ لڳا هوندا جو وڏي بيگم ننڊ مان اٿي

اٽاريو ۽ اٽارڻ سان جهيڙو شروع ڪيائين. مون خوب رنو ۽ هن بہ خوب رنو، پر جهڙو آءُ لاچار هوس تهڙي هوءَ لاچار هئي. حقيقت ڪري نندي بيگم منهنجي بيپرواهيءَ جي شڪايت ڪئي ٿي ڏٺي ۽ پڻي پنهنجي پائڻيءَ جي پاران وڪيل بڻجي پنهنجي ڏنگي مڙس سان وڙهڻ آئي هئي. مطلب تہ منهنجي ۽ وڏي بيگم جي سخت لڙائي ٿي.

ڪنهن چيو آهي ۽ سچ چيو آهي، " اها ٽيٽي ڪينهي تہ باه لڳي ۽ دونهون نہ ٿئي". نندي بيگم جو حسن لاثاني، تنهن تي وري پڻي پائڻيءَ جي دائمي ڪوشش، سو نندي بيگم سان آءُ سگهوئي رلي ملي ويس. پر مون کي خبر ڪانہ هئي تہ منهنجو اهو رلڻ ملڻ ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيندو ۽ سو بہ ايترو جلدي.

پڻي تہ اڳئي ڳائڻ ۾ پڙ هئي؛ پر پائڻيءَ تہ هيڪاري ڳائڻ سان ستم ڪري ڇڏيو. اهڙي حسين ۽ دلپسند ڇوڪري، نئين نئين جواني ۽ وري نئين شادي منهنجي هن جي طرفان ڇڪ ۽ هن جي منهنجي طرفان ڪشش؛ ڇا چوان تہ نندي بيگم ڇا ٿي پئي. مون سان گڏجي هوءَ عشق مُجَسَم ۽ محبت جي پتلي بڻجي وئي. هوءَ تہ هڪ عجيب دنيا ۾ هئي ۽ مون کي پاڻ سان انهي دنيا ۾ گهليندي پئي وئي. جي هن جو وس پڄي ها تہ مون کي پنهنجي دل ۾ لڪائي رکي ها. اهو جذبو وڏي بيگم ۾ بہ تہ زور هو ۽ اڪثر سيني زالن ۾ هوندو آهي پر نندي بيگم ۾ نہ هو ايترو عقل نہ ايتري سمجهہ جو سمجهي تہ هي، جوش ڇا آهي. مون کي ڏسندي هئي تہ سندس اکيون خمار سان پرجي ويندي يون هيون. هن جي چرپر، ماٺ، اٿڻ ويهڻ، هلڻ چلڻ، کائڻ پيئڻ، کلڻ ڳالهائڻ، ڳائڻ وڄائڻ، ملڻ جلڻ، سڀ انهيءَ ئي هڪڙي جوش سان پريل هئا. ۽ قدم قدم تي دل کي چور چور ڪري ڇڏيندا هئا. تمام جلدي هن منهنجي هستيءَ کي ڇا مان ڇا بڻائي ڇڏيو. بس، ڄڻ تہ هوءَ پاڻ مون ۾ سمائجي مون کي پاڻ ۾ سمائي ڇڏيائين. اهو سڀ، ۽ انصاف تہ ڏسو، وڏي بيگم پنهنجي پائڻيءَ جي زنده دلي ۽

عاشق مزاجي ڏسي باغ باغ پئي ٿيندي هئي، ۽ جيترو ٿي سگهندو هوس پنهنجي پاڻئيءَ جي عيش ۾ رخنو ڪونه وجهندي هئي.

اهي ئي ناچ، اهيئي گانا، اهيئي رنگ، اهيئي روپ ۽ اهيئي محفلون هونديون هيون. ننڍي بيگم ۽ وڏي بيگم ٻئي مون سان گڏ هونديون هيون. پڻي ۽ پاڻئي ٻئي گڏجي ڳائينديون هيون ۽ جشن ۾ ٻئي شريڪ ٿينديون هيون. طرحين طرحين جا ناٽڪ ٿيندا هئا، سانگ ٺاپا ويندا هئا. وڏي بيگم نواب ٿيندي هئي، ننڍي بيگم وليعهد ته آءٌ بيگم ٻٻوهوس. مون سان شادي ٿيندي هين ۽ اونڌيون نديون وهنديون هيون. پر وڏي بيگم انهن خوشين ۾ گهٽي وقت تائين بهرو ڪونه ورتو. اگر ئي پنهنجي پاڻئيءَ تان پنهنجو عيش ۽ پنهنجي خوشي قدم قدم تي پئي قربان ڪندي هئي، ۽ جلدئي هنن جلسن مان ٻه پنهنجو پير ڪڍائڻ لڳي. ڪڏهن متي جي سور جو بهانو، ڪڏهن طبيعت جي رنجش، ڪڏهن ننڊ جو عذر ته ڪڏهن ڪوڪم، مطلب ته ڪونه ڪو بهانو ڪري ٿوري دير ۾ محفل مان اٿي ويندي هئي. ائين، آهستي آهستي، هن اچڻ بند ڪري ڇڏيو، ۽ سندس طبيعت جو لاڙو انهيءَ زماني ۾ ڪي قدر مذهبي ڳالهين ڏي وڌڻ لڳو، مون خيال ڪيو ته شايد انهيءَ ڪري هوءِ محفلن کان گوشو ٿي ڪري.

اهو ته ظاهر آهي ته انهن ڳالهين جو نتيجو کهڙو نڪتو هوندو. ڪم ڪار وساري آءٌ ننڍي بيگم جي عشق ۾ غلطان ٿي رهيس. هاڻ مون کي خبر پوڻ لڳي ته وڏي بيگم سچ ٿي چيو ته منهنجو ۽ ننڍيءَ بيگم جو جوڙو ملي ايندو.

منهنجي عمر سورهين ۽ سترهين جي وچ ۾ هئي ۽ ننڍي بيگم چوڏهن يا پندرهن ورهين جي هئي. جلدئي وڏي بيگم جي بدران مون کي ننڍي بيگم جو جنون اچي لڳو. هردم اهائي تصوير اکين آڏو رهندي هئي. ستي يا جاڳندي انهيءَ جي يادگيري هئي. درجي بدرجي اها نالائق حالت اچي رسي جو وڏي بيگم جو موجود هجڻ يا نه هجڻ منهنجي ليکي هڪڙي ڳالهه هئي

بلڪ ڪڏهن ڪڏهن تہ وڏي بيگم جي موجودگي دشوار پئي لڳندي هئي. ائين محسوس ڪرڻ لڳس جڻ تہ هوءَ ڪا وڏي مائٽياڻي آهي جنهن جي اڳيان ادب ۽ حيا ضروري آهي. ٿوري عرصي ۾ ناچ گاني جي رونق فقط ننڍي بيگم هئي. اهوئي ڍنڍ جو ڪپ، اهوئي سنگ مرمر جو فرش، اهائي چانڊوڪي، اهائي عيش عشرت، پر پراڻو محبوب هاڻ مجلسن مان غيرحاضر رهڻ لڳو. منهنجي بتخاني ۾ هاڻ ٻيو بت هو جنهن جي پوڄا ۾ آءٌ محو ٿي رهيو هوس. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي دل مون کي ڏوراپا ڏيندي هئي ۽ وڏي بيگم جو خيال دل ۾ چور وانگر ڪڪندو هوم، پر انهي ۾ منهنجو ڪو ڏوهہ ڪونہ هو. جي ڪٿي وڏي بيگم وٽ انهي خيال سان ويندو هوس تہ بہ ٿي ڏينهن وچي وٽس ٽڪان ۽ سندس جاءِ تي جلسو وغيره ٿئي، تہ پهرين تہ هوءَ مون کي ٽڪڻ ڪانہ ڏيندي هئي ۽ ڪل چرچي ۾ مون کي ٽاري ڇڏيندي هئي، يا جي گهٽي منٿ ميڙ سان ڪٿي راضي بہ ٿيندي هئي تہ ٿوري دير ڪان پوءِ چوندي هئي تہ حسن افروز کي سڏائي وٺو. ننڍي بيگم سڏ تي يڪدم اچي سهڙندي هئي. وڏي بيگم جو ايترو تہ حڪم هلندو هو جو ننڍي بيگم جي مجال ڪانہ هئي جو هن جي سڏ تي نہ اچي. هن جي اچڻ تي وڏي بيگم ڪونہ ڪو بهانو ڪري اٿي ويندي هئي، ۽ نتيجو اڪثر اهو ٿيندو هو تہ وڏي بيگم جي محلات ۾ اسين سيئي خوشيون پيا ڪندا هئاسين ۽ پاڻ غيرحاضر هوندي هئي. پر ايترو تہ آءٌ ضرور چوندس تہ ننڍي بيگم جو جنون هوندي بہ مون کي هميشہ ائين لڳندو هو تہ وڏي بيگم جي محبت هڪڙي لاثاني ۽ لازوال شئي هئي. منهنجي دل ۾ هن لاءِ اچا بہ ڏاڍي محبت هئي پر اها هڪڙي عجيب نموني جي. جي ڪڏهن ڪٿي هن کي ڇاتيءَ سان لائيندو هوس يا پيار ڪندو هوس تہ هن جي اکين مان ڳوڙها وهي ايندا هئا ۽ سگهوئي طبيعت بگڙجي ويندي هيس، ۽ سڏڪا پرڻ لڳندي هئي. مطلب تہ هن انهي ريت منهنجو پيار ڪرڻ ئي

ناممڪن ڪري ڇڏيو، جو هن جي حالت اهڙي ٿي ويندي هئي جو هن کي سنيالڻ ڏکيو ٿي پوندو هو. جي هن سان ڪڏهن ڪٿي انهي خواب جو ذڪر ڇيڙيندو هوس ته چوندي هئي ته اهو هڪڙو اجايو خيال آهي، بيون ڳالهيون ڪريو. آءٌ ڪڏهن ڪڏهن خيال ڪندو هوس ته منهنجي محبت به هڪڙي عجيب محبت آهي جو ٻنهي بيگمن تان فدا پيو ٿيندو هوس، ۽ هميشه اهائي سڌ هوندي هيم ته وڏي بيگم تان پنهنجي جان قربان ڪندو رهان.

درجي بدرجي وڏي بيگم جي حالت ۾ هڪڙو وڏو انقلاب پيدا ٿيڻ لڳو. هوءَ وڏيڪ بي آرام رهڻ لڳي ۽ معلوم ٿيم ته راتين جو اٿي ڪوٺين ۾ گهمندي ڦرندي هئي. اگرچه سندس چهري ۾ اڳوڻي تازگي ڪانه هئي ته به سندس شڪل اجا موهيندڙ ۽ اثرائتي بيشڪ هئي. هن جي صحت هاڻ گهٽو بگڙڻ لڳي ۽ پاڻ ڏينهان ڏينهن ڏبري ٿيندي وئي.

(6)

سچ پڇو ته انسان به عيش جو ٻانهو آهي، ڪٿي غريب هجي يا امير. وري جي عيش عشرت جي به ڪاحد هجي. اسين ڪيترو به عيش ڪٿي ڪريون تڏهن به سمجهنداسين ته اجا بس نه آهي. منهنجا ۽ ننڍي بيگم جا عيش ۽ لذت پريا ڏينهن لهرن وانگر پيا لڳندا هئا. ائين ڀانئيندا هئاسين ته اسين ڪنهن عيش عشرت جي عالم ۾ هوا جي گهوڙي تي سوار ٿيو اجا به ڪنهن بهتر عالم ڏي پيا وڃون. منهنجي شاديءَ کي ٻيو سال اچي ٿيو هو، پر مون کي ائين ٿي لڳو ته ڄڻ ننڍي بيگم اجا ڪالهه آئي هجي. جيئن جيئن پئي جواني آئي، تيئن تيئن عشق ۽ محبت جو نشو ويو وڌندو. آءٌ ته انهيءَ نشي ۾ مست هوس، ۽ ننڍي بيگم جو به اهوئي حال هو.

سانوڻ جا ڏينهن هئا. ڪاراڪڪر ۽ دل بهار هيرون، ڍنڍ جو نظارو ۽ ڪاڏو پيتو، ۽ انهيءَ تي وري عشق ۽ محبت جو

مزو! ڏينهن رات راندروند ۾ گذرندا هئا. ڏينهن رات نموني نموني جا راڳ روپ ڪيا ويندا هئا. هميشه دل خوش ڪرڻ جي ڪا نئين تجويز ۽ انهيءَ جي تعميل! بس ڇڻ اسان جي حياتيءَ جو مقصد ئي اهو هو. ننڍي بيگم رٿ رٿي ته ڊنڊ جي وچ ئي وچ ۾ پنڌرهن ويهه بيڙيون ڳنڍي انهن تي هڪڙي وقتي محلات ٺاهجي ۽ اتي سڄو هفتو جلسو ٿئي. رٿ بيشڪ وڻندڙ هئي. بس حڪم جي دير هئي. سوين ماڻهو ڪم تي لڳي ويا. رات ڏينهن ڪم هلڻ لڳو ۽ ڊنڊ جي وچ ۾ هفتي جي اندر هڪڙي عجيب محلات تيار ٿي وئي.

جلسي جي پهرئين ڏينهن وڏ ڦڙو مينهن وسڻ لڳو. هتي ننڍي بيگم جو اهو حال هو جو پنهنجي مست ڪندڙ آواز سان جهومي جهومي پي ڳاياٿين. ڏاڍا مال مليدا ڪاڏاسين ۽ قسمين قسمين جا شربت ۽ پاٽي پيتاسين. ڏينهن جو سمهون ۽ ساري رات راڳ روپ عيش عشرت ۽ ڪائڻ پيڻ ۾ گذاريون. طرحين طرحين جا ناچ ۽ طرحين طرحين جا ناٽڪ ٿيندا هئا. وري ڪڏهن مينهن ۾ وهنجون ته ڪڏهن ڊنڊ ۾. مطلب ته ڏاڍي موج لڳي وئي. اسان کي به جيڪي هيلا هلاڻا هئا سي هلائي بيٺاسين پر وڏي بيگم انهيءَ عيش جي جلسي ۾ شامل نه ٿي سا نه ٿي. اهوئي جواب ڏيندي هئي ته اوهين وڃو. انهي جواب تي مون هن کي ڇاتيءَ سان ڪٽي لاتو ۽ چيومانس، ” نه توکي ضرور هلڻو پوندو آ! توکي ضرور وڻي هلندس.“ بس، منهنجو ايترو چوڻ ۽ هن جي طبيعت اچي بگڙي. خوب رني ۽ مون کي به رئاڙيائين. لاچار ٿي موٽي آيس. هاڻ ته هن جلسي ۾ هن جي يادگيري به ڪانه هئي. پر ڪنهن کي ياد ڪرڻ جي فرصت ئي ڪٿي هئي.

ناچ ڳاني مان به پنجن ڇهن ڏينهن ۾ اچي ٿڪاسين. نيٺ پوين ڏينهن آيو ۽ چيوسين ته بس اڄوڪو ڏينهن خوب موجون ڪنداسين پوءِ سڀاڻي جلسو ختم. اتفاق سان وري انهي ڏينهن به بادل موج تي خيال رکيو، ۽ آسمان ۽ جبل

هڪ تي ويا. مينهن ڏاڍو وٺو ۽ ڪنوڻ ۽ گوڙ ٻه وارا لائي ڏنا. هتان قدرتي ساز پي وڳا، بجليون پي چلڪيون ۽ هيرون پي لڳيون ته هت اسان ٻه ڳائڻ وڄائڻ ۾ گهٽايو ڪين. سهڻيون سهڻيون ڳائڻ واريون نشي ۾ مست ٿيو جهومر تي جهومر لايو بيٺيون هيون، ۽ پنهنجا سريلا آواز سازن سان ملائي گلن جا هار پائي، گلن جون ٽاريون هٿ ۾ ڪنيون سازن جي وزن سان قدم ملائي ملائي پي نچيون. نندي بيگم تالن تي تال پي ڏنا. خدا تعاليٰ هن کي حسن ٻه ڪو غضب جو ڏنو آهي. هن جا زريدار ڪپڙا ۽ انهن تي وري هيرن ۽ جواهرن سان جڙيل ننڍڙو تاج مٿي تي ٻي چلڪيو ۽ منهنجي دل چڻ ڪيجيو پي وئي. خوشيءَ سان هن جو حسين چهرو ٻهڪيو ۽ انهي تي وري هن جا ڏڳها ڏڳها تان، سندس ڳائڻ ۽ تال ڏيڻ، سندس چهري ۽ ڪپڙن تي سنهري ٻور جي برسات تو ٻه! بهشت ۾ انهيءَ کان وڌيڪ خوشي ڪانه هوندي نه ايترو حسن. پڇاڙيءَ جي رات هئي ۽ اگرچه آءٌ ۽ بيگم پيئندڙ نه آهيون ته ٻه ٻانهين ۽ ڳائڻ وارين شراب جا پيپ ڪٽائي ڇڏيا. "پيو پيالو! پيو پيالو! ساقي! ساقي!" جو هوڪو لڳي ويو ۽ سڀ نشي ۾ چور ٿي ويون. سگهوئي مجلس ٽٽڻ لڳي. ڪاڪنهن کي پئي چوٽيءَ کان گهلي ته ڪا ڪنهن کي پئي ڇڪي. مون گهٽي ڪوشش ڪئي ته حڪم هلايان ۽ جلسو بند ڪرايان، پر ڪير ٿي ٻڌي. هتي ته اهو حال هو جو ادنيٰ ۾ ادنيٰ ٻانهي ٻه نشي جي مستيءَ ۾ ائين ٿي سمجهيو ته چڻ بيگم ئي هوءَ پاڻ آهي. ڪا هتي ڪري ڪا هتي ڊٺي. رات جا پهه ٻه لڳي ويا هئا، ۽ هفتي جو ٿڪ، وري نشو ۽ ٿي جوانيءَ جي ننڊ، ٿوريءَ دير ۾ ماٺ لڳي وئي ۽ جيڪا جتي سا تتي سمهي پئي. بيگم ۽ آءٌ ٿڪا ٽٽا وڃي ستاسين.

انهيءَ رات ننڊ ۽ ٿڪ جي حالت ۾ مون هڪڙو خواب ڏٺو: اهوئي جو هميشه وڏي بيگم ڏسندي هئي. ڏسان ٿو ته آءٌ زناني دربار واري صفحي ڏي پيو وڃان. اتي پهتس ته

هوبهو اهائي حالت ڏٺم جنهن جو وڏي بيگم بيان ڪندي هئي. اهائي بيگم، اهائي دربار! هوءَ پاڻ سينگاري ويٺي هئي. فرق فقط ايترو هو جو اتي اها بلا ڪانه هئي جا وڏي بيگم ڏسندي هئي بلڪ اتي تہ منهنجي پياري ننڍي بيگم هئي جنهن وڏي بيگم کي ڪلندي مرڪندي پي چيو، ”تون ڏهاڳڻ آهين، وڃي عدت ۾ ويهہ.“ اتي آءٌ بہ اچي پهتو آهيان ۽ ننڍيءَ بيگم کان ٿو پڇان تہ ڪهڙي ڳالهہ آهي. تنهن تي ننڍي بيگم مون کي ٿي چوي تہ هوءَ ڏهاڳڻ ٿي وئي. مون ننڍي بيگم ڏي ڏسي وري وڏي بيگم ڏي ڏٺو ۽ چيومانس، ” ها تون ڏهاڳڻ آهين، وڃي عدت ۾ ويهہ.“ ايتري ۾ ننڍي بيگم غائب ٿيو وڃي. پوءِ خواب جو بيو ڀاڱو بہ ڏٺم جنهن ۾ آءٌ ۽ وڏي بيگم ٻئي منهنجو جنازو پيا ڏسون ۽ ڪوئي بہ اها ساڳي جنهن جو ذڪر وڏي بيگم تي ڪيو، ۽ انهيءَ ۾ قبر بہ برابر ڪوٺيل هئي. مون جنازي تان ڪپڙو ڪٽي خود پنهنجي لاش ڏٺي ۽ ذرو بہ عجب ڪونہ لڳم. انهيءَ کان پوءِ وري خواب جو ٽيو ڀاڱو بہ ڏٺم. ڏسان ٿو تہ ساتوڻ واري محل ۾ بيٺو آهيان جو اسان جي آڪهہ جو مقام آهي ۽ انهيءَ ۾ هڪڙي قبر تازي ڪوٺيل آهي. سامهون وڏي بيگم منهنجي لاش هنج ۾ ڪنيو ويٺي آهي ۽ مون ڏي ٻئي ڏسي. هوءَ محبت کان مون کي چڻ نظرئي نظر ۾ چڪيو ٻئي وٺي ۽ مون ۾ سمائيي پئي وڃي. منهنجي ڏسندي ئي محبت جو جذبو هن جي سيني ۾ مرڪز تي ٿو اچي ۽ هوءَ پاڻ بي آرم ٿيندي وڃي. منهنجي ڏسندي ڏسندي محبت جي جوش کان هن جو سينو ٽڪاءُ ڏئي ٿو ڦاٽي ۽ منجهانئس هڪڙو شعلو ٿو نڪري جنهن جي شعاع کان آءٌ دهلجي ڪريو ٿو پوان....

منهنجي اک کلي پئي ۽ ننڍي بيگم بہ رڙيون ڪندي اچي منهنجي مٿان ڪري. ظاهري اهو آواز گوڙ جو هو ۽ چلڪات ڪنوڻ جو، جنهن خواب ۾ اها صورت ورتي هئي. اوچتو ننڍي بيگم پڇيو، ”هان؟ پاڻ هتي ڪيئن آياسين؟“

”ڪٿي ؟“ مون گهبرائي چوڌاري ڏٺو. اسين ستا تہ ڍنڍ واري محلات ۾ هئاسين پوءِ هتي هن مقام جي محلات ۾ ڪيئن

اچي پهتاسين. ۽ منهنجا ڪپڙا! درباري لباس مون ڇو ۽ ڪٿي پاتو هو؟ آءُ اجا انهيءَ تي ويچار ۾ هوس تہ ننڌي بيگم هڪڙي هانءَ ڏاريندڙ رڙ ڪري پٽ تي بيهوش ٿي ڪري پئي، ۽ انهيءَ ئي مهل مون بہ ڏٺو تہ منهنجو خواب بلڪل سچو هو. وڏي بيگم سامهون مئي پئي هئي. هن تي ڪنوڻ ڪري هئي ۽ سندس سيني ۽ وارن مان اجا دونهون پئي نڪتو. هن جي هنج ۾ منهنجي اهائي رنگين تصوير هئي جنهن جو اڳ ئي ذڪر ڪيل آهي.

مير بحر جو ڇوڪر آهي تہ منهنجي حڪم سان مون کي ۽ ننڌي بيگم کي ڍنڊ واري محلات کان هن مقام جي محل تائين آندو ويو هو. توشيخاني واري جو ڇوڪر هو حضور جن پاڻ پنهنجا درباري ڪپڙا رات جو مون کان طلب ڪيا جي مون پاڻ زيورن سوڌا حضور جن کي پارايا. نوڪر ٿا چون تہ مون پاڻ پنهنجي حڪم سان قبر کوٽائي. سڀ ائين ٿا چون پر مون کي تہ ڪجهہ بہ ياد ڪونهي؛ نڪا خبر اٿم تہ آءُ ڪڏهن آيس ۽ ڪيئن.

وڏي بيگم، بيگم دل افروز، بہ ڇڻ هڪڙو خواب هئي يا ائين چئي سگهجي تہ ڇڻ ڪو پروانو هئي جو ٿوري دير شمع سان مزا ڪري نيٺ مٿانس قربان ٿي ويو.

ٿورا ڏينهن تہ منهن مٿو پٽيم ۽ خاڪ اڏايم. ننڌي بيگم جو بہ پنهنجي پڦيءَ جي ڏک ۾ اهوئي حال هو. راتين جون راتيون آءُ خوابن ۾ پيو ڏسندو هوسانس ۽ "هاءِ، دل افروز!" جي دانهن ڪري جاڳي پوندو هوس. پر زمانو گذرڻ لڳو ۽ گذرندو ويو. اهي ئي محل، اهي ئي محلاتون؛ اهائي ڍنڍ، اهائي ننڌي بيگم؛ اهو ئي رنگ اهوئي روپ؛ ۽ وڏي بيگم جي يادگيري بہ هاڻ هڪ ماضيءَ جو زمانو ٿي وئي آهي.

# اسانجي دعا

هڪڙي ڏينهن صبح جو آءُ گهمڻ نڪتو هوس تہ واٽ تي پٽ تان هڪڙو پئسو لڌم. اهو اچا هٿ ۾ ئي هوم تہ اڳيان هڪڙو فقير گڏيم. فقير صدا ڪئي ۽ مون بہ اهو پئسو کڻي هن کي ڏنو تنهن تي فقير مون کي ۽ منهنجن پٽن پوٽن کي دعا ڪرڻ لڳو انهيءَ تي مون کي بہ اچي دعا جو دل ۾ خيال پيو ۽ پاڻ کان پڇڻ لڳس تہ دعا ڇا آهي ؟ دعا ڇا کي چئجي؟ ڪهڙن نمونن جي دعا تي سگهي ٿي ۽ سچي دعا ڪهڙي ۽ ڪوڙي دعا ڪهڙي؟ بلڪ منهنجي حياتيءَ ۾ دعا ڪهڙا ڪهڙا رنگ اختيار ڪيا هئا، انهيءَ جو خيال ڪرڻ لڳس تنهن تان منهنجي دل تي تہ دعا بابت بہ ڪجهہ لکان تہ چڱو.

ٻين ۾ الهجي اهو دستور آهي يا نہ، پر اسان مسلمانن ۾ اهو رواج آهي تہ ڪو ٻار پڙهڻ جي عمر کي رسندو آهي تہ انهيءَ کي دنيوي تعليم ڏيڻ کان اڳي ڪجهہ وقت ديني تعليم ڏيندا آهن. پهرين پهرين ٻار قرآن شريف پڙهندو آهي ۽ شريعت جي مکيہ قاعدن کان واقف ٿيندو آهي. اهڙي ريت اسان کي بہ ڪجهہ وقت ڪنهن مولويءَ صاحب جي حوالي ڪيو ويو هو. مون کي چڱي يادگيري آهي تہ، روز صبح جو ڪلاڪ ڏيڍ قرآن شريف پڙهڻ سڪندا هئاسين، جنهن ڪانپوءِ اڌ ڪلاڪ مولوي صاحب شريعت جون ڳالهيون ڪندو هو ۽ پڇاڙيءَ ۾ مولوي صاحب جي پٺيان الله کان دعا پنندا هئاسين. اگرچہ انهي زماني کي هينئر 30 يا 40 ورهيہ گذري ويا آهن تہ بہ انهي دعا جو گهڻو ڀاڱو مون کي ياد آهي. هٿ مٿي کڻي چوندا هئاسين" يا خدا! مون کي صالح ڪجئين، مون کي نيڪبخت ڪجئين، مون کي علم نصيب ڪجئين، منهنجي عمر وڏي ڪجئين، منهنجي ڪمائيءَ ۾ برڪت وجهہ جئين، مون کي گناهن کان بچائجئين، منهنجو ٻيڙو تارجئين...... " مطلب تہ ٻين جو ٻيڙو ٻڏي وڃي تہ ڀلي ٻڏي

وجي، پر منهنجو بيڙو مڙئي تارجئين ۽ وڏيڪ تہ "منهنجي عاقبت سوچاري ڪجئين، مون کي بهشت نصيب ڪجئين، ........۽ وڏي ڳالهہ تہ "مون کي ست حوررون ڏيارجئين!" انهن ڏينهن ۾ تہ ننڍا هئاسين ۽ اسان کي حورن جي نڪا سڪ هئي نڪو حورن جو قدر هو پر جڏهن کان وٺي حورن جي قدر ڪرڻ جا لائق ٿيا آهيون تڏهن کان وٺي دل ۾ اهوئي ارمان رهيو آهي تہ مولوي صاحب اسان تي فقط ستن حورن جي عنايت ڇو ڪئي، ڏهہ، ٻارهن، پنڌرهن، ويهہ حوررون ڇو نہ ٿي ڏياريئين. پر، خير! تيسين مولوي صاحب پاڻ دنيا کان لاڏاڻو ڪري حورن جي هنج ۾ پهچي رهيو هو ۽ اسان کي ڪانئس پڇڻ جو ڪو وجهہ نہ مليو.

آخر قرآن شريف پڙهي پورو ڪيوسين. مولوي صاحب پنهنجو فرض ادا ڪري ويندو رهيو. پر اها پاراڻي عادت اسان کان نہ وئي. ويندي جوانيءَ تائين روز، صبح سانجهي اڪثر جڏهن امتحانن جا ڏينهن ويجها ايندا هئا تہ خدا کي راضي ڪرڻ لاءِ نماز جا پنج ئي وقت، هٿ مٿي ڪري اهائي دعا گهرندا هئاسين جا اسان کي مولوي صاحب ننڍپڻ ۾ سيکاري هئي. اسان جو انهي ريت گاهہ بيگاهہ دعا جي ڌم لائي ڏني هئي، سو اسان جي دل ۾ خاطري هئي تہ صالح بہ ٿينداسين، نيڪ بخت بہ ٿينداسين، عمر بہ وڏي ٿيندي، ڪمائيءَ ۾ بہ برڪت پوندي ۽ حورن جا تہ اڳ ئي مالڪ بنيا ويٺا هاسين.

اهو اسان جي دعا جو پهريون رنگ هو.

پر اسين اڃا انهيءَ عمر کي مس رسيا هئاسين جڏهن دعا اسان جي لاءِ ڪمائتي ٿئي تہ ڪن بزرگن اسان کي ڌوتاري ڌوتاري ٿياسافيڪل سوسائٽي جو ميمبر ڪرايو. وري اتي جي اسان کي ٻيا بزرگ گڏيا تن تہ اسان جا نشائي ئي توڙي ڇڏيا. چيائون، "ميان، هي جو تون دعا ۾ "مون کي ڏي، مون کي ڏي" لڳايو ويٺو آهين، تنهن مان ڪجهہ بہ ڪين ورندئي. اهڙي مطلب جي دعا خدا ٻڌي ئي ڪين. بهتر آهي تہ ٻين جي حق ۾ دعا گهر، ٻين جو ڀلو گهر تہ تنهنجو بہ ڀلو ٿئي. تون بہ ٻين سان گڏ ساڳئي ٻيڙي ۾ آهين، جي انهن جو بيڙو تريو تہ انهن سان گڏ تون بہ تري پوندين، جي انهن جو بيڙو ٻڏو تہ، تون

اڪيلو ئي اڪيلو بهشت ۾ نڪو ڪلندو سوتهنديون، نه روئيندو سونهنديون. "چي" جي حورن جي لالچ اٿئي ته به اها دعا گهر ته، سيني کي ست ست حوروں نصيب ٿين. پوءِ جيڪي به ٿي. ٻڍن حورن جا ٻچي پيا ته، سڀ تنهنجي حوالي ٿيندا...." دل ۾ خيال ڪيوسين ته پيلي، آهن پوڙها پر ڳالهه عقل جي ٿا ڪن. سانده پنجٽيهه ورهيه اسان، به پي خدا کان دعا گهري آهي، پر نڪي صالح ٿياسين، نه نيڪبخت، ڪمائيءَ ۾ برڪت به ڪانه پيئي. نڪو ڪو خاص علم پرايوسين. جي گهلجي، گهلجي عمر چاليهن سالن کي رسي آهي ته، اها به آزارن لاءِ. بهشت جي ته اجا هير به نه ٿي لڳي. باقي حوروں، ماشاالله! وار اڇي اڇا ٿيا آهن ۽ حورن جو وقت به چاڻ آيوڪي آيو. سُو ٿيءَ طور هڪڙي حُورَ ته، خدا اسان کي هتي گهر ويٺي پڄائي ڏني، پر نصيبن ڪاڻ اها به هڪڙي هنڌ ويٺي آهي ۽ اسين بڪئي پيٽ پنيان، ٻئي هنڌ پيا ٿاٻا کائون. نه، پيلي، نه. پوڙهن سچ ٿي چيو. دعا گهرجي ته ڪنهن عقل ۽ خيال سان جنهن ۾ خود مطلبي به نه هجي ۽ اهڙي جنهن جي ٿوري اثر مان گهڻو فائدو ملي.

انهي ڳالهه تان مون کي وري ٻي مزي جهڙي ڳالهه ياد ٿي اچي، جنهن مان بيخيالي، بي عقلي ۽ مطلب جي دعا جو نتيجو ظاهر ٿو ٿئي. جي پنج منٽ معاف ڪريو ته وچ ۾ اها ڳالهه به ٻڌائي وٺانو.

ذڪر آهي ته هڪڙي ڏينهن سچ لڻي کان پوءِ، ڪو پهتل فقير شهر ڏي پي آيو. واٽ تي شهر جي ٻاهران ڏسي ته واريءَ جي دڙي ۾ ٽي ماٺهو ڪلهن تائين پوريا پيا آهن. رڳوسندن سسيون پي ڏٺيون. انهن مان هڪڙو پير مرد هو، ٻي هئي سندس ڪراڙي زال، ۽ ٽيو سندن جوان پٽ. فقير کي رحم آيو ۽ پڇيائين،" بابا، اوهان سان خير؟" پيرمرد جواب ڏنو ته، "فقير، ڪهڙيون ٿو خبرون پڇين. پهرين ته اڇي پوک ۾ مڪڙ پيا، جن ڪٽو به ڪونه ڇڏيو. جيڪو ٿورو گهڻو ان ڪرن ۾ هو، سو به سرڪار ڪٽي وٺي ڊل ۾. جيڪا قرمار جي ٻي ڪمائي ڪئيسون، اها ڪٽي ويا انڪم ٽئڪسس وارا، ۽ هيڪاري جو ويو سگريٽن جو اڳهه چڙهي تنهن ته اسان جا اجهي هي حال ڪري ڇڏيا آهن. لڱن تي پورو لٽو ڪونهي، انهي ڪري ڪجهه شرم کان ته ڪجهه واءَ

پاڻيءَ جي بچڻ کان پاڻ کي واريءَ ۾ لڪايو ويٺا آهيون.“ فقير چين، ”بابا! الله مڙئي چڱي ڪندو. خدا کي سوال ڪريو تہ اوهان جي مشڪل آسان ٿي پوندي.“ پوڙهي جواب ڏنو،“ فقير، الله کي عرض ڪري ڪري تہ اسان جي زبان ئي گسي وئي آهي، پر الله کنن ۾ ڪپهہ وجهيو ويٺو آهي ۽ اسان جي تہ ٻڌي ئي ڪانہ ٿو. فقير خيال ۾ پئجي ويو. ٿوري کان پوءِ چيائين،“ اوهين فڪر نہ ڪريو. توهان جي پاران مون الله کي عرض ڪيو آهي ۽ خدا جو چوڻ آهي تہ اوهان ٽنهي جو هڪڙو هڪڙو عرض اگهائيندو. اوهان کي جيڪي بہ کپي سو خدا کان گهرو ۽ اوهين جيڪي بہ گهرندئو سو اوهان کي ملندو. ائين چئي فقير تہ واٽ وٺي ويندو رهيو ۽ هي ٽئي ڄڻا پاڻ ۾صلاح ڪرڻ لڳا. نيٺ اها صلاح قائم ٿي تہ بيهارياڻون تہ آڌيءَ رات جو خدا کي تڪليف نٿا ڏيون. ڪٿي جي اسان کي قارون جو خزانو ملي تہ بہ هيڏي مهل شهر ۾ نڪا ملندي ماني، نڪو لٽو ڪپڙو. هاڻ اڳو پوءِ صبح جو وهنجي سهنجي خدا کي عرض ڪري شهر ۾ گهڙي پونداسين. اها صلاح ڪري ٽنهي سمهڻ جي تياري ڪئي. پير مرد ۽ سندس پٽ تہ نيٺ مڙس ماڻهو، عقل ۽ صبر وارا هئا. سي جهٽ ۾ سمهي پيا. ٻڍيءَ کي ننڊ ڪٿان ٿي اچي. چوندا آهن تہ زالن کي نڪو آهي صبر، نڪو عقل ۽ جي عقل اٿن تہ بہ ڏائي ڪڙي ۾. اها ڳالهہ ڪيتري قدر سچي آهي تنهنجي جوابداري آءٌ پاڻ تي نٿو ڪٽان. پر، سائين جيئن ڳالهہ ٻي ڪئيسين، مڙس ماڻهو تہ لٽ ڪوڙي سمهي پيا، پر هن ٻڍي مائيءَ کي اچي بيقراري لڳي. دل ۾ خيال ڪيائين تہ صبح جو متان خدا کي ڳالهہ وسري وڃي، يا ٻين ڪمن ۾ اسان جو خيال نہ پئيس تنهن ڪري بهتر آهي تہ، هينئر نويڪلو، ماٺ ڪيو ويٺو هوندو ۽ سوال ٻڌي جهٽ ۾ ڪٿي پورو ڪندو. نيٺ دل نہ رهيس ۽ هٽ ڪٿي خدا کي عرض ڪيائين“ ” ياخدا! حڪم ڪر تہ آءٌ هڪ خوبصورت شهزادي ٿي پوان. مائيءَ جو ايترو چوڻ ۽ اک ڇنڀ ۾ پوڙهيءَ مان هڪ حسين نوجوان زال ٿي پيئي. مون کي خاطري نہ آهي تہ جوان زالن جي عمر ڪيتري ليکبي آهي، پر ساردا ائڪٽ موجب 16 ورهين جي عمر قائم ڪئي وئي آهي ۽ شاعرن جو 14 ورهين جي عمر

ڏي لاڙو آهي. جيئن ڪو شاعر ٿو چوي:

دل مين الهي اور نہ ڪوئي هوس رهي.

چودهن برس کي سن مين وه لاکهون برس رهي.

پر پاڻ نڪي آهيون سرڪار نہ آهيون شاعر تنهن ڪري پنهي جو وچ وٺي هن حسن جي پتليءَ کي پندرهين ورهين جي ٺا ٺهرايون. پاڻ کي ڪٺي ڏسي تہ واه! ننهن کان چوٽيءَ تائين عمدن ڪپڙن ۽ هيرن جواهرن سان پري پيئي آهي، ۽ شڪل جي اهڙي سهڻي...... اهڙي سهڻي جهڙو چنڊ. اچا مائيءَ پاڻ کي پي ڏٺو تہ ايتري ۾ هڪڙو بادشاه اچي اتهين لنگهيو ۽ هو رڻ پٽ ۾ اهڙي حسين ڇوڪري ڏسي وائڙو ٿي ويو. دل ۾ خيال ڪيائين تہ مون کي پار اونهيئي ڪونهي. ڪوسلڇٽو ڇوڪرو الهجي مليم يا نہ مليم سو هن کي ڇو نہ پنهنجي ڏيءَ ڪري رکان. اهڙو خيال ظاهر ڪيائين. مائيءَ پهرين تہ دل هنئي پر جڏهن پنهنجي پوڙهي مڙس تي نظر پيس تڏهن دل ۾ چوڻ لڳي تہ "آءٌ اهڙي جوان، خوبصورت زال جا هاڻي شهزادي بہ ٿي ٿيان، هن مئي، ڪني، ڪوجهي، ڏپ هاڻي مڙس سان ڪيئن گذاريندس. هن کي اهو خيال ئي ڪونہ آيو تہ جي شهزادي ٿي پيئي آهيان تہ، هو بہ هڪ نوجوان شهزادو ٿي سگهي ٿو. پلا جي عقلمند هجي تہ اهڙو خيال اچي! نيٺ بادشاه سان هلڻ لاءِ تيار ٿي. هنن جي آواز تي پوڙهي جي بہ اک کلي پيئي، ۽ ڳالهين مان سمجهي ورتائين تہ ليکو ڪيئن آهي. پهرين هن سان بحث ڪيائين پر جوٽس نہ مڃيو. ڏاڍي ڪاوڙ آيس هٿ ڪٺي، چڙ مان خدا کي عرض ڪيائين تہ" يا خدا! هن بيوفا رن کي تہ بدشڪل شيڏياڻي بڻائي ڇڏين تہ چڱو. ابا هن جو ائين چوڻ ۽ جهٽ ۾ هوءَ حسين شهزادي ڦري هڪڙي ٿلهي متاري شيدياڻي ٿي پيئي، جنهن کي ڏسي پئي ڏپ لڳو. بادشاه اهو اسرار ڏسي وٺي ڀڳو، پر پوءِ مائي اچي بگڙي. مٺا، ههڙا تهڙا، ڏس تہ هي تو ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيو. ويچاري پوڙهي جون ناناڻيون ڏاڏاڻيون سٺئي پيڙهيون ڪڏي اچي ائين پيڙهيءَ کي پهتي تہ گوڙ تي پٽ سجاڳ ٿي پيو. اڪيون مهٽي ڪٺي ڏسي تہ مار، هتي تہ ميان بيبيءَ جو جهڳڙو لڳو پيو آهي. ۽ بي بي بہ وري ڪهڙي! سبحان الله ! نيٺ هن

ڪان پڇا ڳاڇا ڪري حقيقت کان واقف ٿيو، ماءُ پيءُ تي قياس آيس ۽ خدا کي عرض ڪيائين، ياخدا هيءَ اصل جهڙي هئي اهڙو ڪري ڇڏينس تہ بہ لک ڪنيوسين،" پٽ جو بہ عرض قبول پيو ۽ وري جهڙي هئي تهڙي ٿي پئي. فقير جي ڳالهہ بہ سچي ٿي. هنن هڪڙي هڪڙي دعا بہ قبول پئي، پر هي وري اهڙي جا اهڙا رهجي ويا. انهيءَ مان نصيحت هيءَ ٿي نڪري، جيئن پاڻ ڳالهہ پي ڪئي تہ، دعا عقل ۽ خيال جي هجي ۽ فقط پنهنجي مطلب جي نہ هجي. جي بي عقلي، بي خيالي ۽ مطلب جي دعا هوندي تہ شايد ڪجهہ فائدو نظر اچي پر آخر ۾ نيٺ، ساڳيا گڏه ساڳيا آٽر.

پاڻ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ڳالهہ پي ڪئي. پر هاڻ وڌيڪ ڳالهہ سمجهڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ اهو سمجهون تہ سوسائٽي خواه ڪنهن بہ مذهب ۾ دعا جو اصل اصول ڪهڙو آهي.

چون ٿا تہ ڪٿ بہ ڪا ماڻهن جي جماعت گڏجي خدا جي بندگي ڪري تہ اهي ماڻهو جڻ هڪڙو روحاني ٿانو ٿا گهڙين جنهن ۾ دعا جي اثر کان خدا جي رحمت اچيو ڪٺي ٿئي، ۽ پوءِ آهستي آهستي انهي ٿانءَ مان نڪريو اوڙي پاڙي ۾ پکڙيو پئي. جيئن کڏون کٽي مينهن جو پاڻي ڪٺو ڪبو آهي تہ اجايو ضايع نہ ٿئي، تيئن جماعت جي دعا جو خدا جي رحمت کي ڪٺو ڪرڻ جو هڪ رستو رکيل آهي. ۽ سيني جماعتن جو اهو دستور آهي تہ اول ياخدا جو نالو يا ڪو بيو پاڪ لفظ آلاپي پوءِ بندگي شروع ڪندا آهن. پوءِ اها جماعت ڪهڙي بہ هجي، مندر جي يا مسجد جي يا ديول جي. ڪي الله اڪبر چون تہ ڪي اوم چون تہ ڪي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪو بيو پاڪ لفظ يا نالو ڪم آڻين. اهو جڻ خدا جو ڌيان ٿا ڇڪائين. انهيءَ ريت اسين بہ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ ڪو خاص لفظ آلاپي بندگي شروع ڪندا هئاسين.

آءُ انهن ڏينهن جي ڳالهہ ٿو ڪريان جن ڏينهن ۾ اسين سڀ ڪرياڪرمن تي چريا هئاسين. پوءِ تہ جيئن حضرت محمدصہ لٺ کٽي بتن کي ويو ٽوڙيندو تيئن ڪرشناجي بہ هٿ ڌوئي ڪرياڪرمن جي پٺيان پيو ۽ چيائين تہ اهڙي ڪا ريت رسم نہ گهرجي جنهن جو ڪو

بہ انسان پائبند يا محتاج رهي. انهن ڏينهن ۾ سوسائٽيءَ ۾ ٻيون شاخون بہ ڪيترو زور وٺي ويون هيون جيئن تہ پارت سماج، لبرل ڪئٿولڪ چرچ، رائونڊ ٽيبل، ڪومئسانڪ ۽ اِي-ايس.

اهو ڏينهن جنهن جي آءُ ۽ منهنجو هڪڙو سنگتي، موهن لعل، سياري ۾ صبح جو ٻين بجي ڏڪندا ڏڪندا وڃي هڪڙي ٻئي دوست جي گهر پهتاسين جتي لبرل ڪئٿولڪ ٽيٽي هئي. 7 کان 8 تائين واس ڊوپ ڪري، خدا جا نالا وٺي" خدا جي بندگي ڪري، ملڪ جي لاءِ دعا گهريسين. اتهين سڀ ڀڳاسين ٻئي هنڌ جتي پارت سماج جي پوڄا ٽيٽي هئي. 8 کان 9 تائين ورت ڪيوسين ۽ گهنڊٽيون پائي خدا جو ڌيان ڇڪايوسين ۽ اتي بہ رحمت جو گهڙو پرائي رکيوسين. وري 9 کان 10 تائين اِي-ايس ۾ ڪريا ڪرم ڪري ملڪ تي خدا جي رحمت وسائيسين. پوءِ ٻئي گڏجي موهن لعل جي گهر وياسين. توهان ڏٺو هوندو تہ ڪو توهان مون پارو ڪڏهن پلجي ڇڪجي مندر يا مسجد ۾ ڪٿي ويندو آهي تہ اتان ڏاڍو سرهو ٿي نڪرندو آهي. دل ۾ ائين پيو ڀانئيندو آهي تہ اڄ تہ مون ڀڳوان تي مهرباني ڪئي آهي، ۽ مون جهڙو چڱو مڙس دنيا ۾ ڪونہ هوندو. پر اسين جو هڪڙي ڏينهن ۾ ٽن هنڌن مٿو ٽيڪي آيا هئاسين سو موٽڻ مهل اسان جا مٿا آسمان کان بہ چار فوٽ مڙئي مٿي پي ڏٺا. آخر اچي موهن لعل جي اوطاق تي سهڙياسين. موهن لعل جي گهر جي ماڙيءَ تي جيڪا ڪوٺي آهي انهيءَ کي هو پنهنجي اوطاق سڏيندو آهي. انهي ڪوٺيءَ کي ڏکڻ الهندي ۽ اڀرندي کان در آهن ۽ چوٽين پاسي گهر جو پاڳو آهي. انهي ڪوٺيءَ ۾ ويٺي پنهنجي پاڻ تعريف ڪئيسون تہ اولهہ واري در کان هڪڙي اچي سڏ ڏنو، "الله، ٻچن جو خير!" پلا جيڪي ٿي ٿي تڪاٽا پيٽي آيا اهي ٻيو نہ ڪن تہ من خيرات ڏين. ۽ موهن لعل ڪيسي مان آنڪ ڪڍي ڪٿي فقير کي اڇلي. وري اسين ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين. اڃا بہ ٽي منٽ ئي مس گذريا تہ وري ڏاکٽي دروازي کان ساڳئي فقير صدا ڏني، "ياالله ! ٻچن جو خير!" موهن لعل رڙ ڪئي، "فقير، اڃا هينئر آنو ڏنومئين، ۽ وري بہ ٿو گهرين؟" تنهن تي مون

چيو تہ:" موھن حرڪت ڪانھي، آءٌ بہ تو خيرات ڏيانس. ھُو مون بہ آنڪ ڪيسي مان ڪڏي ڪٽي اڇلي.) اسان اڃا ڳالھائڻ مس شروع ڪيو ھو تہ وري اوپر واري در ڪان ساڳئي فقير رڙ ڪئي) " ياالله! ٻچن جو خير!" اتي موھن اڇي بگڙيو ۽ ٻاھر نڪتو. آءٌ بہ ٻاھر نڪتس. فقير کي ڳالھائڻ لڳو، " ميان تون تہ اسان لاءِ فقير نہ ٿئين آزار ٿئين. ھي توکي چڱو چرچو ھٿ آيو آھي. ھڪڙي در ڪان بہ ورتئي، ٻئي در ڪان بہ مليئي، وري ٽئي در ڪان بہ کپيئي ڇا؟"

فقير ھٿ ٻڌي عرض ڪيو،"قبلا، ڪاوڙ نہ ڪريو، پر اڃا اڄ صبوح جو اوھين ٽن درگاھن تان خدا ڪان دعا پني آيا آھيو. خدا تعاليٰ تہ اوھان کي ائين ڪين چيو تہ رڳو ھڪڙي در تان دعا پنو."

موھن لعل ڪاوڙيو بيٺو ھو ۽ فقير جي ڳالھہ پوري خيال ۾ نہ آيس. چيائينس،" اسان پنھنجي لاءِ تہ خدا ڪان ڪجھہ بہ ڪين گھريو."

فقير جواب ڏنو،" سائين سچي دعا اھائي آھي. پر مون بہ پنھنجي لاءِ اوھان ڪان ڪجھہ ڪين گھريو. جيئن اوھان جڳھہ جڳھہ تي خدا جو نالو وٺي ٻين جي حق ۾ دعا گھري تيئن مون بہ الله جو نالو وٺي توھانجي ٻچن جو خير گھريو. خدا بہ اوھان کي رحمت ائين تہ ڏئي جيئن اوھان اسان کي دان ڏنو."

اتي اڇي موھن لعل جي اک کلي تہ مار، ھي ڪو عام رواجي فقير نہ آھي پر ڪو بزرگ، پھتل ماڻھو ٿو ڏسجي. يڪدم ڪيسي ۾ ھٿ وجھي پئسن جو ٻڪ ڪڍي فقير کي آڇيائين پر فقير پائي بہ نہ ڪنئين. چيائين، پٽ، مون کي توھان جا ڏنل بہ آنا بس آھن. مون کي ڪا بک ڪانہ ھئي. مون کي فقط اھو نصيحت جو نياپو پھچائڻو ھو جو پھچايم.

انھيءَ تي ڪنڌ نمائي موھن لعل فقير کي عرض ڪيو، "فقير، مون کي معاف ڪر ۽ مون کي ڪا دعا ڪر."

فقير موھن جي مٿي تي ھٿ رکي چيو" ابا، آءٌ ڪير آھيان جو توکي دعا ڪريان. دعا ڪرڻ وارو ھڪڙو خدا آھي. جنھن جي در تي پاڻ سڀ ھڪجھڙا بيڪاري آھيون. شل خدا اوھان جو ڀلو ڪري."

ائين چئي فقير بيٺي بيٺي اسان جي اکين اڳيان گم ٿي ويو.

اسين وائڙا ٿي وياسين، ۽ هڪ ٻئي کان پڇڻ لڳاسين تہ فقير جي نصيحت جو مطلب ڇا هو؟ اهو تہ، فقط هڪڙي در تان دعا پنو يا اهو تہ سيني درن تان؟

(اوهين بہ انهي ڳالهہ تي غور ڪري ڏسو تہ فقير جو مطلب ڇا هو؟ دعا گهرجي تہ هڪڙي در تان يا گهڻن تان؟)

# موهنيءَ جي غلطي
( هڪ ايڪٽ جو ڊرامو)

(موهنيءَ جي جاءِ. موهني پاڻ آرام ڪرسيءَ تي ويٺي ڪجهه سبي ۽ آهستي آهستي پاڻ وندرائڻ لاءِ پئي ڪجهه ڳائي. ٿوري ڪان پوءِ، هڪڙي ڪڇڻ نوڪرياڻي ٻه ٽي ٽپال ۾ آيل ويڙهيل اخبارون ۽ ڪي خط آڻيو موهنيءَ کي ٿي ڏئي. نوڪرياڻي خط ڏئي ڇنڊڦوڪ ۾ مشغول ٿيو وڃي.)

موهني: (هڪڙو خط کولي پڙهي ٿي جنهن ۾ ٻه ڪاغذ آهن، ۽ ٻيو ڪاغذ پڙهندي سندس منهن ڪاوڙ کان ڳاڙهو ٿيندو وڃي .....نوياڪرٽيءَ کي) روڙي، جلدي گاڏي وٺي آءُ.مان پيڪين تي وڃان.

روڙي: مائي، اڃا تہ ٽي مس لڳا آهن. سرڪار جي اچڻ کان پوءِ اوهين چانهہ پي ويندؤ نہ؟

موهني: نہ! نہ! تنهنجي سرڪار پاڻهي پئي ايندي. مان هينئر جو هينئر وينديس وڃ، سگهي تي گاڏي وٺي اچ.

(روڙي وڃي ٿي ۽ ٿوري کان پوءِ گاڏيءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿو اچي. انهيءَ وچ ۾ موهني بيآرام ڪوٺيءَ ۾ پئي اچي وڃي. اڃا روڙي اچي گاڏيءَ جو چوي، انهيءَ کان اڳئي موهنيءَ جو گهوٽ منگهو اندر ٿو اچي ۽ ڪوٽ ٽوپي لاهي ڪوچ تي ڦٽي ٿو ڪري)

منگهو: گاڏي در تي ڇو بيٺي آهي؟ تنهنجي ڪا ساهيلي توکي گڏجڻ آئي آهي ڇا؟

موهني: (منهن موڙي) مون کي خبر ڪانهي.

منگهو: (مرڪي) تہ ڇئبو تہ سرڪار اڄ خفي آهي؟

موهني: (طعني سان) نہ سائين، سرڪار ڏاڍي سرهي آهي. پلا توهان جا ڪم بہ تہ اهڙا آهن نہ جو مان راضي ۽ خوش رهان.

منگهو: مارا اج تہ ڪو وڏو رولو آهي. مون کان ڪهڙي خطا ٿي آهي؟

موهني: ڙي پڳوان! ويچارو ڇاڻيئي ڪين. ڪهڙو نہ ڀالو ڀولو ماڻهو آهي!

منگهو: موهني پلا ڪولي تہ ٻڌاءِ تہ آهي ڇا؟

موهني: ڪولي ٻڌايانءِ؟ توکي ڪو لحاظ بہ آهي، ڪي اصل بس !

منگهو: ڇا جو لحاظ؟

موهني: ڙي پڳوان! اهڙي بيحيائي! ايڏو ڪوڙ! پڇي ٿو تہ ڇا جو لحاظ؟ پڳوان! تو دنيا ۾ ڪهڙا ڪهڙا تہ بيشرم ماڻهو پيدا ڪيا آهن!

منگهو: موهني، اج تنهنجي دماغ ۾ ڪو خلل تہ ڪونہ پئجي ويو آهي؟ چريائيءَ جي بہ نيٺ ڪا حد هوندي. ٻڌائين ڪجهہ ڪونہ ٿي، رڳو حيا ۽ شرم ۽ لحاظ لڳايو ويٺي آهين. نيٺ بہ آهي ڇا؟

موهني: ڇا آهي؟ اجهو هي آهي تہ اج مون تنهنجي چوري پڪڙي آهي. تون تہ چوندو هئين تہ اڳيون ڳالهيون وساري ڇڏ، جو اڳتي لاءِ مون توبہ پري ڇڏي آهي. هاڻ هي وري ڇا آهي؟

منگهو: ڇا؟ ذرو ڪولي تہ ڇئو! مان تہ سمجهان ئي نٿو تہ ڇا پئي وڻلين.

موهني: ها. سو تون پلا ڪيئن سمجهندين؟

منگهو: الاجي ڪير توکي چيڙي ويو آهي جو مون مان پئي ڪسرون ڪڍين، ۽ اجايو پئي پاڻ کي ڦٿڪائين.

موهني: ها. برابر! مون کي چيڙيو تہ ضرور اٿن. هاڻ ٻڌ! مون تنهنجي ساهيليءَ جو خط پڪڙيو آهي. سچو حال معلوم ٿي ويو اٿم.

منگهو: منهنجو خط! منهنجو لکيل!

موهني: نہ ديوان صاحب! توهان جو لکيل خط تہ مون کي ڪٿان ملندو. پر اوهان جي راحت جان جو لکيل خط مون کي قسمت سان ملي ويو آهي.

منگهو: مان تہ سمجهائين نٿو! ڪنهن جو خط؟ پلا نالو تہ ڏسينم.

موهني: هان! نالو ڏسيانءِ: تہ ڇئبو تہ ايتريون تہ ساهيليون ميڙيون اٿئي جو هاڻ اچي فڪر ۾ پيو آهين تہ الاجي ڪهڙي ساهيليءَ جو خط

مون کي هٿ چڙهيو آهي.

منگهو: بي عقل استري! نيٺ مضمون بہ تہ ڪجھ ٻڌاءِ.

موهني: ڙي عقل مند پتي! ٻڌ! هي تنهنجي محبوبہ جو خط آهي جو منهنجي خط ۾ وجهي موڪليو اٿس تہ پل مون کي بہ تسلي ٿئي تہ تون ڪهڙو ٺگ ۽ دغاباز ماڻهو آهين.

( موهني ميز تان هڪڙو لفافو کڻي ٿي)

منگهو: ( لفافو ڏسي،کلي) اڙي هي تہ سيتا جو خط آهي.

موهني: ڏٺئي! پنهنجي محبوبہ جا اکر ڪيئن جهٽ سڃاڻي وئين!

منگهو: اڙي، بيوقوف زال! ڀڳوان ڄو تنهنجي مت کسي آهي. ويچاري سيتا کي تہ مان پنهنجي ڀيڻ ڪري سمجهندو آهيان. اها نيٺ تنهنجي بہ تہ ويجهي مائٽياڻي آهي نہ؟ پوءِ انهيءَ لاءِ مان دل ۾ برو خيال ڪيئن آڻيندس؟

موهني: جي نہ! تون انهيءَ سان رڳو عشق پچائيندين. بري خيال کي اچا سڱ ٿيندا آهن.

منگهو: توبھ ڪر، موهني، توبھ ڪر!

موهني: ها، برابر، منهنجي اهڙي بدڪار پتيءَ کان سڄي عمر توبھ آهي.

منگهو: چڱو ڀلا، ذري لاءِ خط ڏينم تہ سهي.

موهني: ها بيھ ڏيانءِ ٿي. اجا هينئر ادائي بجي واري ٽپال ۾ خط آيو آهي. انهي تنهنجي نيڪبخت ساهيليءَ مون ڏي خط لکيو آهي، انهيءَ ۾ هڪڙي چٺي پنهنجي پياري عاشق لاءِ بہ وڌي اٿس ۽ ڏس تہ ڪهڙي محبت سان مون کي ٿي لکي تہ، هيءَ شامل چٺي دادي کي ضرور ڏجانءِ. هان وٺ پنهنجي ساليءَ جي چٺي. (چٺي اڇلائي ڏئيس ٿي. منگهو چٺي پڙهي ٿو ۽ پڙهندي هن جو منهن لهندو ۽ پيلو ٿيندو ٿو وڃي. پگهر جا ڦڙا سندس پيشانيءَ تي پرجيو اچن ۽ خيال ۾ پئجيو وڃي )

موهني: (هٿ ڊگهيري منگهي جي هٿ مان خط ڦري ڏاڍي آواز سان پڙهي ٿي) منهنجا پيارا، ڪالھ اوهان جو خط ڪونہ آيو. اڄ جي ٽپال بہ خالي وئي. اهڙي ڪهڙي مشغولي ۾ آهيو جو

پنهنجي سيتا کي وساري ويٺا آهيو. جي سياڻي بہ مون کي ڪا چٺي نہ پهتي تہ پرهينءَ مان پاڻ اچي اوهان وٽ نڪاءُ ڪنديس ۽، ياد رکجو، اهڙي تہ سخت سيکت ڏينديسانو جو اڳيون سزائون سڀ وسري ويندو. بس فقط توهانجي: سيتا-

(خط پڙهي موهني اوڇنگارون ڏئي روئي ٿي. توري ڪان پوءِ وري پنهنجو خط ٿي پڙهي) مٺي موهني. خط پهتو مهرباني. شڪر آهي هاڻ مان چڱي ڀلي آهيان توهان جو گهوٽ ياءُ باهر ويل آهي. ڏهين ٻارهين ڏينهن ڪان پوءِ ايندو. تون مون کي ڏاڍي ياد پيئي پوين. توکي گڏجڻ ڪاڻ دل پئي چڪي. جي ٿي سگهيو تہ سياڻي پرهينءَ تائين ايندس. نہ تہ جڏهن وجهہ مليو. هيءَ شال چٺي دادي کي ضرور ڏجانءِ! بس فقط تنهنجي،سيتا! (خط پڙهي ڳوڙها اگهندي) هاڻ بہ ڪو بهانو گهڙي وٺ. اڳي بہ انهن ساڳين اکرن ۾ بہ ٿي خط تنهنجي نالي آيا هئا جي مون بند لفافي ۾ توکي ڏنا پڇيم بہ ڪين تہ منجهن ڇا لکيل آهي. پر اڄ تہ ڪليل چٺي موڪلي ڏني اٿس. رن جا بہ انصاف ڇٽيا!

منگهو: موهني يقين ڄاڻ تہ ڪا چوڪ ٿي وئي آهي...... نہ تہ.......

موهني: (جملو ڪپي) ها، نہ تہ هوءَ توکي جدا لفافي ۾ لکي ها تہ مون کي خبر نہ پئي، جو ايسيتائين تہ ائين پيو ٿيو آهي. ياڻئين تہ مان سمجهان نٿي ڇا؟ اصل اهڙي ابوجهہ تہ ڪانہ آهيان!

منگهو: بس، موهني مان ڇا چوان. توکي سمجهہ ۾ نٿو اچي. موهني! سيتا هڪڙي اشراف ۽ نيڪ ڇوڪري آهي. تون بنهہ اجايو هن ڏي بدگمانيءَ جا خيال پئي ڪرين. ( موهني وري روئڻ ۾ اچي ٿي چنڪي ۽ ماءُ جي گهر وڃڻ جي تياري ٿي ڪري. منگهو گهڻو ئي تو روڪيس، پر نٿي سمجهي. هتي گفتگو چوٽ آهي نہ وڄ، نہ وڄ ..ويندس ويندس. نہ جهليوم وغيره ٻاهر گاڏيءَ جو آواز)

روڙي: جلدي اندر اچي ٿي ۽ منگهي کي چوي ٿي) سرڪار!

سيتا ٻائي جو گهوٽ آيو آهي.

منگهو: اچڻ ڏينس.

موهني: (جهٽ پاڻ ميز تان خط کڻيو ٿي وڃي ۽ ڪوڙها پئي اڳهي تہ سيتا جو گهوٽ اندر ٿو اچي)

اچو دادا اوهين ڪڏهن موٽيا؟

سيتا جو گهوٽ: اڄهو سڌو ٽيشن تان ٿو اچان. (منگهي ڏي ڦري) منگها، سيتا جو ڪو خط پهتو اٿيئي.

منگهو: پريشان ٿي موهنيءَ ڏي ڏسي ۽ موهنيءَ جون اکيون ڪاوڙ کان چلڪڻ لڳن ٿيون ۽ منگهي ڏي گهور ڪري ٿي نهاري. (سيتا جي گهوٽ کي) ها...نہ....ها......

موهني: ڇو دادا، ڇو ٿا پڇو. اڄا هينئر سيتاجو هڪڙو خط آيو آهي. (پنهنجو خط ڏئيس ٿي.)

سيتا جو گهوٽ: (خط ڏسي) نہ موهني تنهنجي خط سان منهنجو مطلب ڪونهي منگهي جي نالي سيتا جو ڪو خط ڪونہ آيو آهي؟

منگهو: ها. ها. موهنيءَ جي خط ۾ مون لاءِ بہ سيتا جو هڪڙو خط هو.

سيتا جو گهوٽ: اهو تہ مون کي ڏجو.

منگهو: ڇو؟

سيتا جو گهوٽ: مون کي انهيءَ جي تمام سخت ضرورت آهي.

منگهو: اهڙي سخت ضرورت ڪهڙي آهي؟

(موهنيءَ جي اکين مان ڄڻ باهہ جا شعلا پيا نڪرن ۽ هوءَ هٿ ۾ ڏند پيڙيو اکيون ڦاڙيو منگهي ڏي ڪيو پئي نهاري)

سيتا جو گهوٽ: (موهنيءَ ڏي نهاري کلي ٿو) قسم آهي اهڙو مزو مون عمر ڪونہ ڏٺو انهيءَ مزي ڏسڻ جي خاطر آءٌ پنهنجو ڪم ڪار ڇڏي ميلن تان ڀڄندو آيو آهيان.

موهني: دادا، اوهان کي بہ ڪو شرم ڪونهي ڇا؟ ڏاڍا بيحيا آهيو.

توهان کي هن چٺيءَ جي مضمون جي خبر آهي جو اهڙا چرچا پيا ڪريو؟

(منگهو رومال سان مٿي، پيشانيءَ ۽ ڳچيءَ تان پگهر پيو اگهي ۽ شوڪارو پيو پري)

سيتا جو گهوٽ: نہ مضمون جي تہ خبر ڪانہ اٿم، پر ايتري پڪ اٿم تہ 'منهنجا پيارا،' سان شروع ٿي'توهانجي سيتا' تي پورو ٿو ٿئي. ڇو موهني، تو ڪونہ پڙهيو آهي ڇا؟

موهني: اف! حيا، غيرت، شرم، شرافت اهي سڀ اخلاق دنيا مان لڏيندا رهيا!

(منگهو پير پير ۾ ڏئي ڪوٺيءَ مان کسڪي وڃڻ جي ڪوشش پيو ڪري پر سيتا جو گهوٽ کيس ٻانهن کان وٺي جهلي ٿو ٻيهاري. ۽ پنهنجي کيسي مان هڪڙو خط ڪڍي لفافي سوڌو موهنيءَ کي ٿو ڏئي)

موهني: دادا، هي تہ سيتا جو خط آهي. اوهان جي نالي.

سيتا جو گهوٽ: اهو تہ رڳو لفافو ڏسيو پئي ڇوي. اندران خط ڪڍي تہ ڏس.

(موهني خط ڪڍي پڙهي ٿي، آهستي ۽ سٽ سٽ تي سندس ڪاوڙ جا آثار گهٽبا وڃن، پيشانيءَ تان گهنڊ لهندا وڃن چپن تي مرڪ پئي چڙهي، ۽ ماٺ ماٺ ۾ خط وري لفافي ۾ وجهي سيتا جي گهوٽ کي موٽائي ٿي ڏي.

منگهو حيرت ۾ هن کان هن ڏي ۽ هن کان هن ڏي ٿو ڏسي ۽ سيتا جو گهوٽ اڃا مرڪندو ساڳيو لفافو موهنيءَ کان وٺي انهيءَ مان خط ڪڍي ڏاڍيان پڙهي ٿو.)

ياءُ منگها. اڄ 19تاريخ آهي پر اڄ تائين اوهان هن مهني جا رسالا ۽ اخبارون ڪو نہ موڪليون آهن. 'سنڌو' ۽ 'ينگ بلڊر' تہ ضرور موڪلجو. نيو ايج ۽ ڊان، پهچي ويا آهن جي ٿياسافسٽ ۾ ڪو پڙهڻ جهڙو مضمون هجي تہ اهو بہ موڪلجو.

توهانجي پيڻ سيتا.

سيتا جو گهوٽ: اڄ صبح جو مون کي هي خط مليو. لفافي تي منهنجو سرنامو ۽ اندر منگهي ڏي خط. مان سمجهي ويس تہ سيتا خطن بند ڪرڻ ۾ غلطي ڪري ويئي آهي ۽ پڪ ڄاتم تہ منهنجو خط منگهي جي لفافي ۾ وجهي ويئي آهي. مون اهائي دعا پئي گهري تہ شل اهو خط موهنيءَ جي هٿ چڙهي ۽ انهيءَ تي اوهان جو جهيڙو

لڳي جو مان بہ اچي ڏسان. شڪر آهي جو هان پوري موقع تي اچي پهتو آهيان.

(موهني مرڪندي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪري ٿي وڃي ۽ پردي جي پٺيان هن جو آواز ٿو اچي، جو روڙيءَ کي ٿي چوي تہ" گاڏي نہ ڪيِي، هن کي ٻہ چار آنا ڏئي موڪل ڏي ۽ پوءِ جلدي چانھ ٺاهي ڪٺي آءُ.")

منگهو ٿڌو ساه پري دل جاءِ ڪري آرام ڪرسيءَ تي ليٽي ٿو پوي ۽ سگريٽ ٿو دکائي ۽ سيتا جو گهوٽ پيو ڪلي تہ

پردو ڪري ٿو.

# منهنجيون آڪاٽيون

(ٻاگو ٻيو)

جنهن ۾

•منديءَ جي مصيبت •عينڪ جو آواز

•ڏنو ويندو •مسٽر مرزا •مس جانسن

ءِ ٻيون دلچسپ آڪاٽيون آهن . سو بہ جلدئي شائع ٿيٹو آهي.

آخري نوٽ:

[اهي سڀ آڪاٽيون، الائي ڪنهن جي لاڪر ۾ بند آهن. پالڻهار! انهن کي ڍسڪور ڪرڻ لاءِ، ڇا ڪنهن ٻئي نصير مرزا کي جنم وٺٹو پوندو.]

# مرتب

نصير مرزا 20 جولاءِ 1956ع تي خميس ڏينهن پرهه ڦٽيءَ جو سانوڻ جي موسم ۾ ٽنڊي ٺوڙهي جي مرزا خاندان جي انهن گهرن مان هڪ ۾ جنم ورتو، جن جي مٿان "منگهه" حيدرآباد جي خاص سڃاڻپ آهن. هي مرزا خاندان ادبي-علمي خدمتن سان گڏوگڏ پنهنجو هڪ منفرد ڪلچر رکندڙ خاندان آهي، جنهن جا بزرگ توڙي جوان لکڻ - پڙهڻ، شڪار ڪرڻ، ترڻ ۽ باغبانيءَ جا شوقين آهن. سندس وڏا ٽي سؤ سال کن اڳ، جارجيا (وچ ترڪستان) مان لڏي سنڌ ۾ اچي رهيا. اُهي هاڻي سنڌ واسي آهن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ سندن وڏو حصو رهيو آهي.

نصير جو شوق ننڍپڻ کان اسپورٽ سان نه، پر ادب جي نظم ۽ نثر جي صنفن سان رهيو. سڀ کان پهرين، سندس ٻاراڻن نظمن ۽ گيتن جو مجموعو "ڌرتيءَ جا تارا" (1979ع) ۾ ڇپيو، جنهن نيشنل بڪ آف پاڪستان ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کان انعام حاصل ڪيو. "خوشبوءِ جي سنگ سنگ" (1980ع)، سندس شاعريءَ جو ٻيو مجموعو آهي جنهن کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي بهترين شعري مجموعي جو ايوارڊ ڏنو. سندس ٽيون ڪتاب "سفر من اندر" (1985ع) آهي، جنهن ۾ نثري تحريرن، جن ۾ سفر ناما، دوستن جا پورٽريٽ اچي وڃن ٿا، جنهن کي پڻ سنڌي ادبي سنگت سنڌ پاران بهترين نثري ڪتاب جو ايوارڊ ڏنو ويو. اهڙين ئي تحريرن جو سندس هڪ ٻيو ڪتاب وٽس سهيڙيو رکيو آهي.

تازو هن سنڌيءَ جي نامياري ڪهاڻيڪار شيخ حفيظ جي ڪهاڻين ۽ مٿس لکيل مضمونن تي مشتمل ڪتاب "اچو پکي واءُ ۾" سهيڙيو آهي ۽ جديد سنڌي شاعريءَ جي سرموڙ شاعر ڪشنچند بيوس ٻاراڻن نظمن کي ڪتاب "ڇهه ڇهه پيسا ٻه ٻه پايون" ۾ گڏ ڪيو آهي، جيڪو سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي ڇپايو آهي. هن پنهنجن ڪيترن ئي دوستن ۽ ناميارن سهيوڳي ليکڪن ۽ شاعرن جي ڪتابن جا مهاڳ پڻ لکيا آهن.

نصير پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن ڪراچي سينٽر جي سنڌي پروگرام "مخزن" ۾ سنڌي ادب جي ٻاري جا ڪيترائي اسم بطور ڪمپيئر پيش ڪيا، جيڪي هميشه ياد رهندا جو سنڌي ادب جي فروغ ۾ انهن وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

هُو پاڪستان براڊ ڪاسٽنگ ڪارپوريشن جي حيدرآباد اسٽيشن تي پروڊيوسر جي حيثيت سان پنهنجيون پيشيورانا خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

ISBN 969-405-037-5

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهه اڄڪلهه ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهه ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

